Bi-Monthly
# ORIENTAL STUDY Karachi

پندرهن روزه

# اتهاس جو اڀياس

ڪراچي

ايڊيٽر
عمرالدين بيدار
۱۵ آگسٽ ۱۹۹۰ع

هن اشاعت جي قيمت ٻه سئو رپيه

Bi-Monthly

# ORIENTAL STUDY Karachi

پندرهن روزه

# اتهاس جو اڀياس

ڪراچي



ايڊيٽر

عمرالدين بيدار

۱۵ آگسٽ ۱۹۹۰ع

هن اشاعت جي قيمت پنجاهه روپيه

(1)

عمرالدين بيدار (ناول)

# ناروشاهه جنڪشن

ناروشاهه جنڪشن، هڪ اهڙي نيم تاريخي ڪهاڻي آهي، جيڪا ١٩٤٦ع کان وٺي هيل تائين سياسي، اقتصادي، سماجي، تهذيبي، ثقافتي، طبقاتي، قومي ۽ بين الاقوامي حالتن تي مختصر روشني وجهي ٿي. هن افسانوي ڪتاب ۾ هرڪو ڪردار پنهنجو احوال خود بيان ڪري ٿو. ناول جو پهريون ڪردار فلپ، اينگلو انڊين ڪميونٽي جو فرد، هڪ مڪينڪ انجنيئر آهي ۽ آزاديءَ کان سال ڏيڍ اڳ سنڌ ۾ ريلوي ٽرئفڪ ۾ ڊرائيور جي عهدي تي رهڻ دوران ناروشاهه جنڪشن تي مقرر هئڻ وقت پنهنجي ذهني لاڙن، هڪ اينگلو انڊين ڇوڪريءَ "جون" سان پيار جو سلسلو ۽ ملڪي سياسي هلچل وغيره بابت اکين ڏٺو حال بيان ڪري ٿو.

آزاديءَ کان اڳ انگريز، انگريز، پر انهن جو ديسي اولاد اينگلو انڊين به پاڻ کي دنيا ئي مخلوق سمجهڻ لاءِ تيار نه هو. هڪ اهڙو ئي اينگلو انڊين مڪينڪ انجنيئر، ١٩٤٦ع ڌاري سنڌ ۾ ريلوي ٽرئفڪ ۾ ڊرائيور جي عهدي تي رهڻ دوران، جيڪي ڳالهيون بيان ڪري ٿو، تن مان ان دور جي سياسي، سماجي، تهذيبي، طبقاتي، ثقافتي، اقتصادي ۽ بين الاقوامي حالتن تي ڪجهه روشني پوي ٿي.

جون، اينگلو انڊين ڇوڪري، ٢٨ سالن جي نوجوان آرمي آفيسر، ٻي مهاڀاري لڙائي ختم ٿيڻ کان پوءِ هڪ به پيرو موڪل وٺي ڪجهه عرصي لاءِ پنهنجي پيءُ ماءُ وٽ سنڌ ۾ گهمڻ آئي. سندس پيءُ مسٽر آرٿر ان وقت ماڇڪي (پريا روڊ) ريلوي اسٽيشن تي، هڪ سينئر ريلوي آفيسر جي حيثيت ۾ رهندڙ هو.

جون، ننڍي هئي ته ڪراچيءَ ۾ رهڻ دوران سينٽ جوزف اسڪول ۾ پڙهي. هن ناول جي پهرئين ڪردار مسٽر فلپ کان

ٽتي سال عمر ۽ ڪلاس ۾ جونيئر هئي. آرميءَ ۾ بي- آر ڊپارٽمنٽ ۾ نوڪريءَ دوران ڪيس ملڪي ۽ بين الاقوامي معاملن بابت چڱو خاصو مشاهدو مليو. هن پنهنجي روزنامچي ۾ اڪثر اهم مسئلن کي زير بحث آندو آهي.

انهن پرديسي ۽ حاڪم قوم سان واسطو رکندڙ مٿين ڪردارن سميت هن ناول ۾ ٻيا به ٽي ڪردار بنهه ديسي ۽ بنيادي سوچ رکڻ وارا نظر اچن ٿا، جيڪي لڳاتار ويچار ۽ محنت جا قائل ٿيا ڏسجن. پر اهي سڀ ڏور ۾ ڪڏهن به مطمئن نه ٿيا آهن. انهن ڪردارن جو مشاهدو چئو ته سنڌ جي جديد تاريخ بابت اپٽار آهي!

هن قصي جو سچو پوتا ميل، ائين پاسي ٿو ته هر ڪردار جو اظهار ۽ بيان چئو ته خود پڙهندڙ جو پنهنجو راز ۽ مشاهدو آهي. ۽ تواريخ جي اهڙي امانت هن ناول ذريعي فقط اهي ٽي ڪردار پنهنجي وس آهر بيان ڪري سگهيا آهن.

سنڌ جا سڀئي نندا وڏا شهر، هندن جي قبضي ۾ ۽ چئو ته مسلمانن لاءِ اوپرا هئا! سو، هندن جي لڏپلاڻ تي مسلمانن کي البت اها خوشي ضرور محسوس ٿي ته هڪ ته آئينده لاءِ وياج خوريءَ ۽ ذلت جي آزار کان ڇٽي سگهندا ۽ شهرن مٿان جيڪو مڪمل قبضو واڻين جو هو، تن شهرن جو وايو منڊل شايد اڳتي لاءِ هنن لاءِ اوپرو نه رهندو.

ٻئي ليکي واڻيا ويندي ويندي هر مسلمان کي ذهن نشين ڪندا ويا وڃن ته سنڌن وڃڻ کان پوءِ ٻاهران اهڙي مخلوق ايندي جنهن هٿان سنڌن ڪجهه محفوظ رهڻ ممڪن نه هوندو!

هن ناول ۾ سڀني ڪردارن جا نالا ۽ حالات خيالي آهن. ڪٿي جيڪڏهن هڪجهڙائي ٿئي ٿي، ته آها رڳو اتفاقي سمجهڻ کپي.

عمر الدين بيدار

# ١

# فلپ

مرد، ٽيهن سالن جو، اڃان شادي نہ ڪيل ۽ نارٿ ويسٽرن ريلوي جي ٽرئفڪ ڊپارٽمينٽ ۾ هڪ گزيٽيڊ آفيسر.

هتي اچڻ کان پوءِ مون هڪ موٽر خريد ڪئي، ٿوري اها پراڻي آهي تہ بہ هتي اها عام جام ڪنهن وٽ نہ هوندي آهي. ان جي حيثيت ان ڪري وڌيڪ آهي. اڪثر شام جو ان تي چڙهي ير پاسي جي شهرن ڏي گهمڻ ويندو آهيان. جڏهن کان جون ٽارو ئي فوج مان واپس آئي آهي، تڏهن کان آءٌ ڪيس گڏجڻ لاءِ بہ پيريا روڊ ويندو آهيان. هونئن بہ آءٌ جيڪر ايترو روز روز اوڏانهن ڪونہ وڃان، پر ڪجهتي اٿم تہ جون، فوج ۾ گهڻو وقت رهڻ ڪري مٽان بدلجي وئي هجي.

پيريا روڊ پهچڻ لاءِ مونکي اڌ ڪلاڪ ان ڪري لڳي ٿو وچي جو، وچ ۾ ١٢ ميل روڊ هڪسرو پڪو روڊ ناهي. ناروشاه کان پيرين تائين اڃان هاڻي سيمنٽ جو رستو نهيو آهي ۽ پيرين کان پيريا روڊ تائين نهيل روڊ بہ ڪٿي ڪٿي خراب آهي. هونئن ناروشاه ۽ پيريا شهر گهاٽا وسيل ۽ تمام گهٽي ڀهراڙيءَ واري آدم جي مرڪزن ۾ آهن جڏهن تہ پيريا روڊ سچ ۾ آباد هڪ خيابان پيو لڳي.

بس اتي رڳو يورپين ريلوي آفيسرن جي ترسڻ لاءِ ڪجھ بنگلا آهن جو تہ اهو هنڌ مين لائن تي آهي. ناروشاه مورو ريلوي ١٩٣٢ع کان نهي آهي، پر ڏينهون ڏينهن وڌندڙ آدم جي ڪري هن اسٽيشن تي ٽرئفڪ جو زور ايترو آهي، جو هتان رواني اٿ

مسافر ٽرينون ۽ چار گڊس ٽرينون هلائيندو هيون پون.

حقيقت ۾ هن وقت ٽي الڳ الڳ ٽارو شاهه شهر وجود ۾ اچي ويا آهن ۽ ٽيئي مختلف رخن ۾ وڌن ٿا پيا. هڪ اسٽيشن وارو شهر جتي پرسان پاڻي وارو مندر آهي، ٻيو پراڻو ٽارو شاهه جنهن نارنگين، انبن ۽ سنگترن جي لحاظ کان دنيا جي هڪ وڏي واپاري منڊي آهي. ۽ ٽيون آهي نئون شهر جيڪو ته طرفو مچڻ، پورڙي ۽ دليپوٽن جي رستن سان وڌندڙ آهي.

ديسي ماڻهن مان هاڻي هزارين هندو ڪٽنب، ننڍن ڳوٺن مان هتي لڏي اچن ٿا. ٽارو شاهه جي پراڻي شهر ۾ ديسي رهاڪن جا گهر سوڙها ۽ گهٽيون تنگ آهن. ته به ڪني پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ جوڳو بندوبست ڏسجي ٿو. گهڻو ڪري آءٌ مارڪيٽ مان سامان سڙو وٺڻ لاءِ ويندو آهيان. پر ٽانگي تي چڙهي ٻاهرئين روڊ سان ويندو آهيان. وچان گهٽين مان لنگهڻ سان مون کي ڪريهه ايندي آهي.

ريلوي جي اوپر پاسي اسان انگلو انڊين آفيسرن ۽ عملي لاءِ هڪ به بنگلا آهن ۽ ديسي عملدارن لاءِ ٻن ٻن ڪمرن وارا ڪوارٽر. پاڻيءَ جي ٽانڪيءَ هيٺ هڪ سک اسٽيشن ماسٽر رهي ٿو. سک وري پاڻ کي هندن توڙي عام ديسي ماڻهن کان مٿانهون سمجهندا آهن، پر اسان انگلو انڊين ڪميونٽي وارا مڙني لوڪل ماڻهن کان الڳ زندگي پسند ڪريون ٿا.

عام ماڻهو به اسان کي اڌ انگريز يا انگريزن جهڙو خيال ڪندا آهن ۽ اهي خود بخود اسان اڳيان پاڻ کي گهٽ درجي جو تصور ڪن ٿا. آءٌ ديسي ماڻهن کي اڻ سڌريل سڏيندو آهيان ۽ اهي وري پاڻ کي "ديسي" سڏائڻ پسند ڪندا آهن. وري انهن ۾ به هندو ۽ مسلمان هڪٻئي کي مختلف لقبن سان ياد ڪندا آهن. گهٽ ۾ گهٽ ١٩٤٦ع تائين ماحول ۽ ذهن جو اهوئي نقشو رهيو آهي.

جيڪا ٽرين پڊعيدن کان محرابپور يا موري طرف وڃڻي هوندي آهي، ان کي ريلوي جي اصطلاح ۾ ڊائون ٽرين سڏجي ٿو ۽ جيڪا پڊعيدن ڏي رخ ڪيو ايندي آهي، ان کي اپ سڏبو

آهي. ان طرح هر ريلوي کي پنهنجا اهڙا اصطلاح ٿين ٿا. مين
لائن تي سڀ کان جيڪا مکيه ٽرين آهي ان جو نالو ”لاهور
ميل“ آهي.

هني جڏهن مون ”اسان“ لفظ چيو آهي، تڏهين مطلب
ائنگلو انڊين سمجهڻ گهرجي ۽ جڏهن ديسي سڏيو اٿم، تڏهن ان
جو مطلب هتان جا ماڻهو آهي. اسان کي ڪڏهن ته يورپي
ڊومبيسائيل رڪندڙ سڏبو آهي. اسان مان اڪثر ڪيترن جي شڪل
شبيهه ولايتي ماڻهن سان ملي ٿي! ولايتي فقط يورپين کي سڏيو
ويندو آهي.

هڪ ٽاڪ مجهند جو جڏهن جاين جون ڇتيون به تتل
باهه جيان هجن تڏهن ريلوي انجڻ جي فوٽ پليٽ جي گرميءَ
جو حال ڪير نه پڇي! قديم نموني جون ريلوي انجڻيون به پنهنجي
نالي سان آهن! ديو جيان دهشتناڪ ۽ ڏيڍي ۾ عظيم الشان! خير
تازو مجهند جو ڊيوٽي تان لهڻ کان هڪدم پوءِ مون پريا روڊ
پهچڻ جو ارادو ڪيو. ڇو ته جون هڪ ڏينهن اڳ دهليءَ کان
پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ وٽ آئي هئي. گرميءَ ۽ ڊراڳ جو پنڌ طئه
ڪرڻ کان پوءِ جون وارن جي بنگلي اڳيان وڻڪار ۾ وڃي بيٺس.
موٽر جي آواز تي ڪنهن در کوليو، ۽ ڏٺم ته در تي جولي بيٺي
هئي. جون جي ننڍي ڀيڻ جولي به ڏسڻ وٽان آهي ۽ جڏهن جون
آرميءَ ۾ دور ويل هئي، تڏهن جوليءَ سان به ڪڏهن آءٌ
سير سپاٽي تي نڪري ويندو هوس. آهي ته اها به دلچسپ ڇوڪري.
تي سگهي ٿو ته جوليءَ به منهنجو انتظار پئي ڪيو هجي! نه ته
ڀلا ايترو جلد دروازو ڪيئن هن کوليو! اڄ هن کي ڏسي آءٌ گهڻو
هيسجي ويس!

هونئن عام طرح آءٌ لاپرواهه طبيعت جو رهيو آهيان ۽
پنهنجي جان ۽ مال جي باري ۾ گهڻو سڌ سماءُ نٿو رکان. پر هن
سلسلي ۾ الائي ڇو، ذهني طرح خبردار هوس. ڊپ ٿيم ته متان
جولي پنهنجي ڀيڻ جون کي اسان جي ان دعا سلام جي سلسلي
بابت ٻڌايو هجي، جوليءَ جيئن ئي دروازو کوليو تيئن هڪدم
چيائين:

هيلو مسٽر فلپ! هليا اندر. جون هڪڙي منٽ ۾ اچي تي ٽيسٽائين ڏڍن صوفي تي ويهه. پاڻ دالان مان ٿيندي مونکي صوفي تي ويهاري پاسي کان هڪ در مان لنگهي گهر جي ٻئي حصي ۾ هلي ويئي. مان ڪنهن ڪوچ تي ويهي فرنيچر جو جائزو وٺڻ لڳس.

هن ڪٽنب جو وڏو مسٽر آرٿر ريلوي جو سينئر آفيسر آهي گهر ۾ ساڳ جي ڪاٺ جو فرنيچر ڪٿان سيڪنڊ هينڊ آٽي رکيو اٿس. ٽيڪ سان ڪرسيون، سٺي نموني ڏاهي رکيون ويون آهن. هڪ پاسي پٽ تي هڪ وڏي آرسي لڳل آهي. ميز تي اڇي ڪپڙي جو پوش آهي. فرش تي ڪاري رڳ جي ڪل وڇايل آهي جنهن ۾ رڳ ڇڻ ته پنهنجو متو ڪنيو ويٺو آهي. پٽين تي چوڌاري انگلنڊ جي بادشاهن ۽ رائين جون تصويرون به لڳل آهن.

جولي پاسي واري ڪمري کان ٻئي دالان ۾ وڃي زور زور سان سندن ملازم کي سڏڻ لڳي: "نٿو"! ائين پئي پانيو ته سندس آواز ۾ لوڏ هئي ۽ اهو ڪجهه ڪاوڙ ڀريو آواز هو. ايتري ۾ مون پٽ ۾ لڳل آرسي ۾ ڏٺو ته جون ٻئي اندر آئي. منهنجي دل ڌڙڪڻ بند ڪري ڇڏيو. جون ڇهن سالن کان پوءِ پهريون پيرو ڏٺي هئم. اڳ به هن کي ڏسڻ سان اها ڪيفيت منهنجي هميشه ٿيندي هئي.

جون، قداور، سندس اکيون پوريون، ٽنگون تمام ڊگهيون ۽ وار گهاٽا ۽ تمام ڊگها آهن. آءٌ وڌيڪ جيڪر سندس سونهن ۽ سوپيا جي مشهوري ڪرڻ پسند نه ڪريان ڇو ته آئون هن کي چاهيان ٿو، پر سچ ته هوءَ ڪنهن فلم اسٽار وانگر بي حد پرڪشش ۽ باوقار هئڻ جي باوجود هرشئي کان وڌيڪ سٺي آهي اسان هڪٻئي لاءِ ائين محسوس ڪندا هئاسون، جيئن اسان سڄي عمر گڏ رهيا آهيون ۽ ڇڻ سڄي عمر اسان پاڻ ۾ گڏجي رهڻ لاءِ چاوا آهيون. توڙي جو عمر ۾ آءٌ ڪانئس ڪيترائي سال وڏو آهيان.

آهستڙي هوءَ روم ۾ داخل ٿي ويئي، آءٌ هن کي "جوني" ڪري مخاطب ڪيو ۽ هن وري اعتراض ڪري چيو:

”جوني نه، پر مون کي جون چوندو ڪر.“

مون چيو ته تون مونکي به پنهنجي ڪمان هيٺ آيل آرميءَ جي ڇوڪرين وانگر ورتاءُ ڪرين ٿي، ته هڪدم ٺهڪ ڏنائين. مون چيس: چاهه آءٌ توکي ميڊم ڪري سڏيان؟ ته ٺهانءِ زوردار ڪل چٺڪي ويس.

ايتري ۾ مان سندس سامهون واري ڪوچ تي وڃي ويٺس. چئن سالن کان پوءِ هوءَ موڪل تي آيل هئي. هن ٻڌايو ته جنگ ختم ٿي چڪي آهي، تنهنڪري آفيسرن ۽ عام سپاهين کي سندن خواهش تي موڪلون ملي سگهن ٿيون. هن چيو ته اينڊڙ مهيني سينٽ جوزف اسڪول ڪراچيءَ جي اولڊ پيوپلس جو هڪ جشن ٿيڻو آهي، اتي اسان کي شريڪ ٿيڻ کپي! جيئن ته اسان ٻئي سينٽ جوزف ۾ پڙهيا آهيون تنهن ڪري ان جشن ۾ شريڪ ٿيڻ جي تمنا هئي. آءٌ سينٽ جوزف جي طرز جي پراڻي ناءِ اڃان تائين پهريندو آهيان.

ڊومبسائيل يورپي، انگريز ۽ انگلو انڊين، پنهنجي ٻارن کي هميشه يورپي مشنرين جي قائم ڪيل اسڪولن ۾ پڙهائيندا آهن. عام ديسي ماڻهن وانگر اسان پاڻکي گهٽ درجي واري ماحول ۾ پسند نه ڪندا آهيون. ٿوري دير ڳالهه ٻولهه کان پوءِ مون نيس منهنجي موٽر تي چڙهي نارو شاه هلڻ جي آڇ ڪئي. مون چيس:

”تون منهنجي هن تي چڙهي ته ڏس ٿوڙي پراڻي آهي ته به هتي ٻئي ڪنهن وٽ اهڙي ناهي“

مون سوچيو ته چار سال اڳ جڏهن جون دهليءَ هلي وئي هئي، تڏهن مون وٽ هيءَ پڳل موٽر به ته نه هئي. ان جي ڪري مون لاءِ اچ ڪلهه اهو تمام سولو ٿي پيو آهي جو ڊيوٽي ڏيڻ ڪانپوءِ آس پاس جي ڪنهن به شهر مان گهمي ڦري جلد واپس اسٽيشن تي پهچي تو وڃان.

جون وراڻيو: ”بيشڪ فلپ! آڇ ته تمام سٺي آهي. پر هيئنڊر ڪيڏانهن هلندا سون؟“

مون ڪيس فقط ان تي سوار ٿيڻ لاءِ چيو. مون خيال ڪيو ته اڳيان نصرت واهه جي ڪپ تي وٺڪار هيٺ ٿوري دير لاءِ

گرمي کان بچي وڃي ويهڻ. چار سال اڳي جڏهن جون اچان آرميءَ ۾ ڀرتي مس ٿـي هئي، تڏهن پاڻ اڪثر نصرت واهه وٽان گذرندي ان جي ڪنڌيءَ تي وڏڪار هيٺيان منجهند جو ڇانءَ جو مزو وٺندا هئاسون. تڏهن سنڌي ڏنار ۽ ٻڪرار جيڪي منجهند جو چوپايو مال واهه جي ڪپر تي وهاري گرمي کان بچڻ ۽ ٽڪ پچڻ لاءِ اتي ميڙو ڪيون ويٺا هوندا هئا، سي اسان کي انگريز سمجهي ڏاڍي تيرس ۽ ادب سان ويٺا ڏسندا هئا. ڪيترا ته اسانکي ويهڻ لاءِ ڪنهن گهاٽي وڻ هيٺ زمين صاف ڪري ڪو ڪپڙو به وڇائي ڏيندا هئا.

ڪي ننڍا ڇوڪرا ٻڪريءَ يا رڍ جو کير ڏهي پنهنجن ميرن ۽ پراڻن لوٽن يا گلاسن ۾ آڻي مونکي ۽ خاص طرح جون کي پيئڻ لاءِ ڏيندا هئا. سچ ته سنڌين جي اهڙي پنهنجائپ واري نموني جو اڳي، اسان سڄي هندستان ۾ ٻيو ڪو مثال ڪونه ڏٺو. اڄ جڏهن نصرت واهه کان لنگهياسون تڏهن ساڳئي نموني پار ۽ وڏا ويٺل ڏناسون.

ڪي پاڻ ۾ راند روند ۾ به مشغول هئا. هيءُ ماڻهو نصرت ڪئنال کي عام طرح ”سدا واهه“ سڏيندا آهن ۽ اڳيان روهڙي ڪئنال جيڪو هترادو ڪوٽيل واهن جي شمار ۾ دنيا ۾ سڀ کان وڏو ڪئنال آهي، چار سئو ميل ڊگهو. پنهي واهن تان جـڏهـن گذرياسون تڏهن اتي ويٺلن لڳاتار اسان کي ڏسي، اسان کي چڙ اهو باور ڪرايو ته اسان واقعي ڪا عجيب ۽ اهم مخلوق آهيون. خاص ڪـري هتان جا ماڻهو ڪنهن انگريز کي ۽ ان سان گڏ ولايتي ميم کي ڏسي انهن کي چڙ ته آسمان کان يا ڪنهن ازغيبي دنيا کان آيل مخلوق تصور ڪندا آهن.

هونئن اسان کي ديسي ماڻهن جي انهي طرح جي ڏسڻ ۽ پاڻ کي مکيه مخلوق سمجهڻ جي باري ۾ سچ ته هير پئجي وئي آهي! اڳي جڏهن جون ۽ آءٌ ڪڏهن نصرت واهه جـي ڪنڌيءَ تي وهنجڻ جا ڪپڙا پائي سان ڪندا هئاسون تڏهـن، ته ديسي ماڻهن جي حيرت جي حد نه رهندي هئي. روهڙي واهه کي هتان جا ماڻهو ”سدا واهه“ به سڏين ٿا. ناروشاهه کان شام جو موٽڻ

ڪان پوءِ رستي ۾ چار وڳي ڌاري اسان وري به سنڌ واهه يا سدا واهه ۾ وهنجڻ جو سوچيو. پر ان جو دارومدار وقت بچڻ تـي هو. ڇو ته شام جو پنجين وڳي مون کي ڊائون ٽرين تي واپس وڃڻو هو.

رستي تي جڏهن اسان نارو شاهه شهر جي وچ مان ڏيڍ ميل ڊگهي سيمنٽ واري شاهي رستي تان گذرياسون پئي، تڏهن بيحد هيسيل ۽ پريشان ٿيا هئاسون. ڇو ته شهر جا ننڍا ننڍا ڇورا ڏاڍا ڏنگا ۽ بدلچڻا آهن. اهي زور سان هيڙو هيڙو پيا ڪن ۽ شايد اسان گورن کي هن ريت موٽر تي سواري ڪنـدي ڏسي، اسان کـي ڇيڙائن پيا! پر مون کي ڪنهن جي پرواهه نه هوندي آهي. اڄ ته خاص طور نه.

جون کي آءٌ سچو پيار ٿي ڪيو. پر هن حالت جي ڪري مون کي گهڻو ويچار ٿيو ته جون تي هنن ٻارن جي گوڙ گهمسان جو ڪهڙو اثر ٿي سگهي ٿيو. اڳيان وري روڊ جي ڪاٻي پاسي کليل ميدان ۽ غير آباد زمين تي سوين ڇوڪرا موجود هئا، جن کي لٺ بازي ۽ لڙائي فساد ۾ وڙهڻ جا نت نوان طريقا سيکارڻ جو روزمره جو پروگرام هلندڙ هو. اهو پروگرام هتي ڪجهه سالن کان هندو جاتيءَ وارن جـي هڪ مخصوص گـروهه پاران هلندڙ هو. جنهن دوران انهن کي ڪنهن ايندڙ دوبدو جنگ جي حالت ۾ وڙهڻ جا جديد طريقا سيکاريا ويندا آهن. جون به ان نظاري کي ڏسي ڪجهه زياده عجب ۾ ڪانه پيئي. اهي ڳالهيون ته خير، هن هندستان جي مختلف شهرن ۾ ڏسي چڪيا هوندا، ته ڪيئن نوجوان طبقي کي نفرت ۽ فساد جي باهه ۾ ڌڪڻ لاءِ هيڏيون تياريون ڪيون پيون وڃن پر نارو شاهه جهڙي، بنسبت ننڍي شهر ۾ به جنگي تربيت جو ايڏو انتظام هن کي بيشڪ عجيب لڳو.

”نارو شاهه اهڙي ڪا مکيه جاءِ به ناهي!“ اندر ويهڻ شرط جون جي زبان تي اهو خيال به آيو. مون ايتري ۾ مـوٽر بنگلي جي اندر هڪ ديوار پرسان بيهارڻ کان پوءِ جون جو سوال پيهر ڌيان ۾ آڻڻ چاهيو. ٿورو سوچي مون چيو:

”نارو شاهه ننڍي ڪنڌ جو هڪ وڏو شهر ته برابـر ناهي،

۾ ٻيهڪ ۽ ترقيءَ جي لحاظ کان بيحد اهم آهي. هن جي اقتصادي فوقيت جو حال اهو آهي جو سکر ۽ نواب شاه جي وچ ۾ هي واحد شهر آهي، جتي اليڪٽرڪسٽي آيل آهي ۽ ان جو انتظام خود هتان جي پائي بندن ۽ ديوانن ڪيو آهي. سنڌ ۾ هن شهر جي پسگردائيءَ ۽ باغات جو ٻيو ڪو همسر ناهي. هيءَ شهر ان تعلقي ۾ آهي، جنهن ۾ سڄا سارا پنج هاءِ اسڪول آهن جن ۾ چار پرائيويٽ طور قائم آهن.

سنڌ ۾ اهڙو مثال ٻيو ڪو ناهي. هتي روزگار جا ذريعا حيدرآباد ۽ نواب شاه کان به وڌيڪ آهن. روز بروز جايون جوڙائڻ جو ڪاروبار گذريل اٺن سالن کان جاري آهي. هتي جاين جوڙائڻ جو اهو اڻ کٽ سلسلو آءٌ جڏهن کان هت آيو آهيان، ڏسندو رهان ٿو! سياست ۾ به هي علائقو تمام ڊرامائي حيثيت رکي ٿو.

”مان نٿي سمجهان ته يوپي ۽ بنگال وانگر سياست ۾ سنڌ کي ڪا حيثيت هوندي. دهليءَ ۾ ته روزانو: انگريز چلي جاؤ جا نعرا پيدا پڏبا آهن.“ جون پنهنجو مشاهدو ٻڌايو. مون نهه پهه ڇيو: ٺيڪ آهي، پر هاڻي سياست جو اصلي گهراڻو گجرات ۽ سنڌ سمجهيا ويندا آهن ڇو ته گانڌي ۽ جناح صاحب هنن صوبن سان تعلق رکن ٿا. تنهن کان سواءِ لاڙڪاڻو سڄي ننڍي کنڊ ۾ سياست جو محور ڄاتو ويندو آهي. نهرو هجي، ٿوڙي علي برادران، هر وڏو سياستدان لاڙڪاڻي جو دورو ضرور ڪندي ڏٺو ويو آهي.

”پر ناروشاهه جي اهميت جو ان سان ڪهڙو واسطو؟“

”نارو شاه جو اهم هجڻ وچولي سنڌ جي ڪري به آهي. تعليم ۽ اقتصاديات، روڊن ۽ آدم شماري ۾ هي پاسو سنڌ ۾ سڀ کان وڌيڪ اڳرو آهي. هتي ۱۹۴۰ع کان پوءِ اهڙا سياسي ليڊر پيدا ٿيڻ لڳا آهن، جي سڄي هندستان جي راڄنيتيءَ تي اثر انداز ٿيڻ لڳا آهن“. مون هن کي جلد هتان جي حالتن بابت واقف ڪرڻ چاهيو.

”پر هتان ڪو ليڊر سنڌ جو پرائيم منسٽر ته ڪونه ٿيو آهي؟“ جون پڇيو.

”برابر، پر اسان کي روزانو اخبارن جو مطالعو ٻڌائي ٿو

ته جيڪڏهن سنڌ جي ڪنهن به پارٽي ليڊر کي اتر نواب شاهه ضلعي جي سيد گروپ جي حمايت نه ملي ته جيڪر وزارت ٺاهي ئي نه سگهي."

"يعني سيد گروپ وڏو وزير ناهي ٺهرائي ته؟"

"نه" مون جون کي سياسي حالتن بابت وڌيڪ ذهن نشين ڪرائڻ ضروري سمجهيو: "سيد گروپ ۾ هٿ رڳو به اسيمبلي ميمبر آهن ۽ ٻئي مخالف ڪئمپن ۾. پر ٻئي فيصله ڪندڙ ڪردار ادا ڪندا رهيا آهن. هڪ نارو شاهه جي اتر ۾ دربيلي جو محمد علي شاهه جنهن جي اڪيلي حيثيت به ڪنهن وڏي سياسي پارٽي جي ڪاميابيءَ جي ضمانت سمجهي ويندي آهي ۽ ٻيو نور محمد شاهه پيرين وارو جنهن تازو ١٩٤٥-٤٦ع ۾ جنرل اليڪشن دوران مسلم ليگ جي حق ۾ اڻبل ڪاميابي نتيجي کي رڳو پنهنجي اڪيلي طور انگ ٽيڻ جي ڏڪي سان چونڊن جي سڄي نتيجي کي بي اثر بڻائي ڇڏيو. سنڌ واحد صوبو آهي جتي ان ڪري وري چونڊون ٿيون ٿيون! اصل ۾ سنڌ جي سيدن جي فيصلن کي عام مسلمان ليڊر به تسليم ڪيو ڇڏين."

"پر هتي فساد وغيره ته ڪونه ٿا ٿين، جيئن هندستان جي ٻين ڀاڱن ۾ ٿين ٿا."

"نه، هي ئي اهو عجيب ملڪ آهي، جتي هندو مسلم فساد ٿين ئي ڪونه. هتي جو هندو تمام سڌريل، پر تمام گهڻو امن پسند ٿئي ٿو. ها، عجب ته اهو آهي ته موري فيبر لائين سان موجود جتوئي، ڏيپارجا ۽ ملڪن ۽ ٻين ڳوٺن ۾ آباد خالص ۾ به اها خوءِ ڪانهي، جيڪا عام طرح دهلي، پنجاب ۽ ٻين هندن جي سکن ۾ ڏسبي آهي."

"ته به عام ماڻهو تهذيب کان ڇڻ ته اڻ واقف آهن."

"اصل ۾ هنن جا مسئلا ۽ حالتون ايتري قدر منجهيل آهن جن کي قدرتي طرح طئه ٿيڻ ۾ هزارين سال به لڳي سگهن ٿا. اسان اڏنگاءِ اندين جو مسئلو اڃان انهن کان به منجهيل رهندو."

"اهو ڪيئن؟" جون حيرانيءَ مان پڇيو. مون وراڻيو: "اهو ائين ته انگريزن جي هن ملڪ ڇڏي وڃڻ کان پوءِ اسان نه گهر

جا ٿيندا سون ۽ نه گهاٽ جاءِ ايشيا ۾ اسانجي ثقافت ڪن وڏن شهرن کان ٻاهر دم جهلي به نه ٿي سگهي."

اسان اڃان ملڪي سياسي ۽ سماجي ٻوسات بابت فڪر ۾ آڏيل مسئلن تي ڳالهايو ٿي پئي ۽ ملازم هينئر شربت جا ٻه گلاس اچي اڳيان رکيا ته در کي ڪنهن پورٽر اچي کڙڪايو. واپس در تان نوڪر سهڪندو آيو ۽ آگاهه ڪيائين ته اسٽيشن تي مون کي سڏيو اٿن. چيائين ته اسٽيشن تي اڄهو هاڻي ٽيليفون پهتو آهي ته سڪرنڊ موري لائين تي ڪٿان ريل جي پٽي تان انجڻ لهي ويئي آهي.

حادثا ته هونئن به پيا ٿين پر هن وقت جي هن اطلاع مون کي گهڻو پريشان ڪيو. تصور ۾ آيم، جڻ ته ريل جون فش پليٽون فسادي اکيڙي ويا هجن ۽ ريل گاڏيءَ جا سمورا گاڏا پٽي تان لٿل هڪ ٻئي جهڙو سمو پيدا پيا ڪن!

جون: پڇيو "ڇا پيو سوچين، فلپ؟"

"سوچيان پيو ته، اهو ٻلڊي ڪڙڪ سنگهه ڇا پيو ڪري جيڪو منهنجو نئون اسسٽنٽ ٿي آيو آهي."

جون چيو "زياده نه سوچ، آءٌ به توسان گڏجي هلان ٿي. شايد توکي زياده دير نه لڳندي." منهنجو خيال هو ته جون، مون کي همٿائڻ لاءِ اهو خيال پيش ڪيو شايد اهو ڏيکارڻ لاءِ ته اسان هڪ ٻئي جي لاءِ آهيون. مون کي ان جي انهي چوڻ تي زياده پرواه نه هئي. پر خاص خوشي اها ٿيم جو، اهي لفظ سندس واتان ئي نڪتا هئا. اسان جلد ئي اٿي بيهاسون ۽ سڌو اسٽيشن تي آياسون. اسٽيشن مون واري بنگلي کان هڪ ٻه فرلانگ کن پنڌ مس هئي. ٽڪيٽ گهر جي اڳيان ۽ پاسي کان دستوري طرح ٽانگا بيٺا هئا.

اسٽيشن جي عمارت هڪ سادي ۽ مختصر آهي، پر جون انهيءَ کي ۽ ان جي آس پاس جاءِ کي ائين ڏسي رهي هئي ڄڻ ته لنڊن ٽاور کي پئي ڏٺائين ۽ يا تاج محل ڏٺو هجيس! جيتوڻيڪ هيءَ اسٽيشن به ملڪ جي ٻين ڪيترين معمولي اسٽيشنن وانگر سادي سودي ٺهيل آهي. بس وٽڪار ۽ ڇهڇٽو ماڻهن جو هتي ڪجهه

وديڪ رهي پيو! مين گيٽ ٽپي اندر ٿياسين ۽ پليٽ فارم جي پرسان ڪيٽريون ٻي ڪوٺڙيون ۽ انهن جي درن تي ساڳين نالن جون تختيون ٽنگيل پٽي نظر آيون. جهڙوڪ اسٽيشن ماستر، اسسٽنٽ اسٽيشن ماستر، تار گهر، ٻاهر وڃڻ جو رستو، ٽڪيٽ گهر، اندر وڃڻ جي منع آهي، يورپين ڪاڌو، مسلمانن لاءِ ڪاڌو، هندن لاءِ ڪاڌو، ويشنو ڪاڌو، فرسٽ ڪلاس ويٽنگ روم، سيڪنڊ ڪلاس ويٽنگ روم، ٿرڊ ڪلاس ويٽنگ روم، عورتن لاءِ ويٽنگ روم، هندن لاءِ پاڻي، مسلمانن لاءِ پاڻي وغيره

پڇڻيدن ڪان محراب پور ويندڙ پئسينجر ٽرين نارو شاه جنڪشن تي آيل هئي ۽ اسان موري ڪان آيل پيغام معلوم ڪرڻ لاءِ ڪڙڪ سنگهه جي آفيس ۾ گهڙي وياسون. مونکي ان ڪري ته هيڪاري خار هئا، ته ڊيوٽي تي موجود عملو اوچتن اتفاقن کي خود چو نه پيو منهن ڏيئي سگهي! جيترو ٽائم آف ملي ٿو، اهو ته بهر حال اسان کي ماٺڻ ڏنو وڃي. مون کي اهو به فڪر هو ته جون کي واپس پريا روڊ ڪيئن چڏڻ وڃان، جڏهن ته فيڊر لائين تي پٽي تان لٿل ٽرين ٽرئفڪ کي روڪي چڏڻ جو باعث بڻيو بيٺي هوندي.

ڪڙڪ سنگهه اسان کي آيل ڏسي اٿي بيٺو ۽ جون کي خاص طور ڪرسي آڇيائين. اسان ائنگلو انڊين ڊرائيورن جو لحاظ اڪثر طرح ڪيو ويندو آهي. مون ڏنو ته سنگهه کي اڃان ڪو صحيح اطلاع نه مليو هو ته گاڏي ڪهڙي هنڌان لٿي هئي. هو فقط اهو ٻڌائي پيو سگهي ته وٽس ڪال آيو هوس ته فيڊر لائين تي ٽرين پٽي تان لٿي آهي. هن اهو به ٻڌايو ته هن منياٺي جو ناٿو به ٻڌو هو. پر يقين جيحد تائين پورو پيغام وصول ٿي نه سگهيو هوس.

ٿوري دير ۾ اهو اطلاع يا افواهه آسپاس پکڙندو ويو. ماڻهن جا ميڙ خاص طرح اهو ڄاڻڻ لاءِ آنا هئا، ته گاڏي ڪٿي ڪري پيئي هئي. نارو شاه جا ڪجهه معزز به پهچي ويا هئا. انهن ۾ ڪانگريسي ليبر سڳنومل الائچي مونکي چڙ نه پيو وٺي! مون کي مڪاني ليڊر اصل ڪونه وڻن، پر اهڙا مخصوص طرح جا ورڪر ۽ ليڊر، جيڪي ڪاڏيءَ جو وکو پايو مٿان ڪاري واسڪوٽي وجهيو

جتي ڪٿي اچيو پنهنجي ليڊرشپ جو هوڪو ڏيڻ، سي ته مون کي ڏني ڪونه وڻن! هر هر پيو پڇي ته ڪيس به ٻڌايو وڃي ته ريل گاڏي ڪري ڪ... آهي! منهنجو به اچي مٿو کاڏائين.

سوال آهي ته ...نکي به خبر هجي ته ٻڌايانس نه! ڇيومانس ته ياڻي مونکي ڪاٿ خبر ناهي ته به مڙي ئي نه. مٿو کائي ڇڏيائين. ڏاڍي ياٻوهه سان ۽ مان مرجات سان هرهڪ آفيسر ۽ ريلوي ملازم کان پڇندو رهيو. مان ڪيس ڇڏي وڃي پري ويٺس.

دولتپور سان ڳالهائڻ چاهيم ته اتان به جواب نه آيو. ايتري ۾ ٻڌعيڏن کان ٻه ٽي گورا آفيسر به پهچي ويا. هڪ مسٽر گورڊن ٽرئفڪ انجنيئر هو ۽ مونکي سڃاڻندو هو ۽ ٻيو ڪو فوجي آفيسر هو. جنگ جي هلندي، ريلوي ٽرئفڪ ني ڪنٽرول قسم جي ڪٿي ڊيوٽي ۾ شامل رهيو هو. اها ڳالهه مسٽر گورڊن سندس تعارف ڪرائيندي اسانکي ٻڌائي. مون به پنهنجي سڃاڻپ ڪرائڻ کانپوءِ مس جون جي هنن سان سڃاڻپ ڪرائي. ٻنهي چيو ته اسان ساڻ ملي ڪين گهڻي خوشي ٿي آهي.

هو به هن ريلوي حادثي بابت گهڻو منجهيل هئا. آخر هي فيصلو ٿيو ته ريل تي هٿ گاڏيءَ جي مدد سان اڳيان هلجي ته جيئن حالتون زياده گنڀير نه ٿين. اسان هاڻي پروگرام ناهڻ لڳاسون ته ڪير ۽ ڪيئن روانا ٿيون. جون کي به ساڻ وٺي هلڻ لاءِ آءٌ هن سان صلاح ڪرڻ لاءِ واجهايو ته ايتري ۾ ڏٺم ته هوءَ هوڏانهن پريان سڀني مل جون ڳالهيون ٻڌڻ ۾ مشغول هئي. ڪانگريسي نيتا، ڳالهين جو ڳهير، ڪنهن جو نه ڪنهن جو وتندو آهي مٿو کائيندو!

مون، جون کي سڏيو ته هوءَ مون ڏانهن اچڻ لڳي. سڀنو به ساڳئي وقت مون وٽ آيو. مونکان ۽ گورڊن صاحب کان ٽرين جي حادثي بابت پڇا ڪرڻ لڳو. اسان به چڱ ته سڄي صورتحال کان بي خبر هئاسون. هن اسانکي پنهنجي ٽرڪ جي آڇ ڪئي ته جيڪڏهن روڊ ذريعي وڃڻ چاهيو ته ريل جي هيٺين سڀني اسٽيشنن تائين هو اسانکي موڪلي سگهي ٿو. هاڻي طئه ٿيو ته اسان مان ... ۽ ڪجهه ريل جي هٿ گاڏيءَ ۾ هلڻ

شروع ڪيون.

ايلدر جي صلاح تي هڪدم ٽرڪ گهرائي سون ۽ ان ۾ جون ڇه ۽ ڪجهه ٻيا ٻه ريلوي آفيسر سوار ٿي موري طرف روانا ٿياسون. ان طرح ڏاروشاهه ۾ ٻه ڪلاڪ جيڪا مغز ماري ٿي، ان جو ڪو مقصد ڪو طئه ٿيو ۽ نه ضرورت هئي. مونکي ته ڪڙڪ سنگهه تي ڪاوڙ هئي، جنهن پوري طرح انفرميشن به نه ورتو هو. ڪلاڪ کن ۾ سونهاں ۽ سهٽا شهر ڇڏي ٽرڪ، درسن کي ويجهي ٿي ته ڪي پيادل ۽ ڪي ٽانگن تي ماڻهو مليا، جن وٽان معلوم ٿيو ته ٽرين دولتپور ۽ شاهپور جي وچ تي پٽي تان لٿي هئي ۽ ڪو به جاني نقصان نه ٿيو هو. مونکي ڪتڪو فقط اهو لڳل هو ته متان اها تخريبي ڪار روائي هجي!

گوردن جو خيال هو ته هن علائقي ۾ اهڙن گڙٻڙ جي ڳالهه ٿي ٿي سگهي، مگر پٽي صاحب جو خيال هو ته نيوي ۾ ميوٽني سيني مکيه بندرن تي جڏهن ٿي سگهي ٿي، تڏهن ڪابه ڳالهه ممڪن ڇو نه آهي! هن جو اشارو تازو بمبئي، ڪراچي، ڪلڪتي مدراس ۽ ڪولمبي ۾ برپا ٿيل نوجوان نيوي آفيسرن جي بغاوت ڏانهن هو. ان آفيسر جو نالو رچرڊ هو ۽ جڏهن کان پڇيائين ته آرميءَ ۾ هوءَ ڇا ڊيوٽي ڏيندڙ هئي؟ جوان وراڻيس: پبلڪ رليشنس ۾.

شاهپور کان اڳتي هليا سون ته اپرندي کان انجڻ زوردار سيٽي هڻي. جوان چيو: ”نمبر ٣ ڊائون ٽرين.“ هنڪي ٽرينن جي وقتن ۽ نالن جي سڃاڻپ هئي. آخر به ته هوءَ ريلوي جي ڇوڪري هئي! ڊرائيور کي اسٽيشن کان سنگل ڏنل هو، پر جيئن ته اڳيان اپ ٽرين کي حادثو پيش هو، تنهن ڪري ان ٽرين کي شهر واري پاسي کان يارڊ کان ميل پوئتي بيهارڻو هو، اهو ئي سبب هو جو ڊرائيور پنهنجي ناراضگي جو اظهار ڪندي، انجڻ کي ڪوڪون پئي ڪرايون. ائين عام طرح سڀ ڊرائيور ڪن ٿا!

دولتپور يارڊ ۾ داخل ٿيڻ تي اسان ڏٺو ته ايستائين ريلوي جو ڊسٽرڪٽ انجنيئر پهچي چڪو هو. هن سان ڊسٽرڪٽ مڪئنيڪل انجنيئر ۽ ڪجهه ٻيا ماڻهو به ٽراليءَ تي پهتل هئا. دولتپور ۾ به ڪيترائي ماڻهو ريلوي يارڊ پاهران ۽ ڪجهه اندر اچي ڪٺا ٿيا

هئا. ريلوي آفيسرن کي عام ماڻهن ۽ سياسي ورڪرن سان خاص طور ملڻ جي منع هئي.

اسان انهن جا مشورا ٻڌڻ ۽ انهن کي تفصيلي پنهنجن اپاءن کان آگاهه ڪرائڻ ضروري نٿي ڄاتو. اسان دولتپور ڏيڍ ڪلاڪ جي اندر پهچي ويا هئاسون. ٻيا ريلوي آفيسر حيدرآباد کان پهتل هئا. مونکي ان ڳالهه تي ڪاوڙ هئي ته جڏهن ايترو بندوبست اڳ ۾ ٿيل هو، تڏهن ناروشاهه جو سڌ ڏنو ويو ۽ مونکي سيان واري ڊپوٽي کان اڳ ٿي هرو ڀرو فون ڪري هن کڙڪ سنگهه جو گهرايو!

اسان سڀ ٿورو اڳتي وياسون ته ريل جي پٽي تان لٿل انجڻ جو سچو لقاءُ ڏسڻ ۾ آيو. اها گڊس ٽرين هئي. پٽن اکيڙڻ جي ڪابه سازش ڪانه ڏسڻ ۾ آئي. ريل گاڏي فقط پنهنجي ڊرائيور هٿان معمولي طور حادثي جو شڪار ٿيڻ لڳي هئي. سين هڪدم اهو فيصلو ڪيو ته مٿان آيل ٽرين جي انجڻ ڪٽائي انکي مذڪوره گڊس ٽرين جي مدد لاءِ رليف انجڻ طور ڪم آندو وڃي. انهيءَ معاملي ۾ اڌ ڪلاڪ وقت لڳو هوندو ۽ وڌيڪ وقت نه سيڙائيندي جون ۾ آئي واپس پسينجر ٽرين ۾ ناروشاهه پهچڻ جو فيصلو ڪيو واپس ٽرين شام جو ٦ وڳي دولتپور پهتي ۽ ساڍي ٩ وڳي ناروشاه تي اچي اسٽاپ ڪيائين.

رستي ۾ شاهپور، مورو، جتوئي، منياڻي ۽ نٿ هوت چند جون اسٽيشنون هيون. نٿ جي اسٽيشن تي به اسانکي هڪ سک بابوءَ آجيان ڪئي. هو هتي گذريل ستن سالن کان رهي ٿو. ان کان اڳ به هڪ سک ماستر هوندو هو. خبر ناهي ريلوي نوڪريءَ ۾ به خالصا ڇو ايترا اڳني وڌيا آهن. موجوده اسٽيشن ماستر ته مڪاني ماڻهن ۾ ايترو رلي ملي ويل ڏسبو آهي جو، سنڌي ٻولي ٻاڻ ۽ سندس ننڍا وڏا ٻار به پنهنجي مادري ٻولي پنجابيءَ وانگر ڳالهائي سگهن ٿا. هن جا ٻار دليپوٽن مان سيڌو سامان وٺيو اچن ۽ ٻاڻ هر وقت ويجهن ڳوٺن ۽ شهرن جا چڪر لڳايو اچي.

جون مونکان هن اسٽيشن جو پڇيو جيڪي پريا روڊ جي اسٽيشن وانگر پنهنجي پر مان آباد شهر نه رکندڙ هيون. عجيب

ڳالهه ته ريلوي اسٽيشن جا نالا انهن جي غير حاضر شهرن جي پويان رکيل هوندا آهن. نٿ هوت چند تي بابوءَ اسان کي زور ڪري مائو ڏنو. ان کي ٻين ملڪن ۾ برفي يا پيڙو چئبو آهي. خالصي بابوءَ فخر سان ٻڌايو ته دليپورن جو مائو سڄي دنيا ۾ سوڪڙيءَ طور ويندو آهي. دليپوڙن ۽ ٿنين جا واڌيا دنيا جي ڪند ڪڙڇ ۾ ڏنڏن ۾ رڌل آهن جتي هو پنهنجي ڪٽنبن سان گڏ به رهندا آهن. انهن لاءِ دليپوڙن جو مائو ۽ پيڙا سڄو سال سوڪڙيون تي ويندو آهي. جون مائو چکيو ته ڪيس ڏاڍو سوادي لڳو. اسان مائي خريد ڪرڻ لاءِ وري دليپوڙن اچڻ جو فيصلو ڪيو.

دليپوڙا، دراصل هن علائقي جو هڪ امن پسند ۽ واپاري مرڪز آهي. سنڌ ۾ هي اناج جو مکيه مارڪيٽ طور به ڄاتو وڃي ٿو. هتي جا هندو ڳڙ جا ڳاڏا ميرٺ کان ريلوي ذريعي هن ئي اسٽيشن تي گهرائيندا آهن. پر هن ڳوٺ کي سياسي پڻ ناهي. ان جي پيٺ ۾ سنڌس ساموهون رستي جي ٻئي پاسي ديوانن جي ڳوٺ نٿ هوت چند کي ديوانن ۽ عاملن جي رهڻ ڪري آل انڊيا سطح تي حيثيت حاصل آهي.

نٿ هوت چند جو اسٽيشن ماسٽر ٿارو شاهه ٿانبن اسان سان گڏيو آيو. هو وري واپس گڏس ٽرين ذريعي وڃڻو هو. هن وٽ تي اهو ٻڌائي حيران ڪري ڇڏيو ته ١٩٣٤ع ۾ نٿ هوت چند کي هڪ سنجها جي وقت مارچ جي مهيني ۾ ڌاڙو لڳو هو. اها خبر اڳ ڪانه هئي سون.

هن ٻڌايو ته هي دنيا ۾ شايد اڪيلو شهر هو، جيڪو موهن جي دڙي واري شهر جي طرز تي سڌين گهٽين ۽ پاڻيءَ جي بهترين نيڪال جي انتظام سان ١٩٠٠ع ڌاري آباد ٿيو هو. مکيه شاهي رستي جي ڪنڌيءَ تي آباد چئن اهم گلين وارو اهو ننڍڙو شهر هو، جنهن جي وچان هڪ وڏو روڊ ڪراس ڪندو هو. زندگيءَ جون سڀ سرڪاري ضرورتون، منجهس موجود هونديون هيون. جهڙوڪ: پوسٽ آفيس، انگريزي اسڪول، راند جا وڏا ميدان، تار گهر، ٽيليفون ۽ ريلوي اسٽيشن به ان جي نالي سان سڃاڻجندڙ. پر ڪاڏي پيءَ جي ضرورتن جو مرڪز ان لاءِ ته به دليپوڙا هو.

مطلب ته هڪ رات جي چند منٽن جي ڌاڙي ۾ اهي ڌاڙيل هڪ گهر مان هڪ عورت جا زيور لاهي ويا، سيٺ جاڙي مل جي بنگلي ۾ گهڙيا ته ان کان اڳ ان کي پري کان بندوق جا ڇرا هڻي هن جي سٿر کي چلي وڌائون. ان جو به قيمتي سامان کنيائون ۽ پوءِ رمندا رهيا. سو ٻئي ڏينهن کان پوءِ ننڊ جا سپ ديوان ۽ عامل توڙي ٻيا زميندار نارو شاهه ڏانهن سفر ڪندي ڏٺا ويا.

مطلب ته ننڍي کنڊ ۾ سڀو ڏيڊ ورهين تائين ڌاڙن ۽ لاقانونيت کي جيڪو پنجو اچي ويو هو، ان ٻي جنگ عظيم جي شروع ٿيڻ کان پوءِ وري منهن ڪڍيو هو. انگريز جي دور حڪومت ۾ يورپي حڪمران قومن جي پيٽ ۾ پنهنجي بيٺڪي راڄن ۾ ۽ ڳالهيون خاص طور ڏنيون هيون. هڪ تعليم ۽ ٻيو قانون جي حڪومت! ليڪن اهي ٻئي به خاص شيون هيون، جن جي نتيجي ۾ انگريزن کي سندن بيٺڪن مان، ٻين يورپي قومن جي بيٺڪن مان نڪرڻ کان اڳ، نڪرڻ تي مجبور ڪيو پيو وڃي! جڏهن ته حالت اها آهي جو سڄي ملڪ ۾ هندو مسلم فساد تين تا ۽ ريل گاڏين کي بيهاري ماڻهن جو قتل عام ڪيو وڃي ٿو. سنڌ انهي وبا کان بچيل آهي. پر هتي به تعصب ۽ سياسي ويڇي جو ويچار آهستي آهستي وڌندو وڃي ٿو.

انهن ويچارن ۾ اسان نارو شاهه پهتاسون ته جون کي موٽر تي ڪٽي پريا روڊ آندءِ. مون هن کان پڇيو ته اڃان ڪيترو عرصو هتي رهندين؟ ڇو ته جنگ عظيم ختم ٿي چڪي هئي. هوءِ هينئر ٢٨ سالن جي عمر ۾ آهي ۽ گهڻي سوچ ۾ پئي ڏٺي. مون کيس چيو ته "مان محسوس ٿو ڪريان ته تون چئي ته هاڻي وطن کان موٽي آهين."

هن يڪدم وراڻيو: پنهنجو وطن "انگلنڊ" کي نه سڏيندو ڪر. اهو اسانجو وطن ناهي. پوءِ پنهنجو هٿ مون ڏانهن ڪڍي چيائين مسٽر فلپ، مون کي افسوس آهي ته هينئر ٽڪجي پئي آهيان. مون ٿي ننڊ تي اچي. مان واپس وريس. سوچيندو آيس ته ١٩٤٢ع کان اڳ هوءِ اڃان هٽ هوندي هئي ته اسان عملي طرح هڪ ٻئي

سان منسوب ٿيا هئاسون.

چار سال نوڪريءَ ۾ هن ضرور ڪڍهن ته موڪل ورتي هوندي. پر نارو شاه ۾ ته هوءَ فقط پهريون هينئر آئي آهي. هتي هائي ته ضرور ڪجهه وقت ترسندي. سوچيم ته دهلي ۾ هن جو اٿڻ ويهڻ ته رڳو برٽش آفيسرن سان ٿيو هوندو. پر هيءَ ته به کهڙي سبب ۽ ڪاڻ کان انگلنڊ بدران پنهنجو وطن سڌڻ کان انڪاري آهي.

٢

آچر ڏينهن مون کي جون منجهند جي مانيءَ تي سڏيو هو. ان بعد ٻئي اسان ٽرين ۾، نواب شاه پڪچر ڏسڻ لاءِ پهتاسون ڪيترن ئي پين شهرن جا شوقين به فلم ڏسڻ لاءِ نواب شاه ويندا آهن چو ته سکر ۽ نواب شاه جي وچ ۾ ٻئي ڪنهن شهر ۾ اڃان تائين سئنيما نه پئي آهي. پريا روڊ کان نواب شاه فلم ڏسڻ لاءِ اڳي به ويندو رهيو آهيان. اتفاق سان ان ڏينهن پرين جو ديوان فتح سنگهه به مليو. جيڪو، ساهتيه پرگڻي جي مشهور تعليمي شخصيت ڪوڙي مل، چندن مل ڪلتاڻيءَ جو پوٽو آهي. خود به بااصول ٽيچر آهي شاهوڪار آهي ۽ ڪي. سي اڪيڊمي ۾ بنان پگهار پڙهائيندو آهي.

هو ڏاڙهي رکي ٿو، نه ته عام طرح سنڌ جا هندو ماڻهو ڏاڙهي ڪونه رکن. چون ٿا ته اڳي سنڌ ۾ هندن توڙي مسلمانن ۾ ڏاڙهي رکڻ جو رواج عام هو. ديوان فتح سنگهه مون کي رڄ چڱو مڙس ڏسڻ ۾ ايندو آهي. هن رضاڪار نموني سک مذهب قبول ڪيو آهي. ڪيترا هندو ماڻهو پنهنجي ٻارن کي خالصو ٺاهڻ ۾ فخر محسوس ڪن ٿا. فتح سنگهه کان، جون به ڏاڍي متاثر ۽ خوش ٿي. ديوان فتح سنگهه انٽرويل ۾ ٻڌايو ته هو هرهڪ ڇنڇر شام تي نواب شاه ايندو آهي، فلم ڏسڻ لاءِ.

پهريون شو ختم ٿيڻ تي هو سنڌس ڪنهن دوست جي گهر ڏانهن، موڪلائي ويو، ۽ اسان سنڌ ايڪسپريس ذريعي واپس پريا روڊ پهتاسون. جوني اڃان جاڳيل هئي. اسان جي اچڻ وقت هوءَ هڪ وڏيءَ ڪرسيءَ تي ويٺي هئي ۽ ڪجهه سوچي رهي هئي. ڪم ته هو اڳ ئي ڪونه ڪندي ٻڌي اٿم. اسان آياسون ته جواب ڏيڻ بدران ڏاڍي معني خيز نظرن سان مون ڏسڻ لڳي. جون ۽ آءٌ ماني کائڻ

ويناسون ته جوليءَ به ڳالهه ٻولهه ۾ شريڪ ٿيڻ واري نموني سامهون اچي ويٺي. جوليءَ چيو: "ڇا ڳالهه آهي جو، هندستاني فلمن ۾ درد ۽ فراق جا ڏيک ئي ڏيکاريا ويندا آهن!؟"

جون چيو: "منهنجو به اهو ئي خيال آهي. پر جيڪڏهن ڳانا ڪڍيا وڃن ته پوءِ شايد انگريزي فلمن ۽ هندي فلمن جي اسٽوري ۾ خاص فرق نه رهي."

ايتري ۾ مسز آرٿر به آئي. هن ويهندي ئي ياد ڏياريو ته "سر وولزلي جيڪو سنڌ جي دوري تي اچي پيو، تنهن سلسلي ۾ ڇا انتظام ٿيو آهي؟"

جون به مون ڏانهن ڏٺو. مون کي خاص خبر نه هئي. جوليءَ ڪڇيو ته نواب شاه ۾ سينٽ ميري چرچ پاران ائٽ هوم ڏنو ويندو ۽ پوءِ ان اداري پاران سڄي سنڌ جي دوري جو پروگرام ناهيو ويو آهي. جولي سينٽ ميري اسڪول مان پڙهي هئي ۽ هن جا اتي اڃان چڱا واسطا آهن. مون کي خبر هئي وولزلي ڏکڻ ايشيا ۾ تمام هڪ اهم انگلو انڊين شخصيت آهي، پر نواب شاه بدران ڪراچي کان جيڪڏهن دورو شروع ڪري ها ته هتان جي موسمي ۽ ٻين حالتن کان بهتر هو.

پر ڇا پيو ڪري سگهجي. برطانيه سرڪار وٽ سر وولزلي جو وڏو مرتبو آهي. برٽش راڄ کان پوءِ هن ملڪ ۾ عيسائي تعليمات ۽ عيسائي مشنرين کي ڪيئن سنڀالجي، ان باري ۾ سر وولزلي ۽ ٻيا عيسائي مذهبي اڳواڻ ئي خاطر خواه پاڻ پتوڙي سگهندا، جيئن مشنري اسڪولن ۽ ادارن وسيلي ديسي ماڻهن جي اولاد کي هميشه جيان پوءِ به دين ڌرم ۽ ملڪي تهذيب ۽ تمدن کان دور رکڻ ۾ مدد ملي سگهي. سر وولزلي جو اهو دورو به در اصل هن سوڻ تي عيسائي مشنري ادارن کي منظم ۽ قائم رکڻ جو هڪ حيلو آهي.

ڇو ته آزاديءَ جي هلچل ۾ ڪي ورڪر ۽ ليڊر ظاهر ظهور ان ڳالهه تي زور ڏيندا آيا آهن ته عيسائي ادارن پاران قائم اسڪول ۽ ڪاليج هر حالت ۾ ڇڏايا ويندا. پر اسان جو زور اهو رهندو ته ساري دنيا وانگر هتي به آزاديءَ بعد اسڪولن ۽ اسپتالن هلائڻ ذريعي اسان کي پنهنجي خيالن، تهذيب ۽ نظرين سيکارڻ

جي سهوليتون ميسر هجن. منهن ۾ انهيءَ ڪارڻ ڪانوينٽ اسڪولن جو چار وڌايل آهي. هن مسئلي تي اسان جا گهڻي قدر بحث ٿيندا رهيا آهن.

مون هنن کان ٿي ان موقعي تي پڇيو ته فرض ڪريو جيڪڏهن انگريزن جي هلڻ وڃڻ کان پوءِ مشنري اسڪولن کي نئين سرڪار ايتري گرانٽ نه ڏيندي، جيتري هيلتائين هر صوبي ۾ ڪن صوبائي سرڪار ڏيندي رهي آهي ته پوءِ ڇا ٿيندو؟ هن جو جواب هو ته اها ڳالهه اڃا نٿي! ان سوال تي سوچڻ کانپوءِ اسان کي مورڳو پنهنجي مستقبل کان مايوسي ٿيڻ لڳي ٿي. جون انهيءَ سلسلي ۾ ايترو ٻڌايو ته ”انگريز پنهنجا مشنري اسڪول انهي ڪري ديسي ماڻهن جي حوالي ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن ته متان اسڪولن ۾ شاگردن لاءِ ساوار پائي اچڻ جو رواج پوي ۽ گورن کي حڪم ملي ته توهان مورڳو اسڪولن ۾ ئي نٿا داخل ٿي سگهو.“

يعني اسڪولن ۾ فقط ڪاري رنگ جا (ديسي ٻار) شاگرد داخل ٿيندا؟ مون جون جو خيال معلوم ڪيو.

”مونکي ائين معلوم ٿيو آهي! ڪم از ڪم انگريز مشنرين جو اهڙو خيال آهي.“ جون ڄاڻايو.

جوليءَ هڪدم دانهن ڪئي: ”فلپ، توکي خبر آهي، ته ڪيتري نه تڪليف ۽ محنت سان اهي اسڪول قائم ٿيا هوندا.“

”ڇو نه! ڪراچي ۾ جتي آءٌ ۽ جون گڏ پڙهياسون، اهي اسڪول نه گنزيل صديءَ جي پنجاهه واري ڏهاڪي ۾ ٺهيا. فريئر ڪمشنر جي ڏينهن ۾ ڪراچي شهر کان ڪجهه پنڌ پرڀرو مشنرين کي پنج سؤ ايڪڙ زمين الاٽ ڪئي وئي هئي، جتي سينٽ جوزف سينٽ پيٽرڪ، سينٽ لارينس، سينٽ پال، گرامر اسڪول ۽ ترنٽي ترست جهڙا پڪدار ۽ هيبت ناڪ عمارتن وارا اسڪول ٺهيا. هاڻي اتي ڪهڙي طرح اسان برداشت ڪنداسون ته ديسي ٻارن کي سندن ئي ضرورت جي تعليم آسان ديسي انداز ۾ ڏني وڃي ۽ اسان جي مقصد ۽ ضرورتن کي ڌڪ رسي!“

ان کان پوءِ آءٌ ايترو جوش ۾ آيس جو مون ڏاڍي زوردار ٽڪ هڻي چيو:

”ماءِ گاڊ! انگريز هتان هليا ويندا ته آءٌ به ساڻن گڏ پنهنجي ملڪ هليو ويندس!“

جون هڪدم اُٿي بيٺي. ڪاوڙ ۾ سڄي لال ٿي وئي ۽ رڙ ڪري چيائين:

”ملڪ! ڇا جو ملڪ!؟ تون انگلنڊ جي ٿو ڳالهه ڪرين؟ تنهن کان ته رستي ۾ ڪاري سمنڊ ۾ ٻڏي مر! بيشڪ آءٌ نٿي چاهيان ته ڪانگريس يا مسلم ليگ کي حڪومتون ملن، پر انهي کان سواءِ ٻي واهه به ڪهڙي آهي؟ آءٌ توکي وري به چوان ٿي ته انسان ٿي ڪجهه سوچ ڪر!“

ائين چوندي ڪرسيءَ کي پري هٽائي، روم مان نڪري وئي. آءٌ ٿورو شڪي ٿي پريشان ٿيڻ لڳس. واقعي انگلنڊ کي وطن سڏي مون به ناداني‌ءَ جو مظاهرو ڪيو هو. ڇو ته اصل ڳالهه جنهن اسانجي خواهش يا دليل کي ٻي وزن ٿي ڪيو، سا هئي اسان جو انگريز نه هجڻ! اسان اڌ انگريز آهيون تنهن ڪري ديسي ٻچي نه سڏهياسون ۽ جيئن ته اسان اڌ هندستاني آهيون، تنهن ڪري انگريز ناهيون: اسان، جو ڪجهه آهيون، اسان کي اتي ئي رهڻو آهي!

افسوس واري حالت ۾ اسان مان هرڪو اُٿي ويو ته وچي جون جي روم جو دروازو ٿورو کڙڪايم. ڪو به جواب نه مليو. وري ٿورو کڙڪايم ۽ آهستڙي چيم:

”جونَ — جون؟ مونکي افسوس آهي، اندر اچان؟“

هن ڪجهه دير ترسي جواب ڏنو.

”اچ پيلا پوءِ!“

مون سنڀال سان در کوليو. هوءَ هند کي پوئتان ٽيڪ ڏيو ويٺي هئي ۽ سندس هٿ اکين تي هئا. مان سندس اڳيان وڃي بيهي رهيس ۽ کيس ڏسندو رهيس. هن پنهنجا هٿ پنهنجي اکين تان لاٿا ۽ مونکي ويهڻ جو اشارو ڪيائين.

مون ڪوشش ڪري کيس پنهنجي سوچ ويچار بابت ٻڌايو. چيم ته اسان لاءِ ٻيو ڪو به چارو ناهي ۽ اسانکي هر حالت ۾ پنهنجي دلين جي راءِ تي هلڻ کپي. دماغن جي صلاح تي هلڻ جو هي- وقت ناهي.

ان ڪانپوءِ هوءَ صبر ۾ آئي ۽ چيائين:

”تون سمجهي سگهين ٿو ته آءٌ توهان ٻنهي کان الڳ ٿي سگهان ٿي؟ مان پنهنجو پاڻ کان پڃي سگهان ٿي، اهو ممڪن آهي؟“

مان ڳالهائي نه سگهيس، هـن پنهنجو هٿ، منهنجي هٿ مٿان رکندي چيو:

”اها منهنجي دل آهي جيڪا تـو سان متفق نٿي ٿئي پر ان طرح منهنجو دماغ به تنهنجي راءِ موافق ناهــي، فلپ! پيا به طريقا زندگيءَ جا مون ڏٺا آهن جيڪي صحيح آهن. اسان کي سمجهڻ کپي ته مڪمل انگريز هجڻ يا مڪمل ديسي هئڻ ۾ جيڪو مزو ۽ سهولت آهي، اهو اڌ انگريز يا اڌ ديسي بڻجڻ سان هرگز حاصل نٿو ٿي سگهي! ان طرح ته اسان پاڻ کي عذاب ڏئي ڳاري رهيا آهيون. ائنگلو انڊين سڏجڻ سان اسان اهو اجايو نظريو اختيار ڪيو پيا هلون ته اسان ڪجهه انسانن کان بهتر آهيون ۽ ڪجهه کان بدتر آهيون! ڇو ڪونه اسان سلوار قميص، پٽڪو يا ڌوتي، ساڙهي ۽ پتلون پائي ٿا سگهون؟

آءٌ هاڻي ڪنهن سان نفرت ڪرڻ نٿي چاهيان ۽ نڪي ڪنهن کان خوف زده رهڻ چاهيان ٿي. آءٌ بس اهائي آهيان جيڪا آهيان! آءٌ وڏيڪ بندش ۾ ناهيان جنهن طرح، منهنجي خيال ۾ تون آهين.“

يا خدا! ڪيڏو نئون خيال! ڪيڏي سونهن منجهس مونکي ان وقت ڏسڻ ۾ ٿي آئي! هوءَ من موهيندڙ پئي لڳي، پر منهنجي خيال ۾ ته هوءَ غير منطقي ڳالهيون ڪرڻ لڳي هئي. ايتري ۾ فون جي گهنٽي وڄڻ لڳي. اسان هڪ ٻئي ڏي ڪجهه سيڪنڊن لاءِ ڏٺو، ۽ پوءِ آئون آهستي اٿيس ۽ فون واري ڪمري ڏي هليو ويس.

## ٣

فون اتفاق سان منهنجي لاءِ ئي هئي. کڙڪ سنگهه هـو. ٿارو شاهه جنڪشن کان هلندڙ گاڏين تي منهنجو ٽرئنڪ اسسٽنٽ ٻڌايائين ته نواب شاهه سول ڊسٽرڪٽ جو ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ۽ خبر ناهي ڪير ساڻس پيا به سپائي پهچڻ وارا آهن. ڪين حادثي بابت ڪجهه ٻڌو آهي.

هي ڊپٽي ڪمشنر کي ڪليڪٽر چئبو آهي. نواب شاه ضلع جو موجوده ڪليڪٽر پهريون ديسي ماڻهو آهي، جيڪو اسان جي دور ۾ سول سروس ۾ اسان ڏسون ٿا. هن کان اڳ اوپر هندستان ۾ سر اڪبر حيدري پٽڻ ۾ آيو هو جو ڪجهه وقت لاءِ بهار جو ائڪٽنگ گورنر به ٿي رهيو.

مون صبح جي پروگرام بابت جون کان معلوم ڪرڻ چاهيو هن به نارو شاهه اچڻ جي صلاح ڪئي. آءٌ ڪيس صبح واپس وڃي وڃڻ جو پروگرام ڏئي هڪدم ناروشاهه لاءِ روانو ٿيس.

ڪليڪٽر توڙي ٻيا سرڪاري عملدار، گورا توڙي ديسي، هميشه ان سرڪاري ريسٽ هائوس ۾ اچي رهندا هئا جنهن کي سنڌي ٻوليءَ ۾ "ديرو" چوندا آهن. هي دلچسپ ڳالهه آهي، ته هر ننڍي وڏي ڳوٺ ۽ شهر جي پرسان سرڪاري طور هڪ عدد "ديرو" قائم آهي جنهن جي عمارت پراڻي طرز تي پر ڏاڍي مضبوط ۽ عمدي قسم جي ٺهيل هوندي آهي. نارو شاهه ۾ نو لکي واهه تي پوليس ٿاڻي جي سامهون رستي جي ٻئي پاسي اهڙو هڪ ديرو اڏيل آهي جنهن عمارت جي پٽ جي رکبو ٽوئهه ويهه فوت ويڪري آهي.

هن ملڪ ۾ تمام گهڻي گرميءَ جي ڪري ماڻهو جايون اصل ۾ اهڙيون اڏاوت ڪن ٿا جو هڪ ته گرميءَ جو اندر گهڻو گذر نٿو ٿئي ۽ ٻيو ته پاهرين تازي هوا جو اندر اچڻ وڃڻ تمام آسان رهي ٿو. سنڌي ماڻهو جيڪي جايون ناهين ٿا اهي گهٽ خرچ واريون ۽ صحت جي اصولن واريون. ڏسڻ ۾ ڏينگ واريون ۽ فئشني نه هونديون آهن. هندو، جيڪي دنيا ۾ شاهوڪاري جي حيثيت ۾ يهودي قوم کان ٻئي نمبر تي دولت مند آهن اهي به پنهنجون جايون مضبوط ۽ ڪاريگري واريون ته ٺهرائين ٿا، پر فئشني جايون اهي به نه ٿا بنارائين.

نارو شاهه ۾ اهو سرڪاري رهائشي "ديرو" ١٨٥٧ع جي طوفان کان به اڳ جو ٺهرايل آهي، پر اڃا انکي ورائي ٺهرائڻ جي نوبت نه آئي آهي.

صبح جو واپس جون کي پريا روڊ کان وٺيو پئي آيس ته ان مهل پريا اڪيڊمي اسڪول کي شاندار رسيس ملي هئي. روڊ

تي لا تعداد ڇوڪرا ڳهمي ڦري ۽ دال ٻوري يا ٻيون شيون ٺاهڻ ۾ مشغول هئا.

هوئٽن هي اسڪول سنڌ ۾ ڏان مشنري اسڪولن ۾ ٻيون نمبر پراڻو اسڪول آهي. هن کان اڳ يعني ١٨٥٣ع کان اين- جي- وي هاءِ اسڪول ڪراچي جو نالو ورتو وڃي ٿو. تنهن ڏينهن فتح سنگهه ته اٿين چاٺابو هو ته اصل ۾ سڄي اتر اولهه برٽش انڊيا ۾ اين جي وي ٻهريون ۽ ڪي سي اڪيڊمي ٻيون نمبر سڀ کان قديم اسڪول آهن. ڪي سي اڪيڊمي ۾ گڏيل تعليم آهي. پر صرف هندن جون ڇوڪريون هت پڙهن ٿيون ۽ انهن جو تعداد به اڻ ڏهه کان وڌيڪ ناهي.

در اصل سنڌ جا هندو به اڃا تائين قدامت پسند آهن. باوجود ساري دنيا ۾ واپاري قوم جي حيثيت ۾ پکڙيل ۽ ترقي يافته ڪميونٽي جي، اڃا به اخلاقي ڳڻن ۾ سنڌ جي مسلمانن کان متاثر آهن، البته هي ڇوڪرين کي پڙهائين ٿا. مسلمان ته ڇوڪرين کي پڙهائڻ پنهنجي سخت بي غيرتي ٿا سمجهن.

جون کي جڏهن اها خبر پئي تڏهن هوءَ حيران ٿي وئي، ته سنڌ جا مسلمان ايترو سخت به آهن! عطا محمد ميمڻ ۽ عيسي سولنگي جيڪي ٽارو شاهه شهر ۾ غريب ۽ وچولي درجي جا پهريان گرئجوئيٽ مسلمان آهن، تن ته اٿين به ٻڌايو هو ته جيڪڏهن ڪو مسلمان پنهنجي نياڻيءَ کي پڙهائڻ چاهي ٿو ته ٻيا سندس برادريءَ وارا ڪيس برادريءَ مان ٿي ڪڍي ڇڏڻ چاهيندا آهن.

اصل ۾ سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن جي ريتين رسمن ۾ انيڪ غلطيون آهن، ته به هنن جون عورتون ۽ ڇوڪريون ٻين ملڪن جي عورتن ۽ ڇوڪرين جي ڀيٽ ۾ تمام وڌيڪ محتاط ۽ سخت مزاج آهن. ۽ بنسبت هتان جا مرد ماڻهو، صحيح مزاج وارا نه ڏسبا آهن. اسٽيشن تي به شل نه ڪنهن عورت کي ڏسن، بس ڏسندا ئي رهندا آهن. سنڌي ڇوڪريءَ جي ٻي به عجيب خاصيت آهي، هوءَ غير قوم جي ڪنهن شخص سان شادي ڪرڻ پسند نه ڪندي آهي. اها ڳالهه انگريز ۽ ٻين علائقن جا ماڻهو به مڃين ٿا، جن جو واسطو دنيا جي مختلف ملڪن ۾ سنڌوورڪين سان ۽ ڪراچي، ۾ سنڌي

ڪميونٽي سان پرندو رهي ٿو.

منهنجو خيال آهي ته سنڌي ماڻهو خالص هڪ الڳ مزاج ۽ ثقافت رکڻ سبب ذات پات ۽ قوميت جو لاڙو دنيا ۾ سڀ کان گهٽ ٿا رکن. ايتري قدر جو پاڻ ۾ شادين لاءِ ڏيڻ وٺڻ ۾ به هزارين رنڊڪون رکن ٿا. تنهن ڏينهن مسٽر آرٿر بڊايو ته هندستان جي ٻين حصن جي ڀيٽ ۾ سنڌ جي آدم شماري نه ٿي وڌي، ان جو سبب به شادين ۾ رنڊڪون ٿي ٿي سگهن ٿيون. پر ان هوندي به سنڌ ۾ اجايو فيشن ۽ چند ڦوڪ نٽي ڏسجي.

نواب شاه جو ڪليڪٽر، هتي آئل پهريون آءِ- سي- ايس مسلمان آهي، جنهن تي خاص طرح انگريزي فلسفي جو اثر نه ڪيو آهي. هو خالص ديسي سوچ رکي ٿو. ٺارو شاه ۾ سالڍي ۱۱ واري محرابپور واري ٽرين ڌريعي پهتو، ته هن سان فقط سنڌس پي- اي ۽ ٻيا ٻه گورا آفيسر گڏ هئا. مون سان تنهن ڏينهن واري ٽرين حادثي بابت گفتگو ڪندي يڪدم فيصلي تي پهتو ته اهو حادثو ڪنهن گڙٻڙ جو نتيجو نه هو. مونکي هن جي سياسي دماغ سمجهڻ ۾ دير نه لڳي. ڪليڪٽر جي اچڻ جي موقعي تي آسپاس جي شهرن ۽ علائقن جا وڏا زميندار ۽ سيٺيون به سندس آجيان لاءِ پهچي ويا هئا.

قدرتي ڳالهه آهي، ڏکڻ ايشيا جي راڄنيتيءَ جو مزاج ئي اهڙو آهي. جو سرڪاري عملدار کي طاقت ۽ برڪت جو سرچشمو ڄاتو ويندو آهي. منياٽيءَ جو ديوان شيوا رام، ٺٽ هوتچند جو ديوان چندر ڀان ۽ سيٺ ڄاڙو مل (جيڪي ۱۹۴۴ع ۾ ٺٽ کي ڌاڙي لڳڻ بعد ٺارو شاهه ۾ ئي آباد ٿيا آهن) پرين جو سيد نور محمد شاهه، نوشهري فيروز جو پير قربان علي ۽ راڻيپر جو وڏيرو غلام نبي ڏهراج ۽ ڪئين ٻيا ڪانگريسي توڙي مسلم ليگي سياسي ليڊر ۽ ورڪر اچي ڳهٽ ٿيا هئا. ان ديسي ٻهتي ڪمشنر کي مسعود ڪليڪٽر سڏيو ٿي ويو.

عام ماڻهن جي ويچار ۾ مسلم ليگ پارٽيءَ لاءِ هي هڪ از غيبي سهارو آهه سنڌ ۾ ڪاٺي طور فقط هڪ مڪيه مسلم شخصيت محمد علي شاه آهي جنهن هن کي تسليم نه ڪيو آهي، ۽ انهيءَ

حي ان خود دار ذلت ڪري ٿي مسعود ڪليڪٽر جهڙي سچي حڪمت عملي في الحال روان ۾ پئجي وئي آهي.

اڄوڪي سنڌ سرڪاري دوري جي نوعيت به ڇڻ نيم سياسي ۽ نيم سماجي بڻجي وئي. ڪليڪٽر جي موجودگيءَ ۾ ساهتيه پرڳڻي جي ڪانگريسي ليڊرن نيٺ ان ڳالهه کي ڪنيو ته علائقي ۾ امن امان خراب ٿيڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ پاڻي نانڪرام ان سلسلي ۾ ڄاڻائڻ به چاهيو ته شملا ڪانفرنس جي نتيجي ۾ حڪومت لاءِ تڪليف وٺڻ جو امڪان آهي.

سڀني مڃيو ته گهڻو ڪري حالتون وري ۱۹۴۲ واپون ٿي سگهن ٿيون. ۽ ڪانگريسي هاءِ ڪمان شايد اهنسا ۽ بهشڪار (نان وائيولينٽ اينڊ نان ڪوآپريشن) تي زور ڏيندي ته جيئن برٽش سرڪار جلد پنهنجا ٽپڙ گول ڪري وڃي. ان جو مطلب ته ڪانگريسي هاءِ ڪمانڊ ۽ ڪانگريس مرڪزي ڪميٽي، مختلف علائقن جي مختلف مسئلن کي محض پنهنجي مخصوص اک سان ڏسڻ چاهي ٿي. جو ته جنهن طرح هن ڪانگريسي ليڊر ڳالهايو پئي ان طرح جي سوچ، سنڌ ۾ در اصل عام ماڻهن جي ٿئي ٿي ڪانه. ته گويا هندستان جي هڪڙن علائقن جي هنگامه بازيءَ جهڙي سوچ، سنڌ تي هرو ڀرو مڙهي پئي وڃي. نه ته سنڌ جو عام ماڻهو اجائي هلچل ۽ هنگامي جو قائل اصل نه ٿو ڏسجي.

جون، جيڪا ان موقعي تي اسان سان گڏ هئي، تنهن جو خيال هو ته سنڌ ۾ مکيه سياسي پارٽيون آل انڊيا ليول تي ورڪنگ ڪميٽين جي فيصلن تي دارو مدار رکڻ چاهين ٿيون. ان طرح ڏسجي ٿو ته سنڌ به وقت اچڻ کان اڳ هنگامي سياست جي هن هلچل جي لپيٽ ۾ اچڻ واري آهي. ظاهر ۾ هر ڳالهه اوچي سياسي ليول تي کڻڻ جي ڪوشش رهي آهي. هندو هجن يا مسلمان، هو پنهنجي مڪاني مسئلن ۽ لوڪل پاليٽڪس کي هڪدم آل انڊيا ليول تي نيڻ ضروري سمجهن ٿا.

تازو ڏارو شاهه جنڪشن جي ذڪر اوپر ڪنڊ تي اڌ يل هڪ تڪائي جو ٻاڏو جرن تي ٻيو ته ٻئي جي خون کي سچي نندي ڪنڊ ۾ هلچل جو سبب بنائڻ جي ڪوشش هلي. چاهي اهو خون

ڪنهن ذاتي دشمنيءَ وچان ڪن مسلمان رهزنن ڪيو هجي، ته به
مڙهيو وڃي پيو سنڌ جي سڀني مسلمانن تي! منهنجن ڪن هندو ۽
مسلمان دوستن جي راءِ آهي ته اڄ ڪلهه جسي اها منورتي سنڌ
کي گهڻو ڇيهو رسائيندي. مسلمانن جو خيال آهي ته هندو ماڻهو
مسلمانن جي مخالفت ۾ ايترو اڳتي نڪري وڃن ٿا جو، خود سنڌ
کي نقصان رسائين ٿا.

هندن جو خيال آهي ته هي مسلمان هت رهڻ جو به حق
نٿا رکن، ڇو ته سندن اصل وطن عربستان آهي. ڪين اوڏانهن هليو
وڃڻ گهرجي. ائين پيو ڏسجي ته سنڌ هينئر ٻـن طبعي حالتن ۾
ورهائجي ٿي وڃي. ڳوٺن ۽ غير شهري علائقن ۾ هندن جو رهڻ
دشوار ٿي ويو آهي. ۽ سنڌ جي شهرن ۾ مسلمانن لاءِ زندگي گذارڻ
نا ممڪن بڻبي پئي وڃي. هڪڙن لاءِ پنهنجي ڌي سنڌ جي سرزمين
باهه بڻيل آهي ته ٻين لاءِ پاڻي! هرڪو هڪ ٻئي لاءِ ڌاريو بڻجڻ
اڳو آهي.

هوڏانهن سنڌ اسيمبليءَ ۾ هڪ بـل پاس ٿيو، جنهن کي
وائسراءِ عمـل ۾ اچـڻ کان روڪيو آهي. ان بل جو مطلب ته
١٩٠١ع کان جيڪي به زمينون هندن خريد ڪيون آهن، اهـي
واپس مالڪن کـي موٽائين. مطلب ته اهـي زمينون مجبور مسلم
زميندار خاندانن گروي رکيون هونديون، جيڪي ٺولهي جي ڏيڏ
سان وائين خريـد ڪري پيهنجون نيون زميندار يـون قائم ڪري
ڇڏيون. چون ٿا ته سنڌ ۾ ڪل زرعي زمين جو ٤٣ في سيڪڙو
حصو ١٩٠١ع کان هيل تائين هندن جيڪو خريد ڪيو، اهو اڳي
مسمانن وٽ هو.

سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن وٽ سياسي ۽ تعليمي شعور واڌڙو
ٿو ڏسان. تنهن ڏينهن عيسيٰ سولنگيءَ هڪ ڪچهريءَ ۾ ڀائـي
نانڪرام سان بحث ڪندي چيو ته سنڌ هڪ اهڙي نازڪ ۽ پوئتي
پيل سرزمين آهي، جتي هڪ ئي وقت ٻه مختلف اهڙيون قوميتون
آباد آهن، جن مان هڪ ٿورائيءَ واري مگر دنيا ۾ گهڻو ڪري
سڀ کان زياده ترقي يافته قوميت آهي ۽ ٻـي گهڻائي واري مگر
گهڻـو ڪري دنيا ۾ سڀ کان ٻنتي پيل ۽ شايـد سٺو في صد

اڻ پڙهيل.

مون کي ريلوي ٽرئنڪ ۾ سنڌ اندر ٻه سال ٿي ويا آهن. نارو شاه هڪ اهڙو ته اسرندڙ شهر پيو ڏسان جو تيزيءَ سان وڌندو پيو وڃي. پر هن شهر جي ماحول ۾ سنڌ جي عام ماحول جهڙي سادگي، پاڇهه ۽ سڪ، سهوليت نه رهي آهي. ڪالهه جهانگي مل محرابپور وارو آيو ته هن جي پنيان چانگ نوجوان ڇوڪرن جي هئي. هي شخص هتان کان پهرينءَ اسٽيشن نٽ هوت چند، جيڪا منياڻي طرف اچي ٿي، ان جي مکيه شهر دلپوٽن ۾ ڊڪ منشي آهي. پر چا ته هن شخص جي هلچل واري سوچ آهي. آتي هن نوجوان سڀا قائم ڪئي ۽ ترت ئي سڄي شهر ۾ پنهنجي مدد پاڻ جي اصول تي صحت ۽ صفائيءَ تي نوجوان ڇوڪرن ايترو ته شوق ۽ عمل ڪيو جو، پوڙهيءَ ٽهيءَ وارا مهتا رکو ڏسڻ ۾ ئي پورا هئا.

موجوده صورت حال هر ڪنهن جي پراڻن ناتن تي برو اثر وجهڻ شروع ڪيو آهي. هونئن مونکي رواداري ۽ ڀائيچاري جي فضا سنڌ ۾، سڄي هندستان جي ٻين علائقن کان تمام گهڻي ڏسڻ ۾ ايندي هئي. پر هاڻوڪن تورن مهينن وايو منڊل تباهه ڪرڻ شروع ڪيو آهي. عيسي ۽ ٻين سياسي ورڪرن جو خيال آهي ته جڏهن کان الهه آباد ۽ دهليءَ جا وڏا وڏا سياسي ليڊر سنڌ ۾ دورا ڪرڻ لڳا، تڏهن کان سنڌ جي عام فضا ۾ زهر پريو ويو آهي.

هاڻي ته نتيجو اهو وڃي ٿيو آهي جو، سنڌ جا عوام توڙي ليڊر، ڪنهن سنڌي ليڊر تي ڀروسو ڪرڻ بدران آل انڊيا ورڪنگ ڪميٽين جي موڪليل ليڊرن تي ئي اعتماد ڪرڻ چاهين ٿا. ان طرح فيصلا به ٻاهر کان مڙهجن ٿا، جيڪي هتي اکيون بند ڪري ٻڌا ۽ مڃيا وڃن ٿا. ١٩٤٦ع جي جنرل اليڪشن ۾ انهن ئي حالتن جي ڪري تمام گهڻي گڙٻڙ ۽ کوٽ واري حالت درپيش هئي.

تازي جنرل اليڪشن مون پنهنجي اکين سان هڪ ٻن پولنگ اسٽيشنن تي ڏٺي. اسان ائنگلو انڊين هئڻ ڪري انگريزن وانگر سياسي حالتن جو گهڻو سڌ سماءُ ته ڪونه ٿا رکون، جيترو انگريزن کي تاڪيد سان ماڻهن جي سياسي ۽ سماجي لاڙن تي نظر رکڻ جو مٿان کان هدايت ڪيل هوندي آهي پر اسان به ديسي ماڻهن

حي حالتن کي صفا نظر انداز ڪونہ ڪندا آھيون. انھيءَ ڪري ئي پيو تہ سنڌ ۾ جتي ھر ڪو سنڌي ماڻھو ھر ٻئي سنڌي ماڻھوءَ جو ذاتي مخالف ۽ بدخواھ ڏسبو آھي، اتي اسان تي اھو سونپيل ڪم ڪجھ بہ مشڪل نہ ھوندو آھي. جون کي مون اليڪشن بابت ھڪ ٻن ھندن جي ڳالھ ٻڌائي تہ ھوءَ حيران ٿي وئي!

جن ٻن پولنگ اسٽيشنن تي وڃڻ جو موقعو مليو، تن ۾ دليپوتا ۽ ابجي خاص طور اھم ھيون. ابجـيءَ کان جڏھن واپس ٿارو شاھ روڊ سان پئي آيس تڏھن ڏٺم تہ ووٽــن وجھڻ ۾ گھٽو ٽٽو رکيو مسلم ووٽر پئي ھلياءِ ھندن ۽ مسلمانن جي اليڪشن جدا جدا نموني ٿيندي آھي.

ٻنھي ڌرين لاءِ انگريز سرڪار اڏ صديءَ کان جـدا جدا حد بندين وارا تڪ ۽ جدا جدا ووٽن ۽ ووٽر لسٽن جو قاعدو ٺاھيو آھي. ھن ڀيري بہ ھندن جي گھڻو ڪري سيني تڪن تي ٻنا مقابلي اليڪشن جا فيصلا ٿي چڪا آھن.

اڪثر ھر جاءِ تي ڪانگريس جي مقابلي ۾ ڪوبہ ليڊر سامھون ڪونہ ٿو اچي. ۱۹۴۶ع ۾ جنرل اليڪشن آل انڊيا ليول تي ٿي گذري، جنھن ۾ مسلم ليگ کـــي خاص طور اھو ثابت ڪرڻو ھو تہ اھا ئي ملڪي سطح تي مسلمانن جي واحـد نمائنده سياسي جماعت آھي. ۽ ليگ کي اھا حيثيت برابر حاصل ٿي بہ وئي.

ھينئر انگريز سرڪار جا نمائندا ھندستان جي مستقبل جي فيصلي لاءِ فقط ڪانگريس ۽ مسلم ليگ سان ئـي ڳالھيون اڳتي وڌائيندا.

سڄي ملڪ ۾ ٿيل چونڊن کي جڏھن آخري فيصلي ڪندڙ مڃيو ويو، تڏھن اوچتو سنڌ جي گورنـر سنڌ ۾ وري اليڪشن ڪرائڻ جو قدم کنيو ۽ جنھن جي تاريخ ۱۹۴۷ع جي اوائل ۾ طئہ ٿـي. ان طرح ۱۹۴۶ع واري اليڪشن ۾ چونڊيل اسيمبليءَ کي گورنر برخواست ڪري ڇڏيو.

ھندن جي اخبارن سنڌ ۽ ھند جي ليول تي سنڌ جي گورنر جي کنيل ان قدم کي ننديو.

ڇيو وڃي ٿو تہ سنڌ جي انگريز گورنـر، سر غلام حسين

هدايت الله جي چوڻ مطابق اهو آپاءُ ڪيو، ڇو ته سر غلام حسين کي هڪ مضبوط وزارت ٺاهڻ ۾ دشواري ٿي پيئي هئي.

جڏهن سر غلام حسين سنڌ اسيمبليءَ ۾ پنهنجي حمايت ۾ معمولي اڪثريت وارن ميمبرن جي اڳواڻيءَ ۾ وزارت ٺاهڻ چاهي تڏهن اوچتو ٻه مسلم ليگي ميمبر سنڌس پارٽيءَ کي ڇڏي وڃي آزاد ميمبرن جي صف ۾ ويٺا. اهي هئا هڪ پيرين وارو سيد نور محمد شاهه ۽ ٻيو ٺٽي جي ٽڪ وارو مسٽر يوسف چانڊيو. نتيجي ۾ مسلم ليگ پارٽيءَ جي وزارت کي اسيمبليءَ ۾ گهٽ حمايت جي هئڻ ڪري هميشه لوڏن ۾ رهڻ جو خطرو هو. تنهن ڪري جهوني سياست دان سر غلام حسين سياڻپ ڪري انگريز گورنر کي وري اليڪشن ڪرائڻ جو مشورو ڏنو ته جيئن ڇڏي ويل ميمبرن جي جاءِ تي هو مسلم ليگ لاءِ ٻه نوان ميمبر چونڊائي وزارت لاءِ مضبوط بنياد پيدا ڪري.

نئين سئين اليڪشن ٿيڻ تي انهن سا ڀين ميمبرن سر غلام حسين ۽ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ ڏيندڙ بورڊ کي وري راضي ڪري ورتو ۽ انهن جي ٽڪن مان ڪين ڏي مسلم ليگ اميدوارن جون ٽڪيٽون مليون. ٿورو وڌيڪ فرق اهو ٿيو جو سر صاحب ڪنڊياري واري ٽڪ مان وڏيري غلام نبي ڏهراج کي سابق صوبائي وزير محمد علي شاهه جي مقابلي ۾ هڪ مضبوط اميدوار جي حيثيت سان بيهارڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

تنهن کان سواءِ جيڪب آباد مان هڪ آزاد مسلمان ميمبر به اليڪشن جيتڻ کان پوءِ اسيمبلي هائوس ۾ وڃي مسلم ليگ جي سيٽن تي ويٺو. ان ريت سر صاحب کي چڱي طاقت ملي وئي.

جنرل اليڪشن دوران سنڌ ۾ اثر رسوخ به واهه جو استعمال پئي ٿيو. جن پولنگين تي وڃڻ ٿيو، اتي زميندار اثر سميت سنڌ جي با اثر پيرن جو اثر به هليو پئي.

نارو شاهه جنڪشن ته آهي ئي ساهتيه پرڳڻي جي مرڪز ۾ پر ساهتي سڄيءَ ۾ پيرن ۽ زميندارن جون موٽر ڪاريون سڀني پولنگ اسٽيشنن تي صبح کان شام تائين پئي آيون ويون.

هندستان اخبار ۽ سنسار سماچار مونجهاري وارين خبرن ڏيڻ

ساڻ به رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا. پر هندو پريس جو اثر مسلم ووٽرن تي پوڻ ممڪن نه هو. اثر پوي به ڪيئن؟ هو اخبار پڙهن ته ڪجهه اثر به وٺن. ۽ مسلم ووٽر ته اڻ پڙهيل ئي هئا.

تنهن ڪان سواءِ ووٽرن ٽني ڪارڻ ۽ روڪڻ لاءِ جهيڙا جهتا ٿيا. خاص طرح ڪنڊياري واري تڪ ۾ واٽر ڪورسن ۽ برانچن ڪي پيچي ۽ رستن ڪي آمدرفت لاءِ بيڪار بنائڻ ساڻ محمدعلي شاهه ڪي حيران ڪيو ويو! مختلف جڳهين تي بوڪس ووٽن خلاف حجتون ۽ چئلينجون به عام جام هيون.

دليپوٽن جي پولنگ تي شام واري ڪلاڪ دوران هڪ وڏو دنگو ٿيندي ٿيندي رڪجي ويو. اهو تڪرار نٽ ڳوراهي جي هڪرئيس گهٽي خان ۽ ٽر جي پنوهرن وچ ۾ شروع ٿيو هو! چوته پنوهرن ڪي شڪ هو ته سندن اميدوار، سيد نور محمد شاهه، جي خلاف ڪوڙا ووٽ پيا وڌا وڃن.

پنوهرن سي ان حوصلي ۽ همت تي واقعي داد ڏيڻو پوي ٿو ڇو ته اها هڪ عام ۽ غريب قوم آهي جنهن فقط راڻي پور واري پير جي هدايت ۽ مسلم ليگ جي پيش ڪيل مقصد لاءِ اينري جرئت جو مظاهرو ڪيو نه ته هو ته هميشه کان بحيثيت قوم جي، ڳوراهن جا ماڻهو تي پئي رهيا آهن. ان طرح ابجي ۽ جي سهتن ۽ دليپوٽن پرسان رهندڙ پنوهرن مسلم ليگ جي تمام گهٽي مدد ڪئي.

جون جو خيال هو ته تعليمي ۽ سياسي سجاڳي هندن ۾ گهٽي آهي. پر آءٌ ساڻس ان خيال ۾ شامل ناهيان. چوته سياسي طور منهنجو اڳ ۾ ئي خيال آهي ته ٻئي ڌريون پنهنجي سطح تي ۽ پاڻ ۾ ويهي مسئلن ڪي حل ڪرڻ لاءِ تيار ناهن، ۽ تعليمي طور پڻ بي شعوري ۽ جو ثبوت ائين ڏنو اٿن جو، ڳاڻ ڳٽيا ۽ نالي طور چاليهارو هاءِ اسڪول آهن سنڌ ۾ صرف ٽن جاين تي ڪاليج اٿن: ڪراچي حيدرآباد ۽ شڪارپور!

ان ريت اعلي تعليمي ڊگريون به ڪن ٿورن وٽ آهن. هندو به ڏنڌي ڪان ٻاهر رڳو نوڪرين جي پٺيان آهن. ٽيڪنالاجي جو ڪنهن ڪي شوق ۽ حرص ناهي.

........

# جون Joan

جون اينگلو انڊين ڇوڪري، ٢٨ سالن جي نوجوان آرمي آفيسر، ٻين مهاڀاري لڙائي ختم ٿيڻ کان پوءِ دڪ ۾ پيرو موڪل وٺي ڪجهه عرصي لاءِ پنهنجي پيءُ ماءُ وٽ سنڌ ۾ گهمڻ آئي. سندس پيءُ مسٽر آرٿر ان وقت ماڇڪي (پڊيارو) ريلوي اسٽيشن تي، هڪ سينئر ريلوي آفيسر جي حيثيت ۾ رهندڙ هو.

جون، ننڍي هئي ته ڪراچيءَ ۾ رهڻ دوران سينٽ جوزف اسڪول ۾ پڙهي، هن ناول جي ڀهرئين ڪردار مسٽر فلپ کان ٻئي سال عمر ۽ ڪلاس ۾ جونيئر هئي. آرميءَ ۾ پي. آر. ڊپارٽمينٽ ۾ نوڪري دوران ڪيس ملڪي ۽ بين الاقوامي معاملن بابت چڱو خاصو مشاهدو مليو. هن پنهنجي روزنامچه ۾ اڪثر اهم مسئلن کي زير بحث آندو آهي.

ٻي جنگ عظيم ١٩٣٩ع ۾ شروع ٿي ۽ ١٩٤٥ع ۾ ختم ٿي. مان ١٩٤٢ع ۾ فوج ۾ شامل ٿيس ۽ جنگ جي هلندي برما فرنٽ پوءِ ايسٽرن ڪمانڊ ۽ وري دهلي آرمي هيڊ ڪوارٽرس سان شامل رهيس. هي اهو وقت آهي جڏهن انگريزن جي سلطنت جي مٿان سج نه لهندو آهي. جنگ جا اصل مرڪز اگرچه يورپ ۽ وچ اوڀر هئا، مگر برما تي جپانين جي حملي کان پوءِ هندستان جا اوڀريان علائقا سڌو سنئون جپانين جي ڪاهه هيٺ هئا. بنگال ۽ آسام فيلڊ ايريا يعني جنگي علائقا شمار ٿيڻ لڳا ۽ امريڪن ۽ برٽش انڊيا جون فوجون بنگال ۽ آسام جي سرزمين تي سيلاب وانگر پکڙيل هيون.

مگر هڪ ڳالهه صاف ظاهر هوندي هئي، ته جنگ جي خاتمي کان اڳ هٽلر جي عروج واري دور ۾، عام هندستاني فوجين

جون همدرديون گهڻو ڪري جرمنيءَ سان هيون. سبب اهو جو، دشمن جو دشمن، دوست تصور ڪيو ويندو آهي. ان ڪري يورپ، آفريڪا ۽ ايشيا ۾ جنگ جي شروع سالن ۾ هٽلر جي ڪاميابين تي ڪين چوڻ ته خوشي ٿيندي هئي.

جرمنيءَ جو جڳ مشهور جرنيل "جنرل روميل" گويا سندن به هيرو هو. انهيءَ شوق ۾ ٺيڪ ڏهين وڳي رات جو روزانو برلن ريڊيو تان اردو ۾ خبرون ضرور ٻڌندا هئا. ان سلسلي ۾ احتياط ۽ خبرداري ڪان ڪم ورتو ويندو هو ته جيئن ڪنهن کي خبر نه پوي ته انڊين آرميءَ وارا "دشمن" جو ريڊيو ٻڌن!

برلن ريڊيو جون خبرون هڪ سک (نالو وسري ويو اٿم) پڙهندو هو؛ هو اردو تلفظ سان زيادتي ڪندو هو پر ان کي اسان به درگذر ڪري مطلب ۽ مفـــهوم مان لطف حاصل ڪنـــدا هئاسون.

جنگي گوڙ گهمسان ڪــان قطع نظر اسان برٽش انڊيا وارا آفيسر ملڪ جي سياسي حالتن ڪان به پوري واقفيت رکڻ پنهن جو فرض سمجهندا هئاسون. فارغ اوقات ۾ ملڪي سياست زير بحث هوندي هئي ۽ هندستان جي آزادي سان گـڏ پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ جو سوال اهم موضوع هوندو هو.

هر هندو، معمولي سپاهي کان وٺي ڪرنل جنرل سميت پاڪستان جو مخالف هو ته اهڙيءَ طرح هر مسلـمان فوجيءَ لاءِ پاڪستان جو حصول گويا ايمان جو جزو هو.

اهو صحيح آهي ته فوج ۽ سياستبازي هڪ ٻئي جو ضـد آهن، مگر مان پوري يقين سان چوان ٿـي ته ٻي جنگ عظيم ۾ برٽش انڊين آرمي پنهنجي ملڪي سياست سان ايتروئي وابسته هئي جيترو عام شهري! فرق فقط ايتـرو هو جـو سولين پنهنجي سياسي جذبات جي اظهار لاءِ جيڪي طريقا استعمال ڪندا هئا، انهن جي اسان کي منع ڪيل هئي. البت پنهنجي محدود دائري ۾ وس آهر ڪنهن کان جيڪي پڄندو هو سو ڪندو هئو. مثلاً: مسلمانن پنهنجي ميس جو نالو پاڪستان ميس رکي ڇڏيو. چاڪ سان جتي ڪٿي پاڪستان زنـدهباد ۽ قائداعظم زندهباد جا نعرا لکي ڇڏيندا هئا.

مسلمان بحث ۾ بنگالي هندن کي به ٽوٽا چڙهڻ لڳا. اهڙيءَ طرح عيد يا ڪنهن ٻئي اهم ڏينهن تي جناح ڪئمپ ۾ ٿيندڙ پارٽيون پاڻ پنهنجي جدا وجود جي حيثيت جو مظاهرو ڪري اٿين محسوس ڪندا هئا ڇڻ ته قومي جدوجهد ۾ شامل آهن.

ان ريت هندو فوجي به سڀ ڪجهه ڪرتب ڪم آڻيندا هئا. بظاهر اهي سڀ ڳالهيون ڇڻ سرڪار کان لڪي ٿي هليون. مگر ۱۹۴۵ع ۾ جڏهن جنگ ختم ٿيڻ جو اعلان ٿيو تڏهن ان سان گڏ فوجي زندگي جي گوڙ شور جو به خاتمو ٿي ويو. درحقيقت فوجي زندگيءَ جو اصل لطف جنگ جي دوران ۾ هوندو آهي. پرامن حالتن ۾ نه! هيءَ اها ڪيفيت ۽ صورتحال آهي جنهن کي صرف فوجي ماڻهوئي محسوس ڪري سگهي ٿو. عام ماڻهو نه ٿو ڄاڻي. پبلڪ رليشن ڊپارٽمينٽ ۾ به جيڪو حشر جنگ جي هلندي رهي ٿو اهو لفظن سان بيان ٿيڻ ممڪن ناهي.

لڙائي ختم ٿيڻ کانپوءِ ۱۹۴۶ ۾ مونکي آسام جي حالتن قلمبند ڪرڻ لاءِ بدلي ڪيو ويو. ڪڏهن آسام تي به جنگ جا آلا پڙڪي آيا هئا. بنگال جي گادي، ۵۲ لک آدم وارو شهر ڪلڪتو به اڌ کان وڌيڪ خالي ٿيڻ لڳو هو. آسام کان واپسيءَ تي دهليءَ ۾ ڪم ڪرڻ دوران منهنجي هڪ سال جي دوران ۾ ٻه اهم واقعا ٿيا هڪڙو آل انڊيا ڪانگريس جو اجلاس ۽ ٻيو گڙه مک تيشر جو خوني فساد. ڪانگريس واري اجلاس ۾ سردار ولڀ ڀائي پٽيل، سواءِ ڪنهن رک رکاءَ جي هندستان جي مسلمانن خلاف ڳالهايو. جنهن تي خان عبدالغفار خان جهڙو گانڌي ڀڳت به ناراض ٿيو ۽ پنهنجي تقرير ۾ پٽيل جي مهاسڀائي ذهنيت جي کليل اجلاس ۾ هن سخت مذمت ڪئي.

ٻيو اهم واقعو گڙه مک تيشر جو فساد هو، جنهن ۾ ميرٽ ڇانوڻي جي اڪثر سپاهين حصو ورتو. گڙهه مک تيشر ميرٽ کان چند ميلن جي مفاصلي تي درياءَ جي ڪناري تي هڪ هنڌ آهي جتي ميلو لڳندو آهي. مذڪور فساد انهيءَ ميلي جي موقعي تي ٿيو ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو ميرٽ جي اسپتال ۽ خود اسان جي ملٽري اسپتال لاشن سان ڀريل هئي.

جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ هاڻي ته گهڻي وقت کان واپسيءَ جو سلسلو شروع ٿي چڪو آهي ۽ جنگ جي ابتدا ۾ جيئن تڪڙي ڀرتي شروع ٿي هئي، تيئن تيز رفتار سان واڌو فوج جي ڇانٽي به شروع ٿي آهي. هر روز رليز ٿيڻ واري لسٽ هيڊڪوارٽر مان ايندي آهي ۽ قافلن جي مٿان قافلا مختلف ڏانهن روانا ٿيندا آهن. بدقسمتيءَ سان اهي سڀ لسٽون آرمي جي پي آر-ڊي وارن کي ناهٽيون پون ٿيون.

جيڪي واپسيءَ جي فهرست کان ٻاهر هوندا آهن سي انهن وينڌڙ قافلن کي نهايت حسرت سان ڏسندا آهن، جيڪي سبڪدوش ٿي گهرن ڏانهن روانا ٿيندا آهن. نيٺ ١٩٤٧ع جون جي آخر ۾ مون پنهنجي يونٽ ڪمانڊنٽ کي رضاڪارانه ريليز ٿيڻ جي درخواست ڏني. هي صاحب هڪ ڪرنل هو، جنهن گڙهه مڪ تيشر جي فساد ۾ حصو وٺندڙ فوجين جو بچاءُ ڪيو هو. منهنجي درخواست پڙهي چيائين ته چري ٿي آهين ڇا؟ مون تنهنجي ترقي لاءِ سفارش جي-ايڇ-ڪيو ۾ موڪلي آهي ۽ تنهنجي اڳيان هڪ شاندار مستقبل آهي. تون ڇو ٿي وڃين؟ مگر مون ڪرنل صاحب کي چيو ته مان هر حالت ۾ رليز ٿيڻ چاهيان ٿي ۽ فوجي زندگيءَ ۾ هائي منهنجي لاءِ ڪابه ڪشش نه آهي. خدا خدا ڪري سيپٽمبر ١٩٤٧ ۾ آرڊرس آيا پر رليز ٿيڻ جا نه، موڪل جا آرڊر هئا. ته به مان بي پناهه خوشيءَ جي جذبي سان پنهنجي ڪتب ڏي رواني ٿيس، هڪ سال ۾ ٻيو ڀيرو.

جنگ کان پوءِ سياسي هلچل ته اڃان تيز ٿي چڪي آهي. ١٩٤٧ع ۾ لارڊ مائونٽبيٽن هندستان جو ڇهون ته آخري وائسراءِ ٿي آيو آهي. هي صاحب پورا اختيار حاصل ڪري آيو آهي ته هندستان جي قسمت جو فيصلو ڪري پوءِ واپس ويندو. مائونٽبيٽن جي اها ڪوشش رهي آهي ته مسلمان پاڪستان جي مطالبي تان دستبردار ٿي وڃن ۽ ڪنهن صورت ۾، هندستان کي ٽڪرا ٽڪرا ٿيڻ کان بچايو وڃي.

مون کي ڪالهه وانگر ياد آهي ته ٣ جون ١٩٤٧ع جو ڏينهن هندستان جي هر باشندي وانگر اسان پنهنجي آفيس ۾ سخت

پيچيدگيءَ سان گذاريو. ڪنهن کي ڪا خبر نه هئي ته ڪهڙو اعلان ٿيڻ وارو آهي. هر شخص پنهنجي پنهنجي فڪر مطابق قياس آرائي پيو ڪري.

اسانجي هندو دوستن جي اڪثريت کي اهو يقين هو ته پاڪستان جو ٿيڻ ناممڪنات منجهان آهي ۽ اها ڳالهه انهيءَ ڪري به ڪجهه غور طلب آهي جو لارڊ مائونٽبيٽن ۽ ليڊي مائونٽ بيٽن پنڊت نهرو تي اکين چڪن آهن. ۽ ڪانگريسي پريس اهڙين خبرن کي خوب مرچ مسالا هڻي شايع ڪندي آهي ته جيئن مسلمانن تي نفسياتي اثر پوي.

٣ جون جي ڏينهن جي شام ڏاڍي آهسته گذرڻ لڳي هئي ۽ نيٺ سوائين ستين بجي پهرين وائسراء لارڊ مائونٽ بيٽن آل انڊيا ريڊيو تان تقرير ڪئي ۽ هندستان ۽ پاڪستان جي آزادي جو اعلان ڪيائين. آرمي پي- آر- ڊي جي ديسي ماڻهن جيان اسان به احتياطا ڪنهن رد عمل جو اظهار نه ڪيو. البته اسانجي ڪيترن ساٿين جي چهرن جا رنگ ڦري چڪا هئا. اسان ان وقت ميس ۾ ويٺا هئاسون ۽ ماني ميزن تي اچي چڪي هئي مگر ڪنهن اک کڻي به ان طرف نه نهاريو. لارڊ مائونٽ بيٽن کان پوءِ پنڊت جواهر لعل نهرو تقرير ڪرڻ آيو. سندس آواز نهايت ڳنڀير بلڪ گلو گير هو ۽ هن پنهنجي قوم کي شانتي ۽ تحمل سان اهو فيصلو قبول ڪرڻ جي اپيل ڪئي.

پنڊت جيءَ کانپوءِ جناح صاحب جي تقرير ۾ چڻ ته لارڊ مائونٽ بيٽن ۽ پنڊت نهرو جي دل شڪستگين جي تصديق هئي. هن جي تقرير دوران ڪيترن مسلمانن جي اکين ۾ خوشيءَ جا ڳوڙها تري آيا ۽ جڏهن تقرير جي خاتمي تي هن "پاڪستان زنده باد" جو نعرو آل انڊيا ريڊيو تان بلند ڪيو تڏهن سندن صبر ۽ ضبط جا سڀ بند ٽٽي پيا. پليٽون ۽ گلاس فضا ۾ اڇلائڻ شروع ڪيائون ۽ ديوانن وانگر هڪ ٻئي سان بغلگير ٿي، مبارڪون ڏيڻ لڳا.

هنن بورچين کي چيو ته ماني غريبن ۾ ورهائي ڇڏيو ۽ عملدارن ۽ آئي جو آڻي چندو گڏ ڪري يڪدم مٺائي گهرائي ورتي.

برٽش آرميءَ وارن جو خيال رهيو آهي، ته هندستان ۾

سياست جو زور مخالفانه نعري بازيءَ تي مدار رکي ٿو. انگريزي آزاديءَ کان پوءِ سياستدان ملڪ هلائي نه سگهندا ۽ اختيارين تي فوجون قبضو ڪنديون.

ان ڳالهه جي ابتڙ آرمي پبلڪ رليشن وارن جو رايو آهي ته جيئن ته ڪانگريس هڪ طويل جاکوڙ ڪري اٽڪل ٦٥ سالن ڪانپوءِ هن موڙ تي پهتي آهي تنهن ڪري ان جا اهلڪار ملڪ هلائڻ ۾ وڌيڪ ڪامياب ٿي سگهن ٿا.

بئي لکي سمنڊ پار جا انگريز سياستدان راءِ رکن ٿا ته نفرت جي بنياد تي هند، ۾ ورثي اختيارين وارا هڪ ٻئي جو چڪين ماس کائيندا.

عجب اهو آهي ته برٽش انڊيا ۽ ڏيهي رياستن جي مختلف علائقن جون حالتون هڪ ٻئي کان بيحد فرق رکن ٿيون. هاڻي روزانو فسادن جي ڏوم لڳل آهي. ته به ملڪ جي ڪجهه علائقن ۾ وڙهڻ ۽ تڪرار اپارٽ جا ڪي اهڃاڻ ناهن. سنڌ ۽ بلوچستان فسادن جي زد کان شايد بچي وڃن! البت چوڪرا پارٽيءَ وارا يا جن سنگهي ۽ مسلم نيشنل گارڊس ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي بهادري ڏيکارڻ جو دڙڪو هڪ ٻئي کي ڏيندا آهن. ڪراچي شهر ۽ حيدرآباد جي پليٽ فارم تي اردو ڳالهائي سگهجي ٿي. نه ته سڄي سنڌ ۾ اردو نه ڪير سمجهي ٿو ۽ نه ڳالهائڻ جوئي ڪو موقعو ملي ٿو.

سنڌ جا ليڊر هندو توڙي مسلمان سياست ۾ اعليٰ پيماني تي ڀهرو وٺن ٿا. پر انگريزي زبان ذريعي آل انڊيا ليول تي له وڃڻ ۾ اچن ٿا. اهڙي خيال جي زوردار تائيد، فلپ جي ٻن دوستن هر هڪ سالڪ ميمڻ ۽ سيٺ روچيرام به ڪئي. فلپ اچڪله، هتي جي هندن توڙي مسلمانن سان خوب دوستيون رکندو پيو اچي. ٿي سگهي ٿو اڳتي هلي مٿس ان ڳالهه جو گهرو اثر پوي. ته به پاڻ کي اڃان مڪاني ماڻهن کان اوچو سمجهي ٿو.

فلپ چوي ٿو ته جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته سنڌ جا سڀئي ماڻهو صوفي منش آهن. سوال آهي ته سنڌ پاڻ وٽان آل انڊيا ليول جا ايترا ليڊر آخر ڪيئن پيدا ڪيا؟ اهو عجيب سوال آهي. هندن جا ليڊر مکي چوئٿرام ۽ آچاريه ڪرپلاڻي خاص طور ۽ مسلمانن جا جناح

صاحب، سر غلام حسين، جي۔ ايم۔ سيد، محمد ايوب کهڙو، يوسف هارون، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ پير علي محمد راشدي سڄي هندستان ۾ مڃيل اڳواڻ آهن. علمي طور به اچڻ مهل شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جهڙو عربي ۽ فارسيءَ جو ڄاڻو سڄي دنيا ۾ ڪو ورلي لڀندو.

تنهن سال دهليءَ جي اخبارن ۾ اها خبر شه سرخي سان ڇپي ته ڪراچيءَ ۾ سڏايل آل انڊيا ڪانگريس جي اجلاس ۾ صدارت لاءِ جڏهن مولانا ابوالڪلام آزاد پهتو تڏهن سڀ کان اول، ڊاڪٽر دائود پوٽي سان ملاقات ڪرڻ جي لاءِ ويو. ان طرح ڏسجي ٿو ته سنڌ، سڄي سائوٿ ايشيا ۾ علم و ادب، امن ۽ سياست ۾ برک آهي.

هينئر دهلي تائين لنڊن اڳيان سياسي طور واضح آهي ته انڊيا ۾ سياست جو اصل گڙهه ”لاڙڪاڻو“ آهي.

جون تائين ته سنه ويهن واري زماني ۾ علي برادران توڙي ڪانگريسي ليڊر موتي لال نهرو، جيستائين پنهنجي دوري ۾ لاڙڪاڻي کي اهميت نه ڏيندا هئا، تيستائين هو غير مطمئن رهندا هئا. پنڊت نهروءَ به اهڙو خيال ظاهر ڪندي هڪ پيري هڪ رپورٽر کي سوال جي جواب ۾ ورائيو هو ته سياست جو گڙهه ”لاڙڪاڻو“ ئي آهــــي.

هونئن به ڏسجي ٿو ته ويهين صديءَ جي سڄي عرصي دوران سنڌ جي سياسي حڪمراني لاڙڪاڻي يا ان جي آسپاس سان وابسته پئي رهي آهي.

هن کان اڳ سنڌ ۾ ووٽ جو حق به فقط زميندار يا ڪاتيدار کي هوندو هو. هر بالغ ماڻهو کي ووٽ جو حق فقط گذريل جنرل اليڪشن ۾ ١٩٤٦ع ۾ ڏنو ويو.

فلپ مون کي ڪڏهن مشڪوڪ شخصيت لڀندو آهي. سچ ته مرد هر ڪوئي مشڪوڪ زندگي گذارڻ جو عادي آهي.

عورت جي مقابلي ۾ مرد جي دل ۽ دماغ، سوچ ۽ ويچار، ضرورت ۽ حالات هڪجهڙا ۽ صحيح ناهن. اڄ جڏهن ان قسم جون ڳالهيون فلپ سان ڪريان ٿي تڏهن هو لاجواب ۽ ششدر ٿيو وڃي.

حقيقت ۾ مردن کي عام طرح عورت جي ڪردار ۾ شڪ

رهندو آهي. هنن کي سولائيءَ سان اندازو ٿي ڪري ته عورت، اگر ڪٿين مردن جي وچ ۾ ٿي پلي چڙهي وبني هجي، پر سندس دل تڏهن به ان هڪ پنهنجي چاهيل شخصيت ڏانهن راغب هوندي. جڏهن ته مردن جو حال اهو آهي جو گهڻو ڪري جيڪا به عورت سامهون ڏسن ان تي اکين چڪن تيڻ لاءِ چڻ اگهوات تيار!

فلپ چوي ٿو ته سڀ مرد اهڙا نٿا ٿين! آءٌ به چوان ٿي ته عام راءِ اڪثريت جي جائزي تي ٻڌل هوندي آهي! جيڪي انسان عورت کي سمجهڻ ۾ دوکو نٿا کائن اهي ٿي شڪ جو شڪار نٿا ٿين نه پنهنجو رت خشڪ ٿا ڪن ۽ نڪي گهريلو سک آرام کان ناڪام ۽ محروم ٿا رهن!

پر پنهنجي عورت کي سمجهڻ لاءِ وقت، ڏيڻو پوي ٿو. اڪثر ماڻهن کي وقت ناهي. هو زالن سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ بدران ٻاهر وقت گذارڻ تي گامزن آهن.

سنڌ ۾ مون کي هندن توڙي مسلمانن ۾ اها روايت ڏسڻ ۾ اچي ٿي ته ننڍي هوندي ٿي ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن جون شاديون ڪرائي ٿا ڇڏين. هندستان جي ٻهراڙين ۾ به ائين ٿئي ٿو.

سنڌ ۾ هندن کي عام مسلمان، واڻيو ڪوٺين ٿا. سنڌ جا واڻيا عام طرح مسلمانن کي ڇٽ ۽ هوڙهه سمجهن ٿا. پر ته به ٻنهي جاتيون هڪ ٻئي تي گهڻو مدار رکن ٿيون. ڳوٺن ۾ ته هڪٻئي کانسواءِ هنن جو گذران مشڪل ڏسڻ ۾ ٿو اچي!

مسلمانن کي تعليم سان ته ڪو چاهه نٿو ڏسجي. نارو شاهه جنڪشن جي آسپاس پرين ۾، ڊيري ۾، ڪنڊياري ۾، منياڻيءَ ۾ ۽ خود نارو شاهه ۾ مثالي هاءِ اسڪول سڀ هندن جا قائم ڪيل آهن. ۽ هر هاءِ اسڪول ۾ ٻه چار مسلم شاگرد پڙهڻ وڃن ٿا نه ته مڙيوئي خير!

اسان جڏهن نٿ ڳوراهي، نٿ پوچراج، نٿ هوتچند، دليپوٽن ۽ ابجيءَ وٺان، اسڪولن کي موڪل ملڻ واريءَ مهل، لنگهندا آهيون تڏهن شاگردن جي لباس ۽ نموني مان ظاهر هوندو آهي ته اهي سڀ هندو جاتيءَ جا آهن. صفائيدار ۽ اڇا اُجرا.

هتي ڏسان ٿي ته ڇوڪريون به فقط واڻين جون پڙهڻ وڃن ٿيون. مسلمان پنهنجين نياڻين کي اسڪول جو منهن به ڪونه ڏيکارين!

هتي ڪنهن پڙهيل ۽ آفيسر عورت کي مدبر سڏيو وڃي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن سنڌ جي ڪنهن وڏي شهر کان تعليم کاتي جي ڪا ليڊي آفيسر ننڍن شهرن ۾ صرف اسڪولن جي چڪاس تي نڪرندي آهي ته ڪيس مدبر سڏين ۽ تمام گهڻو مان ٿا ڏين!

سنڌ جون عورتون پنجن طبقن ۾ ورهائي سگهجن ٿيون. انهن جي رهڻي ڪهڻيءَ جا ٽي نمونا مسلمانن وٽ ۽ ٻه طبقا هندن جي گهرائن ۾ آهن.

هندن جو عورتون ڪراچي، حيدرآباد، سکر، شڪارپور ۽ ڪن ٻين شهرن ۾ جن طريقن ۽ آزاد معيار سان رهن ۽ پلجن ٿيون اها ڳالهه وري ڳوٺن ۽ ننڍن شهرن جي هندن وٽ ناهي. ڳوٺن ۽ ننڍن شهرن جون هندو ناريون، گهڻو ڪري مسلمان عورتن جيان حجاب ۾ ۽ گهرن جي چوديوارين ۾ محفوظ رهڻ جون عادي آهن. هندو عورت کي ”ناري“ سڏيندا آهن ۽ زال کي ”پتني“.

ڳوٺن ۽ ٻهراڙين جا مسلمان، عورت کي ”رن“ چوندا آهن. هندن ۾ فقط هڪ زال پرڻجڻ جو تصور ۽ عقيدو آهي جڏهن ته مسلمانن وٽ اهڙو عقيدو موجود ناهي. سنڌ جي مسلمانن کي عورت لاءِ ڪابه عزت ناهي. سنڌ ۾ قتل ۽ خون گهڻو ڪري ٿئي ڪونه، پر جيڪڏهن ڪٿي ٿئي ٿو ته به ان جو ڪارڻ عورت هوندي آهي. جهيڙي جا ٻيا سبب ڪي ورلي ٿين.

سنڌي عورت جي حالت مون ڏاڍي خراب ڏٺي آهي. مسلمانن جي عورتن کي ٽن ڪلاسن ۾ پرکي سگهان ٿي. هڪ ڪلاس انهن ٿورن خاندانن جو آهي جن، پنهنجي عورتن کي ڏيا ۽ ذات زمينداري ۽ اعليٰ نيات جي ڪري ڪوٺن ۾ رکيو آهي. ٻيو طبقو ڪڙمين ۽ ڪاسبين جو آهي جن جون زالون پوک ڪرڻ، مال چارڻ، شاهوڪارن جي گهرن ۾ ٻانهپ ڪرڻ ۽ اڪثر پنهنجي مردن جي هٿان مارون موچڙا کائڻ ۾ حياتيءَ جا ڏينهن پورا پيون

ڪن. سنڌي مسلمانن ۾ ڪي ٿورا گهراڻا شهرن ۽ ڳوٺن ۾ آهن جن جون زالون نه بي پردي آهن نه پراڻو پورهيو ڪن. اهڙو گهر هڪ هزار ۾ ڪو هڪڙو هوندو.

ان طرح چوان ٿي ته مسلمانن ۾ وچولو ڪلاس آهي ئي ڪونه. وانين جي سماج ۾ هڪ اوچو ڪلاس ۽ ٻيون وچولو ڪلاس آهي. اهي سئو في سيڪڙو پڙهيل آهن. جڏهن ته مسلمان ٻه ٻن طبقن ۾ ورهايل آهن: هڪ اوچو ۽ ٻيون طبقو غريب، تمام غريب! شهرن جي رستن تي ڪڏهن غريب مسلمان مرد يا زال ڏسان ٿي ته ائين معلوم ٿئي ٿو ڄڻ ته مهينن کان ڪان لباس تبديل نه ڪيو اٿن. اسپتالن ۾ انهن مان علاج لاءِ تڏهن تو ڪير اچي جڏهن بيماريءَ وڌي ذري گهٽ لا علاج ٿي چڪو هجي.

نارو شاهه پوليس ٿاڻي وٽان لنگهجي ٿو ته ڪيسن ۾ قاتل سڀ جوابدار گهڻو ڪري مسلمان ڏسبا آهن.

گهرن ۾ زالون جنهن پيهن ٿيون ته چار پئسا ملن جن مان ان ڪٿا يا چانور وٺي ٻارڙن کي کارائيئن. ان حالت ۾ ٻار ڪيئن پڙهندا!؟ پڙهڻ جي ناٽي تي ئي سنڌي مسلمانن جو منهن ڦريو تو وڃي. ڪجهه سياسي ورڪرن ۽ پڙهيل مسلمانن ڪانسواءِ باقي تمام حالتن ۾ هنن وٽ نه شعور آهي ۽ نه سهولتون. زالن کي ووٽ جو حق به ناهي.

پوءِ به دهليءَ ۽ اپرندي هندستان جي حالتن وانگر هتي خراب حالتون ناهن. هتي ننڍن شهرن ۽ اهڙن ڳوٺن جا نوجوان، جتي وانيا رهن ٿا، اتي هندو توڙي مسلمان جيڪي هڪجهڙو شوق رکن ٿا، ته گڏجي محفلون مچائين ٿا. نارو شاهه ۾ ١٩٤٦ع ۾ مون ڪئين پيرا اهڙيون راڳ جو محفلون ڏٺيون جن کي هتي ”ٻيٺڪ“ چون ٿا، جيڪا وانيا ۽ مسلمان ماڻهو پاڻ ۾ گڏجي رچائين ٿا.

هي عجيب ماڻهو آهن. سنگت ۾ ڪنهن کي وسارڻ نه چاهيندا آهن. ٺاپ، جيڪو روچيرام ۽ عيسيٰ جي سنگت ۾ ايڪٽر وڃي ٿو، ان کان به اهڙين ٻيٺڪن بابت هڪ ڪا رپيو چندو ڏئي ويندا آهن. ڏهاڪو رپيا ڏيڻ سان ٻيٺڪ ٻڌي ايندا آهن ۽ پوءِ هجي

رات راڳ ٿئي. ڪڏهن ته اهو راڳ صبح جي ڏهين ٻارهين وڳي تائين هلندو هليو ٿي.

اسانکي سنڌي راڳ جي لئه ۽ انهيءَ ۾ ٻڌڻ توڙي حاضرين جو گم سم ٿي وڃڻ، عجيب مگر دلچسپ لڳي ٿو.

سنڌي واڻيو توڙي مسلمان پنهنجي دوستن جي زالن توڙي سرتين جو نهايت احترام ڪري ٿو. پنهنجي ڀيڻ برابر سمجهي ٿو. ان ڳالهه ۾ هتان جو سماج ڏاڍو بلند ڪردار ٿي ڏسان.

سنڌ جي ماڻهن سان اسان هاڻي وڌيڪ لهه وچڙ ۾ آيل آهيون. فلپ منهنجي وندر خاطر هتي جي ماڻهن کان گهڻ موشو ڪرڻ لڳو آهي ۽ هو به پاڻ کي هاڻي انگريز يا انگريزن جهڙو سمجهڻ کان ڪجهه پرهيز ڪري ٿو. ته به ديسي ماڻهو بهر حال اسان کي عزت ان ڪري به ڏين ٿا جو اسان ائنگلو انڊين آهيون.

سنڌي مسلمانن لاءِ پڙدي ۾ آيو آهي ته هو اولاد ۾ پٽ کي پسند ڪن ۽ ڌيءَ ڄمي ته ناخوش ٿين! پر ريلوي ٽيشنن تي يا وات پنڌ جڏهن ڏسان ٿي ته مسلمان خاص ڪري عورتن کي پسند جي نگاهه سان ڏسن ٿا. پوءِ اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي جو مسلمان مرد ڌيءَ ڄمڻ تي ناراض هجن!؟ جڏهن ڪو عورت کي پسند ڪري ٿو ته نياڻيءَ جي ڄمڻ تي اهو پيءُ ناراض نه هوندو.

ان سلسلي ۾ فلپ سان خالن جي ڏي وٺ ڪندي رهيس ته گذريل آچر ڏينهن هو مونکي عيسي وارن جي گهر وٺي هليو. عيسي پنهنجي گهر ۾ پلو چاڙهيو. سنڌ ۾ "پلو" سڀ کان وڌيڪ ڪاڏو ۽ پسند ڪيو وڃي ٿو. عيسو چوڻ لڳو ته پلو فقط سنڌونديءَ مان ملي ٿو، دنيا ۾ ٻئي هنڌ نه. پلو هڪ لذيذ مڇي آهي جنهن جو ساءُ سواد بيان نٿو ڪري سگهجي! پر پلي کائڻ کان پوءِ اڄ گهڻي لڳي ٿي.

عيسي کي ٽي پٽ هڪ ڌيءَ آهن. عيسي جي ماءُ جو ورثاءُ ڏنم ته ڇوڪريءَ جي ڀيٽ ۾ ڇوڪرن جو گهڻو سانگ پئي رکي! اسان جيڪا منائي آندي ان مان عيسي جي زال پٽن جي برابر ڌيءَ کي حصو ڏيڻ چاهيو ته ٻارن جي ڏاڏي نڪ چڙهو ڪندي پٽن کي وڌيڪ ڏيڻ جي ڪوشش ورتي.

مون کي ڪجهه ڪجهه اندازو ٿيو. سائڪالاجي اندازو، ته مسلمانن ۾ عورتون ڇو گهٽ آهن، ۽ هندن وٽ ڇو وڌيڪ!؟ نفسيات جي لاڙي مطابق ظاهر آهي، ته جنهن کان ماڻهو نفرت ڪري ٿو آها آن کان پري هٽي ٿي.

سنڌي مسلمان مرد ته عورت کي پسند ڪري ٿو، پر سنڌي مسلمان عورتون، خاص ڪري نانيون ۽ ڏاڏيون خود پنهنجي جنس سان نفرت ڪن ٿيون.

عيسي ٻئي ڏينهن منهنجي هڪ سوال تي وراڻيو هو ته سندس والده پنهنجي پوٽيءَ جي ڄمڻ تي گهر ۾ دانگي نه چاڙهڻ ڏني هئي. هن ڪل جهڙيون ڳالهيون ٻڌايون ته سنڌي ماڻهن (مسلمانن) ۾ ڇوڪرين جي ڄمڻ تي نه خوشي ٿئي ۽ نه مٺائي ورهائجي. پر ڇوڪرو ڄمي ته ڳڙ ورهائين ۽ خوشيون شادمانا به ڪن. دائيءَ کي انعام ڏين ۽ چنيون عتيقا ڪري گهر لٽائي ڇڏين.

ابتڙ انهيءَ ڳالهه جي، هندن ۾ ڇوڪري ڄمڻ تي رنج ۽ افسوس ته ٿئي، پر اهو انهيءَ معنيٰ ۾ ته ڇوڪريءَ جو جهڪو درجو آهي، ايتري بابت ڏاج ڏيوڻ جي تياري ڪيئن ۽ ڪڏهن تي سگهندي؟ ان مسئلي جو حل سنڌ جي هندن، خاص طرح شهرن جي هندن اهو ڳوليو آهي ته ڇوڪرين کي اعلي تعليم يافته بڻائي نئين سوسائٽي ۾ کين تمام مانائتو ۽ معزز بڻائيهن تا ته جيئن ڏاج وغيره جي ڳالهين کان بچي سگهجي.

ته ها، سو مسلمانن ۾ عورتن جي ڪمي قدرتي طور آهي. سنڌي مسلمان عورت کي، نه ڄمڻ جو حق آهي ۽ نه صحيح پلجڻ جو! هنکي پنهنجي مرضيءَ سان شاديءَ ڪرڻ جو اختيار ملڻ جو ته سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. ڄمڻ کان اڳ شاديءَ لاءِ منسوب ٿين ٿيون. مڙسن کي زالن سان پيار ڪرڻ جو ضرور به نه هوندو آهي پوءِ اهڙي منجهيل نفسياتي جوڙ جڪ ۾ مڙس ۽ زالون هميشه کان بيمار جا بکيا پيا ڏسجن.

ان ٽانگهه ۾ هرڪو پريشان ۽ محروم ڏسبو آهي. ذهني طور اهڙي بيمار قوم جو مستقبل روشن ته مشڪل تي سگهي ٿو. مسلمان زالن تي، ان ظلم جي، ڪابه حد ناهي! ڇو ته

جنهن قوم جي ٩٩ فيسيڪڙو آدم کي روزگار جو بنياد ئي فراهم
ناهي انهن جي پيٽ گذران جو حال روئڻ جوڳو ئي ڏسان.

هتي آءٌ پڙهيل ماڻهن سان قائم لاڳاپن جو مشاهدو ڪندي
نتيجو ڪيان ٿي ته آهي سڌريل هوندي به اڻ سڌريلن وارا نمونا
اختيار ڪرڻ ڪان نٿا گسن. هڪ ٻئي لاءِ عزت ۽ لحاظ رکڻ
هوندي به بي مهابو تيڻ تي پاڻ کي مجبور سمجهن ٿا. اهو ان
ڪري به جو سياسي طور، هي مڪاني طور توڙي سنڌ جي سطح تي
عمل ڪرڻ ۽ جائزو وٺڻ کان بي خبر آهن. سيني جي نڪ ۾ نوڙي
آل انڊيا ليول جي آهي! ان ڪري سنڌ ۾ جيڪي عملي طرح چڻ
ته پنج سماج موجود آهن، تن جي زندگي هاڻي وڃي ٿي مونجهاري
ڏانهن وڌندي. آڌ وڏائيءَ به سيني کي منو آهي. هڪ ٻئي خلاف
زبان درازي ۽ هٺ، مڙن ۾ وڌيل آهي. انهيءَ ڳالهه ۾ مسلمانن
جي بي علميءَ کين گهٽو ڪلڻ هاب بنايو آهي.

ڪيترا وڏا سڄا نوجوان سياسي ورڪر به هڪ ٻئي کي
لعنت ملامت ڪندي ڏٺا اٿم. پوءِ به شاديءَ ۽ غميءَ ۾ هڪ ٻئي
کي نظر انداز ڪري نه سگهندا آهن. ته به ننڍن شهرن ۽ ڳوٺن
۾ ڪڏهن هندو ماڻهو، مسلمانن کي چوندا آهن ته مسلمانن جون
عورتون برقعي ۾ ائين بند آهن چڻ تنبوءَ ۾! مسلمان شاگردن کي
سنڌن ساٿي هندو شاگرد چوندي ٻڌا آهن ته هندو عورتون پردو
نٿيون پائين، تنهن ڪري کين ڦڦڙن جي بيماري نه ٿي سگهندي.
جڏهن ته هنن جي خيال ۾ مسلمان عورتن کي سيني جون بيماريون
ٿي سگهن ٿيون وغيره. اهي عام ڳالهيون هو ريلوي ٽرينن ۽
اسٽيشنن تي به عام جام ڪن ٿا.

اهي سڀ ڳالهيون پنهنجي جاءِ تي، پوءِ به ننڍن شهرن
۾ ته هندو ڇوڪرين لاءِ قائم، گرلس اسڪولن کي ته ليڊي
ٽيچرس ملڻ به محال آهن. لاچار پوڙها مرد ٽيچر اتي مقرر ٿين ٿا.

عجيب عجيب ۽ هڪ ٻئي جي ابتڙ خيال پيش ڪرڻ ۾
اڄڪلهه ته ٻئي ڌريون وهلور پيون ويندين آهن. ان هوندي به ڏيتي،
ليتي ۽ واپار ۽ ڏراوت جي معاملن ۾ ڪنهن کي ڪنهن تي بي

ويساهي نه ٿي ڏسجي! هندو زميندارن ۽ واپارين کي عام ٻهراڙين جي مسلمانن ۾ عزت حاصل آهي.

وڏن شهرن کان وڌيڪ ننڍن شهرن جا هندو ۽ مسلمان پاڻ ۾ وڌيڪ کير کنڊ واري حال ۾ ڏسبا آهن. هڪ پيري هن سياري ۾ سخي داد واهيءَ جي ماهه پهرئين آچر تي ميلي وٽان لنگهياسون، ته ڪيترن دڪانن تي مسلمان گماشتا ڏسي اسان کي ٻنهي ڌرين ۾ ويساه تي ويساه آيو.

ڳوٺن جي ماحول ۾ اڃان رس ۽ رغبت جو وڌيڪ رنگ آهي. فلپ جو هڪ شاگرد دوست، عمر سهتو جيڪو ٺارو شاه جنڪشن تان اڪثر ايندو ويندو آهي تنهن جو خيال آهي ته سندس ڳوٺ جي واٽين ۾ ڪوبه هراس نه آهي. ڇو ته ڪنهن کي به اعتبار ناهي ته انگريز ڪو، راڄ ڇڏي سگهي ٿو. جڏهن سندس ڳوٺ جي هڪ برک پڙهيل نوجوان موهنداس، مکي کانچند جي اوطاق ۾ ڪجهه پوڙهن واٽين اڳيان ٣- جون جي اعلان بابت چاٽايو ته ١٥ آگسٽ تي انگريز ملڪ آزاد ڪري هليو ويندو، تڏهن هڪ اڻ پڙهيل واٽئي، تولارام، هڪدم ريمارڪ ڏنو ته اهو ٿي نٿو سگهي جو، فيل مست انگريز، ڪڏهن به ائين ٿي هليو ويندو. موهن کيس مخاطب ٿي سمجهائڻ لڳو ته نه دادا ائين ٿيڻ وارو آهي، ليڪن تولومل بدستور ڪنڌ ڌوڻي پنهنجي راءِ تي پڪو رهيو.

عمر سهتي جو چوڻ هو ته اهڙيءَ ريت جيڪڏهن ڳوٺن مان عام راءِ جو سروي ڪيو وڃي ته اتي جو ٩٩ في سيڪڙو آدم ان خيال جو ملندو ته انگريز جو آسانيءَ سان ۽ مور ڳو هاڻي ايترو جلد اسهڻ ممڪن ناهي!

هتي جي عام ماڻهن کي سياسي ليڊرن جهڙو شعور ته ناهي پر عام ماڻهو پنهنجي دلچسپ راءِ ۾ گهڻو ڪري سياسي جماعتن ۽ اخبارن کي ئي سڄيءَ خرابيءَ جي جڙ سمجهندا آهن. تنهن ڏينهن اسان دليپوٽن ۾ نترمل حلوائيءَ جي دوڪان وٽان لنگهندي دليپوٽن جو بهترين مانو ڪاڻ لاءِ وٺڻ چاهيو. هن اشراف اسان کان مانئي بدلي پيسا بلڪل نه ورتا. ڪهڙا نه آهن سنڌ جا سهاڄهڙا ماڻهو!

هڪ ولائتي خاتون کي ڏسي احترام وچان دوڪاندار اڪثر ڪري اگهه به وصول نه ڪن!

ان موقعي تي ٿوري دير ترسي جيسين منهنجي ڪاڏيسون، تيسين به اسان کي محسوس ٿيو ته حلوائي جي صندلن ۽ بينچن تي ويٺلن ۾ جن ۾ مسلمان به ڪُجهه تعداد ۾ هئا، چڻ ته سياسي تبصرا پئي ٿيا. ڏٺوسون ته وڏن جي ظاهر ڪيل خيالن جي ابتڙ ننڍن جا رايا مختلف ۽ مخالف به هئا. نترمل، هڪ ته چيو پئي ته عام رعيت کي برغلائڻ ۾ ٻنهي سياسي پارٽين ڪانگريس توڙي مسلم ليگ جو ڏوهه آهي. تڏهن هڪ مسلمان شاگرد، جيڪو ڪنهن پر واري پنچائتي هاء اسڪول ۾ پڙهندو هو، يڪدم اُتر ڏنو ته نه، ڏوهه رڳو ڪانگريس جو آهي. حيرت هئي ته ڪيئن نه حلوائي سيٺ بردباريءَ سان سهي ويو. ٻين ڏي ڏسي رڳو ايترو چيائين: ”پڙو سائين.“

پوءِ وري نترمل چوڻ لڳو ته اسان جهڙن ماڻهن کي پنهنجي ڪا ملڪيت زمين ڪانهي، جو گهڻو رنج ڪٿنداسون. اسان جي بنسبت انهن ديوانن ۽ زميندار ٻائي بندن کي ڏي اصلي تڪليف سهڻي آهي جيڪي هاڻي واٽر ڪورسن جي ڀاڱ ۾ ويهي رُئندا ۽ رنج ڪندا!

هيءَ حقيقت آهي ته سياست جي عجيب فيصلي ۽ سنڌ جي، ان ريت، هتان وڃڻ بابت، هندو جاتيءَ کي اڄان اعتبار نه آيو آهي.

سنڌ ۾ سياسي متبيد اصل ۾ ويهين صديءَ جي پيداوار آهي. چو ته برٽش جي ڏينهن ۾ جتي هندن علمي ۽ اقتصادي طور حيرت جهڙي ترقي ڪئي اتي مسلمانن علمي ۽ اقتصادي طور تنزل ۾ رهڻ ڏانهن لاڙو رکيو. ان حالت ڪري ٻنهي قومن ۾ زمين ۽ آسمان جيترو فرق پيدا ٿيو ۽ نيٺ سياسي افق تي سچو نتيجو ابتو ظاهر ٿيندو ويو.

دنيا ۾ هڪ سڌريل ۽ بيحد نازڪ ۽ نفيس قوم کي پنهنجي تعليم ۽ دولت ئي ويچي جو شڪار بنايو! هوڏانهن سڀ سهولت ۽ راحت کان محروم غريب مسلمان نه طرفيءَ تباهيءَ جي گهاٽي ۾

قلسي ويا. هڪ طرف زميندار ۽ وڏيرو ڏاڍائيءَ جي علامت رهيو آهي. ٻئي پاسي پوليس جو ڏنڊو هر وقت غريب مسلمان تي لٽڪندو رکيو ويو ۽ ٽئين محاذ تي وياج خور واڻيو آهي.

ان ريت سنڌ جي عام مسلمانن کي ڪوبه اقتصادي بنياد ملي نه سگهيو آهي. عام سطح تي جيڪو ويڇو پيدا ٿيو آهي، ان کي مختلف سماجن جي ٺيڪيدارن اڃان زور وٺايو آهي.

ان طرح هڪ ٻئي کان بيزاري وڌڻ لڳي ته هڪ ٻئي کان جند ڇڏائڻ جو ارادو پڪو ٿيندو ويو. اهڙي ماحول ۾ مون کي ٽيهه مهينا گذري ويا آهن.

هينئر جيئن ته هندو ماڻهو ڪافي مايوس ۽ بد دل پيا نظر اچن ۽ ڪيترا ته مسلمان ليڊرن ۽ زميندارن جي يقين ڏيارڻ هوندي به سنڌ ڇڏي وڃڻ تي غور ڪندا رهن ٿا تنهن ڪري في الحال ائنگلو انڊين ڪميونٽيءَ وارن جي ڪنهن به طرح هدف بڻجڻ جو انديشو دور ٿي چڪو آهي.

آزاديءَ جو پروگرام ٣- جون کان ته ملي چڪو آهي ۽ هاڻي ته ملڪ جو ورهاڱو به عمل ۾ اچڻ لڳو آهي. صاف ظاهر آهي ته هندو جاتيءَ ۾ آئينده لاءِ سوچ ويچار وڌي ويو آهي.

هاءِ اسڪول ۾ پڙهندڙ ڇوڪرين جون به راتيون رات شاديون پيا ڪن. هر پاڙي ۽ شهر ۾ هندو ۽ سک، پنهنجين نياڻين کي تيز رفتاريءَ سان اٿارڻ ۾ مشغول آهن. نه دهل، نه ڊمر، نه شرنايون ۽ نه باجا! عجيب بي سرو ۽ ڏک جو دوُر ڏسجي ٿو. ديوان ۽ سيٺيون، جن جي پرسان هوا به ادب سان گذري لنگهندي هئي، اهي هاڻي هوا جيترو وزن به نٿا رکن. هر جاءِ تي ڇڻ سوڳ جو سمو ڏسان ٿي. ناروشاه جي شاهي بازار توڙي پرين جي بزار ۾ دلچسپي ۽ رونق جو نمونو نه رهيو آهي. هڪ سال اڳ اها ته ڳالهه نه هئي!

در اصل آڪٽوبر ١٩٣٨ع ۾ سنڌ مسلم ليگ جي ڪانفرنس جيڪا ڪراچي ۾ ٿي، ان ئي ڪانفرنس ۾ پاڪستان جي اسڪيم جي پرزور وڪالت ڪئي وئي هئي!

هن ڪانفرنس ۾ جناح صاحب تقرير ڪندي چيڪوسلوويڪيا جي ٽٽڻ جو حوالو ڏنو ۽ چيو ته جهڙي نموني چيڪوسلوويڪيا ۾ سبيٽ جرمن باشندا ويهن سالن کان وٺي اڪثريت جي هٿان ظلم جو شڪار هوندي به بي سهارا بڻجي نه سگهيا، تهڙي طرح هتي جا مسلمان به لاوارث ... ندا، هو ڪنهن به طرح پنهنجي قومي وجود جو هن نئدي ڪنڊ ۾ سودو نه ڪندا ۽ ان کي ترڪ ڪري نٿا سگهن.

جناح صاحب ڪانگريس پارٽي تي الزام مڙهيو ته هوءَ مسلم ليگ کي تباهه ڪرڻ گهري ٿي. ان طريقي تي عمل ڪري مسلمانن ۾ ڦوٽ وجهي انهن تي پنهنجو تسلط قائم ڪرڻ چاهي ٿي. قائد اعظم خبردار ڪيو ته ڪانگريس جي متين تدبير جو اهو نتيجو نڪرندو ته هندستان جي تنسيم ٿي ويندي. هن ئي اجلاس ۾ استقباليه ڪميٽيءَ جي چيئرمن سر عبدالله هارون خود مختيار مسلم رياستن جي امڪان ڏانهن اشارو ڪيو هو.

مسلم ليگ جي هن ڪراچي واري اجلاس ۾ ممتاز سنڌي سياستدان شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ ڏڪو ڏيئي بلند آواز ۾ چيو ته

> ”جيڪڏهن ڪانگريس مسلمانن جا حق تسليم نه ڪيا ته ان حالت ۾ مسلمانن کي پاڪستان حاصل ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ئي نه رهندو ۽ پنهنجي حق وٺڻ لاءِ ڪراچيءَ کان وٺي ڪلڪتي تائين مسلمانن کي مارچ ڪرڻ کان ڪائي طاقت روڪي نه سگهندي.“

دلچسپ حقيقت هي آهي ته انڊين نيشنل ڪانگريس ڪڏهن مسلم ليگ کي ڪا حيثيت ڏيڻ لاءِ تيار نه هئي. ڪانگريس ۾ شايد لبرل ۽ ترقي پسند ليڊر گهٽ هئا. مثال طور ١٩٣٧ع جي اليڪشن ۾ هندستان جي ڇهن صوبن ۾ جڏهن ڪانگريس پارٽيءَ کي مڪمل ڪاميابي نصيب ٿي ۽ آتي ڪانگريس بنان روڪ ۽ رنڊڪ جي پنهنجون وزارتون قائم ڪيون، جهڙوڪ مدراس ۾ راج گوپال آچاريه، بمبئي ۾ جي- بي کير، يو- پي ۾ جي- بي پنت، بهار ۾ ڪرشنا سنها، سي- پي ۾ شڪلا ۽ صوبه سرحد ۾ ڊاڪٽر

خان صاحب وزير اعليٰ مقرر ٿيا ۽ باقي ٻين صوبن آسام ۽ اوريسا ۾ به ڪانگريس جو سياسي اثر گهٽ رهيو، تڏهن گويا هندستان جي ڪل ٻارهن صوبن مان اٺن صوبن تي ڪانگريس وزارتون هيون. مذڪوره وزارتون جولاءِ ١٩٣٧ع ۾ قائم ٿيون ۽ آڪٽوبر ١٩٣٩ تائين برقرار رهيون.

برٽش انڊيا ۽ لنڊن ١٠ ڊائوننگ اسٽريٽ جو خيال آهي ته ڪانگريس جو اهو اڍائي سالہ راڄ ڏسي هندستاني مسلمانن لاءِ هڪ تجربي جو دور هو. جيتوڻيڪ انهن صوبن ۾ مسلم ليگ جا به نمائندا چونڊجي آيا هئا، پر ڪانگريس ليگ سان مخلوط وزارتن ٺاهڻ کان صفا نابري واري ۽ جناح صاحب جي اهڙيءَ آڇ کي نفرت سان ٺڪرائي ڇڏيو.

اليڪشن جي نتيجي بعد محمد علي جناح هڪ بيان جاري ڪيو، جنهن ۾ چيائين ته ”ليگ جو آئين ۽ پاليسي اسان کي ٻين سان ٻانهن ٻيلي ٿي ۽ تعاون ڪرڻ کان هرگز نٿا روڪين. انجي برعڪس اسان جي مدد ڪان وٺي اهو بنيادي اصول رهيو آهي ته اسين ڪنهن به گروه سان اسيمبلي جي اندر توڙي ٻاهر تعاون ڪرڻ لاءِ آزاد آهيون. بشرطيڪ بنيادي اصول باهمي رضامنديءَ سان طئہ ڪيا وڃن.

جناح صاحب جي جواب ۾ جواهر لال نهرو تاريخ ٧ اپريل ١٩٣٧ع تي بيان ڏنو ته ”هندستان ۾ فقط ٻہ طاقتون آهن. هڪ ڪانگريس ۽ ٻي انگريزي حڪومت.“

مسلمان ١٩٣٧ع جي ڪانگريس راڄ کان ايترو ته بيزار ٿيا جو انوقت يورپي مصنفن ۽ يوءِ اسان، سندن اضطراب لاءِ شهادتون قلمبند ڪيون. مثال طور لوئيان (          ) ايشيائڪ رويو جي انهو بابت اپريل ١٩٣٨ع جي صفحي نمبر ٢٧٤ تي لکيو آهي ته هندستان جي هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين مسلمان سخت پريشان ۽ ٿلان هئا. ڪانگريس جي اقتدار ۾ اچڻ ڪانپوءِ مسلمانن کي پهريون دفعو هي احساس جاڳيو ته هو اقليت ۾ آهن.

[illegible] مارٽن بري آف [illegible] ١٩٣٨ [illegible]

آيل آهي ۽ سنڌ مان ڏهاڙن وقت جي حڪومت جو آئينو ڪچو چٽو آهي.

مسلم ليگي ورڪرن جو خيال آهي ته هندستان جي سياسي تاريخ پڙهڻ ڪانپوءِ هن راءِ ڏيڻ ۾ هرڪو حق بجانب رهندو ته ١٩٣٧ع ۾ ڪانگريس جون صوبائي وزارتون ١٩٤٠ع جي لاهور واري ٺهراءُ پاس ڪرائڻ لاءِ ذميدار هيون، جنهن ۾ خودمختار مسلم رياستن ناهڻ جي گهر ڪئي وئي.

عيسائي سونگي جهڙو بي. اي. آهي سو چوي پيو ته مسٽر ايڇ. وي. هاڊسن هندستان جي وائسراءِ لارڊ لنلٿگو جو دستوري مشير ٿي رهيو آهي. ۽ هن چشمديد واقعات پنهنجي مضمون ۾ نقل ڪيا آهن.

لکي ٿو ته "سڀ کان وڏي ڳالهه ته مستقبل لاءِ ڪانگريس حڪومت مان گهٽائيءَ جي حڪومت ڏسڻ ۾ ٿي آئي. هيءَ حڪومت مرڪز مان ٿي ڦٽي، جنهن ۾ هندو گهٽائيءَ جو تسلط هڪ اهڙي تنظيم ذريعي هو جا نه تنقيد برداشت پئي ڪري ۽ نه پئي ڪنهن کي پاڻ سان اقتدار ۾ شامل ڪرڻ لاءِ تيار ٿئي.

عيسائي هڪ ڏينهن مضمون آندو جنهن ۾ هي اکر به هئا:

مون ڪارل مارڪس ۽ اينجلس جو ڪتاب "ڪميونسٽ پارٽي جو منشور" (                ) پئي پڙهيو ته ان ۾ مارڪس جي هن جملي مون کي چرڪائي ڇڏيو ته، "يورپ تي ڪميونزم جو ڀوت سوار آهي. ڪهڙي به حزب اختلاف جي پارٽي نه آهي جنهن تي اقتدار واري پارٽيءَ ڪمونسٽ هجڻ جو الزام نه لڳايو آهي."

(صفحه ٣٧ انگريزي ايڊيشن ماسڪو) يورپ ۾ ان وقت جنهن به شخص مزورن جي ڀلائيءَ جي ڳالهه ٿي ڪئي ته ان تي ڪميونسٽ ايجنٽ هئڻ جو الزام لڳندو هو.

ڏسو ته يورپ ۾، جو ڪميونزم تي ان وقت [illegible] تنقيد ڪرڻ عوض منفي پروپيگنڊا جو هٿيار استعمال ڪيو ويو [illegible] ڪنهن تي ڪميونسٽ هئڻ جو الزام [illegible] طور ڪم [illegible] نظريي [illegible] جي پروپيگنڊا [illegible] ڪئي.

ساڳيءَ طرح ٿني جي پريس، پنهنجي روايتي منفي پروپئگنڊا جي ڪري ئي پاڪستان اسڪيم کي شهرت ڏني.

عيسو مولنگي جيڪو ناروشاه جو رهاڪو ۽ نورمحمد شاه جو حامي مسلم ليگي آهي سو چوي ٿو: ڪانگريس ۽ ٻين مسلم قوم پرست جماعتن مسلم ليگ تي الزامن جي يلغار ڪئي ته ”هيءَ جماعت هندستان کي تقسيم ڪرڻ تي چاهي. ۽ اها انگريزن جي قائم ڪيل آهي ۽ هي سڀ انگريزن جا ايجنٽ آهن.“ ته سندن هن الزام متعلق هن چيو ته جڻ ڪا ڪاريءَ مينهن سفيد ڳئون کي چيو ته ”هل ڙي ڀڇ ڪاري!“ جنهن تي ڳئون وراڻي ڏني ته تون سڄي رنگ جي ڪاري آهين، مون کي پڇ ڪاري ڪيئن ٿي ڪوٺين؟“

مسلم ليگ جي خلاف ڪانگريس جي هن الزام جي جواب ۾ هن مختصر طور ڪانگريس جي تاريخ ٻڌائي ته مسلم ليگ جي خلاف ته ڪا دستاويزي شهادت موجود نه آهي، پر تاريخي طور ثابت شده اها ڳالهه ته هندستان ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جو بنياد هڪ رٽائرڊ انگريز آفيسر مسٽر هيوم (          ) سال ١٨٨٨ع ۾ وڌو هو. ان وقت هندستان جو گورنر جنرل لارڊ ڊفرن (          ) هو. جنهن جي صلاح سان ڪانگريس جو بنياد وڌو ويو هو. مسٽر بي- پنا- ياڻي پنهنجي ڪتاب ”انڊين نيشنل ڪانگريس جي تاريخ“ (          ) ۾ لکي ٿو ته ”ڪانگريس جي نهڻ لاءِ اهم مقصد اهو به هو ته ”هندستان جا سياستدان سال بسال گڏجاڻي ڪري انگريز سرڪار کي انتظاميه جي اوڻاين کان واقف ڪرائين ۽ اهو پڻ ٻڌائين ته ان کي ڪيئن سڌاري صحيح نموني هلائجي.

ڪتاب جي شاهديءَ مطابق ته ڪانگريس انگريزي انتظاميه ۽ بيورو ڪريسي کي صحيح نموني هلائڻ ۽ مضبوط بنائڻ لاءِ وجود ۾ آندي وئي. مسلم ليگ لاءِ ان قسم جي ڪا ثابتي رڪارڊ تي موجود نه آهي. ڪانگريس ان وقت (١٨٨٨ع ۾) جي وائسراءِ لارڊ ڊفرن جي صلاح مشوري سان ٺهي، جنهن لاءِ ڪانگريس جي پهرئين پريزيڊنٽ جو حوالو نهايت ئي قيمتي ۽ ڪارآمد آهي. هن جو نالو ڊبليو- سي- بونرجي (          ) هو. بونرجي صاحب پنهنجي

ڪتاب ”هندستاني سياست ۾ لکيو آهي ته ”هندستان ۾ ڪانگريس جماعت جنهن سيد ڪان وٺي نهي آهي ۽ اجا تائين ڪم ڪندي پئي اچي، سو حقيقت ۾ هندستان جي گورنر جنرل ڊفرن جو ڪارنامو آهي“.

تعليم يافته ايگين مطابق، عجيب ڳالهه ته ليگ تي الزام هوندي به ان قسم جون دستاويزي شهادتون ڪنهن وٽ موجود نه آهن ڪتي به اها ڳالهه نظر نه آئي آهي ته مسلم ليگ به ڪانگريس وانگر ڪنهن انگريز ڪاموري ناهي هئي ۽ ان کي گورنر جنرل ڊفرن وانگر ڪنهن جي حمايت حاصل هئي. شروع کان وٺي مسلمانن ڪانگريس ۾ شموليت کان اعتراض ڪيو هو. چون ٿا ته مشهور مسلم ليڊر سر سيد احمد خان پڻ مسلمانن کي اهڙو مشورو ڏنو هو.

اهوئي سبب آهي ته ڪانگريس جو بنياد وجهندڙ مسٽر هيوم سرسيد کان نفرت ڪندو هو. برعڪس ان جي مسلم ليگ ١٩٠٦ ۾ ڍاڪا ۾ قائم ٿي هئي ۽ ان ۾ صدارتي خطبو نواب وقارالملڪ ڏنو. مرحوم آغا خان به مسلم ليگ جي قائم ڪندڙن مان هڪ هو تفصيل لاءِ ” آغا خان جون يادداشتون“ ۾ آهي ته ١٩٠٦ع ۾ مسلمانن مسلم ليگ جي نالي سان پنهنجي هڪ جماعت ان ڪري ناهي ته هو پنهنجن حقن جو بچاءُ ڪن. هن جماعت جي فورا وجود ۾ اچڻ جو سبب بنگال جي تقسيم جي مخالفت هئي.

هندستان جي وائسراءِ لارڊ ڪرزن ڏٺو ته بنگال هڪ وڏو صوبو آهي، انڪري انتظامي مشينري کي سخت تڪليفون درپيش ٿي آيون. ڪرزن ان جو حل ڳولي ورتو ۽ ١٩٠٥ع ۾ بنگال جي تقسيم جي تجويز پيش ڪئي هئي. جنهن مطابق ايسٽرن بنگال ۽ آسام جو جدا صوبو ناهيو ويو. بنگال جي هيءَ تقسيم سرڪاري طور ١٦ آڪٽوبر ١٩٠٥ع تي عمل ۾ آئي. بنگال جي تقسيم تي گوڙ ڪيو ويو ۽ ايجيٽيشن هلائي وئي ۽ چيائون ته ”هيءَ ورهاست مسلمانن کي رڳو خوش ڪرڻ لاءِ ڪرزن ڪئي آهي ۽ ڪرزن کي مسلم پنوءَ جي نالي سان لقب ڏنائون.

مسلمانن کي نئون اڪثريت وارو صوبو ملو وغيره وغيره. مسلمانن بنگال جي تقسيم جي پرزور آجيان ڪئي هئي. ايجيٽيشن ڪري هندو-مسلم فساد برپا ٿيو ۽ سوديشي تحريڪ ۽ بائڪاٽ جي مهم هلائي وئي. جنهن جي نتيجي ۾ مرقع وارانه فساد ٿيا.

بائڪاٽ جي حمايت ۾ باهران آيل ڇوڪرن جي مسلم واپارين پنهنجا دڪان بند ڪرڻ کيا ۽ سوديشي تحريڪ جي هڙتال ۾ حصو ڪرڻ ورتائون. هندن زوريءَ دڪان بند ڪرائڻ ٿي چاهيا، جنهن جي نتيجي ۾ بنگال ۾ فساد ٿيا. هي روش ڏسي مسلمان سخت بدظن ٿيا ۽ بنگال جي جدا صوبي ٿيڻ کان پوءِ هڪ سال ۽ ٻن مهنن اندر مسلم ليگ ڊسمبر ١٩٠٦ع ۾ قائم ڪيو ويو. هوڏانهن ١٩١١ع ۾ بنگال جي اصلي حيثيت پيهر بحال ٿي هئي.

سوانگي صاحب ۽ ميمڻ صاحب اهڙا جوندا آهن ته ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي قيام جو جيڪو ورتو وڃي ٿو ته صاف معلوم ٿيو ٿي ته ڪانگريس جماعت هڪ ٽولي ناهي هئي ۽ وقت جي وائسراءِ مسٽر ڊفرن ان جي مدد ڪئي هئي جڏهن ته ان جي برعڪس مسلم ليگ خود مسلمانن بنگال جي تقسيم ڪرڻ پوءِ ٺاهي هئي. پوءِ ڪانگريسي دانشورن جي طرح مسلم ليگ تي انگريزن جي ايجنٽ هجڻ جو الزام ڇو مڙهين؟ ڪانگريسين کي پنهنجي ڪمزوري جي خبر هئي، ان ڪري چالاڪي کان ڪم وٺي مسلم ليگ تي هي الزام مڙهيائون.

ڊاڪٽر راجندر پرشاد قائد اعظم جي هڪ تقرير کي بنياد بڻائي (

جي عنوان سان بحث ڪيو آهي. ڊاڪٽر پرشاد جي تصنيف پاڪستان جي حمايت ورندڙ مسلمان ليکڪن جي ڪتابن تي تبصرو ٿيل آهي، جنهن ۾ مسٽر دراني، الحمرا ۽ هڪ پنجابي مسلمان. هن وڏي فلسفيءَ جي مشهور ڪتاب جو باب قوميت بابت مون دلچسپيءَ سان پڙهيو، پر افسوس جو ڊاڪٽر صاحب جو ذهن به علم و فضل جي باوجود ان روايتي فلسفيءَ واگر آهي

جنهن پٽ تي ڇيڙو لڳل ڏسي پڇا ڪئي هئي ته ”هي ڇيڙو ڪٿان آيو؟“

تازو مشهور برطانوي صحافي مسٽر بيورلي نڪولس، مسٽر جناح ڪان هڪ انٽرويو ورتو آهي. جنهن جو عنوان رکيو اٿس:
”هڪ ديو سان ڳالهه ٻولهه“

مسٽر بيورلي هن ڪان پڇيو آهي ته، ”اوهان مذهبي لحاظ ڪان ڇٺو ٿا ته مسلمان هڪ قوم آهن؟“ ان جو جواب ڏيندي هـن چيو ته ”جزوي طور، بلڪ ڪنهن نه طرح ڪلي طور نه. اوهان کي هيءَ ڳالهه ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته اسلام محض مذهبي نظريو نه آهي بلڪ هڪ حقيقي ۽ عملي رهبريءَ لاءِ هڪ ضابطه حيات آهي.

مان حياتيءَ جي لحاظ سان ڳالهايان ٿو ۽ هر شيءِ، جا زندگيءَ ۾ اهميت رکي ٿي، جهڙوڪ اسانجي تاريخ، قومي سورما، فنون لطيفه، اسان جا قانون ۽ دستور العمل، انهن سڀني معاملات ۾ اسانجو نظريو هندن ڪان نه فقط مختلف آهي پر بلڪل ٻيو. اسين ان معاملي ۾ گويا هڪ جدا مخلوق آهيون. زندگيءَ ۾ ڪابه اهڙي شيءِ موجود نه آهي، جا اسان کي ۽ هندن کي ناٺ ۾ ملائي سگهي. اسان جا نالا، ڪپڙا، کاڌ خوراڪ هڪ ٻئي ڪان جدا آهن. زندگي ۽ ڪائنات جو نظريو، اسانجي تعليم غرضيڪ جانورن بابت روش به متضاد آهن.

اقتصادي نظريا، توڙي عورتن بابت هلت چلت ۾ اسانجو ڪنهن قوم سان ڪو واسطو نه آهي. ڳانءِ جو مثال وٺي ڏسو. هندو ان کي پوڄين، اسين مسلمان ان جو گوشت کائون. هـن ئي شهر ۾ ڪجهه ڏينهن اڳ ڳئونءَ جي عام ڪوس خلاف وڏي تحريڪ هلائي وئي. پر ياد رکڻ گهرجي ته ڳئون جو مسئلو هزار مان هڪ مسئلو آهي.“

مسٽر بيورلي نڪولس جناح صاحب جي مٿين گفتگو ڪان ڪافي متاثر ٿيو ۽ هن جو به چوڻ آهي ته مسلمان ۽ هندو جدا جدا قومون آهن. ان ڪري ”ٻن قومي نظريي“ جي اصولن تي پاڪستان جي گهر بالڪل منطقي، فطري ۽ [illegible] جي اصولن

مطابق آهي.

مسٽر بيورلي قوميت جي اجزاءَ ترڪيبي بابت هڪ مشهور عالم ۽ دانشور پروفيسر زيمان جي هڪ مضمون "قوميت" جو هڪ اهم حوالو ڏنو آهي ۽ زيمان جي نظريه مطابق هو چوي ٿو ته مسلمان هندن کان هڪ علحده قوم آهن. زيمان چوي ٿو ته "قوم هڪ زنده نفس ۽ روحاني نظريو آهي. هيءَ جان ٻن شين جي مرڪب آهي، جن مان هڪ ماضيءَ سان واسطو رکي ٿي ۽ ٻي حال سان. ماضيءَ مان مراد آهي يادائشتن جي عظيم الشان گڏيل موروثي ملڪيت رکڻ ۽ حال مان مراد آهي، غير ورهايل ميراث کي چڱيءَ طرح سانڍڻ ۽ پاڻ ۾ گڏ رهڻ جي حقيقي خواهش ۽ رضامندي ڏيکارڻ.

ماضيءَ ۾ مشترڪ شان شوڪت رکڻ ۽ حال ۾ ان لاءِ هڪ جهڙي خواهش جو مظاهرو ڪرڻ. ماضيءَ ۾ جيڪي ڪارناما گڏجي سرانجام ڏنا ويا، انهن کي حال ۾ ٻيهر ورجائڻ. اهي ئي ڳالهيون هڪ قوم بنائڻ لاءِ لازمي شرط آهن."

بجيٽ بابت به ملٽري هيڊ ڪوارٽر جي سوچ جيان، توڙي ڪانگريسي هاءِ ڪمان جي خيال وانگر مڃان ته خود جناح صاحب کي به شڪ هو ته ڪو لياقت خزاني جي اهم وزارت کي قابليت سان هلائيندو. مگر چوڌري محمد علي ماليات کاتي جو هڪ اهم ۽ هوشيار آفيسر آهي. جنهن ٻڌ هيءَ خبر ٻڌي جناح صاحب کي چيو ته اوهان ماليت جو کاتو ڀل لياقت کي ڏياريو. آءٌ سڄو ڪم پاڻ سنڀاليندس. اهڙيءَ طرح عارضي گورنمنٽ ۾ ماليت جي کاتي جو وزير لياقت علي مقرر ٿيو. چوڌري محمد علي جي مدد سان لياقت سمورن کاتن تي ڪنٽرول ڪيو ۽ ڪانگريسي، بقول آزاد جي، پنهنجن کاتن ۾ لياقت جي منظوريءَ بغير ڪو پٽيوالو به مقرر نٿا ڪري سگهن.

هاڻي پنهنجي صاحب محسوس ڪيو آهي ته هن ماليت جو کاتو ڇڏي عظيم غلطي ڪئي! چوڌري محمد عليءَ جي ذهانت سان لياقت عارضي گورنمنٽ جي ٤٧-١٩٤٦ع جي بجيٽ اهڙي ٺاهي جا بظاهر ڪانگريس جي منشور مطابق آهي. بجيٽ ۾ وڏن سرمائيدارن

۽ صنعتڪارن تي جيڪا وڏي ٽئڪس مڙهي وئي آهي تنهن مان مٿين طبقي کي سخت ڌڪ لڳو آهي.

لياقت عليءَ بجيٽ ۾ هڪ ڪميشن جي تقرر جو به فيصلو ڪيو آهي ته جن ٽئڪس اڃان ادا نه ڪئي آهي تن صنعتڪارن ۽ بزنس مين کان اهڙي ٽئڪس جي وصول ڪرڻ لاءِ جوڳا انتظام ڪيا وڃن. جڏهن ته ڪانگريس کي وڏن صنعتڪارن ۽ سيٺين جهڙوڪ: برلا ۽ ٽاٽا ۽ ٻين جي حمايت حاصل آهي، تنهنڪري بجيٽ ته هٿي انهن ڏي جي ڇيلهه ڇٻي ڪري وڌي آهي. ڪئبينيٽ جي اندر سردار پٽيل ۽ راج گوپال آچاريه بجيٽ جي سخت مخالفت ڪئي آهي ۽ دليل ڏنو آهي ته هيءَ فرقيوار بجيٽ آهي.

مولانا آزاد چوي ٿو ته ”مون ته پنهنجن ساٿين کي ٻڌايو آهي ته بجيٽ ڪانگريس جي ڪليل پاليسيءَ جي عين مطابق آهي. ان ڪري اسان اصول مطابق ان جي مخالفت ڪري نٿا سگهون اسان کي گهرجي ته ميرٽ جي بنياد تي بجيٽ کي جاچي ڏسون ۽ جي نڪتا بجيٽ جا اسان جي پاليسيءَ سان نهڪن ڦهڪن انهن جي حمايت ڪيون“.

ڪانگريس جو صدر مولانا آزاد پاڻ چوي ٿو ته لياقت جي بجيٽ اسان جي منشور جي مطابق آهي ته پٽيل ۽ راجا، سيٺين جي تحفظ خاطر ان کي فرقيواريت جو رنگ پيا ڏين. خزانو کاتو هنن مسلم ليگ کي پاڻ ڏي ڏنو ۽ وري لياقت جي بجيٽ جي مخالفت به ڪن ٿا. درحقيقت لياقت علي خان جي عارضي گورنمنٽ جي بجيٽ پاڪستان لاءِ راهه هموار ڪئي، هندو ليڊر ان راءِ جا ٿيا ته ڇا به ٿئي هندو ۽ مسلمان پاڻ ۾ گڏجي حڪومت ڪري نٿا سگهن. نتيجي طور هنن ذهني طور پاڪستان کي قبول ڪيو. سردار پٽيل ايڏو ته خفا ٿيو جو آزاد کي چٺي ڏنائين ته ”مولانا اسان چاهيون يا نه، به حال هندستان ۾ ٻه قومون ٿيون رهن، هڪ هندو ۽ ٻيا مسلمان.“

شروع ١٩٤٧ع ۾ وائسراءِ ڏي لياقت کي گهرائي چيو هو ته بجيٽ جي تجويزن تي نهرو جي موجودگيءَ ۾ بحث ڪيو وڃي.

جواهر لال جي مشوري تي مسٽر مٿائي (                    )
به ميٽنگ ۾ حاضر رهيو. هي صاحب وڏو تجربيڪار اقتصادي ماهر
آهي ۽ ڪيترا سال انڊين گورنمنٽ جو اقتصادي مشير تي رهيو
آهي. وائسراءِ، نهرو ۽ مسٽر مٿائي جي موجودگيءَ ۾ لياقت، بجيٽ
جي تجويزن بابت گفت و شنيد ڪئي، جن بجيٽ کي منظور
ڪيو ۽ ان کان پوءِ نارمل پروسيجر (طريقه ڪار) مطابق بجيٽ
ڪئبينيٽ آڏو پيش ٿي.

هڪ اهڙي بجيٽ جنهن کي نهرو ۽ ان جي اقتصادي ماهر
مسٽر مٿائي قبول ڪيو هجي، ان تي ڪانگريس جي ليڊرن جو
اعتراض ڪيڏو نه عجيب آهي.

وائسراءِ لارڊ ويول کي به سندس صاف گوئيءَ واريءَ پاليسيءَ
ڪري ڊسمس ڪيو ويو هو.

فيلڊ مارشل سر آچيبالڊ ويول (                    )
کي آڪٽوبر ٽيتاليهه ۾ برطانيه سرڪار لارڊ لنلٿگو جي جاءِ تي
هندستان جو وائسراءِ مقرر ڪيو هو. ان کان اڳ ويول هندستان
جو ڪمانڊر ان چيف ٿي رهيو هو. ويول نهايت ئي غير جانبدار،
ايماندار ۽ سچو انسان هو. هن هندستان جي نهايت ئي پرآشوب
سياسي تاريخ ۾ عظيم ڪارناما سر انجام ڏنا. ۱۹۴۵ع ۾ شملا
ڪانفرنس هن ئي منعقد ڪرائي هئي ۽ ۱۹۴۶ع ۾ مسلم ليگ ۽
ڪانگريس جي وچ ۾ ٺاهه ڪرائي ڪئبينيٽ مشن کي قبول ڪرايو،
پر هر قدم تي ڪانگريسين هن ايماندار شخص کي ناڪامياب
ڪرايو. ويول جڏهن غير مبهم لفظن ۾ ڳالهايو تڏهن گانڌي ۽
نهرو سميت سڀ ڪانگريسي هن جا مخالف ٿي بيٺا. هن مسڪين
تي، الزام مڙهيائون ته ويول مسلمانن جي حمايت ٿو ڪري.

ڪانگريسين مان فقط مولانا آزاد، ويول فارمولا جو حامي
هو. ويول جو چوڻ هو ته اول فرقه پرستيءَ سان منهن ڏجي ۽ ان
مسئلي کي انتظامي طور سهڻي نموني حل ڪرڻ کان پوءِ هز مئجسٽي
جي گورنمنٽ کي آزادي ڏيارڻ جي تاريخ مقرر ڪرڻ کپي. ويول
لنڊن سرڪار کي خبردار ڪيو هو ته اوهان جي انهي غفلت جي
ڪري هندستان ۾ وڏي پيماني تي فرقيوارانه فساد ٿيندا ۽ تاريخ

اسان کي معاف نہ ڪندي، پر افسوس جو ڪانگريس جي حامي ليبر گورنمنٽ ويول جي گذارشن تي ڪو ڌيان نہ ڏنو ۽ هن مسڪين کي ڊسمس ڪري ڇڏيو.

ويول جي ڊسمس ٿيڻ تي فقط مولانا آزاد کي سخت صدمو رسيو آهي! ويول جي اوچتي وڃڻ تي هڪ وڏو بيان بہ جاري ڪيو جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ آزاد صاحب ويول جي خلوص، سچائي ۽ اخلاقي جرئت جو مداح آهي. ويول جي خدمتن جي تعريف ڪندي مولانا چيو آهي تہ:

"مونکي يقين آهي تہ هندستان ويول جي هن خدمت کي ڪڏهن بہ وساري نہ سگهندو. برٽش انڊيا جي تعلقات کي مورخ جڏهن ويچار ۾ آڻيندو تڏهن مذڪوره تعلقات جي نئين باب کولڻ لاء بيشڪ ويول کي ڪريڊٽ ڏيندو."

ويول بہ هڪ بيان ۾ "آزاد" کان متاثر ٿي چيو آهي تہ "مون کي خوشي آهي، تہ سموري هندستان ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو تہ اهڙو شخص (آزاد) آهي، جنهن منهنجي موقف کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي." آزاد جي بيان مان خبر پوي ٿي تہ ويول برطانيہ سرڪار جي هند بابت پاليسين کان اختلاف ڏيکاري استعفا ڏني آهي، پر ڪن جو خيال آهي تہ برطانوي سرڪار هن کي ڊسمس ڪيو آهي. ويول ٥ فيبروري ١٩٤٧ع تي وزير اعظم ائٽلي ڏانهن جيڪو خط لکيو ان ۾ هن شڪايت ڪئي هئي تہ "هندستان ۾ هز مئجسٽي جي هڪ نمائنده (ويول) کي سرسري طور ڊسمس ڪرڻ ان جي مقرري جي شان جي خلاف آهي. ڇو جو عام طرح رٽائر ٿيڻ واري وائسراء کي ڇهن مهينن جو نوٽيس ملندو آهي.

## لارڊ ماؤنٽبيٽن جي آمد — تقسيم جو پلان

ڪانگريس هڪ تير سان ٻہ شڪار ڪيا. هڪ تہ ڪرپس لنڊن لابي جي معرفت ويول کي ڊسمس ڪرايو ۽ ٻيو تہ ويول جي جاء تي پنهنجو پسنديده وائسراء ماؤنٽبيٽن مقرر ٿيو. تاريخ ٢٠ فيبروري ١٩٤٧ع تي وزير اعظم ائٽلي پارليامينٽ ۾ هڪ تاريخي

دور رس ۽ اهم اعلان ڪيو ته:

”هندستان جون موجوده بي يقنيي واريون حالتون خطرناڪ آهن، جنهن سبب انهن کي اڻ ڄاڻايل وقت لاءِ طوالت ڏيئي نٿي سگهجي. شهنشاهه اعليٰ مقام جي حڪومت صاف ٻڌائڻ ٿي چاهي ته اسان پڪو پهه ڪيو آهي، ته جون ۱۹۴۸ع جي اندر ذميدار هندستانين جي هٿن ۾ اقتدار جي منتقليءَ لاءِ مناسب قدم کنيا ويندا.“

انهيءَ ساڳيءَ تقرير ۾ مسٽر اٽلي اها به ڌمڪي ڏني ته جيڪڏهن هندستان جي نمائندن پاڻ ۾ گڏجي آئين سازيءَ ۾ حصو نه ورتو ته اهڙيءَ حالت ۾ برطانوي سرڪار مرڪز توڙي صوبن ۾ جيئن وڻي، ڪنهن به گروه کي، هندستانين جي مفادات ۾ اقتدار جي منتقلي ڪندي. وزير اعظم پارليامينٽ ۾ ويول جي جاءِ تي مائونٽبيٽن کي هندستان جي وائسراءِ مقرر ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ وڌيڪ چيو ته نئون وائسراءِ مارچ مهيني ۾ چارج وٺندو. مائونٽبيٽن ۲۴ مارچ ۱۹۴۷ع تي ويول کان چارج ورتي ۽ هي صاحب هندستان ۾ برطانيه سرڪار جو چوٿيهون ۽ آخري وائسراءِ آهي.

اتفاق سان هن وقت هن جي عمر به چوٽيهه سال آهي.

مائونٽبيٽن، مولانا آزاد جي الفاظ ۾، نهايت ئي هوشيار ۽ زيرڪ شخص آهي. سندس زال ليڊي پاميلا مائونٽبيٽن ڏاهپ ۾ وري مڙس کان اُتر پئي گهري! مائونٽبيٽن جا دوستاڻا تعلقات جواهر لال نهروءَ سان آهن. نهروءَ جي زال ڪملا بائي ۱۹۳۶ع ۾ سويزرلينڊ جي هڪ اسپتال ۾ گذاري وئي هئي. هونئن به نهروءَ کي پاڪستان جي اسڪيم قبول ڪرائڻ لاءِ ليڊي پاميلا مائونٽبيٽن جو وڏو هٿ آهي.

مائونٽبيٽن وري هڪ وڏي هندو آفيسر وي- پي- مينن سان گهرو آهي ۽ هندستان جي سياسي آزاديءَ بابت هو هر وقت مينن سان مشورو ڪندو رهيو آهي- جنهن کي مائونٽبيٽن سياستدانن کان وڌيڪ سياستدان تصور ڪندو آهي.

وائسراءِ مائونٽبيٽن جو پريس اتاشي ڪئمپبيل جانسن نالي هڪ انگريز آهي. جنهن مطابق لارڊ مائونٽبيٽن، وي- پي- مينن کي

تمام وڏو سياسي دماغ سمجهي ٿو.

وي- پي- مينن ڪانگريس جي هڪ وڏي ليڊر سردار پٽيل جو خاص ماڻهو آهي.

لارڊ مائونٽبيٽن جڏهن محسوس ڪيو ته هندستان جون سياسي حالتون اتي پهتيون آهن، جو هينئر ڪئبينيٽ مشن جي سفارشن تي عمل ٿي نه سگهندو، تڏهن هن هندستان جي مستقبل بابت سڀني سياسي ليڊرن ڪان انٽرويو ورتا.

مائونٽبيٽن ڪل هڪ سو ايڪيتهه انٽرويو وٺي هڪ پلان ناهي لارڊ اسمي جي هٿان لنڊن موڪليو.

اهو پلان هن جواهر لال نهروءَ کي ڏيکاريو، جنهن ان کي رد ڪري ڇڏيو. ان بعد مائونٽبيٽن وي- پي- مينن ڏانهن توجه ڪيو.

مينن ڊسمبر ١٩٤٦ع يا جنوري ١٩٤٧ع ۾ ڊگهيون ڳالهيون مشهور ڪانگريسي سياستدان سردار پٽيل سان ڪيون هيون.

هن ڪيس پڌايو ته ڪئبينيٽ مشن پلان مطابق گڏيل هندستان جي آزادي هڪ فريب مثال آهي ۽ جناح صاحب به پاڪستان ڪان هٽ ڪڻ لاءِ تيار نه آهي .... منهنجي شخصي راءِ آهي ته ملڪ کي هميشه جي لاءِ خانه جنگي ڪان بچائڻ لاءِ واحد طريقو هي آهي ته ملڪ کي تقسيم ڪرائجي.

جيڪڏهن اسان ان لاءِ تيار رهنداسون ته محمد علي جناح صاحب به آسام، بنگال ۽ پنجاب جي تقسيم لاءِ رضامند ٿيندو جتي مسلمان گهٽائيءَ ۾ رهن ٿا. هندستان ۾ اقتدار جي منتقلي بن مرڪزي حڪومتن جي حوالي ڪجي ۽ به خود مختيار رياستون قائم ڪجن.

هيءَ ڳالهه هينئر عام آهي ته وي- پي- مينن ئي تقسيم جي اندر تقسيم ڪرائڻ پيو چاهي. پنجاب جو مشرقي جصو امرتسر، لڌيانه ۽ جالندر وغيره کي هندستان ۾ شامل ڪرڻ جي رٿ سراسر بي انصافي هئي. پاڪستان مسلم اڪثريت جي صوبن ۾ قائم ٿيڻو هو.

جنهن صورت ۾ پنجاب ۾ مسلمانن جي گهٽائي آهي، ته صوبي کي ٽڪر ٽڪر ڪرڻ جو خيال نه فقط بي انصافي هئي، پر مضحڪه خيز به.

اهڙيءَ طرح بنگال ۾ مسلمانن جي گهٽائي آهي، پر آن جي بہ تقسيم جي سازش ٿي تہ اولهہ بنگال وارا علائقا، ڪلڪتي جي بندرگاهہ سميت هندستان کي ملڻ کپن ۽ باقي مشرقي بنگال کي. آسام مان سلهٽ جو ضلعو ڪاٽي ان ۾ ريفرينڊم ڪرائڻ جي تجويز مينن پيش ڪئي هئي.

صوبي سرحد جو علائقو اسي سيڪڙو مسلم آبادي آهي، آن ۾ بہ ريفرينڊم جي تجويز مينن پيش ڪئي.

وي. پي. مينن جي خيال ۾ اهڙو پڳل ٽٽل پاڪستان هلي نہ سگهندو. مينن جي تجويز پٽيل کي وڏيڪ پسند آئي، تڏهن ٿي پٽيل چوڻ لڳو، تہ هو پنهنجو اثر رسوخ هلائي ڪانگريس کي تقسيم جي هن پلان مڃرائڻ لاءِ مجبور ڪرائيندو.

وي. پي مينن مطابق لارڊ مائونٽبيٽن جي چوڻ تي پٽيل جي موجودگيءَ ۾ هن پلان جي خاڪي جي ڊڪٽيشن ڏني ۽ انڪان پوءِ هن سمورو پلان خاص ماڻهوءَ جي هٿان لنڊن موڪلي سيڪريٽري آف اسٽيٽ کي پهچايو.

عام سياسي اصولن مطابق اهو سوال ٿو پيدا ٿئي تہ هڪ وڏي سرڪاري ملازم جي حيثيت ۾ وي. پي. مينن کي ڪنهن اجازت ڏني تہ هو ملڪ جي اهم سياسي ليڊر سان ڳالهيون ڪري؟

هندستان جي سياسي تاريخ ۾ وي. پي مينن ملڪ جي تقسيم جي پلان جو خالق سڏبو.

پٽيل کي اعتماد ۾ وٺڻ بعد مينن چوي ٿو تہ هن ٨ مئي ١٩٤٧ع تي وائسراءِ لارڊ مائونٽبيٽن جي موجودگيءَ ۾ جواهرلال نهرو ۽ ڪرشنا مينن سان ملاقات ڪئي. وائسراءِ مون کي حڪم ڪيو تہ اوهان تقسيم جو پلان نهروءَ وارن کي ڏيکاريو ۽ هنن سان بحث مباحثو ڪيو. مينن فورا تعميلات ڪئي ۽ پٽيل سان پنهنجي ڪيل گفتگو کي ورجايائين. پلان جا نڪتا مينن جي پنهنجي لفظن ۾ پڙهو:

تقسيم جي گهر جناح صاحب ۽ مسلم ليگين ڪئي هئي، پر ان جو پلان، هڪ آئيسر درافٽ ڪيو ۽ اول منظوري بہ ڪانگريس پٽيل، نهرو ۽ ڪرشنا مينن ڏني ... آهي ... لارڊ مائونٽبيٽن

ويئو هو.

وي. پي مينن هر وقت سردار ولڀ ڀائي پٽيل کي سياسي حالتن ۽ ٻين معاملات کان باخبر رکندو آهي.

وائسراءِ جي سيڪريٽريٽ جون مخفي ڳالهيون به مينن، سردار پٽيل کي ٻڌائيندو آهي. وي. پي مينن پاڻ اعتراف ڪري ٿو.

مينن لابيءَ جي ذريعي ئي آسام، بنگال ۽ پنجاب جي صوبن جي تقسيم سان مسلم گهڻائي وارن علائقن ۾ پاڪستان ناهڻ جي گهر کي مڃرايو ويو آهي. وائسراءِ ان جي منظوري ڏني آهي، ۽ برطانيه سرڪار به ان تي مهر تصديق ڪئي آهي. هن پلان جو نالو ٣ جون ١٩٤٧ جو پلان آهي. ڇو جو ان ڏي تاريخ تي ماؤنٽبيٽن مٿئين پلان جو اعلان سرڪاري طرح ڪيو، پر ان کان هڪڙو ڏينهن اڳ ۾ لارڊ ماؤنٽبيٽن ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي ستن اڳواڻن کي پاڻ وٽ گهرائي پلان جي منظوري ڪائڻ ورتي.

ڪانگريس طرفان نهرو، پٽيل ۽ ڪرپلاڻي حاضر رهيا. ۽ مسلم ليگ پاران جناح، لياقت علي خان ۽ سردار عبدالرب نشتر آيا ۽ سکن پاران مسٽر بلديو سنگهه موجود هو. سڀني گڏجي تقسيم جي پلان کي منظور ڪيو. طئه اهو ٿيو ته پاڪستان جي رياست مسلم گهڻائيءَ وارن علائقن ۾ اولهه بنگال (ڪلڪته بندر سميت)، آسام (سلهٽ کان سواءِ) ۽ اوڀر پنجاب جي ست ضلعن کان سواءِ باقي ايراضيءَ ۾ چوڏهن آگسٽ ستيتاليهه کان وجود ۾ ايندي.

ضلع سلهٽ ۽ سرحد جي صوبي ۾ ريفرينڊم ٿيڻو هو. ضلعي گرداسپور (مشرقي پنجاب) لاءِ چيف جسٽس ريڊ ڪلف جي صدارت ۾ هڪ ڪميٽي مقرر ٿي جنهن پنهنجو ايوارڊ هڪدم پيش ڪيو ته هن ضلعي کي پاڪستان ۾ شامل ڪجي يا هندستان ۾.

تقسيم جي پلان ۾ هندستان يا پاڪستان سان الحاق ڪرڻ لاءِ صوبائي اسيمبلين جي راءِ کي ضروري قرار ڏنو ويو.

صوبائي اسيمبلين جي منظوري:

بنگال جي صوبائي اسيمبليءَ جو اجلاس ٢٠ جون ١٩٤٧ع تي ٿيو، جنهن پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ووٽنگ ٿي، ١٢٦

ميمبرن نئين آئين ساز اسيمبليءَ قائم ڪرڻ لاءِ ووٽ ڏنو ۽ نوي ميمبرن مخالفت ڪئي.

ساڳئي وقت اولهه بنگال جي غير مسلم ميمبرن مان ٥٨ ميمبرن بنگال صوبي جي تقسيم ڪرڻ لاءِ ووٽ ڏنو، ته اولهه بنگال کي هندستان ۾ شامل ڪجي.

هن اسڪيم بابت ويهن ڄڻن مخالفت ۾ ووٽ ڏنا. اوڀر بنگال جي مسلم گهڻائي وارن ميمبرن مان ١٠٦ ميمبرن مخالفت ڪئي ۽ ٣٥ ميمبرن تقسيم جي حمايت ڪئي. ساڳئي انداز ۾ اوڀر بنگال وارن پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ووٽ ڏنو. اهڙيءَ طرح پنجاب اسيمبليءَ کان به ووٽ ورتا ويا.

مسلم ميمبرن پنجاب جي تقسيم جي مخالفت ڪئي، ۽ پاڪستان جي حمايت ۾ ووٽ ڪيو جڏهن ته غير مسلم ميمبرن پنجاب جي ورهاڱي جي حمايت ڪئي.

سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس ٢٦ جون ١٩٤٧ع تي ٿيو، ۽ اسيمبليءَ جي مسلمان ميمبرن جي وڏي اڪثريت پاڪسان رياست ۾ شامل ٿيڻ جو اعلان ڪيو ۽ ان جي ڀرپور حمايت ۾ ووٽ ڏنا.

صوبي سرحد ۽ سلهٽ ضلعي ۾ ريفرينڊم

جولاءِ ١٩٤٧ع جي پهرئين هفتي ۾ ضلعي سلهٽ ۾ ريفرينڊم ٿيو ۽ آباديءَ جي وڏي گهڻائي پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ووٽ ڏنو. صوبي سرحد ۾ جيئن مٿي عرض ڪيو ويو، ٨٠ سيڪڙو مسلم آبادي هئي، آتي ته ريفرينڊم جو سوال ئي پيدا نه پيو ٿئي، پر ڇاڪاڻ ته آتي ڪانگريسي وزير اعليٰ، ڊاڪٽر خان صاحب (خان عبدالغفار جو وڏو ڀاءُ) هو، ان ڪري ڪانگريسين وي- بي- مينن جي صلاح سان ريفرينڊم جي گهر ڪئي. ۽ ان ڳالهه کي ٣ جون ١٩٤٧ع جي پلان ۾ ورجايو ويو.

سرحد ۾ ريفرينڊم ڪرائڻ لاءِ انگريز برگيڊيئر جي- بي- بوٽ ريفرينڊم ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. ووٽرن کان ان بابت راءِ ورتي هئي ته آيا هو پاڪستان ۾ شامل ٿيندا يا هندستان ۾.

خان غفار خان وارن ريفرينڊم جي نوعيت تي اعتراض ڪيو ۽ گهر ڪئي ته آزاد پختونستان جي نالي ووٽ ورتا وڃن. جا گهر مائونٽبيٽن رد ڪئي.

مسٽر وي. پي. مينن خيال ظاهر ڪيو آهي ته صوبي سرحد جي رفرينڊم ۾ افغانستان مداخلت ڪرڻ پيو چاهي. ڪابل گورنمنٽ خان برادرس جو حمايت ۾ آزاد پختونستان لاءِ ووٽ وٺڻ جي گهر ڪئي جنهن تي سيڪريٽري آف اسٽيٽ لارڊ لسٽاول سخت اعتراض ڪيو ته:

”افغانستان کي صوبه سرحد جي معاملات ۾ مداخلت ڪرڻ جو ڪو حق نه آهي. ڪافي عرصي کان وٺي پٺاڻ پنهنجي رضا خوشيءَ سان صوبي سرحد ۾ رهن ٿا. جيڪڏهن صوبه سرحد کي ٽوڙڻ لاءِ اسان ڪنهن به تحريڪ کي اجازت ڏني ته ان عمل سان هر قسم جون مشڪلاتون پيدا ٿينديون“.

پاڪستان يا هندستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ صوبي سرحد ۾ رفرينڊم ٦ جولاءِ کان ١٧ جولاءِ ١٩٤٧ع ۾ ٿيو. ووٽرن جي ٩٨ سيڪڙي پاڪستان سان شامل ٿيڻ لاءِ ووٽ ڏنو. آزاد مرحوم جو بيان آهي ته ڪانگريس کي غلط فهمي هئي ته ڪو خان بردرس سرحد ۾ مقبول هئا.

هنن جو ڪوبه عوامي رابطو ڪونه هو. مولانا ابوالڪلام آزاد، خان بردرس جي ڪنجوسي جو نهايت ئي عبرتناڪ ذڪر ڪيو آهي، چي: هي صاحب ڪنهن کي چانهه به ڪونه پياريندا آهن، باقي خلق ڊوڙ هنن جي ڪڍ لڳندي. هڪ سياستدان لاءِ حد کان وڌيڪ ڪنجوس ٿيڻ وڏو عيب آهي ۽ اهڙو ماڻهو عوام ۾ ڪڏهن به مقبول ٿي نٿو سگهي.

ضلع گرداسپور (مشرقي پنجاب) ۾ ريڊ ڪلف پنهنجو ايوارڊ هندستان جي حق ۾ ڏنو ۽ ان طرح هي ضلعو هندستان ۾ شامل ڪيو ويو. جيڪڏهن گرداسپور ۾ سلهٽ وانگر رفرينڊم ٿئي ها ته يقينا هي ضلعو به پاڪستان سان شامل ٿي وڃي ها. واه! وي. پي. مينن صاحب تنهنجي چال! سچ پچ ته هزارين سال گذرڻ بعد به هندو قوم تنهنجن احسانن کي نه وساريندي.

اهڙيءَ طرح ١٤ آگسٽ ١٩٤٧ع تي پاڪستان وجود ۾ آيو. نئين ملڪ جو گورنر جنرل قائد اعظم پاڻ ٿيو آهي ۽ هندستان جو گورنر جنرل لارڊ مائونٽبيٽن. مائونٽبيٽن قائد اعظم کي پاڪ-ستان مملڪت جي چارج ڏئي ساڳي جهاز ۾ نئين دهلي هليو ويو.

هريجن اخبار ۾ مضمون ڇپيو آهي هڪ جنهن ۾ ان ڇپيو آهي جيڪڏهن وي-پي- مينن وائسراءِ جو مشير نه هجي ها ته پاڪستان جي حدن ۾ ايتري ڦيرڦار هرگز نه ٿئي ها.

وي. پي- مينن ايترو ڪجهه ڪيو، جيترو ڊاڪٽر وائزمئن يهودي رياست (اسرائيل) جي تشڪيل لاءِ پيو ڪري پر حيرت جي ڳالهه آهي ته مينن نه ڪاليج ۾ پڙهيو ۽ نه يونيورسٽيءَ جي تعليم پرايائين. موزلي بلڪل صحيح راءِ ڏني آهي ته:

"هندستان جي آزاديءَ جي ڊرامي ۾ وي- پي- مينن جو اهم رول رهيو آهي. ڪن جي چوڻ ۾ ته اصل ڪردار مينن جو ئي آهي. هو نه ڪنهن اسڪول ۾ ۽ نه يونيورسٽي جو شاگرد ٿي رهيو ۽ وڌيڪ لطف جي ڳالهه ته هو وڪيل به ڪونه آهي. وي- پي- مينن آءِ سي- ايس- آفيسر به ڪونه آهي. ياد رهي ته مسٽر ڪرشنا مينن جو مسٽر وي- پي- مينن سان ڪو واسطو نه آهي. بلڪل ائين جيئن اندرا گانڌي رشته داريءَ ۾ مهاتما گانڌي جي ڪجهه نه ٿئي.

مينن ١٨٨٩ع ۾ هڪ غريب جين گهراڻي ۾ ملبار ۾ ڄائو. مينن بمبئي ۾ ڪلارڪي ڪئي، ان وقت هو سڄو پڙپانگ ٿي ويو ۽ بک وچان مري پيو ته هڪڙي انگريز آفيسر هن تي رحم ڪائي ڪيس هندستان جي هوم ڊپارٽمينٽ ۾ نوڪري وٺي ڏني. ماڻهو ڏاڍو اورچ، ذهين ۽ قابل هو، سو سنت ئي پنهنجي هوشياريءَ ڪري هڪ وڏي عهدي تي پهتو.

وي- پي- مينن لارڊ لنلٿگو وائسراءِ، لارڊ ويول ۽ لارڊ مائونٽبيٽن جو آئيني مشير ۽ رفارمس ڪمشنر ٿي رهيو آهي. هو پاڻ پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته ڪيس هندستان ۾ آئيني معاملات جو ٽيهن سالن جو تجربو آهي. تقسيم جو پلان مينن ڇئن ڪلاڪن

۾ دراءت ڪيو. موزلي ڪهڙي نه صحيح راءِ ڏني ته "مونن تقسيم جي پلان ناهڻ ۾ پورا چار ڪلاڪ ورتا ۽ هي اهڙو پلان هو، جو هندستان توڙي سموري دنيا جي شڪل کي تبديل ڪرڻ وارو آهي."

جڏهن ته سڄي ڏکڻ ايشيا کي انگريزن جي سلطنت ۾ خاص حيثيت هجڻ ڪري رازداريءَ وارن دستاويزن مطابق روس کي پري کان ئي روڪڻ، جپان ۽ چين کي سندن گهرن ۾ ئي قابو جهلڻ ۽ طاقت جو توازن قائم رکڻ لاءِ هندستان ۾ هڪ طرف سينگاپور ۽ ٻئي طرف بغداد تائين طاقت جي بالادستي قائم رکڻ لاءِ لڳاتار تحقيقي شعبن کي ڪم ڪرڻو پيو آهي. تڏهن منهنجو خيال آهي ته ههڙيون وسوڙل قومون ڪٿي پنهنجا اهي دستاويزي راز پاڙيسري ملڪن کي متان مفت ۾ نه ڏئي ڇڏين. جيڪڏهن روس کي خبر پوي ته برٽش پاور، ڪهڙي طرح روس کي آمو درياه جي هن پار روڪڻ لاءِ گذريل هڪ صديءَ کان ٻئي ورڪ آئوٽ ڪيو آهي، تڏهن هنن نين آزاد رياستن وٽان ان قسم جا رازداريءَ وارا ڪاغذات هٿ، ڪرڻ لاءِ شايد جلد تحرڪ ۾ اچڻ جي رٿ سوچيندو!

جي-ايڇ-ڪيو- ۽ سپريم ڪمانڊر جو ته اڳڪاهه ڪو اثر ۽ زور به ناهي، سو، خود ملٽري سامان جو پنهنجو مقرر حصو به پاڪستان کي شايد مشڪل ملي!

۵۲ ڪروڙ ته روڪ رقم پاڪستان کي ملڻي هئي، اها پڻ ته اڃان نٿي ملڻي ٿئيس! تنهن کان سواءِ سکن جي حرڪتن ۽ خواهشن کي خود مون گذريل سيپٽمبر ۾ پنهنجي اکين سان ڏسي ورتو، جڏهن پهرين ته سيني گورن جي رهائش ۽ ٻين استئبلشمينٽن کي، گورن جي خواهش موجب، رڳو گورا سپاهي ئي پهرو ڏيڻ لڳا هئا.

ائين مون محسوس ڪيو ته رڳو انگريزن جي جاني نقصان کان بچڻ خاطر، لارڊ مائونٽبيٽن، جون ۱۹۴۸ع بدران آگسٽ ۱۹۴۷ع ۾ ملڪ جون واڳون ڦٽيون ڪرڻ تي زور ڏنو!

ان صورتحال ۾ سکن آزاد رياست قائم ڪرڻ جو ٽڪرو

پروگرام ناهڻ جي ڪوشش به ڪئي مگر خبر ناهي ته ان ۾ سندن
فسادي ڪاروائين سبب رنبڪ پٽي الائجي منجهن روايتي بدنظميءَ
ڪين تباهيءَ ڏانهن ڌڪيو آهي. في الحال هنن هندن جي اثر ۾
اچي مسلمانن کي دهليءَ ۽ سملي ڪان وٺي لاهور تائين ۽ هزارا
ڪان وٺي بيڪانير تائين ته تيغ ڪرڻ جو پروگرام مڪمل طور
عمل ۾ آندو آهي.

آءٌ سملي ۾ هئس ته گذريل سيپٽمبر ۾ سڪن، سيني مسلمان
ملازمن ۽ امتحاني هالن ۾ ويٺل مسلم شاگردن کي به قتل ڪري
ڇڏيو.

ملٽري هيڊ ڪوارٽر ۾ ٽي ڀڏو هوم ته سڪن لاهور تي قبضو
ڪرڻ جو پروگرام بڻايو هو. سڪن سملي کي پنهنجي نئين رٿيل
سک رياست جي گادي بنائڻ چاهيو آهي. پر اڃين شايد هو ڪري
نه سگهيا!

پر، سڪن جهڙو رخ ورتو آهي، ان سان هو تواريخ جي
ڪٽهڙي ۾ سدا جوابدار بڻجي رهندا!

اسانجي هيڊ ڪوارٽر ۾ به سيني برٽش فوجي آفيسرن، سک
سپاهين تي اعتبار ڪرڻ بدران برٽش سپاهين کي مختلف حساس
جاين جي پهري تي ٻيهاري ڇڏيو هو.

فلپ چوي ٿو ته جڏهن حالتون اهڙيون آهن، تڏهن وري
وڃي موٽي اتي نوڪري سرانجام ڏيڻ، ڪيئن منهنجو ممڪن
رهندو ؟! جيتوڻيڪ ڳالهه صفا اڻين به ناهي.

هندستان ۽ پاڪستان جي ملڪن وچ ۾ ريل رستي اچي
وڃي سگهجي ٿو. حالتون چند مهينن کان پوءِ صاف ٿي سگهن
ٿيون. آءٌ پنهنجو وطن پوءِ به ولائت کي ته نٿي سمجهان! ماڻهو
اسان سان نه پوءِ به ڪونه وڙهندا!

هندو مسلمان رڳو پنهنجي نوعيت موجب ٻيلي ڪٽي نه ٿهن
پر عيسائي مشنرين کي ڪو به مستقل خطرو نه هوندو.

مشنري اسڪولن جو جيڪو چار وڇايل آهي، اتي به اسان
کي جاب ته ملي سگهي ٿو. تنهن ڏينهن سسٽر بابرا سان، نوابشاه
سينٽ ميري ۾، ملاقات تي ته هن مون کي ڪراچيءَ جي سينٽ

جوزف ۾ هلي ٽيچر ٽيڻ لاءِ آيچ ڪئي!

سينٽ جوزف بابت هن خيال ڏيکاريو ته جلد ئي، اتي رڳو ڇوڪرين جي ئي تعليم لاءِ سلسلو محدود رکڻ تسي غور ڪيو پيو وڃي. هيل تائين اُتي رڳو انگريزي خاندانن جي سهوليت لاءِ سندن ٻارن لاءِ گڏيل تعليم جو سرشتو جاري هو. دلچسپ ڳالهه اها به ته سينٽ جوزف جيڪو ١٨٦٢ع ۾ قائم ٿيو ۽ ان ۾ ١٩٠٠ع تائين سنڌي ميڊيم ئي تعليم جو ذريعو هو، اتي اوچتو ئي ويهين صديءَ جي شروعات کان نه رڳو ميڊيم بدلائي انگلش ڪيو ويو پر اسڪول کي به ڪانوينٽ جي حيثيت ۾ آندو ويو. رڳو ان ڪري جو، موجوده صديءَ جي شروعات ۾ لشڪر جون ڇانوڻيون ۽ ساموندي فوج جو هيڊ ڪوارٽر صدر جي علائقي ۾ آندو ويو.

تڏهن گورن جي جهجهي تعداد جي سهوليت خاطر سنڌي ميڊيم کي انگلش ميڊيم ۾ آندو ويو ۽ هاڻي وري نئين هوا کي منهن ڏيڻ لاءِ گڏيل تعليم کان پاسو ڪري، رڳو ان کي ڇوڪرين لاءِ مخصوص ڪيو ويندو ۽ سينٽ پيٽرڪ کي وري رڳو ڇوڪرن لاءِ رکيو ويندو.

مون کي ياد آهي ته اسان جي پڙهڻ واري دؤر ۾ سنڌ جي معتبر ماڻهن جا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون سينٽ جوزف اسڪول ۾ پڻ زير تعليم هيون.

خاص طرح سنڌ جا سياسي ليڊر ۽ واپاري ماڻهو پنهنجن ٻارن کي صدر جي علائقي ۾ موجود ڪنهن نه ڪنهن انگلش ميڊيم يا ڪانوينٽ اسڪول ۾ پڙهائيندا هئا.

سينٽ جوزف ۾ اسان واري زماني ۾ سر غلام حسين، سر شاهنواز ڀٽي ۽ ڪن ٽالپر خاندانن جا ٻار ڏسبا هئا. سر شاهنواز جون ڌيئرون اسان سان جڏهن پڙهنديون هيون، تڏهن هنن جو ننڍڙو ڀاءُ به وٽن پاسي واري پرائمري اسڪول مان نڪري هنن وٽ عام جام ايندو هو. هنجو نالو ذوالفقار ڪري چونديون هيون. انگريز ٽيچرس به ان گوري ٻار کي ڏاڍو پسند ڪنديون هيون.

سنڌ ۾ عام ماڻهو زال ذات کي بي عقل تا سمجهن، سو، منهنجي مخصوص دليل بازيءَ ۽ سياسي راز دارين تان پردو هٽائڻ وارن خواتين پڻ سان هي سڀ ڇڻ ٽپرس ۾ پوندا آهن. هندو ماڻهو مون کي مسلمانن جو ايجنٽ ۽ فلسپ کي انگريزن جو جاسوس سمجهندا آهن. پر هندن توڙي مسلمانن ۾ اسان ٻئي اڄ ڪلهه اهڙيون ڏاڍيا مقبول شخصيتون!

پاڪستان ٺهڻ جي اعلان ۽ فيصلي کان پوءِ جيئن ته هندن جو اڳئين زور ۽ جوش نه رهيو آهي، تنهنڪري اهي به اسانجي همن خيمن سان هرويرو ۽ ظاهري طرح ڪا بيزاري ۽ نفرت به نٿا ڏيکارين!

سنڌ جي هندن ۾ رڳو انتظار ۽ سوچ وارو ماحول ٿي ڏسان ۽ همن کي به مسلمانن وانگر هندستان جي ٻين حصن جي حالتن جي پوري خبر چار هرگز ناهي. مون کي همت آئي به مهينا اڳي جا آهن ته به ڏسان ٿي ته سنڌ جي هندن توڙي مسلمانن کي هه خبر ناهي ته اڳتي هلي ڇا ٿيڻ وارو آهي.

## عمر سهتو

هڪ گهوناٽو ڇوڪرو، جڏهن سمجهه سان ٿئي ٿو تڏهن ملڪ ۾ بائيتال ۽ سياسي هلچل ڏسي ٿو. جيڪي حالتون آهن، سي هنگامي حالتن وانگر آهن. انهيءَ دوران ئي آزاديءَ جون تحريڪون زور وٺي، عروج حاصل ڪن ٿيون ۽ ملڪ آزاد ٿئي ٿو. هن ڪردار شروع کان ئي گنڀير ۽ ڏانوان ڊول حالتن کي ڏٺو.

مون کي جن حالتن سان واسطو پيو آهي، اهي ڪنهن به هڪ ڄڻي ڀول نموني هلڻ ناهن. سمجهه سان ڏٺيس ته سياسي هلچل، ووٽن لاءِ ون پڪڙ، سنڌ ۾ مارشل لا، ڏاڙا، ڦريون ۽ گهوٽن کان

شھرن ڏي واٽين جي لڏپلاڻ جو بيحد گھڻو زور ڏسڻ ۾ اچي ٿو.
سمجھ گھٽ ھئڻ واريءَ عمر کان وٺي مسلمانن ۾ غريبي، بي عملي
۽ ھندن ۾ عام سجاڳي ڏسان ٿو.

جنھن سال مڪتب ۾ ويٺس تنھن سال کان ئي انگريز
جرمني جي مھاڀاري لڙائي لڳي ھئي. اسان جي ڳوٺ ۾ ان جنگ
جو غوغاءُ ٻه سال پوءِ ٿيو ھو.

ڳوٺ ۾ ھڪ ئي اخبار ايندي آھي. روزاني ھندو اخبار. ھندن جي
سڄي پنچايت جا مکيه شوقين پاڻي بند، اخبار کي شوق سان پڙھندا
آھن. چوندا آھن ته انگريز بادشاھ جو، جرمن بادشاھ ”مامو“ ٿئي
ٿو. اسان ننڍا ھئاسون ته اھو ذھن نشين ٿيو ھو ته حقيقت ۾ انگريز
شھنشاھ اڳيان خوش قسمت اسان رعيت آھيون. ڏاڍي عزت دار ۽
محفوظ رعيت.

پرائمري جي اڪثر ڪتابن جاگرافيءَ تواريخ مطابق ۾ائين
معلوم ٿيوسون ته انگريز ساريءَ دنيا ۾ بھتر ۽ طاقتور قوم آھن ۽
دنيا ۾ ھنن جي بادشاھت تان سج لھي ئي ڪونه.

جنگ يورپ ۾ ۽ دنيا جي مختلف ڀاڱن ۾ ھلي پئي ته
آءٌ سمجھندو ھوس ته جيڪڏھن اھا جنگ اسان جي سنڌ تائين پھتي
ته پوءِ اسان جو حال الائجي ڇا ٿيندو؟ ان ڪري ڪڏھن ته
پڙھائيءَ تان منھنجو ارواح ڪڇي ويندو ھو. سوچيندو ھوس ته جنگ
ڪن سالن کان ھلندڙ آھي. بند نه ٿي ته ضرور ھيستائين پڄي ويندي.
پوءِ دنيا ته آخر فنا آھي. تنھن ڪري پڙھان ڇا لاءِ؟

توڙي مون کي پڙھائڻ لاءِ گھر وارن جو ڪو خاص توجه
۾ ڪونه ھو، ته ٻه ڄيڻن ته ڪلاس ۾ روزانو پابنديءَ سان ھوم
ورڪ ملندو ھو جيڪو پئي ڏينھن لاءِ لازمي طرح ڪرڻو ٿي پيو
تنھن ڪري پڙھائيءَ جو سلسلو قائم رھيو. اھو معاملو مون سان
رھيو ھوندو، ڇوته آءٌ روز اسڪول ويندو ھوس. پر ڪيترا مسلمان
ڇوڪرا گوسڙو ھئا، تن جي پڙھائيءَ جا سلسلا پرائمري تعليم
جي ڇٺن درجن کان وڌيڪ ھلي نه سگھيا.

پرائمري اسڪول کي، اسان جا عام مسلمان ماڻھو ھندن
جو اسڪول يا ڪافرن (نصاري) جو اسڪول سڏين ٿا. مسلمانڪو

اسڪول، ملي جي مڪتب کي چون ٿا.

آءٌ ملان مڪتب ۾ ابتدائي سال ڪن پڙهيس مگر حسابن ۾ بين ڪمن ۾ هميشه مٿين درجن جي شاگردن سان گڏجي ڪم ڪندو هوس ۽ ٻئين درجي ۾ ٿيس ته به انهن سڀني کان اڳي هوندو هوس.

مون کي انهي نندپڻ ۾ به ائين محسوس ٿيو ته سرڪاري پرائمري اسڪول ۾ نه پڙهبو ته پڙهائي ۾ ڪچو رهجي ويندو! جڏهن اها رٿ مائٽن وٽ گهر ۾ پيش ڪيم ۽ ان تي زور به لڳائڻ لڳس تڏهن سڀني ان ڳالهه جي مخالفت ڪئي ۽ ناني ته ائين به چيو هو ته ڏسو! هاڻي وري ڪافرن جي اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ وڃڻ چاهي ٿو!

ملو دائود، اسان جي ڳوٺ، دليپوٽن جي مسجد جو پيش امام هو. ۽ ١٩٣٧ع ۾ ماڻهن هلايو ته لنواريءَ واري پير جو مريد ٿي ويو آهي، تنهن ڪري هاڻي هن جي پنيان نماز پڙهڻ جائز ناهي. آخوند جي پٺيان نماز پڙهڻ کان انڪار، سڀ کان پهرين هڪ عيد نماز جي موقعي تي ٿيو جنهن انڪار ڪرائڻ جو واحد ڪارڻ نٿ هوتچند جو رهنڊڙ عيسو حجم هو. عيسي حجم سخت مخالفت ڪندي ماڻهن کي آخوند دائود جي پٺيان نماز پڙهڻ کان روڪيو هو. آءٌ تڏهن ٻين ٻارن سان گڏ، نماز جي صفن کان دور موجود بيٺل هوس. جڏهن ته مون کي ان حالت ڪري ڏک ۽ غصو به هو. ان موقعي تي آخوند جي وڏي پٽ محمد موسيٰ ميمڻ عيد نماز پڙهائي

آخوند دائود ۽ سندس گهراڻي کي انهيءَ واقعي جو پوءِ گهڻو ڏک رسيو هو. هو جلد ئي پوءِ نئين جتوئي لڏي ويا هئا.

دليپوٽن جو پرائمري اسڪول ساهتيه پرڳڻي جي مکيه پرائمري اسڪولن مان هڪ ليکجي ٿو. هن کي مينا سڪول به چئجي ٿو. اسانجي ڳوٺ ۾ هڪ ماستر ڪوڙو مل به آهي جيڪو نٿ ڳوراهي جو ڀاٽو آهي. برهمڻ کي سنڌي ۾ "ڀاٽو" يا "ڀائي" چوندا آهن. سائين ڪوڙو مل عام طرح مسلمانن جي سخت خلاف ڏسبو آهي. ۾ سچ گو به ڏاڍو آهي. اڻ ٿر ۽ ٻي ڊپو ماڻهو آهي. نديو هوس

۽ اسان جو پهريون گهر انهيءَ اسڪول جي پرسان هوندو هو.
گهنڊ وڄندو هو ته ڊوڙي وڃي اسڪول جي پٽ وٽان بيهندو
هوس. سوين ٻار ڪلاسن آهر قطارن ۾ بيهي ويندا هئا ۽ پوءِ پرارٿنا
يا بندگيءَ جو گيت ڳائيندو پڙهندو هوس:

اسان جي تون شهنشاهه کي
سلامت رک، خداوندا!

پوءِ آخر ۾ گهنڊ جو ڌڪاءُ وڄڻ تي ٻار، منظم نموني
ڪلاسن ۾ هليا ويندا هئا. ننڍي عمر ۾ مون تي اهڙي نظاري جو
نهايت وڻندڙ اثر پيدا ٿيو.

انهي کان به وڌيڪ وڻندڙ ۽ ذهن کي اپيل ڪندڙ نظارو
عيد نماز تي، نمازين جي يڪسان جهڪڻ، هڪئي وقت سجدي
۾ وڃڻ ۽ ساڳئي انتظام سان يڪسرو، امام جي پٺيان ارڪان بجاءِ
آڻڻ وارو حيرت جهڙو انتظام محسوس ڪندو هوس. سچ ته عيد اچڻ تي
مون کي ڪئين سالن تائين نماز جو اهڙو نظارو ڏسڻ جو شوق ڪپڙن
لٽن يا شين کائڻ کان وڌيڪ رهندو هو.

جڏهن ننڍي لاءِ رکيو تماشي طور پاڙي جي ان پرائمري
اسڪول کي ڏسندو هوس تڏهن اتڪل ڏهاڪو کن ماستر هوندا هئا.
جڏهن آءٌ اسڪول ۾ داخل ٿيس تڏهن پنج ماستر وڃي رهيا. پير
پاسي ۾ پيا ننڍا ۽ برانچون اسڪول پنجي ويا هئا.

سائين ڪوڙو مل پنهنجو ڪلاس ڇڏي، يا سنڌس ڪلاس
جو اسان واري ڪلاس سان وچون دروازو کولي ڪڏهن ڪڏهن
اسان جي چڻ ته مستقل استاد مسٽر عالمچند سان، چڱي خاصي
ڪچهري به ڪري وٺندو هو. سائينءَ عالمچند اسان کي ٽئين درجي
کان وٺي ستين درجي تائين ڪئين سال انهيءَ اسڪول ۾ پڙهايو.
هن کي غريب ۽ ذهين شاگردن سان ڏاڍي همدردي آهي. جيڪا
ڳالهه ڪوڙي مل ۾ ناهي. ڪوڙي مل جي نالي عام خيال آهي ته
سنڌس زال گهر جي ڪوهيءَ ۾ ٽپ ڏيئي پنهنجو انت آندو هو.

سائين ڪوڙو مل سياسي ڳالهين جي چاڻ به رکي ٿو. هڪ
ڏينهن ١٩٤١ع ۾ سائين عالم چند سان (ڪلاس ۾) ڳالهه ٻولهه
ڪندي تمام نفرت مان هن کي پڌائڻ لڳو هو ته هائي وري (مسلمان)

آڪين ٿا ته پاڪستان گهرجي! عجيب ڳالهه آهي ته ان وقت مون پار هوندي به سنڌس ڳالهائڻ جي طريقي مان ڪمزرو نه حقارت ۽ بچاءُ جو جذبو ڏٺو هو. مگر تازو اهو ساڳيو ماڻهو، پريس ۾ سنڌس ڪنهن مائٽ جي اوطاق ۾ ٻين ڪيترن سان گڏ مايوس حالت ۾ ويٺل ڏٺم. جڏهن آءٌ به ٻين ڪن ٻارن سان گڏ ڪي ڪتاب سستي اگهه خريد ڪرڻ جي خيال کان گهٽيءَ کان لنگهندي، انهيءَ اوطاق ۾ ڪتاب هيٺ زمين تي پيل ڏسي، اندر لنگهي ويو هوس. سچ ته مون کي اهو منظر اڃان ياد آهي.

سائين ڪوڙيمل کي ڏک ۽ مايوسي ۾ ڏٺم. مون ۾ پنهنجي گهٽ تجربي ۽ گهٽ چالاڪيءَ جي ڪري ايترو حوصلو ڪٿي هو جو سائس پيرين پيئي ملان! هو، هندستان وڃڻ لاءِ نٽ ڳوراهي ڪان پرئين آهو هوندو جتان پوءِ پنهنجي سهولت سان ريل ذريعي اسهٽو هوندس!

هندو ماڻهو عام مسلمانن کي چور، جاهل (ڇٽ) ۽ انسانيت جي درجي کان به گهٽ واري مخلوق سمجهن ٿا. ته به پڙهيل مسلمانن کي عزت ڏيڻ کان هرو پرو ناخوش نه ڏسبا آهن.

اڄ ته هندن جي لڏ پلاڻ جو معاملو بلڪل نئي ڏٺوم اتي سوچيان ٿو ته جيڪي هيترا تعليمي ادارا خانگي طور هلائيندا آيا آهن، تن کي هينئر اوچتو انهن ادارن سان دلچسپي ڇو گهٽجي وئي آهي.

ڇو ته، اسان واري ڪي- سي اڪيڊميءَ ۾ به هاڻي ماسترن جو اڳوڻي جيترو تعداد نه رهيو آهي. آءٌ چوٿين ڪلاس مان شايد جلد پنجين ڪلاس ۾ هليو ويندس. توڙي نئون سال اپريل کان ايندو آهي. پر هيڊ ماستر مسٽر سنتداس پڪو امتحان جنوريءَ ۾ ئي وٺڻ جو پروگرام ٺاهي ورتو آهي.

مسلمان شاگرد، جيڪي ڪي-سي اڪيڊميءَ جي ٿي سڄو تعداد مان مس مس اسي کن ٿيندا، تن کي پاڪستان بڻجڻ جي خوشي گهڻي آهي. پر اسان کي اصل ۾ اهو پتو نٿو پوي ته ملڪ ڇا هوندو آهي ۽ جيڪو پاڪستان جي ناليٰ سان اسان جي ايتري اپاءَ ۽ محنت سان ٺهيو آهي، اتي اڳيندي جو سرشتو ۽ اڳتي ڇا

رهاڪو ماڻهو ڪهڙي قسم جا آهن.

تنهن ڏينهن تواريخ جاگرافيءَ جي ٽيچر ڪان مون ڪلاس ۾ خاص طور سوال اهڙو پڇيو هو. هن جڏهن ليڪچر ڏيندي چيو ته هن گهڻو ڪري سڄو هندستان گهمي اکين سان ڏٺو آهي، تڏهن پڇيومانس ته پاڪستان جن علائقن ۾ تنهنجو وارو آهي، اتي ڪهڙي قسم جا ماڻهو آهن ۽ جيڪي علائقا هندستان ۾ اچن ٿا، اتي جا ماڻهو ڪهڙا آهن؟ هڪ ليکي ته مون وارا سڀ ڪلاسي ان سوال تي ڏاڍا وائڙا ۽ حيرت ۾ به پيا هئا! پر ٽيچر جي جواب ته ڪلاس کي وڏيڪ وائڙو ڪري ڇڏيو.

هن جواب ۾ چاڻايو ته جيڪي علائقا پاڪستان جي حصي ۾ آيا آهن، جهڙوڪ: پنجاب، سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان وغيره، اتي جا ماڻهو خوبصورت ۽ وڻندڙ آهن، جڏهن ته هندستان جي حصي ۾ جيڪي علائقا ڏنا ويا آهن، تن ۾ عورتون ته نيڪ آهن، پر مرد سهڻا ۽ خوبصورت ڪونه آهن.

هي ماستر، اسان جي اسڪول جو سائنس ٽيچر به آهي. هن ٻڌايو ته هو لڏي هندستان ويندو، اتي سائنسي کوجنا ۾ حصو وٺندو ۽ جيترو جلد ٿي سگهيو، ته هندستان ۾ ائٽم بم تيار ڪرائبو.

مطلب ته هندو جاتي، ترقي يافته ۽ دور انديش ڏاڍي آهي. معمولي واڻيو به واپارڪي لائين ۾ بيحد هوشيار ۽ خود سياست ۾ به سجاڳ ڏسجي ٿو. دليپوٽن ۾ عام تعليمي معيار ۾ ته رڳو هڪ شخص بي. اي آهي. مکي خانچند جو وڏو پٽ، ٽيڪو. موهن‌داس جنهن کي عام ماڻهو موهن ڪري سڏين ٿا، اهو آهي ته ميٽرڪ فيل، پر سياسي سوچ ۾ سڄي شهر ۾ برک آهي. مون ڪئين ڀيرا مکي خانچند جي اوطاق ۾ مکيءَ ڀاران هن کان سياسي سڌ سماءُ پڇندي ڏٺو آهي.

دليپوٽن ۾ سنڌي اخبار روزانه صبح جو ٽپال اچڻ جي موقعي تي ڏي ڄشو کڻي ويندو آهي. آءٌ به انتظار ۾ هوندو آهيان ۽ جڏهن موڪلن ۾ ڳوٺ هوندو آهيان تڏهن ڄشي کي اخبار کڻي ويندي ڏسڻ شرط پٺيان لڳندو آهيانس. ڄشو ٽوپڻ جو وچولو پٽ آهي. ٽوپڻداس کي ست پٽ آهن، ڇهه وڏا آهن.سڌريل ۽ ڪمائو آهن. ڄشي

جو وڏو ڀاڱو جيوت ڪرڻتيا کي ڇڏي هاڻي هتي دڪان تي آهي. ائين ٻه ڀائر ڪوڏنتيا واري دوڪان تي، ٻه دليپوٽن جي دوڪان تي ۽ ٻه ڀائر سينگاپور جي دوڪان تي هوندا آهن. دليپوٽن جا واڻيا ٻه سنڌ جي ٻين شهرن جي واڻين وانگر ساري دنيا ۾ پکڙيل "سندورڪي" آهن.

اڄڪلهه ناروشاهه جي الهندي ۾ واڻيا رڳو دليپوٽن، ابجيءَ منياڻين ۽ نٿ ڳوراهي ۾ آباد آهن. نٿ هوتچند، سخي دادواهي، پورٽي، مچڻ، نٿ پوچراج ۽ جبير وغيره مان چورين ۽ ڌاڙن جي ڌڪاءَ سبب سڀ واڻيا لڏي نارو شاهه وڃي وينا آهن.

دليپوٽن جو ماڏو ۽ هتي جا ڪير پيڙا ٻه گهٽي قدر ڏيساور تي وڃن ٿا.

دليپوٽن ۾ هڪ گهر ريواچند جو واڻين جي نٿ مان نڪتل هو. نتيجو اهو آهي جو هاڻي تازو جڏهن ريوو مري ويو، تڏهن پنچايت مان ڪير شامل نه ٿيو. هڪ ڏي پٽ هوس. ڪراچيءَ کان جڏهن سندس ڏيون ۽ ناني آيا، تڏهن انهن گڏجي وڃي مساڻ ۾ پهچايو ۽ ساڙيو.

اسان جي ڳوٺ ۾ عيدن ۽ تيجو پاڻ کي حڪيم يا ڊاڪٽر ڪري پيش ڪن ٿا. دوڪانن تي لا تعداد ڦڪيون ۽ سٽيون رکيون اٿن. دليپوٽن ۾ هر ٻيو دوڪان ڇڻ ته پسارڪو دوڪان آهي. منابن ۽ ڪير پيڙن جا ٻه تي دوڪان آهن.

مسلمانن کي روزگار جو ڪوبه وسيلو ناهي. هڪ ڪنير، ٻيون مڱڻهارن جو گهر آهي. هڪ ٻه ڊکڻ ۽ ڪتي آهن ۽ هڪ منهنجو پيءُ آهي، جيڪو ڪاٺ چيريندو آهي. بس، انهن ڏي کي روزگار ۾ تنگي ناهي. ٻيا هڪ اڌ هر هاري ۽ دايا آهن نه ته سڀ مسلمان واڻين جا ۽ ٻين جا ٻيلي آهن.

ملو دائود ڳوٺ جي ڪڇهه گهرن مان ڏينهن رات جي مقرر ٿيل ماني وٺي روزي حاصل ڪندو آهي. چوڪيداري سرشتو رڳو واڻين جي پاڙن تائين محدود آهي ۽ صفائيءَ جو انتظام ٻه انهن طرفان هندن جي گهرن لاءِ آهي. اڄڪلهه هڪ ڏي ماڻهو، شهر جي چوڪيداريءَ جو ڪم سنڀالي ٿو جيڪو خود هڪ وڏو ڪاڙڪو، نامي گرامي ۽ ڌاڙيو مڙس سڏبو آهي. ان، ٽيهه روپين

ماهوار پگهار تي دليپوٽائي واٽين ڪان پولائي ڪنهو آهي ته اُها هن جي ذميواري آهي ته شهر ۾ ڪابه چوري چڪاري ٿيڻ نه ڏيندو پاڻ اڪثر ڪري چوڪيداري تي ايندو به ناهي. مزي سان اڌ ميل پنڌ تي پنهنجي گهر ۾ ستو پيو هوندو آهي. اها آهي ته ان شخص جي ڏيا!

ملاکڙو، اسان جي ڏيهه ۾ سڀ ڪان وڻندڙ ۽ دل کي ڇڪيندڙ ڳالهه هوندي آهي. دليپوٽن ۾ هر انين ڏينهن جمع تي شام جو ۽ ساڳيءَ طرح پرين ۾ به ساڳئي ڏينهن تي زبردست ملاکڙو لڳندو آهي. انکري نوان ملهه پيداٿيڻ ۽ ملهه وڙهڻ لاءِ چاهه پيدا ٿيڻ اسان وٽ هڪ عام ۽ قدرتي ڳالهه آهي.

ملاکڙي کي هندو توڙي مسلمان چاهه سان ڏسن ٿا ۽ ڪيترا هندو به ملهه وڙهن ٿا. اسان جي ڳوٺ موريل شاه جي جمعي جمعي واري ملاکڙي ۾ هاسو واٽيو، ملهه وڙهندو آهي. هي هڪ طاقتور نوجوان آهي ۽ ڪيترن ئي مسلمان ملهن کي ملهه ماري ٿو. پر تنهن ڏينهن هن کي جڏهن سرسي تي تڏهن ڪيس ڏاترني ڪوريءَ سان ملهه وڙهاياڻون.

ڏاترنو داءَ ۾ هاسي ڪان گهٽو آ پر مشڪل سان هاسي کي ملهه ماري سگهيو دليپوٽن جي ملاکڙي ڏسڻ لاءِ پري پري جا ماڻهو ايندا آهي. پر ملهن کي گهٽا پيسا ڪونه پوندا آهن. جڏهن ته پرين جي ملاکڙي تي ملهن کي ڏاڍو پئسو ٿو پوي.

تنهن ڏينهن نٽ ۾ وينل سڪن ۽ پنوهرن جي ماڻهن وچ ۾ جهيڙو ٿي پيو. جنهن تي سچو پنوهر عالم جهيڙي ۾ نوين پيو. سک ڪجهه سالن ڪان ديوانن جي خالي ڪيل نٽ ۾ رهن ٿا. ڇو ته هو اڄ ڪلهه ديوانن جي زمين کي آباد ڪرڻ لاءِ آيل آهن. سنڌ ۾ سک سجهوري پاسي ۽ جتوئي ۽ موري پاسي عام وسن ٿا. هو ڏنڌي ۾ تيز آهن. هارپو، واڍڪي، چمڙ جي، رازڪو ۽ باربرداريءَ جو هرڪو هنر بهتر طور ڪن ٿا. راڳ جا به هوشيار آهن ته ڪيترائي ماستر به آهن نواب شاه ۾ به هنن جو زور آهي.

اسان جي اسٽيشن تي به هڪ سک بابو آهي. دليپوٽن ۽ پرين جي وچ ۾ اڄڪلهه هڪ اينگلو انڊين، ريلوي انجڻ ڊرائيور

ڏسبو آهي. هن سان هڪ ميمر به هوندي آهي.

اسان جڏهن ننڍا هئاسون تڏهن آغا تاج محمد ملان مڪتب ڪي ڏسڻ آيو هو. تڏهن ساڻس به هڪ مدم گڏجي آيل هئي! ڳوٺ جا سڀ ماڻهو ۽ ٻار انهيءَ مدم ڪي خاص طرح حيرت مان ڏسڻ لڳا هئا.

گورو صاحبلوڪ، جيڪو نارو شاهه ۾ رهي ٿو ۽ ريلوي انجڻ هلائي ٿو، اهو جڻ ته عام ماڻهن سان دوست ٿي ويو آهي.

سياسي جلسن ۽ جلوسن ۾ اسان وٽ پيرين واري نور محمدشاه جي ورڪ زور آهي. ١٩٤٥ع جي ڊسمبر ۾ جڏهن انڊين ليجسليٽو اسيمبليءَ لاءِ سنڌ مان يوسف هارون ۽ پير علي محمد راشديءَ جي وچ ۾ مقابلو ٿيو، جنهن لاءِ سائين نور محمد شاه مونکي ابجيءَ واري پولنگ تي پهچڻ لاءِ چيو ته مون مدد لاءِ ڪپڙ بات ۽ عيسي سهتي (شاگردن) ڪي مدد لاءِ ڪنيو. شاه صاحب اسان ڪي وات خرچ ۽ ڪاڏي پيتي لاءِ پنج رپيا به ڏنا هئا. رستي ۾ اسان ڪي ڏامڙي وچي ملان ڪامل ڪي ابجي واريءَ پولنگ تي ووٽ ڏيڻ لاءِ آگاه ڪرڻو هو. اسان جي اتي پهچڻ تي ملي ڪامل چيو هو ته هو ته اڳي ئي شاهن جو ماڻهو هو، پر وچ ۾ شاهن ڪمس الائي ڇو وساري ڇڏيو هو.

خير، هن ووٽ ڏيڻ جو وعدو ڪيو. ياد رهي ته ان اليڪشن ۾ ووٽ جو حق رڳو زمين جي ڪاتيدار ڪي هو.

١٩٤٥ع جي انهي اليڪشن جي پولنگ تي ٻئي ڏينهن نارو شاه وارو غلام قادر سومرو به يوسف هارون جي ڏر جو اليڪشن ايجنٽ هو. هن سان به منهنجي پهرين واقفيت ٿي، غلام قادر سومرو نارو شاه پڙهي ٿو. نارو شاه ۾ به هندن جو پنچائتي هاءِ اسڪول آهي. پر پيرين جي ڪي-سي-اڪيڊمي ۾ اڄڪلهه مسلمان شاگرد انهي ڪري گهٽا آهن جو، شاهه صاحب ضد ۾ اچي پنهنجي خرچ تي اسي شاگردن جي رهائش وارو هاسٽل قائم ڪيو آهي ۽ انهن جي في وغيره به پاڻ پريندو آهي. رڳو في ئي هڪ مهيني ۾ ٽي سئو رپيا ٿئي ٿي.

شاهه جي خرچ تي هاسٽل جا شاگرد اليڪشن ورڪ ۾

سجي تڪ جي ننڍن وڏن شهرن ۾ تقريرن ۽ جلسن ڪرڻ لاءِ ويندا رهيا آهن.

نوابشاه ضلعو اڄ ڪلهه سڄي هندستان ۾ وڃي ٿو پهتو. ڇو ته مسعود ڪليڪٽر جي پاليسين ڪري نواب شاه ضلعو سيد گروپ جي اثر کان نڪري ويو ۽ ڪنڊياري تڪ ۾ بنسبت هڪ ننڍو زميندار وڏيرو غلام نبي ڏهراج سنڌ جي هڪ بااثر سياستدان محمد علي شاه کي هارائي چڪو آهي.

ٽارو شاه جنڪشن وارو علائقو هندن توڙي مسلمانن لاءِ اهميت اختيار ڪري ويو آهي. ريلوي ٽرئنڪ جو مشهور ڊرائيور جيڪو انجنيئر به سڏجي ٿو، جنهن جو نالو فلپ آهي، ۽ اسان شاگردن سان ٽرين جي سفر دوران خاص طور گهرو ٿي ويو آهي، سو خيال رکي ٿو ته مسعود ڪليڪٽر کي چاڙهي واٽي مسلم ليگ کي ڪامياب ڪرائڻ لاءِ هيڏانهن موڪليو ويو آهي. پر عطا محمد ميمڻ ۽ ٻين مسلم ليگي ليڊرن جو خيال اهڙو ناهي. اسان جو سينئر بورڊر ڏٽي بخش منگي، جيڪو ڏاڍو پڙهيل ۽ اخبارون اپهاس ڪندڙ آهي سو، چوندو آهي ته مسعود ڪليڪٽر هن کان اڳ بمبئي جي ڪوڪن واري پرڳڻي ۾ پيلن واري ضلعي جو حاڪم به رهي آيو آهي ۽ اتي به ايترو ته مقبول ٿيو جو، هند سرڪار کي لاچار اتان ڪيس ڪڍڻو پيو ۽ پوءِ بدلي ٿي سنڌ جي هن سڀ کان ڏکئي سياسي ضلعي ۾ موڪليو اٿائونس. ڇون ٿا ته مسعود نه اچي ها ته مسلم ليگ جي ڪاميابي ايتري قدر نه ٿئي ها.

سنڌ اسيمبليءَ ۾ اڄ به سيد گروپ جو زور گهٽو آهي. گروپن جي لحاظ کان سنڌ اسيمبليءَ ۾ مير گروپ، پير گروپ ۽ کهڙو گروپ مسلم ليگ جا ٿنڀا آهن. پر سڀني جو سياسي ليڊر کهڙو صاحب آهي.

محمد ايوب کهڙي تي هندن پاران گهڻا ڪيس ڪيل هئا، تڏهن هو جيل ۾ هوندو هو. اسان پرين جي مسلم هاسٽل جا شاگرد انهيءَ زماني ۾ شاهه صاحب جي جيپن ۽ ٽرڪ ۾ چڙهي آسپاس جي ڳوٺن ۾ جڏهن اليڪشن جي ورڪ ڪرڻ ويندا هئاسون، تڏهن اسان جي حيرت جي حد نه هوندي هئي، جو، سمورا عوام اسان

ڪان اڳ اهو سوال پڇندا هئا، تہ توهان کهڙي جا ماڻهو آهيو يا نہ؟

مطلب تہ شايد سڀ مسلمان سنڌ ۾ کهڙي جا پوئلڳ پيا ڏسجن. اسان هر هنڌ ڏٺو تہ ماڻهو ڏاڍي نياز ۽ عقيدت سان کهڙي کي ياد ڪندا هئا ڪن ۽ سندس چوٽڪاري لاءِ، مسجدين مان روزانو پابنديءَ سان دعائون بہ گهرن ٿا.

گذريل جنرل اليڪشن ۾ ڏٺوسون تہ سنڌ ۾ مسلم ليگ رڳو کهڙي جي نالي ڪري جيتي آهي.

١٩٤٥ع جي ابجيءَ واري پولنگ ۾ دهلي اسيمبليءَ لاءِ اليڪشن ۾ بہ پير علي محمد راشدي انهي ڪري هارائي ويو جو هو ليگ جي اميدوار يوسف هارون سان مقابلي ۾ بيٺو هو. وري يوسف هارون جي ڪٽڻ جو سبب بہ ظاهر طور اهين ڏٺو ويو جو ماڻهن کي ٻڌايو ويو تہ هو کهڙي جو بيهاريل اميدوار آهي!

اسان ڳوٺ ڪان پريا پهچڻ ۾ گهڻو ڪري بہ ڏينهن لڳايون ٿا. اسان جي ڳوٺ مان ٣ ڄڻا آهيون، ٻيو منهنجو ننڍو ڀاءُ ۽ ٽيون بدو ڪٽي مانيون ٻڌي، پنڌ پوندا آهيون ۽ پنج ميل هلي هلي اچي ڦارو شاہ جنڪشن تي ڪنهن سستي هوٽل تي ڇپر آني وارا هنڌ ڪتولا وٺي رات گذاريندا آهيون. پوءِ صبح جو ڇهہ ڇهہ آنا ٽڪيٽ ڀري هڪ پراڻيءَ بس ۾ چڙهي اچي پرين ۾ لهندا آهيون. پيسا وڌيڪ هجن تہ ڳوٺ ڪان بہ ميل پنڌ ڪري نٽ اسٽيشن تي پهچون، پوءِ فلپ ڊرائيور جي گاڏيءَ وسيلي ڦارو شاہ پهچون ۽ رات گذاري وري پرين رسون!

واپس، موڪل جو اڳواٽ فڪر اسان جي يار، بدي ڪٽيءَ کي ڏاڍو هوندو آهي. ان ڏينهن اڳئي پنهنجا توڙي اسان جا ٽپڙ ٻڌي تيار ڪندي رکندو آهي. آءٌ انهن ڳالهين ۾ نٽو هوان، نتيجي ۾ منهنجو ڀاءُ ۽ بدو ڪٽي، صبح جو رواني ٿيڻ ڪان اڳ واريءَ رات تي گهڻو ڪري مون تي ڇڙ تہ سخت ناراض ڏسبا آهن. آءٌ ڳوٺ هلڻ بابت پنهنجي ان روش ڪري بدي ڪٽيءَ جي ٽيڪا ٽپڻي جي پوري نشاني ۾ هوندو آهيان. پرين ۾ چار سال ٿيا آهن، پر رهون اسين ٽيڪي گڏ، هڪ ئي روم ۾. ڪٽي بيءَ ڪنهن

روم ۾ بدلي بہ ٿئي، تہ بہ بدو ڪٿي ۽ اسان بہ پاڻ خود بخود گڏ رڪيل هوندا آهيون.

۱۹۴۶ع کان هن هاسٽل جو جنرل مانيٽر مسٽر احمد علي آرائين آهي. جيڪو شاه صاحب جي استدعا تي لوڪل بورڊ هاء اسڪول نواب شاهہ جي هيڊ ماسٽر مسٽر ايچ ايم خوجا جو موڪليل آهي. احمد علي صاحب جي ايا سڪاريء ۾ هاسٽل جو انتظام سڌريو آهي. کاڌي پيتي ۽ اٿڻي ويهڻي ۾ سڌارو آهي. هفتيوار ڪچهريون، بيت بازيون، ۽ ڊبيٽون بہ هاسٽل ۾ ٿين ٿيون.

مون کي شاعريء جو شوق تہ پرائمري تعليم کان لاڳو آهي، پر سڌاريل ۽ سنواريل شاعري مسٽر احمد عليء مون کي سيکاري، ان ريت آءٌ دل ئي دل ۾ پنهنجو شاعريء جو استاد مسٽر احمدعلي آرائين کي مڃيان ٿو.

ڪتابن ۽ قصن، خاص ڪري حاتم طائي ۽ بوقلمون جادوگر جي اصل وڏن قصن مون ۾ اپياس جو تمام گهڻو شوق ڏنو آهي. اسڪول جي لائبريري جنهن جي اخبارن جو سيڪشن، جيڪو ٽئين درجي واري ڪلاس اڳيان وراندي ۾ بن وڏين ميزن تي هوندو آهي، اتي آءٌ هرهڪ رسيس ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ وقت بچائي، اخبارون ۽ رسالا مطالعو ڪرڻ جي لازمي ڪوشش ڪندو آهيان.

اهو ئي سبب آهي جو، جڏهن اڃان ڇهريون درجو ئي پڙهندو هوس، تہ سال جي آخري مهينن ۾ جڏهن امتحان ويجها هئا، تڏهن لائبريري جي انچارج ماسٽر، سر، ڏالومل مون کي ئي ڪٺي انهن اخبارن ۽ رسالن جو انچارج بڻايو. آءٌ ڏاڍو خوش آهيان ڇو تہ ڪجهہ اخبارون ۽ هڪ اڌ رسالو جيڪو روز مره جي حالت ۾ بورو نہ پڙهي سگهندوهوس انهن کي پاڻ سان ڪٺي ويندو هوس پوءِ سومهڻيء جو عام طرح اڪر بہ اڪر ڪري ويهي اخبارون پڙهندو هوس ڪڏهن تہ هڪ روزاني انگريزي "هريجن" اخبار بہ ڪٺي ويندو هوس.

هريجن اخبار جو ايڊيٽر مهاتما گانڌي آهي. هيء اخبار ننڍي سائيز ۾، ڪافي ٿلهي پر تمام سادي سوليء انگريزيء ۾ هوندي آهي. هاڻي تہ خبر، پر جڏهن اڃان ڇهرئين درجي ۾ هوس

پڙهڻ به ان اخبار جي پڙهي ۽ سمجهي تہ گهڻو ڪري هر ڪا
نيوز سگهندو هوس، پر رواني نہ هئڻ ڪري هر ڪالم يا هر صفحي
مان ڪتان ڪتان ڪا پئرا يا هڪ اڌ سٽ پڙهي وٺندو هوس.

حيرت جي ڳالهہ چئجي جو، ٽئين ڪلاس سامهون ٿي ورانڊي
۾ اخبارن جي لائبريري آهي، جنهن ڪلاس ۾ آءٌ گذريل سال ٽيون
درجو ڊبل پروموشن وٺي پڙهيو آهيان. ظاهر آهي تہ مسلمان شاگردن
کان وڌيڪ، آءٌ هندو شاگردن تـوڙي ٽيچرن ۾ مقبول ٿيو آهيان.
چون ٿا تہ هن اسڪول جي ايا مڪاريءَ ۾ اڳي ڪنهن شاگرد ڊبل
پروموشن ڪونہ کنيو آهي. هيءَ عجيـب ڳالهہ آهي. هندو ماڻهو
هوشيار شاگرد توڙي هوشيار مسلمان ڪاريگر جو ڏاڍو مان ڪن
ٿا. هه. م. سنتداس بہ منهنجي خاص عزت ڪري ٿو. نہ تہ هن کان
تہ فرسٽ اسسٽنٽ بہ ڊڄندو آهي.

تنهن ڏينهن، شايد سيپٽـمبر ١٩٤٧ع جي ڳالهہ آهي تہ،
اسان جي ڪلاس چوٿين درجي اڳيان ورانڊي مان لنگهندي، مون
تي نظر پيس ان وقت ڪلاس ۾ ڪو ٽيچر ڪونہ هو. هه. م.
اندر تہ ڪونہ آيو، در دروازي وٽان مون کان پڇڻ کان چڻ تہ
رهي نہ سگهيو تہ اڄ (ٽي چار هفتا) اسڪول ۾ حاضر ڇو ڪونہ
هوس! مون چيس:

”سر! ڳوٺ هوس!!

”چاق نہ هوندين!“ هن خيال ڄاڻايو.

ٽيستائين پاهران پري کان ورانڊي مان ڪيس الائي ڪنهن
ڇا ڇيو يا پاڻ ئي اڳيان کان ڪو پيو مسئلو وڃي نبيرڻ ضروري
ڄاڻائين جو، منهنجو ورنلڙ جواب پورو پڌڻ بنان اڳتي گذري ويو.
ايترو آهي هن جو هوشيار شاگردن ۾ ڌيان!

ٽئين درجي ۾، سنڌ جي ڊئريڪٽر پبلڪ انسٽرڪشن، ڊاڪٽر
دائود پوٽي، پيرين جي گشت دوران مون لاءِ ١٠ رپيا ماهوار اسڪالر
شپ منظور ڪئي تہ هيڊماسٽر مسٽر سنت داس مون کي هن سال
پڻ سڏ ڪرايو ۽ ڏاڍي تاڪيد سان چيائين تہ وري ڊاڪٽر صاحب
کي خط لکي موڪلي، تہ چوٿين کان ستين درجي تائين پڪي
اسڪالر شپ تڏو ڪـي منظور ڪري موڪلي. چو تہ تون غريب

آهين ۽ اسڪالر جو امتحان به نه ڏيئي سگهيو آهين!

ٽيون درجو مون ٺلو مل وٽ پڙهيو آهي. هن وري مونکي لائبريري جو انچارج بنايو ته مون رسيس ۾ ويهي اخبارن جي سنڀال ۽ مطالعي کي پنهنجو شغل بڻايو. اتفاق سان پرهان ڪان گرلس ڪامن روم آهي. هن اسڪول ۾ ٽن سون جي اسٽرينٿ ۾ ٻزن کن ڇوڪريون به پڙهن ٿيون. ٽن ۾ ٣ ته ماستر هيرانند جون پيئرون آهن.

تلسي انهن مان هڪ آهي. پهرئين درجي جو ساليانو امتحان هو ته امتحان واري هال ۾ اتفاق سان اسان جون سيٽون هڪ ٻئي جي پرسان هيون. پهريون پيرو منهنجو ڌيان تڏهن ڇڪيو. ٽن ڪلاڪن جو پيپر فقط هڪ ڪلاڪ اندر ڪري هال مان نڪري ويندو هوس. ته شايد ائين محسوس ٿيندو هو ته مون کي ڪنهن پويان ٽڪيو پئي!

ڇوڪرن سان گڏوگڏ ڇوڪرين جون سيٽون ته نه هونديون آهن، پر اڳيان پنيان هونديون آهن! يعني هال ۾ جيڪي پهريون يڪيون ۽ گول بينچون آهن تن تي ڇوڪريون وهاريون وڃن ٿيون ۽ پوءِ وارين باقي سمورين بينچن تي ڇوڪرا. آخري بينچن جا ڇوڪرا ڇڻ ته ڇت سان مٿو گسائيندي ڏسبا آهن. ان امتحان ۾ تلسي ڇوڪرين جي جنهن آخري بينچ تي سيٽ ورتل هئي، انجي وري پنيان واري بينچ تي بلڪل سنلس ساڄي ڪلهي جي سڌائيءَ ۾ منهنجي سيٽ هئي. جڏهن پهرئين امتحاني پيپر ۾ مون سپليمينٽري طور وڌيڪ ڪاغذ گهرڻ شروع ڪيا، تڏهن ئي پاڻ ته محسوس ٿيو ته ڪي ڳجهون اکيون متوجه هيون.

پوءِ روزانو پيپر ڏئي هال جي در مان ٻاهر ٿيڻ کان اڳ ان پاسي کان پيڇو ڪندڙ نگاهن ڏانهن ڏسڻ کان آءٌ رهي به نه سگهندو هوس. تلسيءَ جو ڪلاسي ٿيڻ لاءِ مون به پيرا ڊبل پروموشن کٽڻ جو سوچيو! هڪ ته پيو ۽ ٽيون درجو ٿيو ۽ پيو پيرو پنجون ۽ ڇهون کٽي آءٌ هن جو ڪلاسي بڻجڻ چاهيان ٿو. پڙهڻ ۾ گهٽ هوءَ به ناهي. جڏهن آءٌ پهرين درجي ۾ داخل ٿيو هوس تڏهن هوءَ ٽيون درجو پڙهندي هئي ۽ ڪلاس ۾ اڪثر

ڪري پهريون نمبر ايندي هئي.
هوشياريءَ جي پرک رکڻ لاءِ پرائيويٽ اسڪولن ۾ هفتيوار امتحانن جو عام رواج آهي. اهڙي هفتيوار امتحان جي حيثيت جي مونکي به تڏهن خبر پئي هئي جڏهن مون ويڪلي امتحان ۾ اول نمبر حاصل ڪيو، ته سڀن ۾ واهه واهه پئجي وئي. ان ڪانپوءِ ئي بورڊنگ هائوس ۾ سڀني جي نگاهن ۾ اپري آيس! پنهنجي روم جو مانيٽر بڻايو ويس، ڪلاس جو به مانيٽر ٿي ويس ۽ راند جي ميدان تي ڪئپٽن به مقرر ٿيس.
وري جو ماهوار ٽيملڙ ڏيڻ ۾ حصو ورتم تنهن ڳالهه منهنجي حوصلي کي وڌايو آهي. سچ ته هاڻي منهنجي پڙهڻ، نالو ڪڍڻ، پروموشن کڻڻ ۽ ڏيڻ ۾ حصي وٺڻ جو مقصد اچان پڪو ٿيو آهي.
ڪپڙن جو مونکي هڪ به وڳو مس هوندو آهي! آچر ڏينهن موڪل تي پاڻ ئي ڌوئي پوءِ پايان ٿو.
بي زبان سوچ جو دور ختم ٿيڻ ۾ به ڪجهه وقت لڳو آهي. لئبريريءَ جون اخبارون سنڀارڻ لاءِ پنهنجي ڪلاس ۾ ئي وهڻ لڳس ته رسيس لڳڻ سان ڇوڪرا ڪلاسن مان نڪريو جهان ۾ پکڙيو وڃن ۽ ڇوڪريون ڪلاس مان نڪريو، رخ رکن پنهنجي انهي ڪامن روم ڏي، جيڪا منهنجي ڪلاس روم کان ۽ اخبارن رکڻ جي هنڌ کان ويجهي آهي.
سڌي طرح نهاري ته نٿي سگهيس، پر ڪلاس ۾ اندر وهڻ لاءِ پنهنجي بينچ مستقل ان طرح هٽ ڪري ڇڏي هئم جو، پنهنجي سيٽ تي جيڪڏهن ويهڻ هجان ته رسيس وقت سامهون کان ڪامن روم ڏي وينڊڙن کي ڏسي پيو سگهان. اها ڳالهه وڏيڪ سلامتي واري هئي.
ڪڏهن ورانڊي ۾ ميز ۽ ديوار جي وچم بيهي ڪجهه نه ڪجهه ايپاس به ڪندو هوس. ڪنهن لڳا ڏيڻ ٺهڪ ٿي پڌم ته ڪنهن پيري گروپ کان الڳ ٻن جي ٽولي، ورانڊي ۾ خالي جاءِ کان لنگهي، اڳتي وينڊڙ تي ڏٺم!
منهنجو ساهه مٺ هوندو هو. امتحان سخت هو ۽ ان گهيرو ڪندڙ ٽوليءَ ه ئي موڙيو اڏان رستو بنائڻ شروع ڪيو. ٻن ڇٽين

ڇي ٽوليءَ کي الائي ڪهڙو حوصلو آيو هو.

اسان وٽ، روزانو ٻه رسمسون ٿين ٿيون. هڪ ايڏا "هرروز" اخبار اڳيان هئم ته ڪنهن ويجهي کان چيو:

"اوچ نيچ جو سوچڻ ئي غلط آهي!"

ٻيءَ چيس: گانڌي پڳت آهي!" پوءِ ائين آهستي آهستي ٻيون سڀ ڇوڪريون به هن ٽولي جي ريس تي اخبارن پڙهڻ جي شوق ۾ ڪنهن حد تائين شريڪ ٿيڻ لڳيون.

ميٽرڪ جي هڪ ڇوڪريءَ گومتيءَ هڪ ڏينهن آتي پرسان واريءَ ڇوڪريءَ کي چيو ته تو وارو عمر جيڪڏهن بادشاهه هو ته هي ادو عمر ڇا ڇئجي؟

ڪنهن چيس: ادو عمر بادشاهه نه پر آرٽسٽ آهي! تلسيءَ چين:

"سسئيءَ پنهونءَ جو قصو ڇا ٿو چوي؟"

اها ڳالهه اڃا تي رهجي وئي جو پريان کان بيٺل ميٽرڪ جي ٻيءَ ڇوڪريءَ مونکان منهنجي هٿ واري اخبار گهري.

تلسيءَ نهه پهه مون ڏي رخ ڪندي چيو: "متان ڏينس. پهرين تون پڙهي بس ڪر، پوءِ ڏجانس!"

ڏاڍو ڪلٿهاب پيو سمجهان پاڻ کي! تنهن وچ ۾ خود ئي تلسي رڙهي آئي ۽ اخبار کڻي منهنجي ٻيان جهلي ان ڇوڪريءَ کي چيائين: "گهڻو پگهار ٿي ڏينس؟" سو ڇوڪري ڏاڍي پريشان ٿيڻ لڳي ۽ تلسيءَ جون سڀ پيرون ۽ ٻوز کڻڻ ۾ مشغول هيون. منهنجو حوصلو ته وڌيو، پر لئبريريءَ دنان ڇوڪرين جو حڪم زور وٺڻ لڳو. ترت ئي اسان جو درجو به چڙهيو ته ڪلاس به ۽ ان سان گڏ اخبارن مطالعي جي جمعداري به ختم ٿي!

هاڻ ميدان جي وچ تي هن هيٺ رکيل بينچن تي رسيس دوران وهڻ جي عادت ٻيهر ٿيڻ لڳي آهي. پر دوري ساڳي موجود آهي

دنيا جي نقشن دمڙ حي مهارت جي ڪري سائين هيرانند مونکي خاص طرح نديي ڪيو حو نقشو ناهڻ لاءِ چوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن چوي: "عمر! انڊيا جو نقشو ته ناهي ڏي." ان لاءِ چار آنا رنگن خريد ڪرڻ لاءِ به زور ڪري ڏيو ڇڏي! اڄڪلهه آءٌ

چاهيان ٿو تہ ھو پاڪستان ۽ هندستان کي رڳو ”انڊيا“ ڪري نہ چوي تہ چڱو، مگر ”ڀارت ماتا“ جي معاملي ۾ ھو بہ گھڻو ڪٽر آھي.

سائين هيرانند، پاڻ ۽ ٻيو رٽائرڊ ٽيل پوسٽ ماسٽر سائين ساڌومل جيڪو ٻنهي ڀڳهار اسڪول جي آفيس سپرنٽينڊنٽ جو ڪم سرانجام ڏيندو آهي، سي ٻئي جنرل نالج سيڪارڻ جا شوقين آهن.

جون ۱۹۴۷ع ۾ جنرل نالج جي چٽا ڀيٽي جيڪا ساهتي پرڳڻي جي سيني ٻئنچائتي هاءِ اسڪولن جهڙوڪ ڏارو شاهہ، منياڻي، ڪنڊياري، هالاڻي ۽ پرين جي شاگردن ۾ ڪرائي وئي، ان جي تياريءَ لاءِ چاهہ وٺندڙ شاگردن کي مسٽر هيرنند جي اوطاق تي شام جو ۳ بجي کان گهرايو ويندو هو. هڪ ڏهاڙي اوچتو تلسي اوطاق جي ڏاکڻ تي مٿان کان هيٺ لهڻ لڳي هئي تہ اوطاق جي اندرين حصي مان مون ڏي نظر پيس. هن کي اها تہ خبر هئي تہ اندر سندس پاءُ ۽ ٻيا، ڪجھ ٻارن کي معلومات پيا سيکارين، پر هن ائين تہ ٻنهہ ڪونہ چاتو هوندو تہ سامھون واقعي ڪير ويٺو آهي. ڏنم چڻ تہ پير ڏاڪي تي ڄمي ويس!

صورت ساڳي گلابي. لڄ ۾ غلطان هئي. هوءَ پڪ سان ڪجھ سڪڻ لاءِ اڇڻ واري هوندي. نيٺ آهستي آهستي رڙهندي مٿي وڃي اکين کان غائب ٿي وئي. اها ڏاکڻ ڪاٺ جي نهيل ۽ گول تڏهن تہ هن جي لهڻ جو ڪڙڪو صاف ٻڌڻ ۾ ٿي آيو!

خير، لئبريري جي مانداڻ ختم ٿيڻ بعد جڏهن آءٌ اسڪول جي اپر ڪلاسن واري حصي ۽ لوئر ڪلاسن واري حصي درميان ميدان تي ڪنهن هڪ ٻئنچ تي وهان ٿو، تڏهن هڪ پاڇو ڪڏهن ڪڏهن آهستي سان پرسان لنگهندي محسوس ڪريان ٿو! پاڇو بہ پرسان لنگهي ٿو وڃي تہ ويٺل بہ اهڙي خاموشي سان پنڊ پاهڻ ٻڻجي ٿو وڃي!

جڏهن اچان ڪلاس ۾ حاضري صحيح هئي ۽ ٽيچر بہ سڀ اسڪول ۾ هوندا هئا، تڏهن پاڇي لنگھندي، پٿر کان پڇيو هو تہ ”شاعري ڪرين پيو اڄان؟“

هن جي ڪجھ اڳتي وڃڻ تي پٽ ھورڙيان چيو: ”ماٺھو ٻاچا تي پيا ته پٽرن ڪھڙو ڏوھ؟“

ٻئي ڏينھن نيڪ ان جاء تان گذرندي تلسيء پنھنجا ڪتاب ڪيرائي وڌا. سچ ته ھن پاڻھي ڪيرايا ھوندا.

پڙڪندي چيائين: ”سسئي پنھونء جو ميل ته مشڪل ھوندو آھي“.

مون کي خبر ڪانھي ڪيس سسئي پنھون داستان سان دلچسپي ڇو آھي! آءُ ڪيس اھو سمجھائي نه سگھيس ته سسئيء ته پنھونء کي ڪڏھن ڇڏڻ نه چاھيو ھو!!

پر ھيء سسئي، پنھوء کي ڪيئن ڇڏي ويندي! مون ھن جون آليون اکيون ڏٺيون ۽ آواز به گھگھو ھوس!

ان طرح گذريل ٽن سالن کان ھر ھنڌ زوردار جا ھلچل ھئي تنھن کان ته اسان جي پڙھائي به متاثر آھي ته امن به. ١٩٤٦ع کان متحد ھندستان جي مرڪز ۾ عبوري حڪومت، ڪئبينٽ مشن جي فارمولا موجب قائم ھئي، ان ۾ نمائندگي جي لحاظ کان اول ڪانگريس کي ۽ پوء مسلم ليگ کي اھميت حاصل ھئي. ٻنھي جماعتن وچ ۾ سياسي اختلاف عالم آشڪار آھن. جي ڪنھن نه ڪنھن شڪل ۾ ظاھر ٿيندا رھندا آھن.

١٩٤٦ع ۾ عبوري حڪومت جي سلسلي ۾ ڪئبينٽ مشن جي فارمولا جي ڪنھن نڪته جي تشريح تي جڏھن ٻنھي جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي پيو تڏھن اھو مسئلو گورنر جنرل ۽ وائسراء لارڊ ويول چيو ته اھو فارمولا ڪئبينٽ مشن وارن (سر پيٿڪ لارينس، سر اسٽئفورڊ ڪرپس ۽ سرالبگزينڊر) جو تيار ڪيل آھي، ان جي صحيح تشريح به اھي ئي ڪري سگھندا، تنھن ڪري ھلو ته لنڊن ھلي، اھو مسئلو انھن کان حل ڪرايون.

ڪانگريس جي پاران پنڊت جواھر لال نھرو (وزير اعظم) ۽ سردار بلديو سنگھه (وزير دفاع) ۽ مسلم ليگ جي پاران جناح صاحب ۽ لياقت علي (وزير خزانه) لارڊ ويول سان گڏجي لنڊن وڃڻ لاء تيار ٿيا. قائد اعظم لنڊن وڃڻ کان ھڪ ڏينھن اڳ ۾ ڪراچي پھتو. پروگرام ھيء ھو ته لارڊ ويول وارا دھلي مان روانا ٿيندا

۽ قائد اعظم کي ڪراچيءَ مان ڪٽي لنڊن ويندا.

اهو ڊسمبر ١٩٤٦ع جو پهريون هفتو هو. ٩ ڊسمبر تي سڄي هندستان جي اندر صوبائي اسيمبلين جون اليڪشنون ٿيڻ واريون هيون. اهي اليڪشنون شملا ڪانفرنس (١٩٤٥ع) جي نتيجي ۾ ٿيون هيون. جن جي باري ۾ عام طور مشهور ائين آهي ته پاڪستان جي سوال تي ڪرايون ويون. پر اصلي حقيقت هيءَ آهي ته ڪانگريس جي دعويٰ هئي ته هوءَ سڄي هندستان جي نمائنده جماعت آهي. هندن جي به ۽ مسلمانن جي به. مسلم ليگ کي ڪانگريس جي انهي دعويٰ سان اختلاف هو. مسلم ليگ جو چوڻ آهي ته ڪانگريس فقط هندن جي نمائنده جماعت آهي ۽ مسلمانن جي نمائنده جماعت مسلم ليگ آهي.

شملا ڪانفرنس ۾ جڏهن عبوري حڪومت لاءِ ڳالهيون ٿيون ته ڪانگريس جو اهو ضد سخت وڌي ويو. جنهن ڪري قائد اعظم مطالبو ڪيو ته اليڪشن ڪرائي وڃي ته پتو پوي ته مسلمانن جي نمائنده جماعت مسلم ليگ آهي يا انهن جي نمائندگي ڪانگريس ٿي ڪري. حڪومت ۽ ڪانگريس انهي مطالبي کان گسائڻ جي گهڻي ئي ڪوشش ڪئي، پر هنن لاءِ ان کي تسليم ڪرڻ کان سواءِ ڪوبه رستو ڪونه رهيو.

انگريز ۽ هندو ٻئي، هندستان جي ورهاڱي جا هڪ جهڙا مخالف هئا. هندو ظاهر ظهور ۽ انگريز ڳجهيءَ طرح جيئن برٽش وزير اعظم ميجر ڪليمينٽ ايٽليءَ جي هڪ انٽرويو مان موجوده گورنر جنرل ۽ وائسراءِ لارڊ مائونٽ بيٽن جي تحريرن مان ثابت آهي.

شملا ڪانفرنس وڏن اعلانن ۽ انتظامن سان منعقد ٿي هئي. انگلنڊ ۽ هندستان اندر ان جي زبردست مشهوري ڪئي وئي ۽ هن کي ايڏي اهميت ڏني وئي جا برٽش پارليامينٽ جي اجلاس کي به نه ڏني ويندي آهي. حڪومت ۽ ڪانگريس جناح صاحب کي چيو ته جيڪڏهن اوهان پنهنجي مطالبي تان هٿ نه ڪڍندا ته شملا ڪانفرنس ناڪام ٿيندي. ۽ ان جي ناڪامي جي جوابداري اوهان

جي مٿان ٿيندي. جناح صاحب چيو ته مان اهڙين پنجاه ڪانفرنسن جي ناڪاميءَ جي جوابداري کڻڻ لاءِ تيار آهيان، پر پنهنجي اصول تان ذرو به هٽڻ نٿو چاهيان. هن جي انهي قطعي جواب حڪومت ۽ ڪانگريس کي بلڪل لاجواب ڪري ڇڏيو ۽ هنن کي مجبور ٿي جناح صاحب جو مطالبو مڃڻو پيو ته مرڪزي ۽ صوبائي اسيمبلين لاءِ اليڪشنون ٿين. مرڪزي اسيمبليءَ جي اليڪشن ١٩٤٦ع جي شروع ۾ اڳ ئي ٿي ۽ صوبائي اسيمبلين جون اليڪشنون ١٩٤٦ع جي آخر ۾ ٿيون آهن. پنهي موقعن تي اسان به ورڪ ڪئي ۽ پولنگ اسٽيشنن تي ڪم ڪيو.

جناح صاحب جي هدايتن تي اڪثر ٻاهريان ليڊر ۽ ورڪر ۽ خاص طور پنجاب ۽ سرحد جا سڀ ننڍا وڏا ليڊر سنڌ ۾ بار بار ۽ تمام گهڻي تعداد ۾ ايندا رهيا پر سڀني جو توجه گهڻو ڪري ڪوٽڙي واري تڪ (سن) ڏانهن رهيو آهي. جتي مسٽر جي. ايم. سيد جي مقابلي ۾ قاضي محمد اڪبر کي مسلم ليگ ٽڪيٽ ڏئي بيهاريو ويو هو. نواب شاه ضلعي جي مسعود ڪليڪٽر جي خاص ڪوشش ڪري ڪنڊياري تڪ تي به گهڻو زور لڳو. تڪ مان مسلم ليگ جي اميدوار کٽيو.

هونءَ ته سنڌ ۾ غير سنڌي ليڊر ۽ ورڪر گهڻي تعداد ۾ ايندا رهيا، قائد اعظم جي هدايت تي به ۽ ٻنهي هدايت جي به، ۽ اسان جي دعوت تي به ۽ ٻنهي دعوت جي به، پر ڪن ليڊرن سنڌ وارن کي مشڪلات ۾ وڌو ۽ ضرورت کان زياده نازبرداري ڪرايائون. هڪڙي ليڊر ته ناروشاه جنڪشن جي پليٽ فارم تي ذري گهٽ رقص ڪري ڏيکاريو.

مسئلو فقط اهو هو، جو سندس استقبال "شايان شان" نه ڪيو ويو. هر ليڊر ۽ ورڪر اها ڳالهه تي هئي ته هن ڪنڊياري ۽ ڪوٽڙي وارن تڪن ۾ اهڙو ڪم ڪيو آهي جو محمد علي شاه ۽ جي. ايم. سيد لاءِ سواءِ شڪست کائڻ جي ٻيو ڪجهه به رستو ڪونه بچيو هو. يعني جيڪڏهن محمد علي شاه ۽ جي. ايم. سيد ناڪام ٿيا ته اهو فقط انهيءَ ليڊر ۽ ورڪر جي اليڪشن ورڪ جو ئي نتيجو ليکيو ويندو.

مگر هڪڙو پير صاحب مانڪي شريف ڏي هو، جيڪو اهڙين دعوائن کان پري هو. پير صاحب سن کان واپسيءَ تي نارو شاه جنڪشن تي به اچي لٿو ۽ چيو ته "ڪوٽڙي واري تڪ ۾ اسان جي وڃڻ کان به ٽي ڏينهن اڳ ۾ اهڙا آثار پيدا ٿيا آهن جو سيد صاحب جي ڪاميابي مشڪوڪ ٿي پئي آهي." اهڙو ئي خيال ميان افتخار الدين جو به هو، جو تازو ڪانگريس مان نڪري مسلم ليگ ۾ اچي شامل ٿيو آهي. انهن ليڊرن به وڏيري غلام نبي ڏهراج کي ڪنڊياري تڪ مان کٽايو.

مسلم ليگ جي هڪ مکيه ليڊر عيسيٰ سولنگيءَ ڪراچيءَ ۾ هلچل جو تازو اکين ڏٺو احوال هيئن ٻڌايو ته هاڻي جو قائد اعظم لنڊن وڃڻ لاءِ ڪراچي کان اچي لنگهيو ۽ هڪ ڏينهن ترسي پيو ته عوام گهر ڪئي ته قائد اعظم پبلڪ جلسي ۾ اچي ڳالهائي ۽ اسان کي پنهنجي ارشادن سان نوازي. قائد اعظم جو پنهنجو مطلب به اهو هو ۽ انهي ڪري ئي اڳوات اچي ڪراچي ۾ هڪ ڏينهن ترسي پيو. سنڌ مسلم ليگ جي پاران عيد گاه ميدان تي پبلڪ جلسي جو انتظام ڪيو ويو.

اڄڪلهه ڪراچيءَ ۾ پبلڪ جلسا مولو مسافر خانه جي پرسان عيد گاه ميدان بندر روڊ تي ٿيندا آهن. (ڪراچي ڪانفرنس جهڙو شاندار ۽ تاريخي اجتماع به اتي ٿيو) جلسي جو وقت رات جا ساڍا اٺ بجا هو. ماڻهو وقت کان اڳ ۾ اچي ويهي رهيا ۽ هڪ ٻئي پٺيان ايندا ۽ وڌندا ويا. رڳو عيد گاه ميدان نه پرجي ويو، پر ان جي اوسي پاسي وارو بندر روڊ جو سڄو علائقو به پرجي ويو. ٽرئفڪ بند ٿي ويئي. فقط ٽرام کي سري پري لنگهڻ ڏنو ٿي ويو. ويجهڙائيءَ وارين جڳهين ۽ هوٽلن جي ڇتين تي به ماڻهو وينل هئا ۽ انهيءَ علائقي ۾ جيڪي ٿورا گهڻا وڻ آهن اهي به ماڻهن سان پيريل هئا.

هو وقت جو پابند آهي ۽ هڪڙو منٽ به اڳي پوءِ نه ٿيندو آهي. مگر انهيءَ رات وقت سر جلسي ۾ پهچي نه سگهيو. چاڪاڻ ته اختلافي مسئلا، لنڊن جي سفر ۽ انهن پنهي ڳالهين سان تعلق رکندڙ مختلف معاملن جي باري ۾ کيس بار بار دهليءَ کان

ڏون ٿي آيو ۽ ڪيس به دهليءَ سان ڳالهائڻ جي ضرورت محسوس ٿي ٿي. نيٺ ساڍي ٻارهين بجي ڪيس فرصت مليءَ ۽ هڪدم سر غلام حسين ۽ مسٽر يوسف هارون سان گڏجي اچي جلسي گاهه ۾ سهڙيو.

انهيءَ وچ ۾ جلسي جي عجيب ڪيفيت هئي. ماڻهو سخت انتظار ۾ هئا. معمولي ڪڙڪو به ٿيو ٿي ته سندن اکيون اوپارين پاسي صدر جي طرف کان عيدگاهه جي طرف ايندڙ روڊ ڏانهن کڄي ٿي ويون. سندن دلين ۾ محبت ۽ عقيدت طوفان وانگر هئي. انهيءَ ڪري نه ڪين سرديءَ جي پرواهه هئي ۽ نه وري وڃڻ تي ويڻلن کي ويهڻ جي تڪليف جو خيال هو.

هن، اچڻ سان چيو ته: ”مون کي هت پهچڻ ۾ دير ٿي وئي آهي ۽ اوهان کي گهڻي تڪليف پهتي آهي. مان قوم جي ڪم ۾ مصروف هوس ۽ اوهان جي بهتري خاطر رکجي پيو هوس انهيءَ هوندي به مان اوهان کان معافي ٿو گهران.“ سندس معافي گهرڻ واري ان ادا حاضرين جلسه کي چڻ کهي وڌو. ڪي ماڻهو خوشيءَ کان روئڻ لڳا ۽ ڪن کي پنهنجي جذبات جي اظهار لاءِ پيو ڪجهه نه سجهيو ته ”قائد اعظم زنده باد“ جا نعرا زور سان بلند ڪرڻ لڳا.

هن ٻڌايو ته قائداعظم جلسي ۾ پاڪستان جي باري ۾ به ڳالهايو ۽ ۹ ڊسمبر تي ٿيندڙ اليڪشن ۾ مسلم ليگ جي ڪاميابي جي اهميت جي به وضاحت ڪيائين. تقرير ڪندي ڪندي، اوچتو ۽ بلڪل ڊرامائي انداز ۾ قائد اعظم حاضرين جلسه کان سوال ڪيو ته ”اوهان پاڪستان حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا؟“ سڀني ماڻهن جڏهن بلند آواز ۽ وڏي جوش خروش سان ”ها“ ڪئي، تڏهن هن چيو ته ”وڃو، جي. ايم سيد ۽ محمد علي شاهه کي وڃي شڪست ڏيو.“ ائو ٻڌي، ماڻهو بي تاب ٿي ويا ۽ ائين چاهڻ لڳا ته هو جلسي گاهه کان گهر واپس نه وڃن ۽ هاڻي ئي ۽ هتان کان سن ۽ ڪنڊياري جو رخ ڪن.

صبح ٿيو ته هزارين مسلمانن جا هجوم صوبه سنڌ مسلم ليگ جي آفيس هيئان اچي گڏ ٿيا ۽ سن ۽ ڪنڊياري وڃڻ لاءِ هدايتن ڏيڻ جو مطالبو ڪرڻ لڳا. سڀني کي ته سن نه موڪليو ويو. البت

انهن مان چڱو حصو چونڊي، ڪراچيءَ روانو ڪيو ويو ۽ ڪين چيو ويو ته اُتان مسلم ليگ ڪئمپ مان وڃي هدايتون وٺن. ڪراچي ۾ سنڌ مسلم ليگ جي جوائنٽ سيڪريٽري ۽ اليڪشن ڪميٽيءَ جي ميمبر مسٽر جي. اي. الانا ڪئمپ کولي هئي ۽ ليگ پاران انهي تڪ جي اليڪشن جو انتظام سنڀالي رهيو هو.

مطلب ته هن اليڪشن ۾ ليگ تي سنڌ جون سمورئون مسلم نشستون حاصل ڪيون آهن. صرف هڪ (ضلع جيڪب آباد) جتي مسلم ليگ اميدوار سردار سهراب خان سرڪي هو، ۽ ان جي مقابلي ۾ آزاد اميدوار سردار خان کوسو هو، اها نشست مسلم ليگ جي هٿان نڪري وئي. مگر اليڪشن جي نتيجه ظاهر ٿيڻ بعد آزاد اميدوار مسلم ليگ ۾ شموليت جو اعلان ڪيو آهي.

هوڏانهن سڀ ليڊر لارڊ ويول، ۽ پنهنجن پنهنجن ساٿين سان گڏجي لنڊن روانا ٿي ويا، ۽ لنڊن جي ايئرپورٽ تي اهڙي وقت پهتا جڏهن ڪجهه ڏينهن جي جهڙ ۽ مينهن کان پوءِ سج اڀرڻ لڳو هو. اخبار نويس هندستاني اڳواڻن جي آمد جا منتظر هئا. کانئن مختلف سوال ڪرڻ لڳا. پر اڳواڻن ته ڪنهن حد تائين سندن سوالن جا جواب ڏنا، مگر جناح صاحب نهايت ئي نرالو انداز اختيار ڪيو، هن کان جڏهن پڇيو ويو ته ”اوهان ڇا ٿا چوڻ چاهيو؟“ ته جناح صاحب مرڪي چيو ته ”لنڊن وارؤ! مان اوهان جي لاءِ سج (روشني ۽ گرمي) کڻي آيو آهيان“. قائداعظم جو اهو جواب انگلنڊ ۾ به ۽ هت هندستان ۾ به اچان دلچسپي سان ياد ڪيو وڃي ٿو.

اخبارون پڙهي پڙهي مون کي ته هڪ هڪ ڏينهن جي خبرن جو تفصيل ياد ٿي چڪو آهي. ڪئبينيٽ مشن جي فارمولا جي جنهن نڪتي تي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيو اهو لارڊ پيٿڪ لارينس ۽ سر اسٽئفورڊ ڪرپس جي اڳيان پيش ڪيو ويو. ٻنهي ڌرين پنهنجي پنهنجي موقف جي تائيد ۾ دلائل ڏنا. آخرڪار ٻنهي وزيرن تسليم ڪيو ته ”فارمولا جو اصل مقصد اهوئي آهي، جو جناح صاحب سمجهيو آهي.“ نتيجي طور فيصلو ليگ جي حق ۾ ڪيو ويو.

انهي ڪم کان فارغ ٿيڻ بعد جناح صاحب پريس ڪانفرنس سڏائي، جنهن ۾ لنڊن اچڻ جي مقصد، برصغير جي حالتن، پاڪستان جي مطالبي، ڪانگريس جي مخالفت ۽ مسلمانن سان برطانوي حڪومت جي پاليسين تي روشني وڌائين. برطانوي صحافين هيءَ خواهش ظاهر ڪئي (۽ انگلنڊ ۾ رهندڙ مسلمانن جي به اها خواهش هئي) ته سندس اعزاز ۾ هڪ پبلڪ جلسي جو انتظام ڪيو وڃي، جتي هو وڌيڪ وضاحت ڪري. قائد اعظم اها ڳالهه قبول ڪئي. پبلڪ جلسو منعقد ٿيو.

قائد اعظم پبلڪ جي خواهش مطابق برصغير جي حالتن تي ڳالهايو، پر هڪ نئين ڳالهه ڪيائين، جو ڪئبينيٽ مشن وارن هندستان ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪيو هو، ان کان لنڊن جي پريس ۽ پبلڪ کي پوري طرح آگاهه ڪيائين. هن لنڊن وارن کي ٻڌايو ته اوهانجا هيءُ وزير اوهان سان جنهن سڌي سنئين طريقي هلن ٿا برطانيه جي ٻين ڪي ملڪن جي باشندن سان اونئين نٿا هلن، انهن سان هنن جي روش، سازش، فريب ۽ مڪاري تي ٻڌل آهي. ڪئبينيٽ مشن وارا هندستان ۾ جيترو عرصو رهيا، انهي وچ ۾ هنن جدا جدا سياسي پارٽين سان جيڪي فريب ڪاريون ڪيون، سي افسوسناڪ آهن ۽ انهن جا تفصيل هيءُ آهن.

ان کان پوءِ هن لنڊن وارن جي اڳيان ڪئبينيٽ مشن جي تاريخ وار ڪار گذارين جو پورتا ميل بيان ڪيو ۽ هنن کي ٻڌايائين ته ڪانگريس جي اڳيان ڪهڙي تجويز پيش ڪيائون، ۽ مسلم ليگ جي اڳيان جيڪا تجويز پيش ڪيائون، انهي ۾ ۽ ڪانگريس جي اڳيان پيش ڪيل تجويز ۾ ڪهڙو فرق هو، ۽ وري مهاسڀا ۽ سکن سان جيڪي ڳالهيون ڪيائون، انهن ۾ ۽ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ سان ڪيل ڳالهين ۾ ڪهڙو فرق هو، ۽ ڪيئن نه بار بار قلابازيون کائيندا، سازشون ڪندا ۽ سياسي پارٽين جي درميان هٿ وٺي اختلاف وڌائيندا رهيا آهن.

قائد اعظم جي انهن تفصيلن بيان ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو لنڊن وارن پنهنجن وزيرن (پيٿڪ لارينس ۽ اسٽئفورڊ ڪرپس) جي خلاف ”شرم شرم“ جا نعرا هنيا. اها تقرير انگلنڊ ۽ هندستان

جي اخبارن ۾ نمايان نموني شايع ٿي آهي، جن ماڻهن کي برطانوي سياستبازيءَ جي پوري خبر نه آهي، انهن کي به پوري خبر پئجي وئي آهي.

صوبائي اسيمبلين جون اليڪشنون ٿي ويون ته مسلم ليگ اڪثريت وارن صوبن ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي آهي.

انگلنڊ کان واپس وري به ڪراچي ۾ اچي قيام ڪيائين ته سندس ساٿي دهليءَ هليا ويا ۽ پاڻ هت ترسي پيو. شروع ۾ مير بنده علي خان ٽالپر جي بنگلي ۾ رهيو. پوءِ نواب صاحب بهاول پور کي سندس ملير واري بنگلي لاءِ لکيائين. جڏهن نواب صاحب کان اجازت آئي، ته مير صاحب جي بنگلي مان منتقل ٿي، نواب صاحب جي بنگلي ۾ وڃي ترسيو. هو ملير ۾ هڪ مهيني کان زياده عرصو رهيو. ملير کان ڪراچي به ڪونه آيو. ڪافي عرصي تائين ڪنهن سان ملندو به ڪونه هو. ڪجهه عرصي کان پوءِ ملڻ شروع ڪيائين، پر اهو به تمام گهٽ ۽ ڪن مخصوص ماڻهن سان. هن ملير ۾ رهڻ دوران پريس ڪانفرنس ڪوٺائي، جيڪا گڏيل هندستان ۾، سندس آخري پريس ڪانفرنس آهي.

ان ۾ هن لنڊن جي دوري، هندستان جي ورهاڱي ۽ مسلم ليگ جي ايندڙ پروگرام بابت تفصيل بيان ڪيا آهن. پر دلچسپ ڳالهه اها به ٿي وڃي ٿي ته ان موقعي تي هو تيستائين انتظار ۾ ويٺو رهيو جيستائين الوحيد جو نمائندو اچي پهتو. ڪراچيءَ ۾ موجود مدراس، بمبئي، دهلي، ڪلڪتي ۽ ڪراچيءَ جا نمائندا اڳ ئي پهچي چڪا هئا.

”چون ٿا ته الوحيد جو ڇوڪرات رپورٽر عبدالرحيم شيخ جڏهن سائيڪل تي سهڪي سهڪي اچي وڃي پهتو تڏهن قائداعظم انگريزيءَ ۾ پهريون سوال اهو ڪيو ته ”جينٽلمن! توکي دير ڇو ٿي وئي؟“

شيخ صاحب يڪدم وراڻيو: ”سائين! مان سائيڪل تي آيو آهيان“.

هندستان جي مڪمل آزاديءَ کان اڳ جيڪا عارضي سرڪار ٺهي، تنهن ۾ به ڪانگريس ۽ ليگ، چانديا منگسي رهيا آهن. وزيرن

۾ هر ڏر جا پنج پنج وزير هئا. ۽ مسلم ليگ کي نه دفاع، نه گهرو کاتو، نه اقتصادي ۽ نه صنعتي نه ٻيو ڪو خاص کاتو مليو. الائي ڪيئن خزانو کاتو ڪانگريس پاران ليگ کي ڏيڻ قبول ڪيو ويو.

اوڀر پنجاب کان پوءِ اولهه پنجاب ۾ به فرقيوار فسادن جو زور وڌيو آهي. مگر سنڌ ۾ فسادن جو خطرو ناهي.

پر پاڪستان جي ٺهڻ جي پڪرائي ڪانپوءِ واپار وڙا ۽ ڏنڊا مديءَ جو شڪار آهن.

اناج جو واپار ۽ ڦٽين جو ڏنڊو هاڻي مسلمانن سنڀالڻ شروع ڪيو آهي. انهن جي خريد ڪيل جنس سان ڀريل اٺن جا قافلا دلپيوٽن ۽ نارو شاه کان پڊعيدن ۽ پريا روڊ ٽيشنن وچ ۾ عام جام ڏسجن ٿا.

مسلمانن کي هندن سعيو ڪري پنهنجا دوڪان، ۽ ٻنيون به ٺوري ملهه سان ڏيڻ شروع ڪيون آهن. هنن وٽ مايا ۽ مال ڏاڍو گهڻو ٿيل آهي. ڪتابن جا ته خزانا اٿن، مهاتما گانڌي ۽ پنڊت نهروءَ ۽ ٻين ليڊرن جون تصويرون ته لاتعداد گهڻ ڪيون هئائون. خود جناح جي تصوير به مون کي منهنجي هم ڪلاسيءَ موهن وٽان حاصل ٿي آهي. اسان مسلمان تصويرن جي خلاف آهيون. هن ڪجهه ڏهاڙا اڳ، پاڻهي ئي مون کان پڇيو هو ته ليگ ۽ پاڪستان لاءِ ورڪ ڪرين ٿو، پر پنهنجي ليڊر جي تصوير آهي تو وٽ؟

مون وٽ ته ڪانه هئي. بس، ٻئي ڏينهن پنهنجي گهران کڻي آئي ڏنائين. موهن به اڄڪلهه اسڪول ۾ نظر نٿو اچي. پانيان ته سانباهن ۾ هوندو! گذريل اونهاري ۾ ڪيئن نه هڪ ڏينهن مون وٽ ڪنهن نوٽبڪ لاءِ بورڊنگ هائوس ۾ آيو هو. جڏهن اسان کي منجهند جي مانيءَ لاءِ ٿانءَ کڻي بورچيخاني ڏي وڃڻ جو سڏ ٿيو هو. ۽ ساڳئي ئي موقعي تي روم ۾ جڏهن مون پنهنجي ٿالهيءَ ۾ واڱڻن جي ڀوڙ ۾ ڪيڙا ترندي ڏٺا هئا ۽ دانهن ڪري واسطيدار مانيٽرن جو توجهه ڇڪايم، تڏهن ويچارو موهن اسانجي حالتن تي ڪيترو نه غمگين ڏٺو هوم.

موهن مون کان پڙهائڻ ۾ اڳ تہ هڪ سال ۾ درجو مٿي هو، پر جيئن تہ مون ڊبل پروموشن کٽي سنڌس ڪلاس ۾ وڃي ڪيس بہ پاڻ کان پوئتي ڪري ڇڏيو، تنهن ڪري بہ هو منهنجي گهڻي عزت ڪري ٿو. هن ئي مون کي سڀ کان اڳ ٻڌايو هو تہ محمد علي جناح کي مسلمان قائد اعظم سڏيندا آهن. نہ تہ اسان وٽ، اخبارون سڀ هندن جي خيالن واريون ٿيون اچن تن ۾ اهڙين ڳالهين جي اپٽار نہ ملندي هئي.

هندن کي هندي ٻوليءَ سان بہ مذهب جهڙو خفت آهي. نيٺ هٺ بہ هٺي مٿي ڪري مسٽر نانڪرام ٽيچر جي اڳواڻيءَ ۾ سيٺ قيمت راء جي اوطاق ۾ روزانو هنديءَ جو ڪلاس لڳارائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا.

گذريل مارچ تائين، انهن روزانہ شام واري ڪلاس ۾ سکڻ لاء مونکي بہ همٿاياڻون. ڪجھ سکڻ جي خيال کان ۽ ڪجھ انڪري تہ تلسي بہ هندي سکندي هئي، مون بہ هنديءَ جي پهرئين درجي ۾ داخلا ورتي. مزي جي ڳالھ وري اها، جو، امتحان جا پيپر بنارس ڏسجڻ لاء موڪليا ويا! پر آءٌ پاس ٿيس ۽ شاگردن ۽ شاگردياڻين ۾ اڪيلو مسلم شاگرد آهيان. ان ڪري بہ هيڊ ماسٽر ۽ ٻيا مکيہ ٽيچر اسڪول کي منهنجي صلاح سان ڪنهن گريجوئيٽ يا معتبر عالم جي حوالي ڪرڻ نہ آپاءُ ڪرڻ چاهين ٿا. پر مولوي پيرمحمد تہ اها آڇ قبول نہ ڪئي.

هندن باران، اڄڪلھ جوان ڇوڪرين جون شاديون ڪرائڻ جي ٿوم آهي. ٻڌڻ ۾ آيو تہ تلسيءَ کان وڏين ڀيڻن جون شاديون بہ راتئون رات ٿي ويون.

ٺارو شاہ جنڪشن جي پليٽ فارمن تي تہ چٽن جي جاء ناهي. گاڏين جي اچڻ تي جنهن هنڌان مسافرن جون ڀيرون هلي مختلف طرفن ڏي ويندڻون هيون، اتي، هاڻي سڄو سڄو ڏينهن توڙي راتين دوران وڃڻ وارن جا قافلا ٿا، پهچن!

ٻئي مهينا اڳ تائين جيڪي ماڻهو سنڌ ۾ زوري جي حد تائين ”هندي“ لاڳو ڪرڻ جو زعم رکندا هئا، انهن، جي هاڻي دل بہ هٿي موڙ ڳو نٿي اڳي. هردم مايوس ٿيا ڏسجن. ڪڏهن تہ

چون ٿا ته وڃون ٿا، پر وري واپس ايندا سون.

حالتون ٻڌائين ٿيون ته هندن جون دليون هيسيل ۽ بيقرار آهن. هو پنهنجي هتان ٻڌايل عمدن اسڪولن ۽ ٺاهوڪين جاين کي ڇڏڻ به نٿا چاهين. پر معلوم ٿئي ٿو ته هتان ڪانگريس هاء وڏن کين هر حالت ۾ سند ڇڏڻ لاء آماده ڪيو آهي.

تنهن ڏينهن اسڪول جي امتحاني هال ۾، جتي اسان ڊراما ڪندا رهيا آهيون ۽ جتي ڊبيٽون ٿي ڪيون سون، آتي شاهه صاحب جي صدارت ۾ شهر جي پنچائت ۽ مکيه مسلمانن جو هڪ نمائندو ميڙ ڪوٺايو ويو. سڀني جذبي ۽ آتساهه ڏيندڙ تقريرون ڪيون. شاهه صاحب هندن کي يقين ڏياريو ته سندن وار به ونگو ٿيڻ نه ڏبو ۽ اهو به طئه ٿيو ته شهر ڪي چوڌاري شاهي ڪوٽ ڏنو ويندو ته جيئن ڪير ڪٿان حملو ڪري شهر جي هندن کي ڇيهو رسائي نه سگهي. آتي جو اتي رقمن جي وچور به ناهي وئي.

ڏسندي ڏسندي ٻن ٽن ڏينهن اندر پرين شهر جي چوڌاري چڪي مٽيءَ جي ٿلهي پٽ ڏيڻ جو ڪم شروع ٿيو ته مونکي هر طرف کان ڪي هندو ڪٽنب ڀڳهين ۽ گاڏين وسيلي پريا روڊ جي ريلوي ٽيشڻ ٽاروشاه جنڪشن ڏي ويندي ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

اهي هندو ڪٽنب، پنچائت توڙي ڪنهن ٻئي جي فيصلي تي اعتماد ڪرڻ لاء تيار نه آهن!

ڏسجي ٿو ته اڄ ڪلهه ڪنهن تي ڪير اعتبار ڪرڻ لاء تيار ناهي.

آءٌ پنهنجي ڳوٺ ۾ به جڏهن هندن جي دڪانن ۽ گهٽين کان گذران ٿو، تڏهن مون کي اڳيون اوج ۽ سرت نٿي ڏسڻ ۾ اچي. حشي جي دوڪان تي اخبار پڙهڻ ۾ مشغول هوس ته سندس پاءُ جيوت ويٺل هو. هو وڏيڪ خوش مزاج ۽ دلچسپ ماڻهو آهي. پڇيائين ته يار عمر! جيڪڏهن فرض ڪجي ته هتي به هندستان جي ٻين حصن ۽ پنجاب وانگي فساد ٿي پون ۽ هتي جا مسلمان اسان واڻين خلاف ڪجهه ڪرڻ چاهين ته انهيءَ حالت ۾ خود ٽون ڪهڙو پارٽ ادا ڪندين!"

اها ڳالهه هن کلندي پڇي، مگر آءٌ فقط مرڪندو رهيس!

آءٌ قبول ٿو ڪريان ته ڇوڪرو هئڻ واري حالت ۾ آءٌ اهڙين حالتن ۾ بي اثر ٿي رهندس، مگر ته به ڪيس آتت ته ڏيڻ ڪپندو هوم! ۽ ڪجهه به نه ڪچڻ سان مون جيڪو پنهنجي ضمير جو ڏوهه ڪيو آهي، اهو مونکي سڄي حياتي ستائيندو رهندو!

سائين ڪوڙو مل اڳي جڏهن روزانو حسين خاصخيليءَ کان تيوڻ گهرائيندو هو، تڏهن اسان ننڍا هئاسون ۽ ڪاسائيءَ کي فقط سائين ڪوڙي مل جي گوشت ڏيڻ لاءِ چئبو هو ته هو يڪدم چوندو هو ته ”ها، ها، ماستر ڪوڙي مل لاءِ گوشت ڏيو: ڪنڌو ڪوڙي ۽ ٻچڙو!“ هندو ٻار، حسين ڪاسائيءَ کي پيمڻ ڪاسائي چوندا آهن.

۽ ڪوڙو مل هاڻي جڏهن پرين ۾ ڏٺم تڏهن اڳئين وانگر آءٌ ڪيس پهرين پئي ڪونه مليس! مون کي ان ڪري افسوس به آهي. چا، آءٌ هن کان هوشيار ٿي ويو آهيان! پر مونکي هن ۾ پنهنجي لاءِ ڪا نفرت محسوس ٿئي ٿي! جنهن ڳالهه اسان کي هڪ ٻئي جي، لحاظ کان، محروم رکيو!

نتر جي دڪان تي هن پيري فلپ ڊرائيور بيٺل هو ته نتر پئي چيو ته ڪانگريس ۽ ليگ ٻنهي جو ڏوهه آهي! مون يڪدم واڪ ڏنو ته نه، ليگ جو ڪوبه ڏوهه ناهي! نتر کي شايد اها ڳالهه نه وڻي!

سڀين ننڍن وڏن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ هندو ماڻهو پنهنجو سامان وڪڻڻ لڳا آهن.

هه م سائين سنت داس ۽ ڇهين درجي جو ٽيچر سائين ٽيڪ چند مون کي روز ٿا چون ته ڪو اهڙو مسلمان پڙهيل آڻ جنهن کي ڪي- سي اڪيڊمي جو سڄو انتظام هٿ ۾ ڏئي اسان هليا وڃون!

مون وري هنن کي مولوي پير محمد جو نالو ٻڌايو. هو منياڻي جي ملڪن جي پاڙي ۾ هڪ مدرسو هلائي ٿو، جيڪو جامعه عربيه حيدرآباد سان لاڳاپيل آهي. جامعه عربيه (عربي يونيورسٽي) علي اڪبر شاهه قائم ڪئي آهي. جنهن ۾ تعليم جو ذريعو عربي آهي ۽ بمبئي يونيورسٽي وانگر ان جو پنهنجو معيار ٺهيل آهي. علي

اڪبر شاھ پيرين ۾ به شاھ صاحب وٽ ڪڏھن ايندو رھيو آھي ۽
ھو سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر آھي.

ملڪ پير محمد جيڪو انگريزيءَ ۾ بي-اي ۽ عربيءَ ۾ به
گرئجوئيٽ آھي، سو چوي ٿو ته اسڪول مونکي آزاد نموني لکي
ڏين. چوي ٿو: اسڪول جو انتظام جيڪڏھن نور محمد شاھ وٽ ڏئي
وڃڻ چاھين ٿا، ته ان حالت ۾ آءٌ رڳو ھيڊ ماستر طور يعني ملازم
طور اسڪول جي ڪورس ۽ آئيندي جي پروگرام بابت آزاد
نه ھوندس. انڪري مولوي پير محمد اسڪول کي چارج ۾ وٺڻ
جي آڇ قبول نه ٿو ڪري.

شايد اسڪول جي چارج پيرين ۾ ھڪ ميٽرڪ اسٽوڊنٽ
مسٽر جميل احمد ميمڻ کي ڏيڻ چاھين ٿا، جيڪو مشھور تعليم
دان قاضي فيض محمد جو فرزند به آھي. ۽ اسڪول جي پر سان
ھنن جو گھر آھي.

ھاڻي دليپوٽن مان به ھندن جي لڏ پلاڻ جاري آھي،
پيرين مان مون ھزارين ڪتاب خريد ڪيا آھن، مگر انھن جو ڳوٺ
پھچائڻ ممڪن ناھي. تنھن ڏينھن دوست محمد نالي ھڪ پنوھر، جيڪو
پنھنجي اٺ تي ڪجھ جون ٻرڪيون لڏي ماڇڪي ٽيشڻ تي چاڙھي
واپس ورندو آھي، تنھن مون کي ھٽ اسڪول جي گيٽ تي
ويندي سڃاتو ۽ ڪيڪارياڻين ۽ مون کان پڇيائين ته ڪو ڪم
ڪار ته ڪونھي؟ تڏھن مون کي خيال آيو ته ڇو نه ڪتاب ڪيس
ڳوٺ نيڻ لاءِ ڇوان. ھن ڏاڍي خوشي سان اھو ٿورو ڪرڻ چاھيو.
اٺ ڪتابن جو ڀري، وڃي منھنجي گھر جي اڳيان لاٿائين!

ان ۾ ھيءَ ڳالھ منھنجي اطمينان جي آھي ته في الحال
دوست محمد وارن وٽ ڪوبه ننڍو يا وڏو پڙھيل ماڻھو ڪونھي.

ھونئن به اسان جي ملڪ ۾ ۽ خاص ڪري دليپوٽن جي
آسپاس مسلمانن کي تعليم مليل ناھي. مسلمانن جا پنھنجا مسئلا
روزيءَ جي تنگيءَ سبب منجھيل آھن. اسان جي ڳوٺ ۾ به اڪثر
ڪري مسلمانن جا ٻار يا ته ٻڪرين ۽ ڍورن ڍڳن چارڻ لاءِ ماڻھن
وٽ ٻيلي ٻڌل آھن ۽ يا ته بيڪار. ھرڪو مسلمان ٻارن کي
تعليم ڏيارڻ جي ڪم کي اجايو ڪم سمجھي ٿو.

خود اسانجو هڪ سهتو. اسان ٻنهي ڀائرن کي هميشهه سهاپو ڏيندو آهي ته "آچر جا پٽ پڙهي پڇائيندا، سو ڏسنداسون!" جڏهن ته ڪيس ڪو به پٽ ناهي. مکيءَ جو پاڻ نوڪر آهي ۽ ان جي مال لاءِ گاهه ڪرڻ ۽ انهيءَ لاءِ ڪتر هٽڻ جا ڪم ڪندو آهي.

ٻلهاڙو راند ڪرڻ جو اسان جي ڳوٺن ۾ ڏاڍو شوق آهي. مون کي پنهنجي ونجهه وٽيءَ راند تي بيشڪ فخر رهيو آهي، پر ٻلهاڙي راند ۾ اسان جي شهر مان منهنجو وڏو ڀاءُ عبدالرحمان، ٻيو محمد بخش سهتو، ٽيون واسو ٻرڙو ۽ ملو صفر بيحد ناليرا رانديگر آهن. واسوءَ جو نالو اڄڪلهه منهنجي ڀاءُ پاران "وارث" سڏڻ تي، وارث پوڻ لڳو آهي.

محمد بخش سهتو دليپوٽن مان پيدا ٿيل ٻيو نمبر ملهه آهي، جنهن کي سولائيءَ سان ويجهي اوڏي ڪنهن ملاکڙي ۾ ڪير نٿو ماري سگهي!

مينهون چانديو، رکيو ڪٽي ۽ ٻيا ناليرا ملهه به هن جي واري تي اچيو هڪ منٽ ۾ وڃيو زمين تي ڦهڪو ٿا ڪن!

هن کان اڳ دليپوٽن مان منهنجو پيءُ آچر سهتو، چون ٿا ته، سڄي ويءَ ۾ لاجواب ملهه ٿي گذريو آهي! مگر معلوم ٿيو آهي ته جڏهن بابو ملهه وڙهڻ جو شوق رکندو هو، تڏهن رڳو ملهه وڙهڻ جو ڪم ڪندو هو. ٻي ڪا محنت مزوري نه ڪندو هو. ٻه مينهون به ڏاريل هونديون هئس، جن جو کير به خود پاڻ ئي رڳو واپرائيندو هو.

بابي نالي چون ٿا ته راڳ به ڳائيندو هو ۽ محمد اوڏ جو شاگرد هو. تڏهن راڳ گهڻو ٽٺو "هنبوچي" هوندو هو. بابي ٻڌايو ته هو راڳ بيشڪ ڳائڻ ويندو هو پر پيسن تي ۽ عادي راڳيندڙ يعني (پروفيشنل) راڳيندڙ نه هو. بس، شوقين ڳائيندڙ هو.

بابو انهي راڳ جي دنيا ۾ محمد فقير کيتياڻ ۽ ٻين صوفي بزرگن کان اثر ورتل ڏسجي ٿو. هو پاڻ کي سڏائيندو ئي "فقير" آهي. آچر فقير سهتو.

بابي ۾ الائي ڪنهن دؤر کان آفيم جي عادت به آهي جنهن کي ڇڏڻ لاءِ هو ڏاڍي ڪوشش ڪري ٿو. آفيم اڄڪلهه

ھتين رھڻين ھڪ تولو وڪامي ٿو. ھڪ تولو ھڪ ڏينھن يا ٻن ڏينھن ۾ بابو ختم ڪري ٿو. جڏھن ڪنھن مزور کي ڏھاڙي يا ھڪ روز جو اجورو ھڪ رپيو مس ملي ٿو.

ڪم ھجي ته، بابو، "چير" جي ڪم مان پنج ٻه ۽ ڪڏھن ڏھ رپيا به ڪمائي سگھي ٿو. پر ادا وڏو، ھاٿوڪي پيدا تيل خال جي ڪري وٽج واپار ۾ تمام گھٽو مٺي اُپري آيو آھي، تنھن ڪري آفيم جي سخت ضرورت واري حالت ۾ بابي کي ھو ٿي گھربل پيسا ھڪدم ڏيئي ڇڏيندو آھي.

اسان جو ٻي اھو ساڳيو ڀاءُ عبدالرحمان اسان جي ننڍ ٻڻ کان وٺي ننڍين ٻنھي ڀائرن جي پڙھائي خرچ ۽ ڪپڙي لٽي توڙي جملي بار کي خوشيءَ سان برداشت ڪندو آيو آھي.

ھو ... بل ته ٻاراٺو درجو آھي، پر اسان کان باقاعده روز مره جي پراڪٽيس، ھفتيوار ۽ ماھوار امتحانن بابت رپورٽ، ۽ جملي چال چلگت بابت ايتري خبرداري سان پڇائڻ پيو ڪندو آھي، جو اسان ٻئي ننڍا ڀائر دل ٿي دل ۾ ھن جي رعب ۽ دٻپ کي لڪائي نه سگھندا آھيون. مان اھو نتيجو خوشيءَ سان ڪيان ٿو ته اسان کي اڄ به جيڪو اخلاق، چڱي چال، پڙھڻ ۾ ھوشياري ۽ سٺي صحبت جو اثر رھي ٿو، ان جو اڪيلو ۽ مکيه سبب اسان جو اھو ڀاءُ آھي.

الاڻي ڇو اسان انھي کان ھميشه ڊچون ٿا. جڏھن ته ھن ڪڏھن به اسان کي ماريو ناھي. مون کي ته ڪڏھن به نه. ھڪ ڀيرو ڪنھن نه وٺيل جواب تان مون تي ھڪ پادر اڇلايو ھو. جنھن تان پوءِ ڪنھن ڏينھن، سندس دوست ... ڪتيءَ جي ذريعي مون لاءِ انھي ڳالھ تان پڇتاءُ ... ظاھر ڪيو ھئائين. ھا، منھنجي ننڍي ڀاءُ دين محمد کي، سو به زندگي ۾ رڳو ھڪ ڀيرو تنھن ڏينھن ڪجھ ڌڪ ھنيا ھئائين. گھٽ پڙھيل آھي. بلڪه نه پڙھيل ھئڻ برابر آھي، پر ڏاڍو زيرڪ ۽ خبردار شخص آھي. ۽ اسان وٽ وڏيرڪي سرشتي ۽ بي قدريءَ جي ماحول سبب ھن کي ڪوبه موقعو نه مليو آھي.

ھاڻي به اسان جو ۽ اسان جي ڪتاب جو ...

خرچ مٿس پيو آهي ۽ عام مسلمانن ۾ هڪ ٻئي خلاف جيڪو حسد آهي، انهيءَ حالت ۾ ڪُي هن لاءِ ڪو خاص درجو حاصل ڪري سگهڻ جو آسرو آهي نٿو ڏسان. ۽ آهي به، جيڪو مستقل اسڪالرن تي پيو آسرو رکان سو، ارادي مطابق، انجنيئرنگ جي اعليٰ تعليم پرڏيهه تي ڪٿي ٿو حاصل ڪري سگهان؟

آرٽ جي بي قدري جي حالت اها آهي جو اسان جي مسلمانن ۾ جيڪو پڙهي ٿو ان لاءِ ماستري يا ٽپيداري جي نوڪري وڏو ڪمال آهي!

آهي جيڪي چٽ گل، ڊرائنگيون ۽ نقشا خود سکيو ويٺو آهيان، اهي هندو ڇوڪرا ته پيسا پيري وٺندا پئي آيا، پر هاڻي جيڪو ماحول ملڻ وارو آهي، بنهه چٽڪو ماحول پيو پسانيان!

پنهنجي عادت پٽاندر پاڪستان ۽ هندستان جو گڏيل نقشو ناهي پنهنجي ڳوٺان ڪان آهي پورٽيءَ ويس. ڇوته ٺاروشاه ۽ دليپوٽن مان واٽيا ته بيزار وينا آهن ۽ جيڪي باقي آهن، تن جي دل ته هتي آهي به ڪانه. اهي پڪي هندستان نه ٻڄڻ جي حالت ۾ وري، پاڪستان سميت نقشي ڪي پلا ڪيئن وٺندا؟ سو، پورٽيءَ ۾ پڙهيل مسلمانن ڪي اهو نقشو وڪڻڻ لاءِ روانو ٿيس. اتي اسان جو پراڻو ماستر مسٽر بصرالدين سومرو به رهي ٿو جنهن ئي مون ۾ دنيا جي مختلف نقشن بنائڻ جو ڪنهن زماني ۾ چاهه پيدا ڪيو هو، تنهن ڪي به هڪ عدد نقشو وڪڻڻ لاءِ ارادو ڪيم. هن نقشي جي قيمت رکيو چار آنه رکيم.

مزيدار ڳالهه ته پورٽيءَ ۾ سهڻا برانچ جي ڪپ تي موري ٽپڻ شرط ماستر بصرالدين سومرو ئي ملي ويم. نقشن ڪي ڏنائين. قيمت به لکيل ڏنائين. پوءِ مون ڪي اُتي ئي چڏي هليو اڳتي! پوءِ اهي نقشا هاڻي بيڪار حالت ۾ گهر رکي ڇڏيم!

پورٽيءَ ۾ منهنجي ملاقات ٿڌي سان به ٿي. هو اتي منگل جمعدار ساڻ گڏ رهي ٿو. ٻئي واٽيا آهن. پاڻ ۾ مائٽ ناهن. پر سو ۽ سندس دت لالو شوقين مزاج آهن. لالو به هتي تاري جي ڏيءَ ڪي پيچائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي، پر مائٽن ڪان سواءِ ٻين ڌاڻن ڏي اها ڳالهه، سا به هن موقعي تي چڱي نه لڳي. جن

رنڊڪ وڌس. واڻين جو خيال آهي ته هيءَ ڏوڏڙيي جو وقت آهي!
هڪ ڇوڪريءَ کي پيڄڻ جو وجهه ڏنو ويو ته پوءِ سڀ پيڄي
ويندين، تنهن ڪري انهيءَ صورت کي روڪڻ لاءِ هنن جوان
ڇوڪرين جون شاديون هڪدم ڪرائي ڇڏيون آهن.

تاري شايد سندس ڏيءَ پاريءَ جي شادي هت اڃا نه ڪرائي
يا ان جي شادي ايترو سولائيءَ سان ٿي به نه سگهي، شايد! ڪجهه
واڻيا، ڪتنمن جي ڪجهه حصن ڪي رجپوتانا ۽ بمبئيءَ رستي
موڪلي چڪا آهن! ڇوڪري بمبئيءَ ۾ به لالوءَ سان پيڄي نڪتي.
مگر اُتي به پئنچايت لالوءَ کي اهو ڪم قبائڻ ڪونه ڏنو. ڇوڪري
ڦري ورتائونس. اها خبر مونکي اڄهو هاٽي منهنجي ڳوٺ اڇڻ جي
موقعي تي مکي عالم چند ٻڌائي. مکي آلوءَ اها ڳالهه ڪندي سچ
ته تڏي واريءَ اکهه جي ڪرتوتن جي اپٽار ڪرڻ ٿي چاهي!

مون کي وري عجب لڳو ته هزار ميل پري پرديس ۾ پهچڻ
کان پوءِ به سنڌ جا واڻيا واقعي ايترو منظم رهي سگهن ٿا ڇا؟
نتر وارن جا ٻار ٻچا ٻارميڙ پهتا آهن. هيرانند وارن جا ڪتنب
ٻڙودي ويا آهن!

تڏو واڻيو هتي منگل سان ڪنهن آسري تي رهيل آهي!
هي شخص هميشه بي روزگار هوندو هو ۽ ڪڏهن انب يا ڪتل
وڪڻندو هو.

اڄڪلهه دليپوتن ۾ اها خبر آهي ته منگل (ٻيلهي جي جمعدار)
کي ٻه ڏيئرون آهن. هن جي زال به سهڻي آهي. تڏي کي منگل
۾ دلچسپي آهي. وري اهو به ٻڌجي ٿو ته ٻئي ڇٽا مسلمان ٿيڻ
وارا آهن. ڇو ته ٻنهي ڇٽن جو ڪوبه اڳو پيڇو يا مٽ مائٽ نه
آهي به ڪونه!

تڏي جو هڪ پاءُ تولو، ڪانئس وڏو آهي. ان جا پٽ سيٽل ۾
چتو آهن. اُهي سڀ شايد بمبئي هليا زيندا. چتو منهنجو ڪلاسي
۽ مون کان عمر ۾ ڪجهه وڏو آهي. لالو به منهنجو ڪلاسي هو
جنهن چار درجا سنڌي پڙهي خود بخود پڙهڻ ڇڏي ڏنو. هو پٽس
جو سڪيلڏو پٽ آهي لالوءَ جي ماءُ ڪيس ننڍپڻ ۾ يتيم ڪري
مري وئي. لالو اسان کان گهٽو وڏو آهي. جڏهن چوٿون درجو

سنڌي پڙهندا هئاسون، تڏهن ڪيس اسان جو تڏهڪو ماستر مسٽر عالمچند "شمن گڏي" نالي سان سڏيندو هو. ڇو ته انهن ڏينهن ۾ نارو شاه ۾ شمن گڏي پڳتيون ڳائي ايندو هو.

لالو فئشني هوندو آهي. اسان جي تڏهوڪي ڇوٿين ڪلاس ۾ هو ڪو خاص هوشيار ته نه هو، پر ويڙهوءَ جي پيڻ حوري، جيڪا پڻ اسان سان پڙهندي هئي، ان ڪي لالوءَ سان ڏاڍي همدردي ۽ پنهنجائپ هوندي هئي. هڪ ڏينهن سائين عالمچند لالوءَ کي ماريو ته لالو رسي وڃي وراندي ۾ بيٺو. تنهن تي اسان ڏٺو ته حوري به وراندي ۾ نڪري وئي ۽ ٻئي ڄڻا ڪاوڙ مان، اسانجي ڪلاس اڳيان هيڏانهن کان هوڏانهن وراندي اندر ٿي، چڪر لڳائيندا رهيا. سائين عالمچند ڏاڍو اچرج ۽ هراس ۾ ڏٺو هوم. پوءِ هن ٿي وري کين سڏي ڪلاس ۾ وهاريو هو.

لالو، اسڪول جي زماني کان ئي ڇوڪرين توڙي ڇوڪرن سان دوستين ڪرڻ جي فڪر ۾ ڏسبو هو.

آءٌ مانيٽر هوس ته ڪيس ڪلاس ۾ سندس گوڙ ڪرڻ تي بينچ تي اٿاري بيهاريندو هوس. تنهن ڪري منهنجي خاطر داري ڪندو هو. لالو اصل ۾ سڄي ڪلاس ۾ ڊگهو ۽ عمر ۾ وڏو هو. پر مون کان ڊڄندو هو. جاڪاڻ ته شهر ۾ سڀ نوجوان، منهنجي نوجوان ڀاءُ عبدالرحمان کان ڊڄندا هئا. ڇو ته هو ڪاوڙ جو تيز ۽ وڙهڻ ۾ بي باڪ هوندو آهي.

لالو عاشورن جي ڏينهن ۾ رات جو روزانو سومهڻيءَ کان اڳ منهنجي گهر وهندو هو. عاشورا اسانجي در وٽان ويجهو هوندا آهن ۽ هن کي اتان ڏسڻ ۾ واٽي هٿ جي حالت ۾، سلامتي محسوس ٿيندي هئي.

انهيءَ زماني ۾ سياري جي رات هوندي هئي ۽ اسان دستور مطابق سرنهن جو ساڳ يا ٽليءَ جو ٻوڙ ويٺا کائيندا هئاسون، ته هن کي به صلاح ڪندو هوس.

لالو، ڇوڪرن توڙي ڇوڪرين پنيان جاسوسي ڪندو رهندو هو. ان طرح هرو ڀرو به ڄڻ ڪو نه ڪو سندس الزام بازيءَ جو نشانو ٿي پيو. جڏهن اسڪول مان پڙهڻ ڀاڻي ڇڏيائين، تڏهن

مس مس ڪري اسڪول جي جند ڇٽي هن مان! هي پوءِ بي روزگار، ڳوٺ جي گهٽين جا چڪر لڳائيندو وتيو! هاڻي پيءُ ڪي ڇڏي ڇوڪرين جي ڌاڙ ۾ بمبئي ويو آهي!

اهي حالتون موجود آهن ته به ملاڪڙو بدستور لڳي ٿو. سنڌ ۾ الهڏني مبيجي ۽ لالي ڦل ڪانپوءِ هڪ ٻيو ۽ نئون ملهه ”شير مير بحر“ آيريو آهي!

اصل ۾ اهو هتي ڏي دليپوٽن جي موريل شاه جي ملاڪڙي جي پيداوار آهي! پيلي ڪاٽي جي جمعدار جو پٽ يا پاڻيو آهي. اسان ننڍا هئاسون ته ڏسندا هئاسون، ڪتيجان واري جاءِ ۾ جمعدار، جي ڌهرايل لاڏيءَ اڳيان، شاهي نمر هينان محمد بخش سهتو ۽ شير مير بحر، سڄو ڏينهن پيا ملهه سڪندا هئا!

تنهن ڏينهن شير خاص طور پار ڪان هت هليو آيو هو. هن پهرين حيات پنوهر کي ٻئي ملهون ماريون ۽ پوءِ محمد بخش سهتي کي پوئين ملهه دسيائين!

اڄڪلهه اسان جي ڳوٺ ۾ دڪان سڀ بند آهن. يا جيڪي کليل آهن تن تي ڏنڌو ناهي. ڇو ته انهن تي مال به رکيل ناهي! وڏا هندو زميندار غائب ٿي ويا آهي. ۽ ننڍا زميندار زمينون وڪڻي وڃڻ لاءِ پڇ ڏڪ ۾ آهن. هر ڪوئي سلمان وڪڻڻ جي فڪر ۾ آهي. هر گهر جي اڳيان وڪري لاءِ سامان رکيل آهي. لالٽين، فريم، ڪتولا، ڪتاب ۽ ٻيو سامان ڦلن مٽ تي پيو وڪامجي!

ليگ جا ٿاهيل نيشنل گارڊ، ڏاڍي رعب تاب سان هلن ٿا. ان ڪري هندن کي خوف لڳي ٿو. ٻڌم ته ١٤ آگسٽ تي پاڪستان جو جهنڊو چاڙهڻ جي مهل منياڻي جي هيڊ ماستر تي ڪن مسلمانن حملو ٻئي ڪيو ته ان جي ٻن مستوئي شاگردن: گل محمد ۽ الياس، اڳيان بيهي ۽ پنهنجي استاد کي بچائي ورتو!

ٻيو ڪو اهڙو مثال آسپاس ۾ ڪونه ٿيو آهي!

اصل ۾ سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن وچم اڻ وڻت ۽ بي اعتباري گهڻي وقت ڪان پيدا ڪرائي وئي ٿي ڏسجي! وينر مذهبي ڳوائن ۽ سياسي ليڊرن انهي حالت کي سندن مقبوليت لاءِ قائم

نہ رکيو ۽ وڌايو ہہ!

بيشڪ ڪن ليکڪن ۽ شاعرن، پنھنجي ڏرين ۾ ايڪتا آڻڻ لاءِ ہہ قلم کنيو؛ مگر سندن استعمال ڪيل ٻولي يا تہ شُڌ هنديءَ وانگر ۽ يا خالص فارسي وانگر هوندي آهي! تنھن ڪري ہہ اهي لکڻيون بيڪار ثابت ٿيون آهن.

ڪشنچند بيوس هڪ قابل ليکڪ ۽ نج سنڌيءَ جو شاعر آهي، جيڪو تنھن ڏينھن هتي پرين جي سوامي مندر ۾ هڪ جلسي اڳيان آيو ۽ هن پنھنجو ڪلام ہہ پڙهيو. پر هيءُ ہہ ڪانگريسي آهي تنھن ڪري ان جو ڪلام ہہ وڏي پليٽفارم تي نہ پھچي سگهيو آهي. ان جلسي ۾ اسان مسلمان شاگردن کي ہہ اسڪول وارا ڪنھن طرح رغبت ڏيئي وٺي ويا هئا!

مطلب تہ سياسي سوچ جي نئين دؤر کان پوءِ ماڻھن جون دليون ڳنڍجي نہ سگهيون آهن!

خلافت هلچل جي دؤر واري نوشھري فيروز جي ”چا چا پاڪستانيءَ“ جو تہ چوڻ آهي تہ ۱۹۲۱ع کان بي اعتماديءَ ۽ بدامنيءَ جو اهڙو رواج عام آهي!

اهوئي نتيجو آهي جو ٻھراڙين ۾ هندن لاءِ رهڻ آسان نہ رهيو آهي! ڌاڙا هڻڻ ۽ چوري ڪرڻ جو نشانو رڳو ڳوٺن جا هندو رهيا آهن. ان ڪري ڳوٺن جا واڻيا هيسيل ۽ ويڳاڻا ٿي ويا آهن تہ شھر جا هندو وري دنگي ۽ فساد جا عادي!

سنڌ ۾ جيڪي سک هئا، اهي تہ گذريل سيپٽمبر ڌاري ئي کوکراپار رستي هليا ويا.

اسان جي ڳوٺ ۾ جيڪي هندو آهن، انهن ۾ اسان جو پاڙيسري ۽ منھنجي وڏي ڀاءُ جو ننڍي لاءِ جو دوست آوتراءِ ہہ اچان، هت آهي! پر هو هاڻي هن جو دوست ناهي، گذريل ڪجھہ سال ٿرپارڪر ۾ پوليس جي نوڪريءَ ۾ رهيو آهي. جنھن حالت ۾ مون هن کي ڇھہ سال اڳي ڏٺو هو، جڏهن آءٌ اچان اڻن سالن جو هوس، تنھن حالت جي. ڀيٽ ۾ هي پنھنجي بدني بناوت جي حالت ۾ ڏگهو ۽ طاقتور ٿي چڪو آهي. تنھن صبح هن لکاني ۽ ٻائي پريم چند سان، ڳالھہ ٻولھہ ڪندي پئي چيو تہ هو

هندستان ۾ وڃڻ بعد فوج ۾ ڀرتي ٿيندو ۽ پوءِ اتان کان پاڪستان
مٿان حملي ۾ شريڪ ٿيندو.

مان حيرت ۾ به آهيان ته دليون ايتري قدر نفرت جو
مرڪز ڇو ويون ٿيون؟ ڪيترا اسان جا هندو دوست، هندو ڇوڪرا،
چوندا رهيا آهن ته پاڪستان وٽ، آهي ڇا؟ پنجاب جو لوڻ ۽
سنڌ جو ريگستان؟

اهي دوست اهين به چوندا آهن ته اتي کان پاڪستان جي
ندين جو پاڻي بند ڪبو! هو چوندا آهن ته پڙهيل سڀ هندو آهن
اهي ته ملڪ ۾ ڪونه رهندا، پوءِ ملڪ جو انتظام ڪيئن هلندو؟
الوحيد اخبار لکي ٿي ته ديوان چوئٿرام گدومل ۽ ٻين ليڊرن هندن
کي جلد سنڌ ڇڏڻ لاءِ چيو آهي!

اهي آهن مثال نفرت ۽ حقارت جا: سياسي گفتگو ۾ دليلن
جا طوفان اٿاريا ٿا وڃن! مذهبي نفرت ۾ به مسلمانن کي مُسلو ۽
واٽين کي ڪافر جو لقب ڏيڻ روز مره جا عام اصطلاح آهن:
ڪن گڏ، آلا به مڙئي ٿا وڃن!

اسان کي به مهينا اڳ ٿي پروموٽ ڪيو ويو آهي. ڪراچيءَ
جي دنگي فساد سنڌ جي هندن کي ويتر تڪڙ ۾ سنڌ ڇڏي وڃڻ
جو بهانو ڏنو آهي!

هندستان کان مختلف هندن پناهگيرن جا قافلا پهچڻ شروع
ٿي ويا آهن. انهن جي سارسنڀال جو ڪم به هرهنڌ شروع آهي.
سرڪاري آفيس ۾ ڪم ڪار ڪونه ٿو هلي. اسڪولن جي
حاضري نالي ماتر آهي. ماستر پڙهائڻ لاءِ ڇڻ رهيا ٿي ڪونهن! ٻڌڻ
۾ اچي ٿو ته سرڪاري خزانو گهڻي قدر خالي آهي. مونکي به
گذريل نومبر کان اسڪالر شپ نه ملي آهي.

سائين هيرا نند، شايد زمينن جي حساب چڪتو ڪرڻ لاءِ
اڄان اتي هرندو ۽ نارو شاه ۾ ڏسجي ٿو. آءٌ ۽ ابجيءَ جو رهاڪو
انورالدين ڪَلرُ اڄڪلهه ناروشاهه ۾ رهون ٿا. هيرانند روز هڪ وڪيل
جي آفيس ۾ رات جو ملندو آهي. ڇوته اتي اسين توڙي هو ريڊيو،
تي خبرون ٻڌڻ ويندا آهيون. اسان کان هيرا نند صاحب ڪجهه
ڇرڪيل هوندو آهي. هن ليکي ته مسلمان آهيون شايد مٿس جاسوس

هنن بابت ڪو بهتان نه هڻون! يا ته هبو، جيئن ته منهنجو استاد ٿي رهيو آهي، تنهن ڪري سندس توقع پٽاندر سندس اوڏو ادب ڪونه ٿو ڪريان، جيڪا ڳالهه هو پنهنجي لاءِ گهٽتائي جي خيال ڪري سگهيٿو.

آءٌ اچا تائين ڪيس پنهنجو ٽيچر تسليم ڪريان ٿو. پر افسوس ته هو، احساس ڪمتريءَ ۾ آهي. مون اهو ضرور پڇي ڇڏيو هو مانس ته سندس ڪٽنب کهڙي شهر ۾ وڃي آباد ٿيڻ وارو آهي. هن اهو شهر بڙودا ٻڌايو آهي!

اينرن ڏينهن ۾ اسان جي ڳوٺ مان فقط مکي عالمچند هڪ ڀيرو بمبئيءَ ويو ۽ واپس آيو ۽ اسان وٽ اچي رهيو.

پنهنجي ٻنين جي فصل جو ڪجهه حساب وٺڻ لاءِ ويچارو لاچار آهي ۽ بيحد ذليل ۽ هيسيل. اسان سندس عزت ۽ خدمت وس آهر ڪندا هئاسون. وري ڪونه آيو آهي.

سنڌ جو گورنر سر غلامحسين ٿيو آهي ۽ سنڌ جو وڏو وزير مسٽر محمد ايوب کهڙو آهي.

هاڻي کهڙو صاحب، مرڪزي سرڪار کي چوڻ لڳو آهي ته ڪوڪرا پار کان توڙي ٻين پاسن کان سنڌ ۾ فقط اوترا پناهگير موڪليا وڃن، جيترا ماڻهو سنڌ کي ڇڏي وڃن. معلوم ٿئي ٿو ته کهڙي جي انهيءَ موقف جي ڪري سندس خلاف جلد ڪو مخالف قدم کڻڻ جو سوچيو پيو وڃي!

چون ٿا ته پير الاهي بخش ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڇني مرڪز حوالي ڪرڻ جي سوال تي به راضي آهي تنهن ڪري هن کي سنڌ جو وڏو وزير بنائڻ جون رٿون زير غور آهن!

تارو شاه جي روز مره جي ملاقات دوران تازو سائين هيرانند کان معلوم ٿيو ته هو جلد هندستان اسهڻ وارو آهي. هن به ٻڌايو ته سندس ننڍن ڀائرن ۽ ڀينرن کي هوبڙودي ۾ پڙهائي لاءِ داخلائون وٺي ڏيڻ وارو آهي. البت هن هڪ خراب خبر ٻڌائي ته سندس هڪ ڀيڻ هتي ئي لاڳيتو بيمار ٿي گذاري. سندس اها کهڙي ڏينهن بيمار رهي ٿي، اهڙو سوال مون به ورجائڻ چڱو نه ڄاتو آهي.

هزارين ماڻهو لڏ پلاڻ لاءِ تيار آهن ۽ لڪين سنهن لڏ پلاڻ

جو فيصلو ڪري چڪا آهن. معلوم ٿيو آهي، تہ هندستان کان مسلمانن جا دربدر ۽ برباد حالت ۾ قافلا پاڪستان جي نئين ملڪ ڏي جتان ڪٿان پنڌ ۾ آهن!

سنڌ ۽ پنجاب کان ٽوڙي ٻين علائقن کان هندن ۽ سکن جا قافلا بہ هندستان جي سرزمين ڏي وڃڻ لاءِ تيار آهن.

١٩٤٦ ۾ پٽڻ ۾ آيو هو تہ بهار ۾ مسلمانن جو قتل عام ٿيو تہ سنڌ مان ڪين اچڻ جون دعوتون موڪليون ويون هيون. پوءِ بهار مان بهارين جون ٽرينون ڀرجي سنڌ ۾ آباد ٿيڻ لاءِ پهتيون. ان طرح هندستان جي ٻين علائقن مان هاڻي بہ ٽرينون ڀرجي سنڌ ۾ اينديون.

سنڌ ۾ گذريل ١٩٤١ کان وٺي اچا بدامني جو دؤر جاري آهي ڌاڙا اچان لڳن ٿا. گذريل سال تائين وچولي سنڌ جي ٻيلن مان لاڳو شهرن ۾ ڌاڙا لڳندا هئا. هاڻي بہ ٻيلن سان لاڳيتو آباد شهرن ۽ ڳوٺن تي ڌاڙيلن جون ڪاهوف آهن.

وڏي ڳالهہ اها آهي تہ سنڌ ۾ ڌاڙي هڻڻ کي بهادري جي نشاني ڄاتو ويندو. چوري ڪرڻ، جهيڙو ڪرڻ، جيل وڃڻ ۽ ڪيسن ۾ ڦاسڻ کي مڙسي سڏيو ويندو هو! عام مسلمان رڳو ڪيسن ۽ جيلن ۾ ئي پورا آهن. ڌاڙا ۽ ڦريون، چوريون ۽ زوريون رڳو واٽهن جي ملڪيت ڦبائڻ لاءِ جائز آهن. غلام حسين واڍو سنڌ جو هڪ وڏو ۽ خوفناڪ ڌاڙيل مڃيو ويو آهي، سنڌ ۾ ڌاڙيل گهڻو ڪري ڪنهن نہ ڪنهن ظلم ۽ ڏاڍ جي نتيجي ۾ غيرت ۽ ڪاوڙ جي وچان بڻيا آهن.

غلام حسين واڍي نالي، اسان جي ڳوٺ جا سڀ ماڻهو چوندا آهن تہ، هو ڏاڍو شريف ڌاڙيل آهي. خود هندو ديوان ۽ سيٺيون بيان ڪندا آهن تہ غلام حسين واڍو اهڙو تہ شريف انسان آهي، جيڪو ڌاڙي هڻڻ مهل بہ عورتن جو نالو نہ وٺندو آهي، بلڪ عورتن جي منٿ ڪرڻ تي ڌاڙو هنيل مال واپس ڪري ڇڏيندو آهي!

سنڌ جي ماڻهن جو عام خيال آهي تہ ڌاڙيل ڪڏهن بہ بزدل نہ هوندا آهن، تنهن ڪري اهي نہ عورت جو نالو وٺن ۽

نڪي مسڪينن کي تنگ تا ڪن. اهي الله رسول جو نالو وٺي تي به واپس ٿي ويندا آهن.

غلام حسين وادو ماڻهن جي خيال ۾ هتان ٿي ڪا غيبي طاقت رکي ٿو. چون ٿا ته وٽس ڪو تعويذ آهي، جنهن جي برڪت سان هن تي نه ته بندوق جي گولي اثر ڪري ٿي سگهي ۽ نڪي سندس ڪنهن دشمن جي چال ڪيس ڪو نقصان رسائي سگهي ٿي.

مطلب ته غلام حسين وادو، جڻ ته سڀني ماڻهن جو هڪ هردلعزيز ڌاڙيل آهي.

باقي پيا ذات مسلمان، هندن جون چوريون ڪرڻ ۽ انهن کي ڌاڙا هڻڻ ۾ نه رڳو فخر محسوس ڪن ٿا، پر انهي ڳالهه کي فرض ٿا سمجهن.

بي ڳالهه خاص ته معتبر مسلمان توڙي ڪنهن بيٺل مسلمان جي سڀ کان وڏي خواهش هوندي آهي واڻياڻيءَ سان شادي ڪرڻ! واڻيا صفائي ۽ سونهن ۾ مسلمانن کان تمام وڌيڪ آهن! ته به مسلمان پنهنجي طور واڻين کي گدلو سمجهندا آهن. عجيب لقاءُ آهي! واڻيا دوڪانن توڙي گهرن کي شايد روزانو نه، ته به هفتي ۾ هڪ به پيرو پوچو ضرور لڳائيندا آهن.

ماسترن جي گهرن کي ته اسان شاگرد ڪئين پيرا راڳو لڳائڻ لاءِ ويندا رهيا آهيون! ۽ انهيءَ پوچيءَ لڳائڻ ۾ اسان هڪ ٻئي سان ريس به ڪندا هئا سون!

جيئن ته واڻياڻيون سهڻيون ۽ سينگار ڪندڙ هونديون آهن تنهن ڪري ملڪ جي تبديل ٿيل واپي منڊل جي حالت ۾ ۽ پڻ مسلمانن جي اصلوڪين عادتن جي روشنيءَ ۾ جيڪڏهن واڻين سنڌ ڇڏي وڃڻ جو پهه پڄايو آهي، ته سندن اهو فيصلو مان ايترو غلط نٿو ڄاڻان، پر سوال اهو آهي ته جنهن جنهن علائقي ۾ اتي وڃي ڌارين وانگر رهندا اتي جاڪاني ماڻهو، سنڌي هندن وانگر نازڪ ۽ سهڻا هوندا يا اهي به بگڙيل طبيعت جا هوندا؟ جي اهي به مخالفت واري طبيعت جا هوندا ته سنڌي هندو ته شايد جڳ ۾ برباد ٿي ويندا!!

آءٌ سمجهان ٿو ته دنيا ۾ سڀ کان نازڪ ۽ سڌريل جاتي اڄڪلهه سنڌي واڻيا آهن پر جنهن نموني اهي همت جو دامن ڇڏيو

ڪري پڇڻ تي سندرو ٻڌي ويٺا آهن، سا ڳالهه هنن جو دنيا مان ڇڻ ته نالو ۽ نشان به مٽائي ڇڏيندي! هنن ۾ ٻڌي ته آهي پر عام تجربو ۽ مشاهدو ۽ همت ناهي! هي هر ڪنهن ڪان ٻڇڻ لاءِ آتا ويٺا هوندا آهن. خود هنن ئــي ۾ ڪو واٽيو جيڪڏهن مچرجي پوندو آهي ۽ بدمعاشي ڪندو آهي ته ان کي به پڇي نه سگهندا آهن! جهيڙي ڪرڻ جي ته ڳالهه ئي ناهي، پر صحيح فيصلي تي پهچڻ ڪان به ٻائي بند لاچار ڏٺا اٿم!

مسلمان هنن خلاف ڏاڏائي ڪندا آهن ته هي ٻوري مسلمانن جي دل آزاري ڪرڻ ضروري سمجهندا آهن. ايتري قدر جو، سنڌ جي ڀلائيءَ جي ڪيترن مسئلن تي به رڳو انهيءَ ڪري مخالفت ڪندا آهن، جو اهي مسئلا مسلمانن جا اٿاريل هوندا آهن!

ننڍي لاڪر، انسان کي معلوم ٿيو ته سنڌ ۾ ملٽري جو ديرو ڄمايل آهي. سنڌ جا ڪيترائي علائــقا جــهڙوڪ: ٿرپارڪر ضلعو، حيدر آباد جو اتريون پاسو، نوابشاه ضلعي جو اوڀاريون ڀاڱو، خيرپور رياست ۽ سکر ضلعي جو سڄو اوير اڃا سوڌو مارشل لا هيٺ آهن.

پير پاڳاري جي سيني پوئــلڳن کي ڪئمپن ۾ بند رکيو اٿن. انهن ڪئمپن کي لوڙها سڏين ٿا. پير پاڳارو، انگريزن خلاف آزادي جي جنگ ۾ گهڙيو هو. عام ماڻهو چون ٿا ته جيڪڏهن انگريز، پير صاحب کي وقت کان اڳ جهلي نه وڃن ها ته هــو جلد ئي آزاديءَ جي جنگ شروع ڪرڻ وارو هو.

تنهن ڏينهن قادوءَ چانڊيي جي صلوات پڙهائڻ جي ڏينهن قادوءَ چانڊيي واتان خبــر پئي ته انــگريزن کي تڙي ڪڍڻ لاءِ پير پاڳاري باقائدي لشڪر پئي ناهيو. هن جي پوئلڳن کي "حُر" چون ٿا.

قادو آهي ته صفا اڻ پڙهيل، پر آخوند دائود ۽ ٻيا صلواتي به هن جي ڄاڻ تي حيران هئا!

قادو چانڊيو ڊاڀيوٽن جي اوڀر ۾ ٻرڙن ۽ جمونءَ جي ڳوٺن کان ٿورو اڳتي رستي جي ڪنــڌيءَ تي هــڪ سندس قائم ٿيل گهر جي ڳوٺ ۾ رهندو آهي. هو ڦڏي باز به ڏاڍو آهي. ڳالهائڻ جو خبردار ۽ ڏاڍيان آواز وارو آهي.

هن اهو به ٻڌايو ته انگريزن ۽ سندن ملٽريءَ کي حرن ڏاڍو ماريو. ڇو ته سندس ڇوڻ موجب حر بندوق بازي ۽ جنگ جا تمام پڪا آهن. هنن جون ڏالون به مشين گنون هلائي سگهن پيون. تنهن ڪري انگريزن جي فوج جا حرن هٿان لاهه نڪري ويا آهن. ۽ انگريز جيئن ته دنيا ۾ هر هنڌ ٻين مهاڀاري ويڙهه ۾ ڦاٿا پيا آهن، تنهن ڪري هنن لاءِ حر مجاهد، عزرائيل ثابت ٿيا آهن.

اهو به معلوم ٿيو آهي ته حر، ڪنهن عام ماڻهوءَ جو نالو لٽا وٺن. فقط انگريزي فوج ۽ انهن ديسي وڏيرن ۽ زميندارن کي ختم ڪن ٿا، جيڪي انگريزن جا خابرو ۽ پير پاڳاري جي گرفتاري جا حامي هئا.

اهو عام هُل آهي ته پير پاڳاري جي ڪوٽ تي انگريزن بمباري ڪئي آهي. اتان ڪروڙين روپين جي ماليت جو خزانو لٽي ويا آهن.

اهو به عام خيال آهي ته انون پير پاڳارو سنڌ جو بادشاهه ٿيندو.

ته موجوده مارشل لا جي ڪري ڪو به هاري ناري رات جو پاڻيءَ ورائڻ جو ڪارج به ٽيسنائين ڪرڻ لاءِ ننڍو ٻاهر نڪري سگهي يا رستي پنڌ يا ٻنين ۾ ننڍو هلي چلي، جيسنائين ڪيس لالٽين ٻاريل هٿن ۾ نه هجي! رات ڏينهن سنڌ جي انهن خصن ۾ ملٽريءَ جو راڄ آهي.

پين وڏي جنگ جيڪا ڇهه سال اڳ آگسٽ ١٩٤٥ع ۾ مس مس ختم ٿي، حقيقت ۾ ان جي ختم ٿيڻ جي مون کي اُميد ڪانه هئي. انهيءَ جي ختم ٿيڻ جو ڇڪ ته آسرو ئي لاهي ويٺو هوس. هڪ ڏينهن پرين جي اسڪول ٻاهران روڊ تي ٻيٺا هئاسون، رسيس هئي، ته اهو ڇؤ ٻول پيو ته جپان تي امريڪا ائٽم ٻـم ڪيرايو آهي ۽ جپان شڪست مڃي ورتو آهي ته جنگ به ختم ٿي وئي آهي. پر هن جنگ ۾ جرمن جو ڇا ٿيو؟ ان جي شڪست يا هار مڃڻ جي واردات جو مون کي اڳهر باقاعدي ڪنهن طرح اطلاع معلوم ته ناهي!

اهو ياد آهي ؟ جڏهن اها جنگ عروج تي هئي،

ﭘڙهيل جي وات تي ان جو ذڪر هو تڏهن عام اهو خيال ٻڌو
هو ته هڪ طرف جرمن ۽ جپان آهر ته ٻئي پاسي ساري دنيا جا
ٻيا بادشاهه! پر جپان ۽ جرمن اڄان سيني کي ماريو مچايو ويٺا
آهن. اهو به ياد آهي جڏهن سائين ڪوڙو مل، پنهنجي عادت موجب
اسان جي ڪلاس روم سان لاڳو سنڌس ڪلاس جو وچ وارو
دروازو کولي، پنهنجي ڳالهين هلندي هڪ ڏينهن سائين عالمچند
کي چوڻ لڳو هو ته جرمن ۽ جپان هندستان کي فتح ڪرڻ کان
پوءِ ٻن حصن ۾ ڪٽڻ چاهين ٿا. هن پڻي چيو ته جرمن سڄو اتر
هندستان تي قبضو رکندو ۽ جپان وري دکن هندستان جو علائقو
ڪٽڻ ۾ خوش آهي. چيائين ته سنڌ وچ ۾ هندستان جو ورهاڱو ان
ريت ٿئي تي چڪو آهي!

ڏني بخش منگي تنهن ڏينهن ٻڌايو ته مهاتما گانڌي خاص
طور، جپان جي انهيءَ آڇ کي ٺڪرائي ويٺو آهي ته هندستان جا
ماڻهو انگريزن خلاف جپان جي مدد ڪن ته کين جپان، انگريزن
کان آزادي ڏياري!

هن ٻڌايو ته مهاتما گانڌيءَ کين جواب ۾ چيو ته ”انگريز
چڻ اهڙيون مکيون آهن، جيڪي اسان جي ڦٽ تي ويهي رت
چوسي ڌاپي ڍؤ ڪري فقط ڌاپي اٿين ويٺيون آهن ۽ جڻ وڌيڪ
ڌاپي رت چوسڻ ۽ ڦٽ کي ايذائڻ ۾ گهٽو پاڻ کونه ٿيون
پتوڙين! جڏهن ته جپان وارا، نين مکين جي شڪل ۾، ڦٽ کي وري
نئين سر عذاب ڏئي رت چوسيندا، جنهن ڳالهه مان اسان هندستان
وارن کي حقيقي طور فائدي بدران ته وڌيڪ نقصان ئي رسندو!
تنهنڪري انگريز جيڪي ڌاپي رت چوسي ٿڪجي پيا آهن، سائي
جلد يا سوير هليا ويندا، تنهن ڪري انهن جپانين کي ڇو دعوت
ڏيون ته اچي اسان کي اهي به غلام بنائين!“

اسان جا واڻيا دوست وات سان چون ٿا ته پاڪستان بنائي
ڀارت ماتا کي ٽڪرا ڪري، توهان چڱو ڪونه ڪيو.

چوهڙ ڀٽ لڪاني وارو، تنهن ڏينهن صبح جو ڏندڻ ڪندي
کوهه واري چؤنول ۾ ويٺو هو ته مون کيس چيو ته هندستان ۾
هندن فساد ڪري مسلمانن کي قتل ڪرڻ شروع ڪيو آهي

چيائين: ”اهو تہ اخبارون ٿيون لکن. نہ تہ ائين حقيقت ۾ ناهي!“

هــن دليل بازيءَ اڳــيان مون وٽ اڪين ڏنو دليل تہ هو ڪونہ!

چوهڙ مون کان هڪ درجو مٿي آهي. پٽس ۽ چاچس ڪير جي ٿئي ڪاڙهيندا آهن پر سندس اهو چاچو، ”ڪڪو“ ماڻهن ۾ ڏاڍو هوشيار ليکبو آهي. هو گدرن ۽ ميــهن ۽ پاڇين جي واڙي بہ هر سال پوکيندو آهي. زمين کي ايڪڙن ۽ جريبن ۾ ماپ ڪرائڻ لاءِ ڪڪو، سڄي ملڪ ۾ هوشيار سڏجي ٿو.

پر هي بہ عام واڻين وانــگر ڏڄڻو ڏاڍو آهي. تنهن ڏينهن الائجي ڪهڙي ڳالهہ تان گلو پنوهر، اسان جي چٺو سول کان اڳيان کــوهہ جي پرسان ويڙهوءَ جي نمن واري سراءِ وٽ، ڪيس هرو پرو ڌمڪائڻ لڳو هو تہ ڪڪو ويچارو هوريان هوريان ٿي، اتان کسڪي، پنهنجي دوڪان تي هلي وڃي ويٺو!

اسان ٻار سمجهڻ لڳاسون تہ واڻيا بزدل آهن. پر اها ڳالهہ جڏهن هڪ ڏينهن پوءِ مون فلپ سان ناروشاہ جنڪشن تي، ائين ئي ڪٿي بيان ڪئي، تڏهن فلپ ســمجهايو تہ سندس چاڻ موجب سنڌ جا هندو ساري دنــيا ۾ سڀ کان سياڻا ۽ سئو في سيڪڙو پڙهيل قوم آهن. تهذيب ۽ شائستگي توڙي علم ۽ سڌاري ۾ هنن جي برابري ۾ ڪابہ ڪميونٽي، دنيا ڀر ۾ ڪانهي! تنهن کان سواءِ واپاري ريت رواج ۾ بہ هنن جو ڪير برميچي نٿو سگهي، تنهن ڪري انهن سيني حالتن ۽ خوبين هن ڪميونٽيءَ کي امن پسند بنائي ڇڏيو آهي.

فلپ خيال ڏيکاريو تہ تمام گهٽي ترقي‌يافتہ ۽ دنيا ۾ تمام شاهوڪار قوم هئڻ جي سبب هو امــن ۾ رهڻ لاءِ مجبور آهن. بس سنڌ جي واڻين ۾ خرابي اها ٿي وڃي، جو انهن آل انڊيا ليول جي سياست کي صحيح چاتو. جنهن کين رلائي ڇڏيو آهي. مون ٻچيومانس تہ سنڌ جي واڻين کي مسلمان صفا ڏڄڻو ۽ ڪني ڪاڏي‌وٽ سمجهن ٿا. هنــدو پاڻ بہ پاڻ کي ”ڪچي پنڊي“ ڪري سڏيندا آهن، سو ڇو؟ چيائين:

”اما هنن جي سياڻپ ۽ شرافت آهي!“

مون چيو: ”ها، مسلمانن کي ڇڙ سمجهندا آهن ۽ چوندا به آهن. جيڪا ڳالهه نفرت پيدا ڪري ٿي!“

چيائين: ”اهو توهان جو اندروني معاملو آهي. پر، سنڌ جا واڻيا گهڻي ڀاڱي سنڌ جي مسلمانن جهڙيون عادتون رکن ٿا. بس پڙهائيءَ ۽ واپار ۾ يهودين کان به گوءِ کنيل آهن. پر گوشت مسلمان به کائن ته هي به کائين! جڏهن ته هندستان جي ٻئي ڪنهن هنڌ هندو گوشت خور ناهن. سردو ته سنڌ ۾ ڪن ڏي گهڻو ڪري هندن جون زالون پيون. مسلمانن جون زالون ته مال چارين، لاچارا ڪن ۽ گهڻو ڪري بي پردي هلن چلن ۽ هٽ بازار پيون وڃن!“

مون چيو ته ”هندن جون زالون ته برقعو نٿيون پائين!“

فلپ چيو: سنڌ ۾ برقعو مسلمانن جون زالون به ٿوريون پائين. ريلوي اسٽيشنن تي توهان ڏسي سگهو ٿا. پر هندن جون عورتون بنا برقعي جي پٽ منهن تي پلاند ڏئي گهرن مان ٻاهر نڪرن ٿيون. هي پردي واري نموني جسم کي ڍڪي هلن ٿيون. جڏهن ته گجرات ۽ ساري هندستان ۾ عام هندو عورتون بت جو فقط ٿورو حصو ڍڪين ٿيون!

مون کي معلوم آهي ته فلپ هندن يا مسلمانن مان، ڪنهن جو به حامي يا روادار ڪونهي. هي سڀ سندس ذاتي مشاهدا آهن. هي ۽ سندس (شايد) زال وغيره هندن توڙي مسلمانن سان رکو دوستيون ڪندا وتندا آهن.

اسان جي هاسٽل ۾ ”قرباني“ اخبار الائي ڪير ڪٿان ڪٽي ٿو اچي. عام طرح ڏٺي بخش ٿلهي تي بيهي جڏهن پڙهندو آهي، تڏهن دلچسپي وٺندڙ سڀ ڇوڪرا سندس چوڌاري مڙيو بيٺا هوندا آهن. اهو عام طرح شام جو وقت هوندو آهي. ڪراچيءَ جي اخبار هتي ٻئين ۾ شام جو پهچي ٿي.

قرباني اخبار ليگ يا ڪانگريس جي اٻتڙ ڪنهن ٻئي خيال جي آهي. ان ۾ گهڻو ائين خيال هوندو آهي ته هندو مسلم هڪ ٻئي کي جو مارين ٿا، سو چڱو ڪم ناهي ڇو ته آزاديءَ جي مطلب

ھڪ ٻئي جو قتل عام ڪرڻ ته ناهي!

قربانيءَ ۾ ٻه مهاتما گانڌيءَ، قائد اعظم محمد علي جناح، پنڊت جواهر لال نهروءَ جي خلاف گهڻو لکيل هوندو آهي.

قربانيءَ ۾ لکيل هو ته جو ڪجهه ٿيو آهي، سو چڱو ڪونه ٿيو آهي! ڇو ته تعصب پيدا ٿيو آهي ۽ ماڻهو ماڻهوءَ جو جاني دشمن بڻيو آهي.

قرباني اخبار پناهگيرن جي لڏپلاڻ کي روڪڻ جو خيال پيش ڪري ٿي. اخبار هندن کي سنڌ ڇڏي وڃڻ کان روڪڻ جي صلاح به ڏئي ٿي، جڏهن ته هندن جا سڀ مکيه ليڊر جهڙوڪ: مسٽر ڪرپالاڻي، نهچلداس وزيراڻي ۽ چوئٿ رام گدواڻي وغيره گهڻو وقت اڳي سنڌ ڇڏي دهليءَ وڃي پهتا. ٻڌجي ٿو ته هنن مان گهڻن کي گورنريون ۽ وزيريون ملڻ واريون آهن. هنن جو ارادو آهي ته سنڌ ۽ پنجاب توڙي پاڪستان جي سڀني حصن ۾ رڳو واڻيا ئي پڙهيل آهن. آهي ئي سرڪاري آفيسن کي سنڀالي سگهن ٿا. چڱو ته اهي هڪدم هندستان ڏانهن هليا اچن، ته جيئن ڪاروبار نه هلي سگهڻ ڪري پاڪستان جو نئون ملڪ شايد ڇهه مهينا به نه هلي سگهي!

ريل جا گاڏا هندستان ۾ روڪجي ويا آهن. نارو شاه جنڪشن کان فيڊر لائين ڏي هاڻي تمام ٿوريون ٽرينون ۽ تمام گهٽ گاڏن جي قطارن سان هلن ٿيون. ماڻهو گاڏن تي مٿان به چڙهي سواري ڪن ٿا.

مسلمانن جو پورهيت طبقو جهڙوڪ: ڌوٻي، ٻڪڻ، ڪتي، رازو، حجم ۽ ڪاسائي ڪجهه ڏينهن کان سخت مايوسيءَ ۽ بيبسي جي ڪيفيت جو شڪار آهن. ڇو ته هنن جو سڄو گذر سفر هندو واپرائيندڙن تي هوندو هو. هندو اڄڪلهه پاڻ کي تمام غير محفوظ ٿا سمجهن!

تنهن ڏينهن اسان مسلمان شاگردن کي هاسٽل ۾ قطار ۾ بيهاري سڀني هندو ماسترن تقريرون ڪري ڳڻتي ظاهر ڪئي ته شايد حالتون اهڙيون پيون پيدا ٿين، جو هندستان آسهڻ سنڌن لاءِ ضروري آهي ۽ پوءِ شايد واپس نه اچي سگهن. هنن ان ڪري شاگردن اڳيان رنو ۽ انهن کان روئي موڪلايو.

اسان ۾ رمضان مهينو موراڻيءَ سڀني کان وڏيڪ رنو. رمضان

هوندن ڪري ٻڌايو ته مان پنهنجي ڳوٺ واري هاءِ اسڪول مان ٽي سال اڳ ميٽرڪ پاس ڪري ڪاليج ۾ داخل ٿيو آهيان. هوئڻ به ڏاڍو ڪليل دل جو ۽ گهڻ ڳالهائو هوندو آهي. روزانو رات جو، جان محمد منگيءَ سان رڳو ان مسئلي تي به ڪلاڪ سندس بحث هلندو آهي ته سندس مورو شهر ترقيءَ جي راهه تي، جان محمد جي شهر ڪنڊياري کان وڌيڪ آهي!

جان محمد، سائين احمد علي آرائينءَ جي اچڻ کان اڳ جڏهين ته هاسٽل جو جنرل مانيٽر هو، تنهن ڪري اسان ننڍا وڏا شاگرد مجبور مان پٺي رهندا آيا آهيون ۽ هن ڪي اسان جي آرام ۽ فتائج کان روڪي نٿي سگهياسون!

جنرل مانيٽر ۽ وڏن ڪلاسن جا شاگرد هوئڻ به هاسٽل ۾ رعايت حاصل ڪيل رهندا آيا آهن. اسان کي تڏن تي ٻه ٻه چٽا ڳڏي مانيءَ لاءِ وهاريو ويندو آهي جڏهن ته ميٽرڪ وارن کي نه رڳو اسان سيني کان اڳواٽ ماني ملي ٿي، پر ڪبن سجيهه ۽ سرس ماني ۽ ٻوڙ به ملي ٿو!

جنرل مانيٽر يا پهچ وارن شاگردن کان، سندن مائٽن ۽ دوستن لاءِ ڏنل ويلن جو شايد حساب نٿو ورتو وڃي! جڏهن ته اسان ننڍن کان پورو پورو حساب ڪايو ويندو آهي. مطلب ته هاسٽل ۾ قانون ۽ حڪم رڳو ٻي ٻوچڙ لاءِ آهي!

آءٌ پنهنجي چمار مطابق ايترو وڏو ۽ اهم ڪونه ٿو ليکجان پر پنهنجي هوشياريءَ ۽ مشهوريءَ ڪري ساهتيه جي سيني پئنچائتي نوڙي نوشهري جي مدرسي هاءِ اسڪول جي اڪثر شاگردن کي معلوم آهيان!

فلپ سان گڏ، ساڻ هلندڙ عورت، جوڻ، پاڻ کي فقط اٿنگلو انڊين چوائڻ تي زور ڏئي ٿي، مگر فلپ صاحب پاڻ کي گورو سمجهي ٿو. پر آزاديءَ کان پوءِ وارين حالتن جي باري ۾ هي به زياده اميد جو اظهار نٿو ڪري. هندن جي مسئلي تي ڳالهائي عام طور پنهنجو سياسي ذهن ظاهر ڪرڻ کان رهي نه سگهندو آهي ته سنڌ جا هندو، مزاج ۾ ته صوفي آهن پر سنڌ جي مسلمانن جهڙا يا پڌ ڌرم جي پوڄارين وانگر لڳن ٿا؛ ته به هنن تي برهمڻن جو اثر ايترو آهي جو پنهنجو مرڪز وري به ڪاشي يا بنارس کي ڄاڻن ٿا!

اسانجو فارسيءَ جو ٽيچر، مسٽر ٽيڪچند، جيڪو فارسيءَ جا بيت هميشه مسٽر سان پڙهائڻ تي زور ڏيندو آهي تنهن جو چوڻ ته اهو به هوندو آهي ته سنڌي هندو، حقيقي طرح ته مشرڪ به نٿا چائڻ. هن هڪ ڏينهن ٻڌايو ته خود شاهه ڀٽائيءَ به سنڌ جي واٽين ڪي مورڳو چئي ته ڏوراپو ڏنو هو ته اهي ڪفر سان به سچا ناهن تنهڪري چڱو ائين اٿن ته پاڻ کي مشرڪ نه ڪوٺائين!

ان طرح قلب ۾ جوش، سنڌي هندن جي خير جي ڪمن کي ڏسي به حيرت ۾ پوندا آهن!

هر ننڍي وڏي شهر ۾ جانورن جي پيئڻ لاءِ پاڻيءَ جو بندوبست ڪندا آهن، عام ماڻهن لاءِ مهمانسراءِ ۽ مسافرخانا قائم ڪرائڻ ۾ به خرچ ڪن ٿا. سنڌ ۾ تعليم، علاج ۽ عام ڀلائيءَ جي ڪمن بابت اسڪولن، اسپتالن ۽ ٽرسٽن جا چار پڪيڙي ڇڏيا اٿن.

پر عام مسلمانن ۾ هندن خلاف جيڪا بيزاري آهي ان جو سبب وياج خور واڻيا ۽ ملڪيتون گروي ڪندڙ ڀيڊيءَ وارو ئي جوابدار آهي!

جي. ايم. سيد جي ڪوشش سان سنڌ اسيمبليءَ جيڪو بل پاس ڪيو آهي تنهن جي نتيجي ۾ ۱۹۰۱ع کان هيلتائين مسلمانن جون زمينون جيڪي گرويءَ ذريعي هندن قبايون آهن، اهي ڪين واپس ڪرائيون آهن.

مسلمان زميندارن ۽ وڏيرن جي مدد سان ڪامورن ۽ واڻين جنهن طرح عام غريب مسلمانن کي تباهه ڪيو آهي، ان جي نتيجي ۾ عام ماڻهن موجوده سياسي هلچل ۾ پنهنجي زبردست جوش جو مظاهرو ڪيو آهي! ان طرح سنڌ جي عام مسلمانن چڱي ته پنهنجي بيزاري جو اظهار ڪيو آهي.

سنڌ جي مسلمانن جو اهڙو اظهار جيڪو ووٽ جي ذريعي ڏنو ويو، سو، تواريخ ۾ ته پهريون ڀيرو شمار ٿيندو پر ملڪ پير محمد مولوي صاحب، جيڪو علي ڳڙهه جو گريجوئيٽ ۽ ديو بند جو دستار بند مولوي آهي، سو پنهنجي ملاقاتين دوران گهڻو ڪري چوندو آهي ته جيستائين زميندارِي مرشتو موجوده حيثيت ۾ موجود رهندو تيستائين سنڌ ۾ غريبن جو ڪو تدارڪ ۽ فائدو

ٿيڻ مشڪل آهي.

مولوي پير محمد، اسان کي ڏيپلائي مرحوم جي ڪتابن تي، هوبهو پنهنجو عقيدو بنائڻ کان، منع ڪري ٿو. هو، خود دار ۽ قابل به ڏاڍو آهي.

هڪ ڏينهن مولويءَ مون کي چيو ته بيشڪ زميندارن ۽ پيرن خلاف محمد عثمان ڏيپلائيءَ گهڻو لکڻ جو ڪم ڪيو آهي، پر اهو سڀ ڪجهه يڪ طرفو جوش ۽ نفرت جو اظهار ڪيل هوندو آهي.

مولوي صاحب جي مجلس ۾ جيئن ته آسپاس جا پڙهيل وڏا ٿوڙي شاگرد عام جام شريڪ ٿيندا آهن، تنهن ڪري مان به ڪڏهن ڪڏهن شوق سان ويندو آهيان. هو منهنجي سوالن جا جواب تسليءَ ۽ نرميءَ سان ڏيندو آهي.

چي: ڏيپلائي جا ڪتاب پلي پڙهو پر ڏيپلائي ڪو مولوي يا عالم ڪونهي. هو گهٽ علم وارو صحافي آهي. ان جو مقصد چڱو آهي، پر نفرت جي بنياد تي الائجي ڇا جو ڇا لکندو ٿو وتي!

هي به حقيقت آهي ته هن دؤر جا شاگرد ڏيپلائيءَ جي ڪتابن کي پڙهي مرشد وٺڻ جي روايت کي ڇڏي چڪا آهن. پيرن ۽ وڏيرن کي ڏيپلائيءَ تي خار آهن.

ڏيپلائيءَ جيڪي خطبا مولانا سيد ابو الاعليٰ مودوديءَ جا سنڌيءَ ۾ ترجمون ڪيا آهن، تن جي ذريعي هن جماعت اسلامي کي به سنڌ ۾ آڻي عام پڙهيل سنڌي ماڻهن تائين پهچايو آهي.

مولانا مودودي جي ڪتابن جي پڙهڻ سان ماڻهوءَ کي شرڪ ۽ توحيد وچ ۾ فرق معلوم ٿئي ٿو، مزارن ۽ مقبرن تي وڃي باس باسڻ کان بيزاري ٿئي ٿي. پر جڏهن ڏيپلائيءَ جي ڪتابن پڙهڻ بعد مان پنهنجي ڳوٺ ۾ ماڻهن کي قبرن تي وڃڻ کان روڪڻ واري معلومات ڏيڻ چاهيان ٿو، تڏهن اهي مون کي [illegible] ڪافر، بي پير ۽ الائي ڇا ڇا سڏين ٿا.

اسان جي هڪ مائٽ امام بخش سهتو ته مون کي [illegible] ڪندي چيو آهي ته ويچاري آچر فقير جو پٽ چريو [illegible] ڪڏهن ڪڏهن هو منهنجون ڳالهيون پڌي [illegible]

مان جري ٿو ته مان ڪا وڏا ڪي چريا هئا ڇا جيڪي اوليائن ۽ ولين جي قبرن تي ويندا هئا، باسون باسيندا هئا ۽ پڙ چاڙهيندا هئا؟ هاڻي ڏين ورتي انهن کان سياڻو پيدا ٿيو آهين ڇا؟

برابر اهو مذهب ڪيڻ صحيح آهي ته ڏيپلائي جي ڪتابن کي جيڪي وڏا دانشور پڙهن ۽ پسند ڪن ٿا، تن کان سواءِ ٻيا مٿيون طبقو ان تي عمل نٿا ڪن. مگر پنهنجي ته حالت اها آهي جو ڏيپلائي جي ڪتابن ڪانسواءِ هاڻي ٻيو ڪو ڪتاب اسان کي پسند ئي نٿو ڪري. مان منهنجا مطلب، مان آهيان! نه ته پنهنجي گهر ۾ به بابي ڪانسواءِ ٻيا سڀ ڀاتي منهنجي انهن ڏيپلائي جي سيڪاريل عقيدن کي لاتعلق سمجهو ۽ ڪفر ڪرڻ جي برابر سمجهڻ لڳا آهن. گهڻن، گهڻين ۽ آس پاس وارن، جي خيال مطابق آءٌ صفا، يا ته چريو يا دين جو دشمن ٿي پيو آهيان. ڇو ته پيرن ۽ قبرن جو انڪار ڪرڻ لڳو آهيان. اها ڳالهه مون کي ڏاڍو رنج ٿي رسائي!

هي ڳالهه حيرت جهڙي آهي ته سنڌ جي سيني ڳوٺن جي پرسان ڪنهن نه ڪنهن وليءَ يا درويش جي مزار آهي. اتي سدائين راڳ ۽ وڄت جو بندو بست ٿيندو ئي رهي ٿو. ان ڪري سنڌ ۾ راڳ لاءِ چئجي ته اهي سينٽر آهن ته شاعريءَ لاءِ هڪ شوق ڏيندڙ ذريعو. مگر انهيءَ ئي هنڌ تي ڀنگ، چرس ۽ ٻين نشن پتن جو دؤر به چالو رهي ٿو. هر مزار وٽ هڪ عدد ڪارو جهنڊو لڳل رهي ٿو.

اولياءَ جي مزارن لاءِ اهو به لازم رهي ٿو ته هو عاشورا هر سال پابنديءَ سان ڪندو رهي ۽ ماتم ۾ گهٽو ڪري سڄي ڳوٺ جي سيني پڙن جي اڳواڻي به ڪري. نه ته هن کي امامن جو منڪر يا دشمن سڏي سگهجي ٿو.

مورڙل شاهه جي مزار تي جيڪي ڳالهيون رواج ۾ آهن، انهن کي آءٌ نٿو مڃان. پر ان جو مجاور بچل شاهه مون تي ناراض نه ٿئي. ڇاڪاڻ ته هو منهنجي وڏي ڀاءُ جو دوست آهي.

سو ٺيڪ عجب نالو آهي. هو منهنجي خيالن جي ڪري ناراض ته سخت آهي، پر اهو به مونکي ڪفر جي فتوي نٿو لڳائي. ڇاڪاڻ ته جو ڪنڊيل ڪجهه مهينن کان آءٌ هن کي پڙهائيندو رهيو

آهيان. هو، مون لاءِ ن لحاظ ڪري ئي ڪجهه ناراضگيءَ جو اظهار نٿو ڪري. مگر اڄڪلهه مون وٽ نٿو پڙهي. نيٺ منهنجي ڏهٺي زور ڀرڻ تي چيائين ته توهان پيرن فقيرن جي مجتا نٿا پيا رکو تنهنڪري آءٌ به توهان جي انهن غلط خيالن جي ڪري توهان وٽ پڙهڻ نٿو چاهيان.

مون چيو مانس ته پڙهائي پنهنجي جاءِ تي عقيدي ۽ خيالن سان واسطو نٿي رکي. ڏس! اسان ته مور ڳو هندو استادن وٽ پڙهندا رهيا آهيون! مگر شاهه صاحب جي دل، ڪيئن مون وٽ ان لاءِ نٿي پڙهڻ ڏئي جو، آءٌ شرڪ ۽ بدعتن جي خلاف ٿي پيو آهيان.

پڙو اٿم ته سنڌ جا مسلمان شاگرد عام طور ڊيپلائيءَ جي ڪتابن جي ڳالهين تي ٻيهي ويا آهن ۽ جتي ڪٿي پيرن ۽ مقبرن ۾ اميدن رکڻ کان باز اچي ويا آهن ته ساڳئي وقت سنڌ جا طاقتور ماڻهو ۽ قبرن جا مجاور ڊيپلائيءَ خلاف به ٿيا آهن.

معلوم ته ائين به ٿيو آهي ته سنڌ جا هندو پبلشر ۽ ڌرم جا ليڊر به ڊيپلائيءَ خلاف ٿيل هوندا آهن. ڇو ته هن هڪ اعتراض جوڳي ڪتاب ستيارٿ پرڪاش جي خلاف گهڻو ڪجهه لکيو هو ۽ پيو ته ڊيپلائي صاحب ڏاهري رنگ محل وغيره جهڙا ڪتاب لکڻ سان سنڌ ۾ ڄڻ ته زلزلو آڻي ڇڏيو هو.

ڊيپلائيءَ جا ڪتاب ته اسان سوليءَ سنڌيءَ ۾ سمجهي پڙهيو ويندا آهيون، پر ٻين جا لکيل ڪتاب سوليءَ سنڌيءَ ۾ نٿا ڏسجن. هندو پبلشرن وٽان جيڪي ڪتاب ڇپجن ۽ پڌرا ٿين ٿا تن جي ٻولي ڄڻ جنات جي لکيل آهي ۽ يا ته جنن ڀوتن جي پڙهڻ لاءِ شايد آهي. جڏهن ته مسلمان اديب پنهنجا ڪتاب به ڄڻ ته ايران ۽ عربستان وارن لاءِ ٿا لکن!

تنهن کانسواءِ سنڌيءَ ۾ جيڪي ڪتاب عام طرح گذريل ستن سالن کان لکرايا ويندا آهن تن ۾ هندن ۽ مسلمانن پاران هڪٻئي جي پڳ لاهڻ ۽ هڪٻئي جي دل آزاري ڪرڻ لاءِ غلط ڳالهيون يا توڙيل مروڙيل حقيقتون ڏنيون وينديون آهن!

مذهب جي سلسلي ۾ به تبليغ ڪرڻ ۽ پنهنجي دين يا ڌرم کي الله جي رضا حاصل ڪرڻ جي خيال کان ڄڻ ته بلڪل

نه، بر ظاهري بالادستي حاصل ڪرڻ جي مقصد سان ئي سنڌيءَ ۾ مذهبي ڪتاب لکيا پيا وڃن. ان ڪري به هڪ طرف ڌيان ڏڪوئڻ جي وڌون آهن.

دلچسپ ڳالهه ته اها به چئجي ته سنڌيءَ ۾ اهي مذهبي گهٽ وڌايون به اردو ڪتابن تان سنڌيءَ ۾ ترجمون ڪري گوڙ مچايو ويو آهي. هي راز تڏهن مونتي کليو آهي جڏهن گذريل ڪجهه مهينن کان جنهن طرح ڪتاب وڪري لاءِ گهٽين ۾ رلندا رهيا آهن ان مان اندازو لڳايو اٿم ته سنڌ ۾ اڙدوءَ جو ڏاڍو ڪو اثر ٿي چڪو آهي. پرين ۾ ۽ ٺاروشاه ۾ ته هر سنڌي واٽبي وٽ سنڌي ڪتابن ۽ انگريزي ڪتابن جا ته ڍير آهن، پر اهي اڙدو ڪتاب ۽ اڙدو رسالا جهڙوڪ شاهه جهان، نيرنگ، زيب النساء وغيره نالن جا ڪئين جلد ڏسڻ ۾ آيا آهن، پڻ ڌاڳوٽن جهڙي ننڍڙي ڳوٺ ۾ اڙدو ڪتاب ۽ رسالا نظر آيا آهن.

ماستر منشارام تنهن ڏينهن مون کي سڌي پنهنجي گهران هلي مونکي سندس گذٿيل سمورا ڪتاب ڏنا ۽ چيائين ته اهي تون پاڻ وٽ امانت رکج ۽ جڏهن وري اسان موٽي اچون تڏهن واپس ونندس.

اسان جي سنڌي واٽين کي سندن ليڊرن هندستان هلڻ لاءِ پاڻ ته ڏاڍو ڪو زور ٻڌو آهي!

ماستر منشارام کي اهو چئي نه سگهيس ته پلا ٿيستائين اهي ڪتاب مون وٽ امانت طور رهي ڪيئن سگهندا؟ اسان مسلمانن جي سادي زندگي ۽ غريب زندگي گذارڻ جي ريت! مگر ڪيس چئي نه سگهيس! هو منهنجو ڪڏهن باقاعدي ٽيچر رهيو ته نه هو ۽ جڏهن هو ٽيچر طور اسان جي ڳوٺ جي پرائمري اسڪول ۾ پڙهائيندو به هو، تڏهن آءٌ ملي وٽ پڙهندو هوس. ۽ ان بعد هو هتان جو بدلي ٿي ويو، ته وري ڳوٺ بدلي ٿي ڪونه آيو. پر آخر هو، آهي ته هڪ ٽيچر نه! پر تنهن ڪري مون ڪيس ادب وچان سوال جواب نه ڪيو. سندس ڪتابن ۾ اڙدو ۾ ڪميونزم بابت ڪتاب آهن ۽ ڪجهه ٻيا ڪتاب. ڪتابن جو ڪل تعداد اٽڪل ٻزن ڏيڍ مس ٿيندو!

انهن ڪتابن جي اڄڪلهه مون وٽ حيثيت ئي ڪانهي!
هزارين ڪتاب مون اڳي گڏ ڪيا آهن. سوچيندو آهيان ته ڪهڙو
ڪڏهن پڙهان! ڪتاب پڙهي پڙهي ٿڪجي پيو آهيان!
ٻالهه اردو اثر جي سوچيان ٿو ته حيران به آهيان ته دهليءَ
۽ لاهور کان پڌرا ٿيل اردو ڪتاب ڪيئن سنڌي واڻيا پڙهي
سگهندا هئا! ايڏو علم هو سنڌ ۾! پوءِ هنن اردوءَ جي بدلي هنديءَ
جي عشق ۾ ايترو زور ڇو ٿي ڏيکاريو؟
سوچيان ٿو ته جيڪڏهن يڪو هندستان هجي ها ته هي اسان
وارا هندو ڀائي، سنڌ ۾ ته ضرور هنديءَ کي سرڪاري ٻولي ڪرائين
ها. ايترو ته هنديءَ لاءِ مست آهن جو، سائين عالمچند ته آخر ۾
بندگيءَ جي گيت جي جاءِ تي به ڪرشن جي شان ۾ ۽ پريوءَ جي
خدمت ۾ شبد ڳارائيندو هو. ظاهر آهي ته اهي شبد بهرحال سنڌيءَ
۾ ته نه هوندا آهن!
هت پنچايتي اسڪول ۾ گيت ته ڪشنچند بيوس جو "سڀ
ڪن تنهنجي ساراهه، قدرت وارا!" پڙهائين ٿا، پر هندي زبان کي
مڙهڻ جو خفت ۾ جنون اسان جي هرڪنهن هندو پڙهيل کي تمام
گهڻو آهي! مسلمانن کي فارسي يا عربي يا اردو سنڌ ۾ مڙهڻ جو
شوق رهيو آهي ته هندن کي سنسڪرت يا هنديءَ کي هت مڙهڻ
جو خفتان آهي! هندو دوست انهيءَ شوق ۾ ايترو رهن ٿا، جو سندن
هٿان سنڌي زبان ڪسي سنڌ ۾ هنديءَ کي جاري ڪجي ته به هو
خوشيءَ سان اها ڳالهه پسند ڪرڻ لاءِ تيار ٿي سگهن ٿا! اها حالت
مسلمانن جي به آهي. هنن کي به سنڌيءَ کان گهڻو وڌيڪ پسند
اردو آهي!
تڏهن وري هندن کي مسلمان ديـن جو دشمن ٿا سڏين ته
هندو همراهه وري مسلمانن کي سوديشي (غير ملڪي) سڏين ٿا.
خود اسان جا ڳوناٽي واڻيا اسان کي تـرڪ، مغل، پٺاڻ مسلمان
سڏيندا آهن!
اسڪولن ۾ اسان جا دوست هنـدو، اسان کي عام خاص
طرح چوندا پيا اچن ته اسان کـــي هندستان ۾ رهڻ جو حق ئي
ناهي ڇو ته مسلمانن جو وطن هندستان جي سرزمين ناهي، پر عربستان

آهي. چوندا آهن ته توهان جو اصل ملڪ عربستان آهي، پڇو اوڏانهن ! !!

اسان شاگردن ۾ ته اسان جا هر ڪلاسي يا ٽين درجن جا هندو دوست اسان کي عربستان، مڪي ۽ مديني هليو وڃڻ جو ڏس ڏيندا هئا. پر اسان جي وڏن مائٽن ۽ پين عام مسلمانن ۾ اهو گهڻو غوغاءُ پڌندو رهان ٿو ته هندن ڪين هيءَ ڳالهه خاص طرح ذهن ۾ وهارڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي ته سندن يعني (هندن)جي هتان ڪان هليو وڃڻ ڪان پوءِ جيڪڏهن ٻاهريان ماڻهو سنڌ ۾ آيا ته اهي سندن (يعني مسلمانن) جا ٻچا ٻير تي ڪري ڇڏيندا.

اسان جي ڳوٺ وارن هندن توڙي ٽـارو شاهه يا پيرن جي هندن مان ڪن واتان مون به شايد اهو ٻڌو آهي؛ جو، سندن خيال آهي ته، سندن وڃڻ بعد سنڌ ۾ ٻاهران جيڪا مخلوق اچڻي آهي، اُنهن هتان مسلمانن جو خير نه هوندو!

هنن جو خيال آهي ته ٻاهران ڪان آيل مسلمان هتي اچڻ ڪان پوءِ سنڌ ۽ سنڌي مسلمانن کي اهڙو سڌو ڪندا، جـو ڪين ڏينهـن جا تارا نظر اچي ويندا. اهڙن خيالن کي هو لڪائڻ به نٿا چاهين!

هڪ طرف ته مسلمانن کي، ٻاهر وارن مسلمانن جي خوءِ بابت ديڇاريو ٿا وڃن ۽ ٻئي پاسي وري ڪيترا مکيه هندو چون ٿا ته اسين پاڻ ۾ اصل کان پيار آهيون. هميشه کان اسان ٻنهي ڌرين جا وڏا پاڻ ۾ پيارن وانگر رهندا هئاسون. هاڻي جيڪڏهن واءُ ابتو لڳو آهي ته ان جو اثر اسان جي پاڙيسرين وارن ناتن يا پنهنجائپ تي خراب نٿو پئجي سگهي!

هو ٻي رخ وٺي ڪيترا هندو، خاص ڪري زميندارن شايد هڪ پيرو هندستان وڃڻ ڪان پوءِ وري سنڌ پهتا آهن. مکي عالمچند به ائين آهي.

انهيءَ حالت جي ابتڙ عام هندو نوڪرين وارا، واپاري ۽ دڪاندار هتان ڪان يڪو اسهڻ جـو پروگرام بڻائيندا ٿا وڃن. هڪڙا ويا آهن، ٻيا پنيان تيار ويٺا آهن! پر مکي عالمچند توڙي سائين هيرانند، سيٺ جازومل يا ديوان مولچند پنهنجي زمينن تان

آهو لاڻ لاءِ تيار نٿا ٿين.

تنهن ڏينهن انهيءَ خيال تي اسان جي ڳوٺ واري نٿر مل پڻ ڳالهايو ته عام هندو توڙي هٽ واڻيا ته سنڌ ڇڏي وڃڻ ۾ ايتري سوچ ويچار ڪرڻ لاءِ هرو ڀرو قائل نٿا ٿي سگهن، پر، سندس چوڻ پٽاندر، مٿا رگهو ديوان ۽ زميندار هندو، جيڪي پنهنجي زمينن جي واٽر ڪورسن جي پاڙ ۾ ويٺا رڻن! نٿر مل هنن تي افسوس ڪرڻ بدران ڪلهو پئي!

نٿر مل جا پٽ هرهڪ ڏالو ۽ جهمون اسان سان اِتي ڏڪي ونجهه وٺي، ڪوڏي ڪوڏي ۽ پرزنرس راندين ۾ حصو وٺندا آهن! هو پنهنجي پيءُ جي ڪاروبار ۾ ڪئين سالن کان ٻانهن ٻيلي آهن. جهمون چار درجا سنڌي پڙهي سگهيو. عام هندو پنهنجي ٻارن کي رگهو چار درجا سنڌي پڙهائيندا آهن. پوءِ هو انهن کي پنهنجي ڏنڌي واپار وغيره ۾ اڙائي ڇڏيندا آهن! نٿر مل جي ڪاروبار ۾ هن وقت ٻاڻ، سندس ڀاڻيجو گلاب، پٽ ڏالو ۽ جهمون ۽ پڻس جوتو ڏينهن رات شامل آهن.

پر هاڻي معيني ڪن ڪان هنن به پنهنجو ڌنڌو سهيڙڻ شروع ڪيو آهي. ٻين دوڪاندارن وانگر هنن جو ڪنهن ڏي به قرض رهيل ڪونهي! هنن جي ڪارو بار ۾ ريزڪي دوڪانداري ۽ مٺائيءَ جي سامان ڏاهڻ جو ڪم شامل رهيو آهي. هن وقت هنن جي هٽ هيٺ ٽي شاهي دوڪان آهن جن مان هڪ ۾ مٺائي، ٻئي ۾ ريزڪي سامان ۽ ٽئين ۾ ڪير جون تيون ڪاڙهڻ جو ڪم آهي.

اسان جڏهن ننڍا هئاسون تڏهن اسان ان چئوسول واري هنڌ ڪان هٽي اندرين گهٽيءَ ۾ سندن گهر پر سان سندن هڪ ٿي دوڪان ڏنو هو. اهو دوڪان رگهو مٺائي جو هو. پوءِ موجوده سيٺي ۽ ريزڪي وارو دڪان هنن پنهنجي سؤٽ پرمي ڪان خريد ڪيو. پرمي جي پيءُ تيجو مل وارن وٽ انهيءَ ٿي جاءِ تي ٽي وڏا شاهي دوڪان هئا. هنن وٽ شايد موڙي نه هئي. ٽئي خالي ۽ ٻاهرين دروازن ڪانسواءِ هوندا هئا.

پرمي جو ننڍو ڀاءُ ڳوال، اڃان ننڍو هو ته ڪيس سندس مائٽن جي دوڪان تي ڪراچيءَ موڪليو ويو هو. اسان مسلمان

ٻارن لاءِ اها هڪ اچرج جهڙي ڳالهه هئي. ١٩٤١ع ڌاري جڏهن هو، ڪراچيءَ ويٺل ڪان اڳ پنهنجي چئوسول جي دوڪان تي ٿوري سيڌي سامان سان هٿ هلائيندو هو، تڏهن آءٌ ۽ منهنجو ننڍو ڀاءُ انهيءَ ٽي دوڪان تان هڪ نه ٻئي ڏينهن ٿي ڏوڪڙن جا چانور خريد ڪرڻ ويندا هئاسون. چو ته اهي چانور ٻه ڏينهن هلندا هئا. اسان وري ايڏا ننڍا هوندا هئاسون جو، ڪپڙي جي پلاند ۾ اهي چانور، پچاڙيءَ جو، ٻڌي ٻه اهو گوال اسان کي ڏيندو هو!

گوال واپس وري ڪراچيءَ کان اچ کان اٽڪل ٻه سال اڳ آيو آهي. تيستائين دوڪانداري سندس ننڍو ڀاءُ ۽ منهنجو ڪلاسي، واسو، هلائيندو هو. واسو ٻه چار درجا پڙهي پڇي، هٽ تي ويٺو!

واسو جڏهن ٻاراڻي نموني جو هو، تيستائين مو ميدان تي رانديون ڪرڻ ۽ مون سان خاص طور ملهه وڙهڻ لاءِ آماده رهندو هو. هندو ڇوڪرن سان راند ڪرڻ وارو گهٽو ڪري هڪ ٽي آءٌ مسلمان هوندو آهيان.

اسان جي انهيءَ اوسنا ۾ راسو، گوپال جو ڀاءُ شيوو، ڪرن جو پٽ جمنو، اهڙا ٻار هئا، جيڪي ڳالهه ڳالهه تي هندو مسلمانيءَ جي ڳالهه پيدا ڪندا هئا: هڪ ڀيري جمني مونکي گار ڏني ۽ مون هنکي سيکت ڏيڻ چاهي ته شيوو اچي پرسان بيٺو ۽ مونکي چوڻ لڳو: ”تون اڙي مسلمان هن کي ڇو ٿو وڙهين؟“

اهو شام جو وقت هو. راند جي ميدان ڏي لاتعداد ٻار پئي هليا ۽ آءٌ اڪيلو مسلمان سڀني هندن ٻارن سان گڏ پئي ويس! هنن ٻارن ۾ ڪيترا، اسان جي عمر کان گهٽو وڏيڪ هئا! هندن سان گڏجي راند ڪرڻ جي عمر، مونکي شايد انهيءَ ڪري پئي آهي جو، آءٌ هنن سان گڏ پڙهان ٿو ۽ ٻيو ته اسان جو گهر هندن جي ٻاقي اڌ شهر جي وچڄڻو ۽ مسلمانن جي سڄي پاڙي جي منڍ ۾ بازار، اسڪول ۽ هندن جي ٻارن کي وڌيڪ پرسان آهي. انطرح هندن مان ٻه گهٽا نوجوان منهنجي وڏي ڀاءُ جا گهرا دوست آهن. گنو ۽ ڏيون، مور ۽ هـــرو خاص طرح هن جا گهرا دوست

ڏسبا آهن.

اڄڪلهه سيني هندن جي هلڻ چلڻ جو ارادو پايان ٿو ته ان ڪري اڃي ٿيو آهي جو، هنن کي اسان مسلمانن جي ارادن ۾ شڪ گهڻو آهي. نه رڳو شڪ پر مسلمانن جي دوستيءَ توڙي ارادن جي باري ۾ هندو ڏاڍو ڊنل آهن اسان جا مسلمان به ڪيترا ته آهن جيڪي هنن کي تسلي ڏيندا تا رهن، پر ڪيترا بي پروسي قسم جا ماڻهو آهن. منهنجو هڪ دوست ٻڌائي ٿو ته حيدرآباد ۾ آزاديءَ جي اعلان ٿيڻ کانپوءِ نيشنل گارڊ جي ڪن رضاڪارن هيرا آباد جي رستن تان لگهندي ڪي اڻ وڻندڙ نعرا لڳايا ۽ اهو چيو ته هيرا آباد جون حورون اسان جي حوالي ڪريو! واقعي اهڙيون ترڙيون ڳالهيون ته دلين ۾ ڇير وجهي ڇڏين ٿيون!

منهنجي ننڍي ڀاءُ جو هم ڪلاسي ۽ دوست بلديو به تنهن ڏينهن چوي پيو ته هو جلد ئي سنڌ ڇڏي هليا ويندا!

بلديو کي اسان اسڪول کان ئي بلو سڏيندا آهيون. هن جو هڪ وڏو ڀاءُ ديال منهنجو ڪلاسي آهي. هن به چار درجا پڙهي پنهنجو ڌنڌو وڃي ڪيو.

بلوءَ وارا دليپوٽن ۾ پڳڙيءَ ۽ ڪمائو ماڻهن جي تعداد جي حساب سان دليپوٽن جي سڀن آڪهن ۾ سڀ کان وڏي آڪهه وارا آهن. اول ڳالهه ته هنن جي پاڙ ۾ پڳڙي ڏاڍي آهي. بلوءَ وارن جي پيءُ جو نالو به نترمل آهي. ان جا بلوءَ سميت ڇهه پٽ آهن. جنکي پيڻ هڪ به نه آهي!

بلوءَ وارن جي هڪ چاچي جا به ڇهه پٽ آهن ته ٻئي چاچي جا به ڇهه پٽ آهن! ان طرح ۱۸ ڇوڪرن جي ڪٽنب ۾ سندن وڏو سوٽ موهنداس ئي پڙهيل ۽ وڏيڪ پڙهيل آهي. طبابت ڪندو آهي. نترمل پاران انهن ارڙهن ئي پٽن ۽ پائٽين جو انتظام وڏي پائٽيي موهن کي سونپيل هوندو آهي. ۽ ڪمال آهي جو سمورا اهي ننڍا وڏا موهن جي مچتا پنهنجي پيءُ ۽ ڪاڪي جهڙي ئي ڪندا آهن.

موهنداس هنن جي مدد سان ڪڏهن ڪنهن ننڍي ڦئڪٽري قائم ڪرڻ جا تجربا به ڪندو رهيو آهي، تان جو آزاديءَ جو اعلان ٿي

ويو آهي ۽ دلچسپ ڳالهه هيءَ آهي ته انهن مان سڀ کان وڌيڪ مقروض، مگر غريب ڪٽنب جن پنهنجي ابائي ڳوٺ کي ڇڏي وڃڻ وارو آهي!

مان چوان ٿو ته اهو غريب ڪٽنب به ڪنهن چڱي مسلمان ڪٽنب جي ڀيٽ ۾ جيڪو ته تمام گهڻو آسودو ڪٽنب آهي.

چو ته گذريل هڪ سال اندر اسان کي جڏهن به پيڻ وڃڻ لاءِ ڪڏهن پاڙو پنو ڪيو آهي، تڏهن اسان پنهنجي غريبت جي همراز ٻلوءَ ڪان چار آنا، اٺ آنا، يا رپيو ورتو آهي! ان طرح هيئر هن جا ۲۸ رپيا اسان جي ڪٽنب تي روڪ قرض ٿي ويو آهي. اسان وٽ آمدني يا روزگار جو اهڙو ڪو ذريعو ته آهي به ڪونه، سو، هن کي اهي ۲۸ رپيا پڪسادي ڏيڻ کان لاچار به آهيون. انهيءَ ٿي حالت جي ڪري يا ڳوناڻيءَ، هم ڪلاسيءَ يا ننڍپڻ جي ياراني جي اثر جي ڪري، ٻلو پاڻ به هاڻي اهي پئسا نٿو وٺي. مون کي ٻلوءَ جي انهيءَ فراخ دليءَ تي خوشي به آهي ته ڏک به!

ڏک ان ڪري جو، اسان جو اهو ننڍپڻ جو دوست جنهن پنهنجي خرچيءَ مان پائي پائي ڪري گڏ ڪيو هوندو، تنهن کي اسان هي پيسا موٽائي نٿا سگهياسون! واڻين کي پيسن جي بچائي رکڻ جي عادت آهي، انڪري ڪين هندستان ڇڏي پاڙي پٽي ۾ مشڪلات ٿيڻ ممڪن ناهي.

واڻين جي ڀيٽ ۾ اسان مسلمانن جي مالي حالت ۽ ڪمائي يا اپت جو اندازو مون کي آسانيءَ سان ٿئي ٿو جڏهن آءٌ پنهنجي گهريلو ڏوڙي آسپاس جي سڀني مسلمانن جي حالت تي غور ڪريان ٿو. ڪو مسلمان واپار ڌنڌو ڪرڻ لاءِ تيار نه هئو ۽ هاڻي جڏهن سڀ هندو واپاري هليا ويا وڃن تڏهن اهو ڪم ڪير هلائيندو؟

ٻيو ته اسان مسلمانن ۾ سڀ مرد مائهو ڪم ڪار ته ڪن ٿا ۽ ڏوڪڙ به ڪمائي سگهن ٿا پر گهر ۾ صحيح طرح خرچ پکو ڏيڻ لاءِ تيار ناهن. تنهنڪري سڀني مسلمانن جون زالون ڏک ۽ پريشانيءَ ۾ رهنديون آهن.

مسلمانن جي گهرن ۾ بوڙ ڀاڄي ڪونه چڙهي. نماڻن ٻارن وارن گهرن ۾ به مڇيءَ جو بوڙ ڀاڄي ڪونه چڙهي!

مرد جيڪي ڪمائين ٿا سو پنهنجي خود خيال ڏي، خرچ ڪندا رهن ٿا! انهيءَ ڪري ئي مسلمان گهراڻا سدائين ڪنگال آهن ! پر جن مسلمانن وٽ پڪرين جا ڍڳ پاليـــل آهن، تـن کي روزيءَ جـي تنگي ناهـي.

اسان جي گهر ۾ بابو ۽ منهنجو وڏو ڀاءُ زمانيءَ جا مڃيل ڪاريگر ۽ چڱا ڪمائو انسان ۽ محنتي ماڻهو آهـن. پر منهنجو ڀاءُ سڄي ڪٽنب جي خرچ جي زير بار آهـي. تنهنڪري آسانيءَ سان هو ڪنهن ڏنڌي واپار ۾ سيڙپ جي لحاظ کان تڪڙو اُڀري نه سگهيو آهي. جي ائين قصو رهيو ته اسان جي تعليم جو مستقبل خطـري ۾ به ٿي سگهيٿو. ڇو ته هندن جي هٿن ڪيڏڻ جي حالت ۾ سارا هاءِ اسڪول ۽ ڪاليج ڦٽي وڃڻ وارا آهن. ۽ يا ڪنهن پري واري هاءِ اسڪول ۾ پڙهائي جاري رکڻ لاءِ في ۽ بورڊر شپ جا پئسا ڪٿان ايندا!

هن وقت آسپاس ۾ ۽ دليپوٽن ۾ رڳو اسان اڪيلا مسلمان آهيون جيڪي انـگريزي تعليم پـڙهون ٿا. پني جو عـلي حسن، جيڪو دليپوٽن ۾ چوٿين سنڌيءَ تائين منهنجو هم ڪلاسي ٿي رهيو مو، گذريل سال ميٽرڪ امتحان ڏئي هائي ڪراچيءَ ۾ سرويريءَ جي ڊپلوما ۾ داخلا وٺي چڪو آهـي!

پر هن حالت ۾ جيڪڏهن پنهنـجو پوٽاميل ٿو ناهيـان ته ۱۹۴۷ع جي ختم ٿيڻ ۽ ۱۹۴۸ع جي اڳتي وڌڻ واري دؤر تائين ذاتي طرح اسان جو ستارو ايترو چمڪدار ناهي جيترو جيڪر ڪنهن گهٽ ۾ گهٽ درجي واري هندو ماڻـهوءَ جو به آهي! اسان کي به عام مسلمانن جي نـموني نه مستـقـبل جو فڪر هوندو آهي ۽ نڪي ماضيءَ جي ياد! پر اسان جو وڏو ڀاءُ ڏاڍو خبردار ۽ داناءُ ۽ دور انديش شخص آهي. انڪري هن خلاف سنڌس هرويرو دشمنن جو محاذ، هر وقت موجود ڏٺو اٿم. آءٌ ته ايتـرو ننڍو ۽ بي آواز آهيان جو، سنڌس ڪابه پنيرائي نٿو ڪري سگهان.

شايد اسان جي ڪٽنــب ۾، بنـسبت بين، ساري دنيا جي ڪٽنبن جي پيٽ ۾، اڻ وٽت ڏٺي اٿم! چاچو صالح اسان نالي چوندو وتندو آهي ته اهي اڻ سڌريل ۽ بيڪار آهن. تنهن ڏينهن مون

ڪاڻس پڇيو ته ”چو ڇاڇا اسان ڇاڇ ائين آهيون؟“ ته ڇيائين ته ان ڪري جو، توهان نه ڪڏهن جهيڙو ڪيو نه ڪڏهن جيل ويا!
چاچي جي اها سوچ آهي ۽ هر ڳالهه ۾ اسان کي تنگ ڪرڻ سندس عمدو شوق آهي.
ڏاڏو گذاري ويو ته ان جو ڪفن دفن به اسانجي وڏي پاءُ ڪيو. ڏاڏي نالي چوندي ئي ته سڄي عمر پنهنجي انهيءَ پٽ لاءِ محنت مزوري ڪيائين، پر پڇاڙيءَ هن گهر کان به ڪڍي ڇڏيس!
ڏاڏي کي الائي ڪهڙي طرح آفيم ۽ ڀنگ جي چوس پئي هئي. پوءِ آفيم جهڙي موذيءَ جو مقابلو ڪرڻ لاءِ هن کي روزانو ڪئين ڪوهن ۾ در در تي وڃڻو پوندو هو. اهو ته اسان ننڍپڻ کان پيا ڏسون ته اڪثر مسلمان پنڻ جو پيشو ئي اختيار ڪيل آهن! جهڙوڪ: مسجد جو ملو، اوتاري جو مجاور، شاهه ۽ درگاهن جا متولي!
ڏاڏو جنهن صورت ۾ حيران رهيو، ان مان ڪنهن مسلمان سبق ته ڪونه ورتو، پر اُلٽندو اسان، هنجي پونيرن تي ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ ضروري سمجهن ٿا! مسلمان چرس، ڀنگ ۽ ٻئي نشي پتي کي عام جام واپرائين ٿا. ڀنگ پيڻ وقت مڪان تي ويهي چون: جيڪو پيئي، سو جيئي، ٻين جو جيئڻ الاهي آ! ۽ نشي ڪرڻ مهل ۽ راڳ ڳائڻ وقت مولوين ۽ شريعت کي وينا گاريون ڏيندا آهن! ڀنگ ۽ آفيم توڙي چرس جا وڏا گنا، سڀ نارو شاهه ۾ آهن! سرڪاري طور منظور ٿيل!
نارو شاهه جنڪشن جي ڏکڻ اوڀر ۾ ٻائي جو مندر هيٺر گهٽو آباد آهي جو جنڪشن ذريعي رواني ٿيڻ کان اڳ پري کان اينڊز وانيا مندر وٽ وڃي رهن ٿا.
اهو ٻائو ٻه سال اڳ ساري هندستان ۾ اخبارن جي صفحن تي اينڊز هو چوڻ ڪن چورن سندس نهيل ٽڪائي تي رات جو ڪاهه ڪئي هئي. اُتي ڪو مقابلو ٿيو ته چورن هڪ ٻن ماڻهن کي ماري ڇڏيو. هنن ٻائي کي به ماريو مگر هن پنهنجو دم ڪٽي مغز ڏي پهچايو ۽ ان ريت ازل جي راهه وٺڻ کان بچي ويو. پوءِ ته ساري سنڌ ۽ هند جي اخبارن جي وات ۾ ٻائي جي مظلوميءَ جا

داستان شروع ھئا.

اسان اھو قصو سچو سال پڙھندا رھياسون. وڏيڪ اسانکي به خبر ناھي ته پائو کھڙي کھڙي ڪاني ڪرامت رکي ٿو، يا سندس نالو ڇا ھي؟ بس، پائو اسانکي ياد آھي.

پيرين ۾ به ھال جي اوير ۾ بس اسٽاپ تائين جيڪو عمدو باغ آھي، ان کي پائي جو باغ سڏبو آھي. سائين ھيرا نند وارن جي پاڙي پرسان، سرڪاري اسپتال جي سامھرن روڊ جي ٻئي پاسي پائي جي باغ ۾ جيڪو چمن ٽهيل آھي، تنھن ۾ بوردنگ ھاؤس جا اڪثر شاگرد رمضان جي روزن ۾ منجھند ڪانپوءِ وچي وھنجندا آھيون! ھڪ به چوڪرو ڏچندو وچي نار کي گيڙو ڏيندو آھي ته برف جھڙو ٿڌو پاڻي ٽانڪيءَ ذريعي نلڪي مان متان وھڻ لڳندو آھي.

سمجھان ٿو ته پائي جا اھڙا باغ ساھتيءَ جي ھر شھر پاھران آھن! پائي جي، ھندن ۾ ڏاڍي مڃتا آھي.

ساھتيءَ ۾ ٻي وڏيڪ مڃتا آھي ڪنڊياري جي ھاسا نند جادوگر جي!

ماستر چندر به چون ٿا ته ساھتي جو آھي. سندس پٽ ١٩٤٦ جي ھنيائيءَ ۾ ٽورنامينٽ جي موقعي تي رات جو ھاءِ اسڪول جي ھال ۾ راڳ ڳائي سڀني آيل استادن ۽ شاگردن کي ڏاڍو خوش ڪيو ھو.

اھا ڳالھه مون سان بدي ڪتيءَ ڪئي ھئي. ڇو ته ھو راڳ ٻڌڻ لاءِ منياڻيءَ ۾ ٽڪي پيو ھو. الائي سياري جي رات ھن ڇٽ ڪيئن گذاري ھوندي! جڏھن ته آءُ به ھن سان اھا ٽورنامينٽ ڏسڻ ويو ھوس پر شام کان اڳ ئي چار ميل پنڌ ڪري اچي ڳوٺ پھتو ھوس!

ان ٽورنامينٽ جي خبر اڳ ۾ مون کي پئي ھئي ۽ مون بدي کي ان جي ڏسڻ لاءِ شوق جاڳايو ھو. پر ھڪ ڏينھن اڳ شام جو جڏھن ناروشاه جنڪشن تي پھتاسون تڏھن رات پوڻ لڳي ھئي، ۽ انھيءَ حالت ۾ اسان ڪيڏانھن به رڙھي نٿي سگھياسون. بدو چوي ته سندس ڪو ٽانگي وارو دوست آھي، سو، اتي ھلي

رهون. مون چيس ته آءٌ ٽانگي وارن ۽ بازاري ماڻهن جي دوستين تي يقين نه ڪندو آهيان.

اسان جي انهيءَ ريڙهه پيڙهه هلندي پري کان اسانکي ڪتان فلپ ڊرائيور ڏسي ورتو. فلپ اچڻ شرط اسانجو سڄو قصو سمجهي ورتو ۽ هڪ پورٽر هٿان، اسانکي ٽيشڻ جي سامهون وارين هوٽلن مان هڪ چڱي هوٽل تان ماني کارايائين. اسان ٻکيا ته هئاسون مگر حجاب پيا ڪريون. پوءِ ياد آيو ته فلپ کي ته ڪيترائي دفعا دليپوٽن ۾ پپر جي وڻ هيٺ لسي ۽ ماني کارائي چڪو آهيان!

فلپ جي مدد نه پهچي ها ته تهه سياري ۾ الائي ڪهڙو حال ٿئي ها! اسان هرو پرو هوڙهه ٿي پرين مان اسڪول توڙي بورڊنگ هائوس مان بنان موڪلائڻ جي نڪتا هئاسون!

فلپ اسان کي يورپين ريسٽ هاؤس ۾ ترسڻ لاءِ موڪليو ته مون انڪار ڪندي چيس ته اسان کي صبح جو سوير واري ٽرين ۾ منياڻيءَ وڃڻو آهي تنهنڪري اسانکي جاڳائڻ جو اتي انتظام ٿي نه سگهندو. پوءِ هن ذاتي دلچسپي وٺي پنهنجو پيو نوڪر اسان کي اتي ترسڻ لاءِ حوالي ڪيو جنهن صبح جو سوير اٿاري اسان کي وڃي فلپ جي انجڻ اڳيان ٻيهاريو.

اڄڪلهه سيني ننڍن مسلمان شاگردن، شهرن مان ڪتاب وٺي وڃي پنهنجن گهرن ۾ ڍير وڃي ڪيا آهن! مون به هزارين ڪتاب خريد ڪيا آهن. ڪوبه هڪ ڪتاب آني يا ٻين آني کان وڌيڪ نٿو ملي! پر ته به ڪن حالتن ۾ ايترو سستا ڪتاب ڪير نه به ڏيڻ چاهي ٿو! تنهن ڏينهن جڏهن ٽاروشاهه کان پرين جو ڦيرو ڏيڻ لاءِ فلپ جي موٽر تي انورالدين ۽ آءٌ وياسون، تڏهن شاهي بازار مان گذرڻ بدران مون هيرا نند وارن جي پاڙي کان گهٽيءَ جو رخ ورتو.

ٿورو اڳتي هڪ گهر جهڙي دروازي واري اوطاق ۾ اندر هڪ صندل تي ڪتابن جو هڪ وڏو ڍير ڏٺوسون. ٻيهي رهياسون ۽ پوءِ ڪتابن جي شوق ۾ اندر لنگهياسون! اندر هڪ به پيا همراهه به ويٺا هئا. مون ڪتاب اٿلائي پٿلائي ٻتي ڪتاب پسند ڪيا. به

ٻي آنا هر ڪتاب جي حساب سان ڪتابن جي مالڪ کي آڇ ڪيم!

ڏسڻ ۾ آيو ته ڪتابن جو مالڪ پائيمند، آپي کان ٻاهر ٿي ويو. چيو: ڪتاب آءُ ايتري گهٽ قيمت تي ڪيئن وڪڻندس؟ اصل وڪڻندس ئي ڪين، جيڪڏهن اها حالت رهي ته آخر ۾ ويندي ويندي هي سڀ ڪتاب نور محمد شاه کي سنڌس لئبريريءَ لاءِ ڏئي هليو ويندس!

چيائين: بي قدرن کي ڪتاب ڏيڻ بدران ان شخص کي ڏئي ويندس جيڪو گهٽ ۾ گهٽ پڙهيل ته آهي نه!

آءُ ٻه اهڙي ماڻهوءَ جي شڪل ڏسندو رهيس! اهو خيال نه ڪيائين ته هي غريب شاگرد آهن! اصل شوق ۾ کپ ته اسانکي هو! پر اسان وٽ نه پيسو هو نه وڏو نالو هو!

سنڌ ۾ اردو، دهليءَ لاهور جي رسالن جي صورت ۾ جيڪا ايندي هئي، انهيءَ جا ترجما ڪري اسان جي مسلمانن اهڙي ئي فارسي گاڏڙ اردوءَ جهڙي سنڌي مضمون نويسي ۽ شاعري ڪئين سالن کان جاري پئي رکي آهي!

ان ريت جيڪو نثر هندن جي قلم مان وجود ۾ آيو آهي انهيءَ تي به ٻاهران ايندڙ هندي ۽ گجراتي رسالن جي ڇاپ صاف ظاهر آهي!

اهڙو خريد ڪيل به آني جو رسالو تنهن ڏينهن گهر ۾ رات جو لالٽين تي ويني ڏنم. پڙهان ته پڙهجي ئي نه! اردو جي الف ب نئو پڙهي سگهان. اتي منهنجو پاءُ اچي نڪتو. هن مون کي زباني طور ٻئي لفظ سمجهايا. هو عام طرح ملڪان ملڪ سير ڪندو رهيو آهي. سنڌس نندي لاءِ جو سنگتي گنومل ۽ ان جو وڏو پاءُ ايسرمل ته ورهين کان هاٿي حيدرآباد جي ريلوي پليٽفارم تي ٻهڙي وينبرن طور ڪم ڪندا پيا اچن. تنهنڪري حيدرآباد ۾ رازڪو ڪم ڪرڻ يا ٻي ڪا مزوري ڪرڻ جي حالت ۾ هن کي رهڻ جي سهولت هوندي آهي.

هن ٻڌايو ته هو اردو ڪجهه نه ڪجهه حيدر آباد ريلوي اسٽيشن تي سکيو جي گني وارا مال بينا وڪڻدا آهن. ته چئبو ملڪ

جي وڏن ٽيشنن تي اردوءَ جو رواج آهي! مون به نارو شاه ۽ پڊعيدن ٽيشنن تي هندي، گجراتي، اردو، انگريزي ۽ سنڌي ۾، سڀني سارين پنجن زبانن ۾، ريلوي بورڊ پاران ڦٽين تي نوٽيس لکيل يا چنبڙيل ڏٺا آهن!

خود ريلوي جي ٽڪيٽ تي توڙي ننڍي کان ننڍي ريلوي ٽيشن جي نالي واري تختيءَ تي انگريزي، هندي، اردو ۽ سنڌيءَ ۾ ٽيشنن جا نالا هوندا آهن!

وڏي ياءُ اهو به چيو ته سيوهڻ ۾ به گهڻو ڪري ٻاهريان زيارتي اردو ٻولي ئي ڳالهائيندا آهن. مطلب ڪم ڪيائو اردو! جهڙوڪ: آئو، ٻيٺو وغيره!

اسان جي هڪ دوست گل محمد هوت جو چوڻ آهي ته سال کن اڳ هو، جڏهن ڪراچيءَ ويو هو ۽ بندر روڊ تي پهچي اتي هڪ هندو ڇوڪري کان هن مينارام هاسٽل جو پڇيو هو، تڏهن ان مون سان سنڌيءَ ۾ جواب ڏيڻ جي بدران اردوءَ ۾ ڳالهائيندي چيو ته ” اوڌر والي راستي سي جاؤ !“

گل محمد هوت کان پڇيو مون ته متان هو ڇوڪرو سنڌي نه هجي! تنهن تي جواب ۾ هوت ڄاڻايو ته ”ائين ناهي! جڏهن مون ڪانئس پڇيو، تڏهن مون سان ڳالهائڻ کان اڳ ٽائين به هن، پنهنجي پوڙهيءَ ماءُ سان، سنڌيءَ ۾ پئي ڳالهايو، جنهن کي هن هٽ کان وٺي بندر روڊ پئي پارڪرايو! پر مون خود به جڏهن ساڻس سنڌيءَ ۾ پئي ڳالهايو، تڏهن به هن اردو ۾ جواب ڏيڻ تي زور ٻڌو هو.“ گل محمد هوت ٻڌايو ته ”آءٌ ٻهراڙيءَ جو هڪ سادو سودو سنڌي ڏسڻ ۾ ايندو هوندس ۽ ڪراچيءَ ۾ ويو به پهريون ڀيرو هوس!

پوءِ به بد جواميءَ مان يا ڪنهن سبب کان سنڌي هندو ڇوڪري اردو ۾ ڇو جواب ڏيڻ ضروري سمجهيو!؟“

ان ڳالهه مان ظاهر آهي ته ڪراچي ۽ سنڌ جي وڏن شهرن ۾ گهرن کان ٻاهر اردو ڳالهائڻ فيشن آهي!

هندو، سنڌ ۾ حقيقت ۾ اسان بي تاج بادشاه ڏٺا آهن. هنن بهتر سوچ جو نمونو ته هڪ اهو به رکيو آهي، جو پيسو هجڻ

جي حالت ۾ هميشه عمدي عمارت اڏائيندا آهن، جڏهن ته اسانجي مسلمانن کي پيسو هٿ ايندو آهي ته سڀ کان پهرين وچي ڪنهن سان جهيڙو جوڙيندا آهن ۽ جيڪڏهن جهيڙو ڪير ساڻن ڪرڻ لاءِ ڪي تيار نه هجي ته پوءِ پيسي جي زور تي ڪنهن زائفان کي هٿ ڪندا آهن. يا زال جي شڪل ۾ يا سُريت جي شڪل ۾!

پر هيڏي هوشياريءَ هوندي به سنڌ جي هندن گذريل هڪ سئو سالن کان جو ڪجهه ڪيو، ان جو مـوُل مقصد رڳو هندو جاتيءَ جي ڀلائي ۽ مسلمانن کان نفرت! نتيجو اکين اڳيان آهي!

هينئر اڪثر هندو ڪـراچيءَ ۾ ئي وڃي ڳاهٽ ٿيا آهن. ڪي اتان به اڻ چاڻايل ڏپ کـان جايون خـالي ڪري وڃڻ جي تيارين ۾ آهن.

سنڌ جي سياست جو نقـشو وري هـيڪاري مونجهاري ۾ آيل پيو معلوم ٿئي. محمد ايوب کهڙي خلاف وڏا قدم پيا کڄن. محمد هاشم گزدر ۽ آغا غلام نبي پٺاڻ سخت ناراض آهن. هنن کي مسلم ليگ جي هاءِ ڪمان کان شڪايت آهي ته ان ياران ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڇني مرڪزي سرڪار حوالـي ڪرڻ جون تياريون زور شور سان جاري آهن.

اخبار الوحيد جنهن سڄو عرصو مسلم ليگ ۽ پاڪستان جي هلچل جي زوردار حمايت ڪئـي، تنهن ۾ به اڄـڪلهه مرڪزي سرڪار تي ناراضگي جو اظهار ٿيڻ لڳو آهي ته سنڌ جي صوبائي معاملن ۾ بيجاءِ دخل ڇو ٿو ڏنو وڃي؟

جنوري فيبروري بابت پڙرو ٿيل ماهوار رسالـو توحيد لکي ٿو ته ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڇنڻ جو ڪم جلد ٿيڻ وارو آهي ڇو تـه، رسالي جي چوڻ مطابـق، ڪراچـيءَ جا صاف ۽ ڪشادا رستا، سمنڊ جو ڪنارو ۽ ڪراچيءَ جا ناهوڪا بنگلا مـرڪزي سرڪار جي اختياري وارن کي گهڻو وڻي ويا آهـن. توحيد رسالي جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن، سنڌ خود ئي مرڪزي سرڪار کي، ڪراچي ۾ اچي گادي بنائڻ جي آڇ نه ڪري ها ته اڄ ڪراچي کي سنڌ کان جدا ڪرڻ جو سوال درپيش نه اچي ها! پر سنڌ تي وري به جن وڏيرن جي حڪـومت آهي، اهي وڏيـرا نـياز نئڙت

ڪرڻ ۽ غلامي تابعداري ڪرڻ کانسواءِ ٻيو ته ڪجهه به نٿا ڪري سگهن.

اهو ئي رسالو توحيد ڪراچيءَ جي موجوده حالت تي افسوس ڪندي چوي ٿو ته ڪراچيءَ ۾ گهڻو ڪري ٻاهران کان سرمائيدار ۽ وڏا امير اچي گڏ ٿيا آهن، اردو اخبارن جو تعداد وڌندڙ آهي رڳو هڪ ٻن اردو اخبارون ته دهليءَ ۽ ٻين شهرن کان ڪراچيءَ ۾ منتقل ڪيون ويون آهن! اهڙيءَ طرح ماهوار ۽ هفتيوار اخبارن جو انگ الڳ آهي. شهر ۾ هاڻي اخباري ڪاغذ جي ڪمي پيدا ٿي ويئي آهي. وڌي ڳالهه ته انهن اخبارن جو موضوع به اسلامي طرز جو ته هرگز ناهي.

ان ريت رسالي ساڳئي اشو ۾ ٻڌائي ٿو ته ديوبندي عالم ڪراچي ۾ گهٽ آيا آهن، تنهن ڪري اهي اثرائتي نموني ڪم ڪري نه سگهندا. رڳو هڪ مولانا شبير احمد عثماني ۽ سندس سنگتي آيا آهن، پر اهي به جيئن ته مسلم ليگ ۾ چنبڙيا پيا آهن، تنهن ڪري هو ڪوبه ڪارج سرانجام ڏئي نه سگهندا.

ان طرح دهليءَ جا اهل حديث ڪراچي ۾ واپار جي ارادي سان تمام گهڻي تعداد ۾ پهتل آهن. هو هڪ عظيم الشان مسجد جي پيڙهه جو پٿر رکڻ چاهن ٿا.

دهليءَ ۾ امامي پارٽيءَ جو اڳواڻ مولوي عبدالستار ولد مولوي عبدالوهاب پڻ ڪراچيءَ آيل آهي. هو پنهنجي جماعت اهل حديث لاءِ جدا ڪالوني ناهڻ گهري ٿو. ان لاءِ زمين خريد ڪرڻ جي انتظام ۾ لڳل آهي.

چون ٿا ته بريليءَ جا ڪي عالم سڳورا به سنڌ ۾ پهتا آهن. هو سنڌ ۾ پنهنجن عقيدن جي تبليغ لاءِ مرڪز ٻڌا ٿا گهرن!

ڪراچي ۾ سيد عبدالقادر جيلانيءَ جي ٻارهين ڪندڙ ۽ عرس ڪرائيندڙ يا متبرن اڳيان مٿا ٽيڪيندڙ اڳ ۾ به عام جام مخلوق آهي وري جو اهي مولوي سنڌ ۾ مرڪز ناهي ويهندا ته ملڪ جا ته چوڏهن ئي طبق روشن ٿي ويندا.

........



سرداو علي شاه 'ذاکر'

## نعت

بلغ العلیٰ بکماله
کشف الدجیٰ بجماله
حسنت جمیع خصاله
صلو علیه و آله

محبوب ذات کبریا
ختم الرسل خیرالوریٰ
معراج جنهن جي منتهیٰ
بلغ العلیٰ بکماله

دنیا نکو دستور هو
ان دم به حسن حضور هو
سهڻو سراپا نور هو
کشف الدجیٰ بجماله

لطف و کرم مهر و عطا
شفقت شفاعت ۽ شفا
حلم و حمایت ۽ حیا
حسنت جمیع خصاله

ڪهڙو نبيؐ جو شان آ
تعریف ڪل قرآن آ
مولیٰ به مدحت خوان آ
صلو علیه و آله



# پنج گنج

هي ڪتاب مسودي جي صورت ۾ اسان کي سائين زرنگار موسويءَ وٽان مليو.

جناب زرنگار موسوي هڪ نوجوان تعليم يافته شخصيت آهي ۽ هن اداري جي پلائيءَ توڙي سنڌي زبان پڙهندڙن جي رهنمائي ۾ ڪارائتي ونڊر لاءِ هي ڪتاب دلچسپيءَ وارو ثابت ٿي سگهندو.

هن هٿ جي لکيل مسودي کي ڏسڻ سان ائين معلوم ٿيو هو ته تمام گهڻي محنت ۽ چڱي اپاءَ سان هي "پنج گنج" ڪتاب تيار ڪيو ويو هوندو.

هونئن لکيل ته ڪتاب اڄان بہ ڪو اڳ جو هوندو، پر ڪنهن شاگرد هٿان، هيڊ ماستر جي اتارائڻ جو سنہ ٿي آخر ۾ لکيل هو. جيڪو ۱۸۹۶ع هو. اسان ان تي اهو سنہ ڏي ان ڪتاب بابت سڀ ڪان اوائلي سمجهي، مصنف جي سنڌس ڏي لکيل نوٽ ۾ شامل رکيو آهي.

هن ڪتاب ۾ جيڪي لکڻيون آهن، سي، بيحد دلچسپ علمي حقيقتون ۽ اڃرج ۾ آئيندڙ هدايتن واريون آهن.

هن ڪتاب جو، هرهڪ صفحو، توڙي هرهڪ سٽ علم ۽ حڪمت، چاڻ ۽ دانائيءَ جا پنڌار آهن.

اسان جي اداري جو مقصد عام پڙهندڙن توڙي علم جي ڳولائو ماڻهن لاءِ عمدو لٽريچر تيار ڪرڻ آهي. جيڪڏهن پڙهندڙن پاران دلچسپيءَ ۽ سهڪار جو لاڳيتو سلسلو رهيو ته اهڙي لٽريچر تيار ڪرڻ بابت مشڪلات کي منهن ڏيڻ سولو ٿي سگهندو.

عمرالدين بيدار

## سبب تاليف

زمانو درگذر آهي، عمر آذاري آهي، جوانيءَ کي جتاءُ ڪونهي، حياتيءَ کي بقاءُ ڪونهي، انسان کي عدم جي امڪان ۾ اچڻ ضروري آهي. هتي هميشه ڪو ڪونه ٽڪندو، مگر جنهن جو نالو نيڪ نامي سان نامدار رهندو سو هن دنيا جي دلان مان نه ويندو، تنهن ڪري هن مسڪين بي تسڪين اها تلقين لهي پاڻ تي تڪليف سهي دنيا ۾ پنهنجي نالي ياد رهڻ ۽ آخرت ۾ ثواب لهڻ جي اُميد تي ڪتاب ناهي منجهس پنج باب ڌري سندس نالو پنج گنج رکيو اٿم. جو سندس سيڪو باب علم جي آب جو درياهه آهي.

محمد حسن

هيڊ ماستر سڪول ٽنڊو سومرو

فبروري ١٨٩٦ع

## فصل (١) نقلن جي بيان ۾

حڪايت (١) چون ٿا ته جڏهن الله تعاليٰ جل شانه حضرت آدم عليه السلام جو بت ٺاهيو ۽ پنهنجي ڪامل قدرت سان اُن جي جسم ۾ روح وڌائين، تڏهن حضرت جبرائيل عليه السلام وٽس علم، عقل ۽ حياءُ ٽيئي تحفي طور کڻي آيو ۽ چيائينس ته هنن مان جيڪو توکي وڻي، سو هڪڙو کڻ. حضرت آدم عليه السلام عقل قبول ڪيو. تڏهن علم ۽ حيا کي ملڪ سگهوري چيو ته اوهين موٽي هلو. هنن چيو ته اسين ٽيئي اصل کان گڏ رهيا آهيون ۽ ڪڏهن هڪ ٻئي کان جدا نه ٿيا آهيون. سو هينئر ڪيئن هن کي هيڪلو ڇڏي هلون. حضرت جبرائيل عليه السلام چيو چڱو

پلا اتي رهو. پوءِ عقل دماغ ۾، علم دل ۾، ۽ حياءُ اکين ۾ پنهنجي جاءِ ڪئي.

انهيءَ سببان انسان ٻي خلقت کان سگهورو آهي ۽ عقل جي ذريعي وسيلي سان پنهنجي، پرائي، دوست ۽ دشمن کي سڃاڻي سگهي ٿو. ڌڻي تعاليٰ جي معرفت به عقل سان حاصل ٿئي ٿي.

چوڻي آهي ته رب تعاليٰ ڏٺو نه آهي پر عقل سان ڪيس سڃاتو آهي. عقل سان گڏ علم ۽ حيا جو هجڻ ضروري آهي. علم ۽ شرم ڌاران ماڻهو انڌو آهي.

حڪايت (٢) هڪڙي ڏينهن افلاطون کي ڪنهن شخص چيو ته فلاڻي ماڻهوءَ تنهنجي ڏاڍي واکاڻ ٿي ڪئي. حڪيم اها ڳالهه ٻڌي ڪند ڪڍي هيٺ ڪيو ۽ ڏاڍي غم ۾ پئجي ويو. تڏهن هن شخص چيو ته تون ڪهڙي ڳڻتي ۾ پيو آهين؟ مون ڪا بڇڙي ڳالهه ته نه ڪئي آهي. چيائينس مون کي تنهنجي ڳالهه جو ڪو فڪر ڪونهي، پر اها جاچ ٿو ڪريان ته مون کان ڪهڙي بيوقوفي ٿي آهي، جو آن جاهل کي وڻي آهي، ڇاڪاڻ جو نادان جڏهن ڪا ناداني ڏسندو آهي تڏهن واکاڻ ڪندو آهي.

حڪايت (٣) عمد الدوله وزير جو هڪ دوست عباد نالي ڏاڍو هوشيار، سلڇڻو، منو ڳالهائيندڙ، خوش لباس، چرچائي ۽ خوش طبع هوندو هو. علم حديث، فقه ۽ موسيقي يعني راڳ جي علم ۽ ٻئي سڀ ڪنهن علم مان چڱي طرح واقف هو ۽ گهڻا ملڪ گهميو هو، تنهن ڪري اڪثر سڀ ڪنهن ملڪ جي ٻولي ڄاڻندو هو، ۽ چوپڙ، شطرنج ۽ ٻين اهڙين راندين ۾ به تمام چالاڪ هو. نيڪ سلاح ۽ نيڪو ڪار هو.

هن وزير کي ٻڌايو ته

جمشيد بادشاهه جڏهن تخت تي ويٺو، تڏهن سڄي جهان کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ڇڏيائين. جن ۽ شيطان به پنهنجي تابع ڪيائين. ۽ ريشم جي تند ڪڍي تنهن مان ڪپڙا نهرائي آگهاڙن کي ڍڪيائين ۽ سڀ ڪنهن قسم جي هنر جو رواج وڌائين. جاءِ بجاءِ عمارتون ۽ جايون جوڙايائين. ۽ شهر به ٻڌايائين.

جن ماڻهن دنيا کان ڪنارو ڪري ورتو، تن جي لاءِ جبلن ۾ عبادت خانا ٺهرايائين. لشڪر جو درماهه ٻيڻو مقرر ڪيائين ۽ لشڪر ۽ سپاهين کي بازارين جي چوڪسيءَ لاءِ ويهاريائين. رمالن ۽ حڪيمن جي عزت آبرو زياده ڪيائين، ته جيئن ماڻهن کي علم سيکارين. گهڻن ماڻهن کي پوک ڪرڻ تي راغب ڪيائين ته آبادي ٿئي ۽ ڏيل وڌي.

جواهرن کي کاڻين مان کوٽايائين ۽ عطر، عنبر، مشڪ ۽ ٻيون اهڙيون خوشبودار شيون ظاهر ڪري انهن تي تجربا پڻ ڪيائين. هر جاءِ باغ بستان پوکايائين ۽ ڊاک به باغن ۾ پوکايائين جا سيني ميون کان گوءِ کڻي وئي.

بادشاهه کي ڊاک گهڻو وڻي وئي، پر خزان جي واءَ کان ان جي تازگي ۽ ساوڪ ۾ خلل پوڻ سبب سياري ۾ انجڻو هٿ اچڻ مشڪل ٿيو، تنهن ڪري سندس رس ڪڍائي دلا ڀرائي رکي ڇڏيائين ته هميشه پيو ڪم اچي. بادشاهه ڪڏهن ڪڏهن ان جي رس کي پيو ڏسندو هو. ڪن ڏينهن پڄاڻا هڪڙي دلي جو ڍڪ لاهي ڏسي ته ايامي ڪِج ڪري وري هيٺ لهي ويو آهي ڇڪي ڏٺائين ته ڪڙو لڳس ۽ اصلي لذت منجهانس سڀ نڪري وئي ڀانيائين ته زهر قاتل ٿي پيو آهي.

تنهنڪري دلن جا منهن بند ڪري ڪنهن ڪنڊ پاسي رکائي ڇڏيائين. انهي مطلب تي ته رکيل شيءِ مهل سر ڪم اچي وڃي ٿي توڙي نانگ جو سر هجي! بادشاهه جي هڪڙي ٻانهي تمام سهڻي هئي تنهنکي اتفاق سان اچي مٿي ۾ سور پيو. حڪيم عيلاج ڪري ٿڪجي پيا پر ڪنهن جو علاج ڪارگر نه ٿيو. آخر وبچاري سور جي غلبي کان عاجز ٿي مرڻ لاءِ تيار ٿي. دل ۾ سوچيائين ته اهو قاتل زهر پيان ته مري سور کان ڇٽي رهان.

هڪ گهڙي جو منهن ڇوڙي هڪ پيالو پيتائين ته ڪجهه نشو ٿيس ۽ سور گهٽجي ويو وري ٻيو پيالو پيتائين ته وڌيڪ فرحت آيس. اهڙي طرح چار پنج پيتائين ته نشي ۾ ننڊ اچي ويس ائين پهر جاڳي تڏهن چڱي ڀلي ۽ تازي توانــــي ٿي اٿي ۽ اهو احوال وڃي بادشاه سان ڪيائين. تنهن جــهٽ پـٽ ڪچهري

گڏ ڪئي.

اتي سڀ امير وزير حڪيم طبيب اچي گڏ ٿيا. ڀرپاسين مٺي نوشيءَ جو دور اتي هليو ۽ قسمين قسمين ميوا موجود ٿيا. انهي پر طرب پيالي مان ايتري لذت آئين جو سندس نالو شاه دارون رکيائين ۽ سڀ ڪنهن بيماريءَ ۽ مرض ۾ ان جو استعمال ڪرڻ لڳا.

انهي وقت ڪان وٺي سڀ ڪو شراب پيئڻ لڳو. اهو مٺي نوشيءَ جو ميوو هليو آيو. آخر ڪن ورهين بعد ڪيقباد بادشاه تخت تي ويٺو سو هڪڙي ڏينهن سير ڪندي صحرا ۾ رهجي نڪتو اتي ڏسي ته هڪڙو ماڻهو شراب جي نشي ۾ بيهوش ٿي پيو آهي ۽ اکين ۾ ڪانءُ پيو چهنبون هڻيس.

اهو حال ڏسي هن سڄي ملڪ ۾ ڍنڍورو ڦيرايو ته اڄ کان پوءِ جيڪو شراب پيئندو يا ان جو نالو وٺندو تنهنجو گهر بار ضبط ڪيو ويندو. تنهن کان پوءِ شراب پيئڻ ته بجاءِ خود پر نالو به زبان تي ڪونه آڻيندو هو.

هڪڙي ڏينهن اهڙو اتفاق ٿيو جو شاه جو شينهن ڇڙي پيو ماڻهوان کي ڏسي ڀڄڻ لڳا ڪنهن کي طاقت نه هئي جو ويجهو وڃيس. ايتري ۾ هڪڙي جوان ٻوڙي وڃي شينهن کي ورتو ۽ اهڙو مضبوط جهليائينس جو اڳتي چري نه سگهيو ۽ شيربان به اچي ويو تنهن شينهن کي وٺي وڃي پڃري ۾ قيد ڪيو. اها خبر ٻڌي ڪيقباد انهي جوان کي گهرايو ۽ اهڙي همت جو سبب پڇيائينس هن چيو ته آءٌ پنهنجي چاچي جي ڌيءَ تي گهڻن ورهين کان عاشق آهيان ۽ ان جي محبت ۾ پيو جلان پر ڪتلائي سببان چاچو مون کي پنهنجي ڌيءَ نه ٿو ڏئي. ان جي شوق جي باه ڀڙڪي جو سڄي بدن ۾ آلا اٿڻ لڳا تڏهن انجي اجهائڻ لاءِ ٿورو شراب پيتم ۽ ان جي نشي ۾ وڃي شينهن کي ورتم.

بادشاه اهو احوال ٻڌي وري ڍنڍورو ڏياريو ته ايتري قدر شراب پيو جو شينهن پڪڙي سگهو ۽ نه ايترو جو ڪانءُ اکيون ڪڍي. پوءِ انهي جوان کي مالا مال ڪري ڇڏيائين جو پنهنجي چاچي جي ڌيءَ وڃي پرڻيو!

جڏهن اسلام جو وارو آيو تڏهن شراب پيئڻ جي بلڪل منع ٿي. ڇاڪاڻ جو نشي مان فتنو ۽ فساد ٿو جاڳي ۽ خدائي فرض ۽ ذڪر نشي جي حالت ۾ ٿي نه ٿو سگهي. ٻيو به منجهائونس بيشمار نقصان آهي تنهنڪري الله تعاليٰ جلشانه پنهنجي ڪمال قدرت سان شراب، محمدي دين ۾ حرام فرمايو آهي.

عباد جڏهن اها ڳالهه ڪري رهيو تڏهن وزير کي ڏاڍي وڻي ۽ ان کي سروپاء بخشيائين.

حڪايت (٤) خليفي مامون رشيد جو اهو دستور هوندو هو جو هفتي ۾ هڪڙي ڏينهن عالمن جي مجلس گڏ ڪري انهن کان مسئلا پڇندو هو. هڪڙي ڏينهن انهي مجلس ۾ هڪڙو پڙهيل پراڻن ڦاٽلن ڪپڙن سان هيٺ صف ۾ ويٺل هو. پوءِ خليفه هڪڙو مسئلو پڇيو جنهنجو جواب سڀ ڪنهن پنهنجي علم موافق ڏنو پر جواب باصواب ڪنهن کي صادر نه ٿيو. ايتري ۾ هن فقيهه فقير اٿي عرض ڪيو ته جي مون کي حڪم ٿئي ته آءٌ انجو جواب باصواب ادا ڪريان.

خليفه چيس جڏهن توکي اچي ته بيشڪ چئو. تڏهن تقرير دلپذير اهڙي وضاحت ۽ بلاغت سان بيان ڪيائون جو سڀني کي پسند آيو ۽ آفرين صد آفرين چوڻ لڳس ۽ بادشاهه راضي ٿي مٿيرو وهاريس ۽ وري ٻيو مسئلو پڇيائينس: تنهنجو به پورو جواب ڏنائين تڏهن ان کان به مٿي جاءِ ڏنائينس. وري ٽيون مسئلو پڇيائينس تنهنجو جواب به باصواب ڏنائين تنهن تي خليفه خوش ٿي ڪٺي پاڻ سان وهاريس.

حڪايت (٥) هڪڙي ڏينهن منصور بادشاه جي ڪچهري ۾ علم جو بحث پئي مليو. ايتري ۾ هڪڙو شاعر آيو ۽ هڪڙو پنهنجو جوڙيل قصيدو پڙهيائين جو سڀني وزيرن ۽ اميرن کي وڻيو بادشاه حڪم ڪيو ته اهو قصيدو نقل ڪري وڃو. شاعر دربار کان ٻاهر نڪري وزيرن کي چيو ته مون ڄاتو ته بادشاه ڏاڍي ڪا اچا ڪندو. ڇاڪاڻ بادشاه سڀ خرچ قناعت سان ٿو ڪري. مفت ڪنهن کي ڪجهه نٿو ڏئي.

تڏهن شاعر چيو ته اهڙو ڪنجوس آهي ته سزا ته نه ڏيندو؟

چئي ٿو ته اهڙو نرياد به نه آهي جو ناحق ڪنهن جو مغز ڏاري. چيائين جنهن بادشاهه ۾ اهي ٻئي عادتون نه آهن، سو ديوانو آهي.
وزيرن اها ڳالهه وڃي بادشاهه سان ڪئي. تنهن گهرائي پڇيس ته اي خبيث! مون ۾ ڪهڙي چرپائي آهي؟ چيائين ته سائين ڏاهو اهو آهي، جو پنهنجي نظر کي سنياڻي ۽ جتي نظر وجهي، اتي پنهنجو ڪجهه اثر پيدا ڪري. تو باوجود بادشاهي دٻدٻي جي مون غريب مسڪين تي نظر ڪئي، پر اڄ اهڙي جو اهڙو رهيس ڪو اثر نه ٿيو. تنهن ڪري چائنجي ٿو ته تون ديوانو آهين.
بادشاهه کي اهو نقطو ڏاڍو وڻيو ۽ گهڻو انعام ڏيئي کيس مالا مال ڪري ڇڏيائين. ۽ پوءِ هميشه پنهنجي نظر نگاهه ۾ رکندو هو ۽ بي فائدو ڪنهن ڏي ڪين نهاريندو هو.
حڪايت (٦) امير عبدالله جي ڪچهري ۾ هڪڙي شخص ڳالهه ڪئي ته اڳين بادشاهن جو دستور هوندو هو ته سڀ ڪنهن سال جي نوروز جي ڏينهن عام دربار ڪندا هئا، دربار جي ڏينهن کان اڳ ڏينهن اڳ پڙهو گهمايو ويندو هو ته فلاڻي ڏينهن عام دربار ٿيندي تنهن ۾ سڀڪو غريب غربو، مسڪين محتاج اچي حاضر ٿئي.
جڏهن سڀ ماڻهو اچي ويندا هئا، تڏهن بادشاهه سڀني ڏي منهن ڪري بلند آواز سان چوندو هو ته مون کان جيڪڏهن ڪنهن کي اهنج رسيو هجي ته اهو دانهن ڪري ته بيشڪ ان جو پورو پورو داد ڏيندو.
پوءِ جيڪو مٿس دانهين ڏيندو هو ته پاڻ تخت تان لهي، غريب رعيتي ۽ وانگر بيهي پوري طرح سائس جواب سوال ڪندو هو.
اهڙي طرح سڀڪو ڏاڍو، هيڻو، چڱو مٺو پنهنجي حق رسيو ٿي ويندو هو. امير کي اها ڳالهه ڏاڍي وڻي ۽ پاڻ به اهو ئي قاعدو مقرر ڪيائين.
هڪڙي ڏينهن ۾ عام دربار ۾ مخاطب ٿي چيائين ته مون کان ڪو ڏکويل هجي يا ڪنهن جو مون تي حق هجي ته اهو ظاهر ڪري. هڪڙي شخص اٿي ادب سان عرض ڪيو ته منهنجو حق هي. سو جيڪڏهن عنايت جي نظر سان ادا ڪندو ته غريب پروري کان

پري نه آهي.

امير پڇيس ته اهو ڪهڙو حق آهي؟ چيائين جڏهن بادشاه ڏاڍي شان و شوڪت ۽ حشمت و دهشت سان بغداد ڏي ٿي ويو ۽ سندس نشان عاليشان هن جي سامان جي گهر وٽان اچي لنگهيو تڏهن هن مسڪين بي تسڪين جهٽ پٽ اڳيان رستي ۾ پاڻي جو ڇٽڪار ڪيو ته شاه فلڪ جي ڪپڙن تي لٽ نه پوي. ٻيو ڪڙي پيري سائينءَ جو رڪاب ورتو هوم.

امير چيس اها سڀ ڳالهه تنهنجي سچي آهي. هاڻ جيڪي گهرين سو ڏيانءِ. چيائين فلاڻي شهر جي پيدائش ٻه هزار رپيا آهي سا ٻانهي کي ملندي رهي. بادشاه چيو ته ناٺي کان حڪومت جي لذت وڌيڪ آهي ۽ ايتري ٿورڙي خدمت جي عيوض انهي شهر جي حڪومت به ڪٿي هن کي عطا ڪيائين.

حڪايت (٧) هڪڙي بادشاهه بي پرواهه کي جواهرات سان ڏاڍي دل هوندي هئي سو هر روز پنهنجا جواهر روبرو گهرائي ڏسندو هو ۽ جي انهن جي حاضر ڪرڻ ۾ خزانچي کان ڪجهه دير ٿي ويندي هئي ته ڪاوڙجي پوندو هو.

آخر اهڙي ڏهاڙيءَ جي تڪليف سببان هڪڙي سوني مڇي جوڙائي خزاني جا سڀ جواهر ان تي جڙائي اها رات ڏينهن پنهنجي حوالي ۾ رکيائين. ڪچهري ۾ پنهنجي اڳيان ۽ رات جو سمهڻ مهل سيراندي هيٺيان رکندو هو. اها ماڻڪن واري مڇي صاف ۽ اڇي، ملڪن ۾ مشهور ٿي وئي. هڪڙو چور جوفي الفور ماڻهن جي اکين مان سرمون به چورائي ويندو هو، تنهن دل ۾ چيو ته اها بي بها مڇي ڪنهن به طرح پنهنجي دام ۾ آڻڻ گهرجي. هو هڪ اونداهي رات ۾ بادشاهي محلات ڏي هلڻ لڳو پر ڏسي ته چوڪيدار ۽ پهري دار سڀ سجاڳ ۽ خبردار ويٺا آهن. تنهنڪري ڪنهن ڪنڊ پاسي وڃي لڪي ويهي رهيو. آڌيءَ کان پوءِ سپاهين کي اچي ننڊ ورايو تن ڪنهن مهل خبردار جي پڪار ٿي ڪئي ۽ ڪنهن مهل آفيمين وانگر جهوٽا کائو ويهي ٿي رهيا ۽ ڪنهن مهل وري اٿيا ٿي.

اهو حال ڏسي چور چرڻ لڳو ۽ نانگ وانگر پيٽ ڀر سري وڃي قلعي جي پٺ کي پهتو ۽ ڪمند ڪوٺ جي ڪنگري ۾ اٽڪائي قلعي تي چڙهيو. تجويز سان لهي شاهي محلات ۾ آيو. شمع جي سوجهري تي ڏسي ته بادشاهه اها مچي سيراندي ۽ هيٺ رکيو ننڊ جي غفلت ۾ ستو پيو هو ۽ هن جي راڻي زور وٺي ڏنس. سا ننڊ جي نشي کان ڪنهن مهل پنڪيون پيئي کائي ۽ ڪنهن مهل هٿ پيئي چوري.

گهڙي پلڪ ڪانپوء جڏهن ان کي ننڊ ڪٺي وٺي تڏهن هي سندس بوڇڻي لاهي پنهنجي مٿي تي ڪري بادشاهه کي منيون هٿ وٺو. تنهن تي بادشاه پاسو ورايو. تنهن مهل حڪمت عملي ۽ سان مچي بادشاه جي مٿي هيٺان سرڪائي ڪيڏي ورتائين. آهسته آهسته ٿي ٻاهر نڪري قلعي جي پٺ تان لهي چوڪيدارن جي نظر کان پاڻ کي بچائي شهر جي عالم پناهه جي دروازي تي آيو ۽ در بند ڏسي دل ۾ چوڻ لڳو ته هيڙي مچي جا سچ کان به زياده روشن آهي تنهن سان شهر ۾ رهڻ مناسب ناهي. راتون رات ٻاهر نڪري وڃجي ۽ بادشاه جاڳي تلاش ڪري تنهن کان اڳ ڪٿي هن کي دفن ڪرڻ گهرجي.

پوء انهي مچي ۽ کي بوڇڻي ۾ ويڙهي باغ مان گل چني مٿانس وجهي مثل چوڪر وانگر هٿن تي رکي رڙندو ونندو شهر جي دروازه تي آيو ۽ دربانن کي چيائين ته هي ۽ منهن جو طوطي جهڙو ڳالهيار پٽ هينئر مري ويو آهي ۽ مون نياڳي پيء جي سوني تي لالا وانگر داغ ڏئي ويو آهي.

تنهن کان سواء اڻ هوند اهڙي جو سڀائي پنهنجا پراوا هن جي تجهيز ۽ تڪفين لاء اچي گڏ ٿيندا ته انهن کي سامهون ٿيڻ جيترو به نه اٿم! تنهنڪري دشمن ٺٺولي مسخري ڪري مهڻا ڏئي، قٽ تي لوڻ ٻرڪيندا ۽ داغ تي داغ ڏيندا. سو پانهان تو ته هن خوبي جي خزاني کي رات ئي جو قبر ۾ دفن ڪريان ۽ دشمن جي طعني مهڻي کان ڇٽان.

اها ڳالهه ٻڌي هڪ دربان ڇڙٻ ڏئي چيس ته هل ڙي هل ڪهڙو لڙ لاتو اٿئي! هينئر اڌ رات جو تو جهڙي ڪنگال واسطي

ڪوٽوال جي حڪم ڪانسواءِ ڪهڙ دروازه ٻڌي؟ مان ڪري ويهه
نہ تہ موچڙن جي مار کائيندين. چور انهن ڳالهہ ٻڌي ٻڌو ساه ڪڍي
۽ اچنگارون ڏئي رئڻ لڳو ۽ اهڙو هل مچايائين جو سڀ دربان
اتي ويهي رهيا ۽ هن کي گهٽو ڌمڪايائون تہ نياڳا ماٺ ڪر
ڇو اسان جي ننڊ ڦٽائي اٿئي؟

تڏهن نهاز ۽ عاجزي سان چوڻ لڳو تہ سائين اوهين بي‌درد
آهيو. ٻئي جي درد جي اوهان کي ڪهڙي ڪل؟ جنهنکي لڳو
هوندو تنهنکي خبر هوندي.

آخر جڏهن ڏٺائين تہ هي ماٺ نہ ٿو ڪري ۽ ننڊ ٿو ڦٽائي
۽ در پٽڻ ڌاران هن ٻلا کان ڪين ڇٽنداسون تڏهن در پٽي ٻاهر
ڪڍي ڇڏيائونس. انهيءَ دروازه جي پر ۾ هڪڙو گهر هو اتي
هڪڙو جوان عيار مڪار گهر ۾ ويٺو هو تنهن انهي فريبي رئڻ
کي سمجهيو ۽ چور ۽ دربانن جي سڀ گفتگو ٻڌي جهٽ ٻٽ
انجي پٺيان ٻوڙيو ۽ دروازي ٻند ٿيڻ کان اڳي اچي پهتو. پانهائين
تہ ٻاهر وڃان تڏهن دربانن پڇيس تہ ڪير آهين جو هن مهل ٻاهر ٿو
وڃين؟ چيائين هاڻي جيڪو شخص در کان ٻاهر نڪتو آهي تنهن جو
ياءُ آهيان. پنهنجي ڀائٽي جي غم جي ٻاهہ مان جهرا ٻڪيون جلي
پڇي ڪباب ٿي رهيا اٿم. هاڻي ان جي دفن ڪرڻ ۾ وڃي ڀاءُ سان
همراهي ڪندس.

مطلب تہ هي بہ انهي حيلي سان ٻاهر نڪري انجي پٺيان
لڳو. چور هلي سوري جي ميدان وٽان لنگهيو. ڏسي تہ ٽن ڪاٺين
تي ماڻهو لڙڪيا پيا آهن ۽ چوٿون ڪاٺ خالي پيو آهي. پوءِ
اتان ڳچ پنڌ اڳتي وڃي ڪڏ ڪڍي اها مڇي پوري نشان لاءِ هڪڙو
پٿر رت پريل مٿس رکي پوئتي موٽيو ۽ جوان، جو سوريءَ
جي چوٿين خالي ڪاٺ تي اچي چڙهي ويٺو هو تنهن سربستو
احوال وٺي ڏنو.

چور موٽندي، آئي اچي ڏسي تہ چوٿين خالي ڪاٺ
تي بہ ماڻهو ٽنگيو پيو آهي. تمام حيران ٿيو. دل ۾ چيائين تہ
اڳهڙو هڪ ڪاٺ خالي ڏسي ويس ۽ هينئر چئني ڪاٺن تي ماڻهو
ٽنگيا پيا آهن. ڪهڙو سبب آهي! پوءِ هڪڙي هڪڙي ڪاٺ تي

جڙهي سڀ ڪنهن ماڻهوءَ جي نڪ تي هٿ رکي جاچ ڪري ڏنائين ته مٺي جيڏري جي خبر پوي. پر ڪنهن ساهه ڪونه کنيو. نيٺ جنهن ۾ حياتيءَ جو گهڻو گمان هوس تنهنجي نڪ کي گهڻي دير تائين جهلي بيٺو پر هن جوان پنهنجي دم کي اهڙو بند ڪري جهليو، جو انهي افلاطون کي به سمجهه ۾ نه آيو ته ڪو ساهه اٿس.

تنهن هوندي به ترار مياڻ مان ڪڍي نڪ تي چوڪون ڏنائينس. ته هي ميت وانگر مات ۾ رهيو نه ڪي چريو نڪي ساهه کنيائين. تڏهن پڪ ٿيس ته هي به مئل آهي ۽ دل جاءِ ڪري بي فڪر ٿي هليو ويو. تڏهن جوان يڪدم هيٺ لهي اها مڇي انهي هندان ڪڍي پٽي هند پوري پڪ ڪري نڪ کي پٽي ٻڌي، مطلب ته هڪ حڪيم هن جي مرهم پٽي ڪرڻ لڳو.

پوءِ چور صبح جو انهي جاءِ تي وڃي ڏسي ته مڇي پوريل آهي ٿي ڪانه. ڪو ڪڍي ويو. سو بي آب مڇي وانگر ڦٿڪڻ لڳو. دل ۾ چيائين افسوس هيتري ساري محنت ڏي ويٺيءَ ڪامي پڇي مڪر وانگي مٿو ڪٽيندو گهر آيو.

اهيان ڏينهن ٿيو ته هند هند پڙهو گهمڻ لڳو ته رات بادشاهه جي جڙاؤ مڇي چورائجي وئي آهي. جيڪو ان جو نشان پتو يا چور ڏسيندو تنهن کي سرڪار مان تمام ڏاڍو انعام ملندو.

هي ڦريل، ڪوتوال جي معرفت، بادشاهه جي روبرو آيو ۽ ساهه جي پناهه گهريائين. بادشاهه چيس تو کي جيءَ دان آهي. سچ ڳالهاءِ، هن سموري سچي ڳالهه ابتداء کان انتها تائين بادشاهه کي ٻڌائي. عرض ڪيائين ته مون هن جي نڪ تي چوڪون ڏنيو اٿس تن جا نشان ڦٽ چڙي وڃن ته به وڃڻ جا نه آهن تنهن ڪري مون کي حڪم ملي ته گهر گهر، جاءِ جاءِ، گهٽي گهٽي جتي ڪٿي وڃي ڳوليانس ۽ ڪير روڪ ڪون ڪريم. تنهن تي بادشاهه ڪوتوال کي حڪم ڏنو ته وڃي پڙهو گهماراءِ ته ڪٿي به هن کي منع ڪون ڪري.

جڏهن اهو حڪم مليس تڏهن ان جي ڳولا ۾ مشغول ٿيو. ڏينهن رات سڄو شهر گهٽيون ۽ بازاريون پٽي گهميو. جيڪو

طبيب تي ڏنائين تنهنجي پنيان لڳي وڃي تي بيمار ڏنائين. آخر انهي
تجويز سان ڳيولا ڪندي هڪڙي ڏينهن حڪيم جي پنيان لڳي
انهي گهر ۾ آيو. ڏسي ته هو جوان بستري تي پير ڊگها ڪيو
وهاڻي کي ٽيڪو ڏيو ويٺو آهي. ڦٽ به البت چٽو تي آيو اٿس.
هن جهڪي سلام ڪري چيس ته:
آفرين اٿئي! تنهنجي ماءُ پلي تو کي جڻيو. تو جهڙو متوالو
شير ۽ دهشتناڪ دلير چالاڪ بي باڪ هن گردان افلاڪ هيٺ
اڄ تائين ڪنهن نه ڏٺو نه ٻڌو هوندو. خوشامد جي ڳالهه نه آهي
پر في الحقيقت چوريءَ جو علم توتي ختم آهي. هاڻي اٿ سگهو
هل بادشاه تنهنجو منتظر ويٺو آهي. جڏهن جوان بي مان ڏٺو ته
سچ ڳالهائڻ ڌاران ٻيو ڪو چارو ڪونهي تڏهن چوڻ لڳو ته هي
اوهان جي نظر جو فيض آهي. ماءُ پيٽان اهو هنر ڪونه آيو اٿم.
اوهان کان اهو سبق سکيو آهيان جڏهن استاد مت هوندو تڏهن
شاگرد مس ڪدو ٿيندو.
فدوي کي اهڙي طاقت نه آهي جو آسماني حوت کي پنهنجو
قوت ڪري. خيال ڪيو هوم ته جڏهن چڱو پلو ٿيندس، تڏهن
اچي استاد جو ادب رکندس ۽ جڙاڻو مڇي سائين جن کي ڏيندس
۽ اوهان جي معرفت بادشاه وٽ ملي انعام لهندس پر زماني ايتري
فرصت نه ڏني. اوهين پاڻ ملڪ الموت بنجي آيا آهيو. پوءِ مڇي
سوڌو بادشاه وٽ آيو ۽ ڪيائونس سوريءَ جو سعيو ۽ غفلت سان
سر وڃائين.
نقل: (٨) سڪندر بادشاه ملڪ فتح ڪندو گهمندو اچي
سنڌ ۾ پهتو! اتي جي کن پکشن وٽ دنيا جو سامان به ڪين
هو. سڀني جي گهرن اڳيان قبرون کنيون پيون هيون. گاه تي گذر
ڪري ڌڻي تعاليٰ جي عبادت پيا ڪيائون. اتي جي وڏي پکشوءَ کي
ڪوٺڻ واسطي ماڻهو موڪليائين پر هو نه آيو. چيائين سڪندر سان
منهنجو ڪهڙو مطلب؟ تڏهن هي وٽس هلي ويو ۽ چيائينس ته دنيا
جي گذران جو سامان پاڻ وٽ ڇو نٿا رکو؟ ورندي ڏنائين انهي
سببان جو ان مان ڪو ڦٽي ڏي نه ٿو. وري پڇيائينس ته قبرون ڇو
کوٽي ڇڏيون اٿو؟ چيائين نيٺ اهائي منزل آهي. پوءِ پڇائينس ته

ڳاه چڙهه ٿا کائو؟

چيائين لذيذ کاڄ کائڻ مان ڇا مطلب؟ لذت فقط نڙي تائين آهي! سو جهڙو طعام کاڌو تهڙو ڳاه. ائين چئي هڪڙي ماڻهو جي کوپري آڻي سڪندر بادشاه جي اڳيان رکيائين ۽ چيائين ته هي کوپري هڪڙي ظالم بادشاه جي آهي جو خدا جي خلق تي ظلم ڪندو هو. نيٺ انکي ماري دوزخ جي حوالي ڪيائين. پوءِ وري ٻي کوپري ڪڍي آيو. چيائين ته هي عادل رحمدل خدا ترس ۽ عابد بادشاه جي کوپري آهي ۽ موت انهي کي به نه ڇڏيو. ماري مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيائينس.

مطلب ته هن آسيا رفتار آسمان جي گردش هيٺ اچي ڪوئي برقرار نه رهيو. جيڪي ايندو سو پيسجي ويندو. تنهنجو به هڪڙي ڏينهن اهڙو حال ٿيندو. جڏهن ڪو مري ٿو تڏهن ڪنهن کي ڪل نه ٿي رهي ته ان تي ڇا ٿو گذري.

اهي ڳالهيون ٻڌي سڪندر رئڻ لڳو ۽ چيائينس جي تنهنجي خواهش هجي ته اڌ ملڪ جو وارهي ڏيانءِ. جواب ڏنائين ته هي سڀ ماڻهو، مال ۽ ملڪ سڀباني، تنهنجا دشمن آهن ۽ قناعت ڪري منهنجا دوست آهن. مون کي پسند نه ٿو اچي ته دنيا جي دولت ۽ ملڪ جي ڪري دوست، دشمن ٿين.

سڪندر اها ڳالهه ٻڌي ان کان موڪلائي ذهني شڪست کائي سنڌ مان هليو ويو.

ڳالهه: (٩) هڪڙي راجا جو وزير ذي تدبير عقل ۾ بي-نظير هو. راجا جو مٿس گهڻو پيار هو. ويهه پٽ هئس جي سڀئي راجا جي ملڪ ۾ مختيارڪار هوا. تنهنڪري سندس دشمن حسد جي حرارت ۾ پئي ڪاڙهيا. آخر شرارت جي ڪري مٿس ڪا ڪوڙي تهمت رکي راجا کي هن تي اهڙو ڪاوڙايائون جو ڪيس ويهن ئي پٽن سميت ڪڍي هڪڙي کوه ۾ قيد رکيائين ۽ حڪم ڪيائين ته هر روز سڀني کي هڪ چٽي جو ٽڪرو روز ڏيندا وڃجو جي وڌيڪ گهرن ته بلڪل نه ڏجون. اهو حال ڏسي هن پنهنجن پٽن کي چيو ته راجا جو مطلب آهي ته هي سڀ بک جا عذاب کائي مري وڃون.

هڪ ڇٽي جي طعام مان جڏهن سيٺي کائيندا سون ته گره گره به نه ايندو ۽ سڀ سڳها ٿي مري ويندا سون، تنهن ڪري چڱي ڳالهه ٿي آهي جو اهو ڪاج هڪ ڇٽو ڪاٽي پاڻ کي بچائي ۽ ٿي سگهي ته سيٺي جو بدلو راجا کان وٺي.

سيٺي چيو ته اها ڳالهه بيشڪ چڱي آهي. پر تو کان سواءِ ٻيو ڪوبه بدلو وٺي نه سگهندو، تنهن ڪري اسان سيٺي پنهنجي جان تو تان فدا ڪئي. پوءِ ڪوهه جي پاسي ۾ ڪڏ کوٽي هڪ ماڻهوءَ کي ويهڻ جيتري جاءِ ڪري ڏنائون. هي ان ۾ ويهي رهيو، جيڪو ڪاج رسيءَ سان کوهه ۾ لٽڪائي ڏيندا هئا سو مٿي ڏي ڇوڙي ڪاٽي ڇڏيندو هو. سندس سڀ پٽ بکون ڪاٽي، ۽ فاقا ڪاٽي مري ويا.

هي به ورهيه آتي قيد رهيو. آخر هڪ ڏينهن راجا کي اهڙو سخت مشڪل اچي پيو، جو سڀ پرڌان ۽ سياڻا، ان جي حل ڪرڻ ۾ حيران رهيا.

راجا چيو افسوس، جڏهن ڏاڏو وزير بي نظير جيئرو هجي ها ته هن وقت ڪم اچي ها. نوڪرن کان پڇا ڪيائين ته اهي ايڪيهه ئي ماڻهو مري ويا يا ڪو به انهن مان جيئرو آهي. عرض ڪيائون ته هڪڙي ماڻهو جو قوت ڏهاڙي کوهه ۾ لٽڪائي ٿا وجهون سو ڪو لاهيو تو وٺي خبر نه آهي ته ڪير جيئرو آهي. حڪم ڪيائين ته جيڪو جيئرو هجي تنهن کي ڪيڍي اچو. هن کي ڪيڍي بادشاه وٽ آنداءون. سو پاڪر ٻاٿي ڳڏيس ۽ گهڻو عذر ڪيائين.

هي ويچارو کوهه جي اونده جي تڪليف ۽ پٽن جي اندوه ارمان کان ڳري هڏا ٿي ويو هو. ڪن ڏينهن کان پوءِ جڏهن هوش حواس بجاءِ ٿيس تڏهن پنهنجي نيڪ صلاح سان راجا جو مشڪل آسان ڪيائين. راجا خوش ٿي اڳئين کان به وڏيڪ مرتبو ڏنس. پر هي وير وٺڻ لاءِ دل ۾ پٺي لڳيو. هڪڙي ڏينهن جهنگ گهمڻ ويو اتي ڏسي ته هڪڙو برهمڻ ٻٻ جي ٻوڙي کي پاڙ کان ٻيو پٽي.

تڏهن پڇيائينس ته ڇا تو ڪرين؟ چيائين هن گاهه مون کي

وچڙائي ڪيرايو آهي، تنهن ڪري پاڙون پٽي ڇڏيندو سانس. وزير دل ۾ چيو ته منهنجو مطلب انهي ڪان حاصل ٿيندو. چاڪاڻ جو هي اهڙو ماڻهو آهي جو ڪنهن کي وير وڻڻ ڏاران ڇڏڻ وارو نه آهــي.

چيائينس ته اي برهمڻ! اوهان راجا وٽ نه ٿا وڃو ته اوهانکي پگهار مقرر ڪري ڏئي جنهن مان اوهان جو آسودو گذران پيو ٿئي. هن پڇيو ته متان ڪو جهلي ۽ اندر نه وڃڻ ڏئي. وزير چيو: تو جهڙو آدمي، ڌرم مورت ۽ عزت جي درجي ۾ سڀ ڪان وڌ، تنهن کي روڪڻ جي ڪنهن کي طاقت آهي جو ڪو جهلي؟ سڀاڻي سوير راجا جي دربار ۾ اچجو، انهي ۾ اوهان جو ڀلو آهي.

ٻانڀڻ اها ڳالهه قبول ڪري موڪلائي هليو ويو. وزير اچي دربانن کي تاڪيد ڪيو ته فلاڻو برهمڻ اتي اچي ته ان کي ماري ڪٽي، ڌڪا ڏئي لوڏي ڪڍجو، چئجوس ته راجا جو اهو حڪم آهي. ڀلا هي به گهرن ٿي اهڙيون ڳالهيون.

صبح جو هو اتي آيو، ته ڏسـڻ شرط ڪتن وانگر چنبڙي ويس ۽ لتن ۽ مڪن سان ٻوڙي هڪالي ڪڍيائونس. جڏهن اڳيرو ويو، تڏهن وزير پيرن اڳهاڙو ٻوڙي وڃي قدمن تــي ڪريس. ۽ گهڻي نهزاري ڪري چيائينس سڀاڻي ٻهر ڏينهن چڙهئي وري اچجو ۽ آءٌ وڃيو ٿو راجا کي سمجهايان. اميد آهي ته سڀاڻي اوهان جي سيڪا ڪندو. برهمڻ وري اچڻ جو انجام ڪري هليو ويو. وزير وري اچي دربانن کي تاڪيد ڪيو ته اهو برهمڻ جي وري اچي ته انهي ۽ ڪان به وڌيڪ ڦمهه چاڙهجوس.

هي ٻئي ڏينهن وري به ڪچهري جي دروازي تي آيو. دربان ته اڳئي پڙهايا پيا هئا تن ائين ئي آڻي لتن ۽ مڪن جو وسڪارو لاتس ۽ تنگن ڪان وٺي پٽ تي گهيري ڳچ پنڌ پري وڃي ڇڏيائونس. پنا چلجي پيس. هڪڙي پاسري به پڇي پيس.

وزير وري به ٻوڙي وڃي رسيس ۽ هٿ ٻڌي گهڻي ادب ۽ نياز سان چيائينس تــ راجا الاجي ڪهڙي سمجهي آهي. جو توهانجي واسطي بي گناه اهڙو حڪم ڪيو اٿس. چيائين رک خدا تي. باقي ڏس ته راجا کي ڪهڙي سزا ٿو ڏيان. پوءِ وڃي ڪنهن

هيڪلي جاءِ ۾ ويهي راجا کي خراب ڪرڻ لاءِ جادو منتر پڙهڻ لڳو. جنهن جي اثر کان جهٽ پٽ اهو راجا ۽ سندس سڀ خاندان خراب ٿي ڦٽي چٽ ٿي ويو.

جادوءَ جو اثر مؤثر آهي پر ڪرڻ وارو ڪافر آهي. بادشاهن کي گهرجي ته ڪنهن به ماڻهوءَ تي ايتري قدر سزا جي زيادتي نه فرمائين ۽ سڀ ڪنهن کي گناه سارو سزا ڏين ۽ مظلوم کان محبت جي اميد نه رکن ۽ ٻڇڙائي ڪري، چڱائي جي اميد رکڻ ناداني آهي.

نقل (١٠) ڪنهن بادشاهه جو وزير پر تدبير ڏاڍو سياڻو ۽ ڏاهو هو. سو نوڪري ڇڏي وڃي خدا تعاليٰ جي عبادت ۾ مشغول ٿيو. هڪڙي ڏينهن بادشاهه پاڻ ملاقات لاءِ وٽس هلي ويو. پڇيائينس ته ڪهڙي سببان منهنجي نوڪري ڇڏيءَ؟ چيائين ته پنجن سببن کان:

١- تون ويٺو هوندو هئين ۽ آءٌ تنهنجي حاضريءَ ۾ بيٺو هوندو هوس. هاڻي خدا تعاليٰ جي بندگي ٿو ڪريان ته ان جو نماز ۾ به وهڻ جو حڪم آهي.

٢- تون ويٺو کائيندو هئين ته آءٌ بيٺو ڏسندو هوس. هاڻ اهڙو رزاق هٿ ڪيو اٿم جو مون کي کارائي ٿو ۽ پاڻ کائڻ کان پاڪ آهي.

٣- تون سمهندو هئين ته آءٌ تو تي بيٺو پهرو ڏيندو هوس ۽ هاڻي اهڙي بادشاهه جي پانهپ ۾ آهيان، جو آءٌ سمهان ٿو ۽ هو منهنجي نگهباني ڪري ٿو.

٤- پيو ڊڄندو هوس ته جي تون مرندين ته دشمن مون کي رنجائيندا. هاڻ اهڙي صاحب جي خدمت ۾ آهيان جو هميشه قائم آهي. تنهنڪري مون کي ڪنهنجو ڀؤ نه آهي.

٥- ٻيو ڊڄندو هوس ته جيڪڏهن مون کان ڪو ننڍو گناه ٿي پيو ته ڪير بخشيندين. هاڻي منهنجو صاحب اهڙو ٻاجهارو آهي جو ڏهاڙي سندس سوين گناه ٿا ڪريون ته به بخشيندو ٿو رهي.

نقل (١١) حضرت دائود عليه السلام هميشه رات جو وقت مٿاڻي شهر ۾ هيڪلو گهمندو هو ۽ جيڪو ماڻهو ڏکيو ڏٺو هوس تنهن

ڪان ڇپندو هو ته دائود ڪيئن آهي؟

هڪڙيءَ رات حضرت جبرائيل عليه السلام انساني صورت ۾ ملبوس تنهن ڪان ڇپيائون ته دائود جي چال ڪهڙي آهي. چيائون ته دائود نبي خدا جو آهي ۽ بادشاه آهي. انهيءَ جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي! مگر هي عادت چڱي نه اٿس جو پنهنجو گذران بادشاهي خزاني مان ٿو ڪري. سو، جي بازن جي پورهئي سان ڪري ته چڱو اٿس.

حضرت دائود عليه السلام سوڻي پنهنجي جاءِ تي آيو ۽ زار زار روئي الله تعاليٰ جي درگاه ۾ عرض ڪيائين ته اي الله العالمين مون کي ڪو هنر عطا ڪر ته انجي وسيلي سان آءٌ پنهنجو گذران ڪري سگهان. تڏهن الله تعاليٰ اهڙو معجزو عطا ڪيو جو سندس هٿ ۾ لوه ميڻ جهڙو ڪونئرو ٿي پيو جنهن مان زرهون جوڙي وڪڻي ان مان پيٽ قوت ڪندو هو.

جڏهن نبين به پنهنجي پورهئي مان گذران ڪيو ته تڏهن سيني ماڻهن کي اوس ائين ڪرڻ گهرجي.

نقل (١٢) چنگيز خان بادشاه جي ڪچهري ۾ ڪنهن ماڻهو ڳالهه ڪئي ته هڪڙي شخص ڏينيوءَ کي اهڙو پاليو آهي جو ڪونجن جو شڪار ٿو ڪري. بادشاه حڪم ڪيو ته اهو شڪاري ڏينيوءَ سوڌو وٺي اچو.

آڻي حاضر ڪيائونس. بادشاه چيو ته هڪڙي ڪونج وٺي اچو ته تماشو ڏسجي. پوءِ هڪڙي ڪونج آڻي بادشاه جي اکيان اڏايائون ۽ شڪاري ڳوٺريءَ مان نڙاندي ڪڍي ان جي ٽنگ مان ڏينيو پاهر ڪري ڪونج جي پٺيان ڇڏيو. جو جلد اڏامي وڃي پهتس ۽ پنهي اکين ۾ ڏنگ هڻي انڌو ڪري وڌائينس. ڪونج ڪري پيئي ۽ ڏينيو اچي شڪاري جي هٿ تي ويٺو. سڄي ڪچهري ۾ واه واه ٿي وئي ۽ عجب ۾ پئي شڪاري کي شاباس ڏيڻ لڳا. بادشاه حڪم ڏنو ته چيلاٽي کي چلهي ڇڏيو ۽ شڪاريءَ جا هٿ ڪپي ڦٽا ڪريو.

سيني ماڻهن کي انهي سخت حڪم ڪان ڏاڍي حيرت لڳي جو پڪ هئي ته بادشاه هنکي گهڻو انعام ڏيندو. چنگيز خان سيني

ماڻهن ڏي مخاطب ٿي چيو ته جوڪو ننڍو وڏن سان سامهون ٿئي ٿو ۽ انهن کي مغلوب ڪري ٿو، تنهن جي سزا اها آهي ۽ جو نالائق ننڍي کي اهڙي تعليم ڏئي جو وڏي سان سامهون ٿئي ۽ ان تي غالب اچي، تنهن جو جوڳ اهو آهي.

نقل (١٣) ڪنهن زال کي پاڙي ۾ ڪنهن زال سان دشمني هئي، تنهن هڪ رات گهڻو شراب پي نشي جي مستيءَ ۾ پنهن جي پٽ کي ڪهي، جنهن زال سان دشمني هيس تنهن جي گهر ۾ ڇڏي آئي ۽ صبح جو مٿس تهمت رکيائين ته هن منهنجو پٽ ڪنو آهي ۽ قاضيءَ کي وڃي دانهن ڏنائين.

قاضي جوابدار زال کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ اڪيلائيءَ ۾ گهڻو ڪيس ڏمڪايائين ته سچ ڳالهاءِ نه ته ڦاهي ڏيارينديوسانءِ. هن قسم کڻي چيو ته مون کي ڪابه خبر نه آهي. قاضيءَ چيس ته ڀلا منهنجي اڳيان اگهاڙي ٿيءُ ته سمجهان ته تون سچي آهين. هن کي انهيءَ ڳالهه کان اهڙو شرم ٿيو جو ڪنڌ کڻي هيٺ ڪيائين ۽ چيائين ته قاضي صاحب مون کي موت قبول آهي پر اگهاڙي بلڪل نه ٿينديس.

قاضي هن کي ڇڏي ڏنو ۽ وري فريادڻ کي هيڪلائيءَ ۾ گهرائي چيائين ته جيڪڏهن تون منهنجي اڳيان اگهاڙي ٿئين ته آءٌ تنهنجي ڳالهه تي ويساهه ڪريان، تڏهن هن زال ڀانيو ته اگهاڙي ٿيان پر قاضيءَ منع ڪيس ۽ چيائين ته تو پنهنجو پٽ پاڻ ڪنو آهي. اچان ٻه ٽي چابڪ هنيائينس ته سچي ڪيائين ۽ ڦاسي ڪاڏائين.

نقل (١٤) حضرت امام شافعي کان نقل آهي ته آءٌ قيافي جو علم سکڻ لاءِ مڪي شريف کان شام ڏي ويس ۽ انهيءَ علم جا ڪتاب هٿ ڪري رات ڏينهن پڙهڻ لڳس. جڏهن انهيءَ علم ۾ گهڻو ماهر ٿيس، تڏهن پنهنجي ملڪ ڏي موٽيس.

منزل به منزل هڪڙي ڳوٺ ۾ آيس، اتي هڪڙو ماڻهو ڏٺم جنهن جو رنگ ڳاڙهو ۽ اکيون شربتي هيون. قيافي جي علم

سان سمجهيم ته اهڙي ماڻهوءَ ۾ احسان ۽ مروت جي اميد رکڻ نه گهرجي.

اڃان انهيءَ ويچار ۾ هوس ته هن شخص وڏي گهڻي قرب سان اچي منهنجو آدرڀاءُ ڪيو ۽ وٺي وڃي پنهنجي جاءِ ۾ رهايائين. تمام گهڻي خدمت ڪيائين. اهو حال ڏسي مون کي ڏاڍو ارمان ٿيو، ته ناحق هن علم پڙهڻ ۾ هيترا ڏک ڏنم، جو سراسر ڪوڙو آهي. جيڪڏهن سچو هجي ها ته اهڙو شخص هيتري مروت نه ڪري ها. ڀلائي اهڙن سڀني ڪتابن کي باهه ۾ لوڙهڻ کپي، ته جيئن ٻيو ڪو به شخص مون وانگر خراب نه ٿئي.

رات وٽس ٽڪي صبح جو هلڻ جي تياري ڪيم ۽ ان شخص کي چيم: ته مهمان تو منهنجي تمام گهڻي خدمت ڪئي آهي، ڀائي جيڪڏهن مڪي شريف ۾ تنهنجي قسمت ٿئي ته مهرباني ڪري فلاڻي مڪتب ۾ اچي مون کي منهن ڏيکارج ته پڄندي آهر تنهنجي خدمت ڪرڻ ۾ ڪين گهٽائيندس. اها ڳالهه ٻڌندي هو مڇي ويو ۽ چيائين ته مهربان جي تنهنجون خدمتون ڪيم سو تنهنجو ٻانهو هوس ڇا؟ سگهو ٿي سوئي سڳي سوڌو ليکو ڪري ڏئي پوءِ وڃ. ۽ خرچ جو ڪاغذ ڪڍيائين جنهن ۾ پئسي جي بجاءِ پنج لکيل هوا تنهن موجب بي حيا ٿي ليکو ڪري سڀ پرائي ورتائين. تڏهن آءٌ ڏاڍو خوش ٿيس ته شڪر جو محنت اجائي نه وئي.

نقل (١٥) هڪڙي رات سلطان محمود غزنوي بي فڪر آرام سان ستو پيو هو. اوچتو اڌ رات جو ننڊ ڦٽي پيس ۽ اجهس ڏي نه. تڏهن دل ۾ چيائين ته شايد ڪو ڏکويل درد ڪان دانهون پيو ڪري جنهن جي اثر مون کي بي آرام ڪيو آهي.

چوڪيدار کي ڪٺو ڪري چيائين ته هيڏي هوڏي جاچي ڏس ته دربار ۾ ته ڪو نهي. هو هيڏي هوڏي نهاري وري آيو ۽ چيائين ته سائين ڪا به ڪانه ٿي ڏسجي. بادشاه وري وڃي ستو پر ننڊ نه آيس تڏهن وري به اچي نوڪر کي چيائين ته وڃي چڱي طرح جاچي اچ متان ڪو دانهون آهي. هن وري به هيڏي هوڏي ڪجهه پنڌ تائين نهاريو پر ڪو به ڪونه ڏٺائين ۽ اچي چيائين

ته سائين مون کي ته ڪو ماڻهو ڏسڻ ۾ ڪون ٿو اچي. بادشاه سمجهيو ته نوڪر غفلت ٿو ڪري.

سو پاڻ ڪناري ڪچ ۾ ڪري پاهو نڪري گهولا ڦولا ڪرڻ لڳو. ديوان خاني جي پير ۾ جا مسجد هئي تنهن ۾ لنگهي وڃي ڏسي ته هڪڙو شخص سر سجدي ۾ ڍريو زار زار بي اختيار پيو رئي ۽ الله تعاليٰ جي درگاه ۾ عرض پيو ڪري ته اي خداوند جيتوڻيڪ زماني جو بادشاه ننڊ ۾ آهي ۽ غريبن جو داد ڪونه ٿو ڪري ته به تون هردم بيدار ۽ فريادرس آهين.

جڏهن ڪنڌ مٿي ڪنيائين تڏهن بادشاه پڇيس ته ميان تون ڪير آهين ۽ توکي ڪنهن ڏکويو آهي. جيڪو تنهنجو مطلب هجي سو چئو، چيائين ته بادشاه جو هڪڙو امير بي تدبير رات جو هن مسڪين بي تسڪين جي گهر ۾ اچي غريب جي لج کي داغ لڳائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري، جيڪڏهن انهي موذي جي ايذاءَ کان تون مون کي نه ڇڏائيندين ته قيامت ۾ توتي دانهون ڏيندس. بادشاه کي انهي ڳالهه ٻڌڻ کان ڏاڍي غيرت آئي ۽ پڇيائينس ته اهو موذي هينئر تنهنجي گهر ۾ هوندو؟ چيائين نه پر سندس وري اچڻ ۾ ڪو شڪ ڪونهي.

سلطان چيس ته هاڻي فڪر نه ڪر وڃ پنهنجي گهر ۽ جڏهن اهو ماڻهو وري تنهنجي گهر اچي تڏهن جلد اچي مون کي ٻڌائج ۽ چوڪيدارن ۽ چوبدارن کي تاڪيد ڪيائين ته هي ماڻهو جنهن مهل اچي تنهن مهل جلد مون وٽ آڻي حاضر ڪجوس هي بادشاه کي دعائون ڪندو هليو ويو.

ٻه راتيون ڇڏي ٽين رات اهو بدڪار امير حڪم رکي ان ويچاري جي گهر ۾ گهڙي پيو. هن جهٽ پٽ وڃي دلير بادشاه کي خبر ڏني سو هڪڙي ترار ڪڇي ساڻس هليو ۽ چيائينس ته اهو ڪٿو هلي مون کي ڏيکار. تنهن وڃي سندس گهر ۾ بادشاه کي ڏيکاريو. سلطان هن کي چيو ته تون ڏيو وساءِ ۽ پاڻ اڳيرو وڌي هڪڙي ڌڪ سان ان شيطان جي سسي لاهي وڌائين. وري ڏيو ٻارائي ان جو منهن ڏسي خدا تعاليٰ جي درگاه ۾ شڪراني جو

سجدو بجا آندائين. فريادي ۽ کي چيائين ته هونئر جيڪو ڪاج تنهنجي گهر ۾ موجود هجي سو ڪٽي آءٌ. هن ويچاري حال سارو رکاسڪا ٺڪر آڻي اڳيانس رکيا. سي اهڙي شوق ذوق سان کائڻ لڳو جو چڻ ڪوفتا وينو کائي.

هن غريب هٿ ٻڌي عرض ڪيس ته اي جهان پناه ڏيو وساريئي وري ٻارائڻ ۽ فقيراڻا ٺڪر اهڙي خوشي سان کائڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ چيائين ته جنهن وقت تو مون کان انصاف گهريو تنهن وقت کان مون پنهنجي دل ۾ انجام ڪيو هو ته جيسين اهو شر تنهنجي سر تان نه ٽاريندس تيسين کاڌو کائڻ حرام آهي. تنهنڪري بکَ جي غلبي ۾ رکيا ٺڪر اهڙي خوشي سان کاڌم. ۽ جڏهن ته مون ڀانيو ٿي ته منهنجي پٽ کان سواءِ ٻئي ڪنهنکي اهڙي طاقت نه آهي جو باوجود اهڙي شاهي دٻدٻي ۽ بندوبست جي اهڙي حرڪت ڪري سگهي. سو، ڏيو وساريم ته جي پٽ جو منهن ڏسندس ته پدري شفقت کان ڪيس ماري نه سگهندس. پر جڏهن ڏيو ٻارائي ڏٺم ته اُو منهنجو پٽ نه آهي. تڏهن شڪرانا ڪيم.

نقل (١٦) ڪنهن ٻما بان ۾ ٻانيڻ ۽ يهودي اچي پاڻ ۾ گڏيا ۽ سنگت ڪري هليا. ٻانيڻ آسودي حال ۽ آبائتن ڪپڙن ۽ کاڌي پيتي جي سامان سميت اُٺ تي چڙهيل هو. يهودي ڪنگال اٻالو ۽ ٻي ٺمرو پيرن اگهاڙو پيادو پنڌ ڪندو هليو. ٻانيڻ پڇيس ته تنهنجي دين مذهب جو اعتقاد ڪهڙو آهي. چيائين منهنجو دين هي آهي جو خالق رزاق جي فضل ۾ هميشه اميدوار آهيان ۽ انهي کان سواءِ ٻيو ڪو معبود ۽ پوڄا جي لائق نه آهي. ان جي مدد سان سڀ ڪي ٿي سگهي ٿو. هميشه اُن کان پناه ٿو گهران پنهنجي دين ڀائن جي مدد ڪرڻ ٻيچ سارو پاڻ تي واجب ٿو سمجهان ۽ غير مذهب ماڻهو کي ڦرڻ مارڻ اسان جي مذهب ۾ حلال آهي ۽ ان جي مدد ۽ پشتي ڪرڻ حرام آهي. منهنجي مذهب جو اهو عقيدو آهي.

هاڻي تون پنهنجي ڌرم جي ور ٻڌاءِ. ٻانيئڻ چيو ته: سڀ خلق سان ڀلائي ڪرڻ ڪنهن کي مٺو نه گهرڻ. دوست ته ڇڏ پر دشمن سان به احسان ڪرڻ ۽ ٻڇڙائيءَ جي عيوض چڱائي ڪرڻ اسان جي دين جو دستور آهي. نيڪي ۽ بديءَ جو بدلو الله تعاليٰ ٿو ڏئي. جيڪو جهڙي ڪندو، سو تهڙي پائيندو.

يهوديءَ چيس ته: ”تنهنجو ڌرم چڱو آهي، پر تون ان تي هلين ڪين ٿو.“

ٻانيئڻ: ”ڇو؟“

يهوديءَ چيو: ”ڏس آءٌ تو جهڙو ماڻهو اڃيو بکيو پورين آگهاڙو، پيرن ۾ لڦون، ڪرندو ٿڪندو، پيادو پنڌ ڪندو، ڏاڍي مشڪل سان ٿو هلان ۽ تون ڪاڏي پٺي جي سامان سان، ڀلي آٺ تي چڙهيو مزا ماڻيندو هلين. مون کي نه ڪاڏي جي صلاح ٿو ڪرين ۽ نه گهڙي ساعت آٺ تي ٿو چاڙهين، تڏهن ڪيئن سمجهون ته پنهنجي مذهب تي پورو آهين؟ مرد کي گهرجي ته هو جيڪي چوي سو ڪري.“

ٻانيئڻ اها ڳالهه ٻڌي آٺ تان لهي پيو ۽ هن کي ماني کارائي ڍؤ ڪرائي چيائينس ته يار هاڻي تون ڀلا ذري ساعت آٺ تي ٿي چڙهي هل ته ڀلي تنهنجو لڪ ڀڄي. پوءِ يهودي آٺ تي چڙهيو ۽ هي پيادو ساڻس ڳالهيون ڪندو هليو.

يهوديءَ ڏٺو ته هاڻي هو ٿڪو آهي، تڏهن وٺي آٺ کي ڪاهيائين. هن ويچاري گهڻيون دانهون ۽ ڪوڪون ڪيون، ته مهڙي تر بر ۾ مون کي هيڪلو نه ڇڏ ته ڪو مرون نه ماريم ۽ هن ريگستان ۾ بي آب مڇيءَ وانگر ساهه نه وڃم. مون تو سان چڱائي ڪئي آهي، تنهن جي عيوض تو کي ٻڇڙائي ڪرڻ لائق نه آهي.“

چيائين: ”مون تو کي سويري ڪين ٻڌايو هو، ته غير مذهب ماڻهوءَ جو مال ۽ خون اسان کي ماءُ جي کير کان به وڌيڪ حلال آهي.“ ائين چئي، آٺ کي تمام تکو ڪاهيائين. هي گهڻو ئي پنيان ڊوڙيو، پر پڄي نه سگهيو. آخر، هو نظرن کان غائب ٿي ويو.

پاڻيءَ جڏهن ٻوڙي ڇڏيو، تڏهن آسمان ڏي نهاري چوڻ لڳو: ”اي ڏاڍا منهنجا! مون جا هن سان چڱائي ڪئي آهي، سا هن آسري تي ته تون نيڪن کي اجر ۽ ٻڇڙن کي سزا ڏيندڙ، جتي ڪٿي هردم حاضر ناظر آهين. سو، منهنجي انهيءَ موچاري ويساهه کي ڪوڙو نه ڪر، ۽ هن دغاباز، مڪار ۽ بي ايمان کي بديءَ جي سزا ڏي.

اڃا ڇٽي جملا نه چيا ته ڪو هوربان رستي ۾ رڙهڻ لڳو. اوچتو ڪوهه ۾ مس ڪاهن ته ڏسي ته يهوديءَ کي آٽ ڦيرائي پٽ تي هڻو آهي، ۽ اهي پاسريون ڀڃي ڀون اٿس، اٿي به نه ٿو سگهي ۽ آٽ پر ۾ بيٺو اٿس.

هن اهو حال ڏسي خدا تعاليٰ جا شڪرانا ادا ڪيا ۽ ان کي وٺي، مٿس چڙهي روانو ٿيو. يهوديءَ هڪل ڪري چيس ته سائين مون تو سان برائي ڪئي، تنهن جو ڦل مليو ۽ تنهنجو به ڪجهه نقصان نه ٿيو، هاڻي مونکي هتي جهنگ ۾ ڇڏي وڃڻ تنهنجي دين ۾ درست نه آهي.

ايتري قدر رنائين ۽ دانهون ڪيائين جو پاڻهي کي پاڇهه اچي وئي، تنهن وري به آٽ تي چاڙهي وٺي سندس گهر ڏاري ڇڏيس. چڱي ڪان چڱائي مدي ڪان مدائي.

نقل (١٧) عيسو نالي هڪڙو شخص گالهه ٿو ڪري ته حجاج بن يوسف هڪڙي ڏينهن ڏوهين جي جماعت کي سزا ڏئي ڏني. اڃا هڪڙي ماڻهوءَ کي سهڪت ڏيڻي هئي ته مٿان ٻانگ آئي. تڏهن مون کي چيائين ته هينئر وقت تنگ ٿيو آهي. سو تون هن ماڻهوءَ کي نظر ۾ رک ۽ سڀاڻي آڻي حاضر ڪج. آءٌ هن کي پاڻ سان وٺي اٿي هليس. وات ۾ مون کي چيائين ته آءٌ اميد ٿو رکان ته تون مون تي هڪڙو ٿورو ڪندين. مون چيو مانس ته جي خدا تعاليٰ توفيق ڏني ته آءٌ قصور نه ڪندس.

چيائين ته آءٌ انهي جماعت جو سنگتي نه آهيان. ناحق جهليو آهيان. خدا ۾ اميد اٿم ته ان جي عذاب کان رکي وٺندم تون مون تي اهو احسان ڪر جو اڄ رات ڇڏيم ته منهنجي گهر ۾ وڃي ٻارن ٻچن کان موڪلائي وصيت ڪري صبح جو سوير تو وٽ

اچي حاضر ٿيندس. مون کي انهي ڳالهه تان ڪل آئي ۽ ڪا ورندي نه ڏني مانس. وري به ساڳيو عرض ڪيائين. تڏهن منهنجي دل ۾ به خيال اچي پيو ته هن کي ڇڏي ڏيان. خدا ڳهريو آهي ته صبح جو بيشڪ وري ايندو. پوءِ صبوح جي وري اچڻ جو انجام اقرار وٺي ڇڏي ڏنومانس.

جڏهن هو هليو ويو تڏهن مون کي ڏاڍو ارمان ٿيو ته هيءَ هيءَ ناحق ڇڏيومانس. هو پنهنجي ساهه جي ڀپ ڪان هيڏانهن ڪيئن ايندو؟ ان جي عيوض ۾ حجاج مون کي مارائي ڇڏيندو. آءٌ انهي فڪر ۾ موٽهل گهر آيس ۽ اهو احوال پنهنجي زال سان ڪيم سا اها ڳالهه ٻڌي رڻ پٽڻ ۽ مون کي چهنبڻ لڳي ته تنهنجي مت ڪٿي هئي جا جو پرائي بلا پنهنجي سر تي ورتءِ. سڄي رات پريات تائين واويلا ۾ گذاري سون. ڪنهن جو ڪانڊ ڪنهن جي ننڊ. جڏهن پرهه ڦٽي تڏهن پانيم ته مون لاءِ قيامت ٿي.

صبوح سان اهو شخص روشن دل مون عمل وٽ اچي حاضر ٿيو. مونکي ڏاڍو عجب لڳو ۽ چيومانس اي جوان مرد هي تنهنجي نهايت جرات آهي جو پنهنجي ساه جو ٿي سانگو نه اٿئي. چيائين ميان جو ماڻهو خدا تعاليٰ کي حاضر ناظر ڄاڻي ٿو تنهن کان وعدي خلافي ڪڏهن به نه ٿيندي. سچو جهان لرزجي ويندو ته به هو ثابت قدم رهندو.

مطلب ته منهنجي بت ۾ نئون ساه پيو. حجاج وٽ وٺي ويومانس ۽ هن جي ڇڏي ڏيڻ ۽ وري اچڻ جو سمورو احوال حاڪم حال تباه کي ٻڌايم. تنهن چيو ته اي شخص! مون توکي بخشيو. جيئن وٺي تيئن ڪرينس. تڏهن مون هنکي ڇڏي ڏنو. ۽ هو هليو ويو ۽ منهنجي ڪا شڪر گذاري ڪان ڪياءِ. تڏهن مون پانيو ته شايد چريو آهي. ٻئي ڏينهن مون وٽ آيو ۽ ڳهڻي نياز سان چوڻ لڳو ته ڪالهه مون توهانجي شڪر گذاري هن سببان نه ڪئي جو ڪالهه ڪو سڄو ڏينهن الله تعاليٰ جي شڪراني ۾ مشغول هوس ڇاڪاڻ جو جيڪي ٿيو سو ان جي مهرباني سان

ٿيو ۽ اڄ توهانجي خدمت ۾ آيو آهيان ته اوهانجي حق شناسي
بجاءِ آڻيان. مون ڇهو سچ آهي. ڏٺي مهربان ته جڳ مهربان.

نقل (١٨) تذڪره مشهور خاني ۾ لکيل آهي ته نوشيروان
بادشاه جي قبي جي اڳڻ ۾ جو جبل جي چوٽيءَ تي آهي. چار
سوار هٿيارن سان سنيريل طلسم جا ٺهيل ترارين ڪڍيو بيٺا آهن
جهڙو اتي وڃي ٿو تنهن سان وڙهن ٿا.

خليفو مامون رشيد بغداد جو بادشاه مجاور جي سونهپ
سان جو انهي طلسم جي ايذائن دفع ڪرڻ کان واقف هو انهي
قبي ۾ ويو ته نوشيروان جو قالب هڪڙي جڙائو تخت تي ويٺو
هو ۽ سڀ عضوا صحيح سلامت هئس. مگر ڪپڙا جهونا ٿي ويا
هئس. هن نئون لباس مشڪ ۽ عنبر ۾ معطر ڪرائي انهي بيجان
قالب کي ڍڪايو. نوشيروان جي گوڏي هيٺيان هڪڙي ڦرهي هئي
تنهن تي لکيل هو ته آخر زماني ۾ نبي سڳوري جي چاچي جي
اولاد مان هڪڙو شخص منهنجي ڏسڻ لاءِ ايندو. منجهي مٿي ڪانپوه
تڏهن منهنجو بي جان قالب ان جو تواضع بجاءِ آڻي نه سگهندو
تنهنڪري ان جي مهماني لاءِ هن قبي جي فلاڻي پاسي خزانو مون
امانت رکايو آهي سو ڪڍي وڃي پنهنجي ڪم لائي ۽ مون کي
معاف رکي. خليفو اهو خزانو ڪڍائي آيو. انهي ڪري بني عباس
گهراڻي جي دولت گهڻي ٿي.

نقل (١٩) تاريخ جي ڪتابن ۾ لکيل آهي ته جهان جي
اڀرندي پاسي وڏي سمنڊ ۾ آچون نالي هڪڙو ٻيٽ آهي اتي جي
بادشاهت عورتن جي هٿ ۾ آهي. جهڙا عورت تخت تي ويهي
ٿي سا پنهنجي پيءُ ۽ مڙس کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو ڇهو نه
ٿي ڪري.

اتي جا سڀ رهاڪو دنيادار آهن. سندن ڏندو کيتي ۽
زميناداري آهي. مسڪين ۽ پينو اتي نالي کي به ڪونهي ۽ انهن
جا باغ اتي گهڻا آهن. انهن ۾ بارهوئي ڦر رهي ٿو. ۽ اتي هميشه
مينهن پيو وسي. ڪافور، جو ڪنهن وڻ جو گونر آهي سو به اتان
اچي ۽ اتي هڪڙي نهر آهي. تنهن ۾ جيڪو بيمار وهنجي

تو سو جهٽ پٽ چڱو ڀلو ٿي ويو ۽ بيماري جو ڪو نشان نه ٿو رهي.

نقل (٢٠) سلطان زين العابدين کي اهڙي بيماري اچي ٿي جو سڀ حڪيم طبيب انجي علاج کان عاجز ٿي پيا. هڪڙي ڏينهن ڪو جوڳي چيلي سميت بادشاه جي ڪچهري ۾ آيو ۽ هن کي چيائين ته گهڙي ساعت ڪنهن خلاصي جاءِ ۾ هل ته ٻل ۾ انهي مرض کان توکي ڇڏايان. اها ڳالهه ٻڌي بادشاه هن جوڳي ۽ چيلي سان گڏجي ڪنهن خلاصي جاءِ ۾ ويو. گهڙي کان پوءِ جوڳي ڪري بيهوش ٿي مردو ٿي پيو ۽ بادشاه کي بيماري ڇڏي وئي. پوءِ چيلو جوڳي کي ڪلهي تي کڻي وڃي سندس علاج ۾ مشغول ٿيو. آخر اهو به ٿورن ڏينهن ۾ چڱو ڀلو ٿيو. انهي عمل کي جذب چون ٿا جو ٻئي جي بلا کي پاڻ ڏي ڇڪيو ٿا وٺن. هي عمل ڪري اهو ٿو سگهي جنهن پنهنجي نفس کي پاڪ ڪيو آهي.

نقل (٢١) ڪوٽ ڪانگڙي جي جبلن ۾ هڪڙي قسم جا ننڍڙا ڪنيان آهن جيڪو ماڻهو پيرن اگهاڙو اتفاق سان اتي وڃي ٿو نڪري ته انهن مان ڪو ڪنوون ان جي پيرن جي آڱر ۾ چڪ هڻي چهٽي رت پيو پئي. اگرچه هو ان کي گهڻوئي پاڻ کان ڇڏائي ٿو پر هو اهڙو چهٽي ٿو وڃي جو جدا ٿي نه ٿو سگهي. ۽ آهستي آهستي رت پي ڪوئي جهڙو ٿي آڱرين کي گهيو وڃي.

پوءِ جهٽ پٽ وٽي سڄا پير ڳهي ڪٽي جيڏو ٿيو پوي. آخر شينهن جيڏو ٿي ماڻهوءَ جو سڄو جسم ڳهيو وڃي ۽ جهنگ ۾ پچيو وڃيو لڳي. ان آفت کان ڇٽڻ جو هيءُ علاج آهي جو جڏهن ڪنوون سندس آڱر کي چهٽي تڏهن جهٽ پٽ آڱر کي ڪپي وجهي ته پوءِ ڇٽي پوي.

نقل (٢٢) حضرت سليمان عليه السلام کي هڪڙي ڏينهن اهو پور اچي پيو ته خدا جي سڀ خلق کي دعوت ڪجي. ديون کي حڪم ڪيائين ته درياه جي ڪناري تي کاڄ پيچ جو سامان

وڃي گڏ ڪريو جڏهن تمام بيحد سامان گڏ ڪيائون تڏهن حق تعاليٰ جي درگاهہ ۾ عرض ڪيائين تہ اي رب ڪريم هاڻي پنهنجي مخلوقن کي منهنجي مهماني تي موڪل. ايتري ۾ هڪڙي جانور درياهہ مان مٿو ٻاهر ڪڍيو ۽ وات ڦاڙي ويهي رهيو. حضرت سليمان عليہ السلام حڪم ڪيو تہ جيڪو کاڌو پيتو موجود آهي سو سڀ هن جي وات ۾ وجهو.

جڏهن سمورو ضيافت جو سامان آن جــي وات ۾ وڌائون تڏهن حضرت سليمان عليہ السلام کي سڏ ڪري چيائين:

”پروردگار عالم اڄ مونکي تنهنجو مهمان ڪيو آهي، آءٌ جان اڌ ڍاءُو بہ ڪين ٿيو آهيان، سگهو ٿيءُ مونکي کاراءِ.“

اهو حال ڏسي حضرت سليمان عليہ السلام رب العالمين جي دارگاهہ ۾ عاجزيءَ جو عذر بجا آندو ۽ اهو جانور پاڻيءَ ۾ واپس ٽپي ويو.



# لطيفن جي بيان ۾

لطيفه (١) حديث ۾ آهي ته هڪڙي ڏينهن ننڍپڻ ۾ حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه پاڻ ڀلن صلعم جن کي چيو ته نانا آٺ تي چڙهان. پاڻ فرمايائون ته آءٌ ٿو تنهنجو آٺ ٿيان، مون تي چڙهه. پوءِ امام سڳوري کي ڪلهن تي چاڙهي هٿن ۽ گوڏن ڀر هلڻ لڳا.

امام صاحب چيو ته آٺ کي مهار ٿيندي آهي، منهنجي آٺ کي مهار ڪانهي. پاڻ سڳورن سندن وار مبارڪ مهار ڪري وٺي ڪڍي هٿ ۾ ڏنس. وري امام سڳوري چيو ته آٺ رينگندو آهي ۽ منهنجو آٺ آواز ڪونه ٿو ڪري.

پاڻ سڳورن آواز ڪري فرمايو عفو (بخش ڪر). انهيءَ دم وحي نازل ٿيو. چيائين ڏٺي تعاليٰ اوهانکي سلام بعد فرمائي ٿو ته پنهنجي زبان کي سنڀاليو. اوهان جي هڪڙي ڀيري عفو چوڻ سان منهنجي رحمت جا درياءَ ايتري قدر جوش ۾ آيا آهن، پر جيڪڏهن ٻيو ڀيرو ائين چوندؤ ته اڳين ۽ پوئين خلق بخشجي ويندي ۽ سڀ دوزخ خالي رهجي ويندا.

لطيفه (٢) هڪڙي ڏينهن پاڻ سڳورن جي دل تي اهڙو فڪر اچي چڙهيو، جو انجا اثر پيشاني مبارڪ تي ظاهر ڏسڻ ۾ پئي آيا. يارن اصحابن مان ڪنهن کي ان ئي سبب پڇڻ جي طاقت نه هئي.

حضرت ابوذر غفاري رضه صلواتن بعد عرض ڪيو ته يا رسول الله صلي الله عليه وسلم مون ٻڌو آهي ته دجال جي واري ۾ سخت ڏڪار پوندو ۽ جيڪو انکي مڃيندو، تنهن کي هر طرح جون نعمتون ۽ خزانا ڏيندو ۽ قسمين قسمين ڪاڏا ڪارائيندو. آءٌ جي ان وقت ۾ هوندس ته ڪانئس ظاهري دوستي رکي ڦري ڪاڏ وري منڪر ٿي ويندس.

اها ڳالهه ٻڌي پاڻ سڳورا مرڪيا ۽ خوش ٿـي فرمايائون ته جي تون انکي ڏسندين، ته به ڏٺي تعاليٰ توکـي ان خبث جو احتياج نه ڏيندو.

لطيفه (٣) هڪڙي ڏينهن پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ڪنهن پوڙهي زال کـي چيو ته ڪابه پوڙهي زال بهشت ۾ نه ويندي. تنهن تي هن پوڙهيءَ دانهن ڪري چيو ته:

" سائين پوڙهين زالن ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي جو انهن کي بهشت نه ملندو."

پاڻ مرڪي فرمايائون ته: " الله تعاليٰ جل شانه پوڙهين کي جوان ڪري بهشت ۾ آڻيندو."

لطيفه (٤) جنگ ۾ ڪنهن صحابي جي اَک جي تنگ پيچي پئي. تنهن اچي پاڻ سڳورن کان اَک گهريو. پاڻ فرمايائون ته: "تو کي اَک جو گورو ڏيون؟"

هن عرض ڪيو ته "سائين گورو منهنجي ڪم اچي ڪين سگهندو". ٿڌهن پاڻ پلان مرڪي فرمايو ته "اهو ڪهڙو اَک آهي جو اَک جو گورو نه آهي؟" اٿين چئي هڪڙو پلو متارو اَک ڪٽي ان کي ڪي عطا ڪيائون.

لطيفه (٥) ڪنهن ماڻهوءَ بي بي رابعه بصريءَ کي چيو ته الله تعاليٰ جل شانه مڙسن کي ٽي فضيلتون عطا ڪيون آهن. تن مان زالن کي هڪڙي به نصيب ڪانهي.

١- مڙس عقل ۾ ڪامل آهي ۽ زالون ناقص. جنهنڪري ٻن زالن جي شاهدي هڪڙي مڙس جي شاهديءَ برابر آهي.

٢- زالون دين ۾ به مـڙسن کان گهٽ آهن جو حيض. ۽ نفاس جي ڏينهن ۾ روزو نماز ڪري نه ٿيون سگهن.

٣- ڪنهن به زال کي نبوت نه ملي آهي.

بي بي صاحبه چيو ته زالن کي به اهڙيون ٽي فضيلتون مليل آهن، جي مڙسن کي مليل نه آهن:

١- زالن ۾ ڪدڙو نه آهي ۽ مڙس ڪدڙا به ٿيندا آهن.

٢- ڪنهن به زال پاڻ کي الله نه سڏيو آهي، اها بي ادبي رڳو مڙسن ڪئي آهي.

۳. سڀ نبي زالن مان پيدا ٿيا آهن.

لطيفه (٦) خليفي هارون رشيد وٽ هڪڙي شخص اچي نبوت جي دعويٰ ڪئي، چيائين ”آءٌ نبي آهيان“

خليفي چيس ته ”ڪو معجزو ڏيکار!“

چيائين ”جهڙو معزو چئو اهڙو معجزو ڏيکاريان“

هارون رشيد چيس ته تون پنهنجي لٺ اڇلاءِ ته نانگ ٿي پوي. جيئن حضرت موسيٰ ڪيو ٿي.

هن چيو ته ”حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺ تڏهن ٿي نانگ ٿي جڏهن فرعون خدائيءَ جي دعويٰ ٿي ڪئي. تون به جي اهڙي دعويٰ ڪرين ته منهنجي لٺ به نانگ ٿي پوي.“

وري بادشاه چيس ”ڀلا معجزي سان ڪو ٻڪل گدرو پيدا ڪر ڇتائون ٽن ڏينهن جي مهلت ڏيو.“

خليفي چيو ته ”هونئر جو هينئر پيدا ڪر.“

چيائين ته ”سائين هي ته عجيب بي انصافي جي ڳالهه آهي جو الله تعاليٰ باوجود هيڏي قدرت جي به ڇهن ٻج مان ٽمن مهيني تو گدرا پيدا ڪري ۽ اوهين مون کي ٽن ڏينهن جي به مهلت نٿا ڏيو“.

اها ڳالهه ٻڌي خليفي کي کل اچي وئي. سمجهيائين ته هي ڪو ظريف ۽ حريف ماڻهو آهي. پوءِ انهي دعويٰ کان توبه ڪرائي انعام اڪرام ڏئي خوش ڪري ڇڏيائينس.

لطيفه (٧) ڪنهن ماڻهوءَ قاضيءَ کي اچي چيو ته ”سائين ڪارڪون حلال آهن يا ڪين؟“

قاضيءَ چيو ”بيشڪ حلال آهن“.

وري هن پڇيو ته ”جي بصر جو ٻج ساڻن ملائي کائجي ته ڪيئن؟“

قاضيءَ چيو ”ڪا حرڪت ڪانهي.“

وري هن چيو ته ”انهن ٻن شين سان پاڻي ملائي کائجي ته پوءِ ڪيئن؟“

قاضيءَ چيو ته ”ڪو فڪر ڪونهي.“

هن چيو ته ”سائين شراب به انهن ٽن شين مان ٺهي ٿو پوءِ

چو حرام آهي؟"
قاضيءَ چيو ته "ڏوڙ جي مٺ ڪشي تنهنجي مٿي تي هڻندس ته توکي ڪو ايذاءُ ٿيندو؟"
چيائين "نه".
وري پڇيائينس ته "پاڻي ۾ ڳوهي پوءِ هڻجيئي ته ڪيئن؟"
چيائين "ته به سور ڪونه ٿيندو."
وري چيائينس ته "جي پاڻي ۾ ڳوهي سڪائي پچائي سو ڪيري تنهنجي مٿي تي هڻجي ته سور ٿئي يا نه؟"
چيائين "تڏهن ته مٿو به ڦاٽي پوندو."
قاضيءَ چيس ته شراب جو به اهو دستور آهي.
لطيفه (٨) ڪنهن بادشاه کي اکين ۾ سور ٿيو. طبيب ڏس ڏنس ته "سائين پيرن کي ڪٽي مهندي لايو ته سور ڇڏي وڃي."
تڏهن خواجه سرا طبيب کان پڇيو ته "پيرن کي اکين سان ڪهڙي نسبت آهي؟"
حڪيم چيو ته "پيرن کي اکين سان اهڙي نسبت آهي جهڙي خصين کي ڏاڙهيءَ سان، جيئن ته خواجه سراين جا جڏهن خصيا ڪٽي ڇڏيندا آهن، تڏهن انهن کي ڏاڙهي به نه ايندي آهي."
بادشاهه کي اهو جواب ڏاڍو وڻيو ۽ طبيب کي گهڻو انعام ڏنائين.
لطيفه (٩) هڪڙي فقير ڪنهن دروازي تي اچي سوال ڪيو. ٻانهيءَ ورندي ڏنس ته هينئر ڪجهه به حاضر نه آهي هليو وڃ. ايتري ۾ ماني جي ٺق ٺق جو آواز ان گهر مان ٻڌڻ آيس. تڏهن ٻانهيءَ کي چيائين ته اهي پادر ڪنهن جي مٿي تي ٿا لڳن؟"
ٻانهي چيس ته "ڪنهن تو جهڙي فقير جي مٿي تي."
"ته ان کي ٻانهيءَ سان ورتو اٿن يا رئيسائيءَ سان؟" ائين چئي فقير هليو ويو.

لطيفو (١٠) يعقوب لئز اصل سکين ماڻهو هو. بادشاهي جي ڏينهن ۾ سيوهڻ جي هڪڙي تونگر تي ڪاوڙجي انجو سارو مال متاع ضبط ڪري ڦري فقير ڪري ڇڏيائينس.

هڪڙي ڏينهن وٽس آيو، تڏهن ان کان پڇائين ته " اج ڪهڙو حال اٿئي؟"

هن ورندي ڏني ته " سائين جهڙو ڪالهه تنهنجو حال هو."

بادشاهه چيو ته "ڪالهه منهنجو ڪهڙو حال هو؟"

هن شخص چيو ته " اج جهڙو منهنجو حال آهي."

بادشاهه اهو جواب ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سموري ملڪيت کيس موٽائي ڏنائين.

لطيفو (١١) سڪندر بادشاهه جنگ ۾ پلي گهوڙي تي سوار هو ۽ پنهنجي لشڪر کي پئي ڏنائين واڳنائين، ته هڪڙو سپاهي ايري ۾ سڌي گهوڙي تي سوار ڏنائين. تنهن ڪري اهڙي ڪاوڙ آيس جو انکي گهوڙي تان ڪيرائي کٽي پٽ تي هنيائين. تڏهن ان کان ڪل نڪري ويئي.

بادشاهه پڇيس ته " کلئين ڇو؟"

چيائين ته " اوهان جي ڪاوڙ تان کلوس، جو تون هڪ پلي گهوڙي تي سوار ۽ آءٌ هڪ ڊبلي گهوڙي تي خوار، تنهن هوندي به مون تي حسد ڪرين!"

بادشاهه کي اهو نڪتو ڏاڍو وڻيو، جنهن ڪري هو سندس امير بڻيو.

لطيفو (١٢) هڪڙي فقير وڃي ڪنهن در تي سڏ ڏنئين. هڪ ننگريءَ اچي فقير کي چيو ته "هينئر ماني ڪانهي."

فقير چيس ته " لوڻ ڪٿا آڻي ڏينم."

ڇوڪري چيو ته " اهو به ڪونهي."

ورڻي چيائينس ته " پلا پاڻي ڍڪ آڻي پياريم "

ڇوڪريءَ چيو " پاڻي ڪونه آهي."

فقير پڇيس ته " ماڻهن ڪاڏي ويئي آهي؟ "

چيائون " ڪنهن جي ماتم پرسي لاءِ ويئي آهي."

فقير چيو " اوهان جو خود اهڙو حال آهي، جو پاڻ ٻيا

جيڪر اوهانجي ماتم پرسي ڪن." ائين چئي هليو ويو.

لطيفه (١٣) ڪنهن بادشاهه هڪڙي نجومي کان پڇيو ته "اڳير آءٌ مرندس يا منهنجي راڻي."

نجومي چيو ته "تنهنجي راڻي اڳ ۾ مرندي."

ماڻهن پڇيس ته ڪهڙي آڌر تي اهو جواب ڏنئي.

چيائين ته "جيڪڏهن اڳ ۾ راڻي مئي ته آءٌ سچو ٿيس ۽ جي اڳير بادشاهه مئو ته پوءِ مون کان پڇندو ڪير؟"

لطيفه (١٤) ڪنهن ملان شاگرد کي چيو ته حساب ٿو سکين، پارسي ڇو نه ٿو پڙهين؟"

چيائين ته "پارسي پڙهڻ ۾ ڪهڙو نفعو آهي"

استاد چيو ته "حساب سکڻ ۾ ڪهڙو فائدو آهي؟"

چيائين "هڪڙو ته نوڪري ملندي. ٢- قيامت جي ڏينهن خدا تعاليٰ وٽ حساب ڏيڻو پوندو. تنهن ڪري سکي ٿو ته ڇڏيان ته اتي حساب ڏيڻ ۾ پلجي نه وڃان."

لطيفه (١٥) ڪنهن بخيل وٽ هڪڙو نوڪر هو تنهن ويچاري کي جڏهن ڪجھ مهينا پگهار ڪونه مليو تڏهن لاچار هڪڙي واڻئي وٽان ڪندو ڪيائين. واڻئي سمجهيو ته هي جٽ آهي تنهنڪري جيڪو ٿي وٺيو سو ٿي لکيائين.

هڪڙي ڏينهن واڻي ڪنهن ڳالهه تان سپاهي کي چيو ته "ميان جيڪو مون کان ڪندو ٿو کڻين تنهن کان پٽان پئسا ٿو ڪيان".

سپاهي چيو ته "ڪنهن مڙس سان ڪم نه پيو اٿئي، رڳا جٽ ڦريا اٿئي."

هي ڏهاڙي اڌ سير اٽي جو ۽ آنو گيهه جو واڻئي کان وٺندو هو. مهيني کان پوءِ روز آنو اٽي جو اڌ سير گيهه جو واڻئي کان وٺڻ لڳو.

مهتي چيس "هي ڪهڙو ڪندو ٿو کڻين؟"

سپاهيءَ چيو پائي جيڪو وٺيم سو ڪٿان، توکي پئسن سان مطلب. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ جڏهن ليکو ڪيائون تڏهن واڻيو رقمون پڙهي پڌائڻ لڳو ته فلاڻي تاريخ اڌ سير اٽو ۽ آنو گيهه ۽ فلاڻي

تاريخ کان آنو اٺو ۽ اڌ سير ڳيهه. سپاهي ڪاوڙجي چيس ڀلو آهين.

آءٌ ڏهاڙي اڌ سير اٽو ۽ آنو ڳيهه جو ڪٺندو هوس. ۽ آنو اٽي جو ۽ اڌ سير ڳيهه جو مون ڪڏهن به ڪونه ورتو آهي. تو هميشه ڪوڙ ڪري ماڻهو ڦريا آهن. ڏاڍو ڪو دغاباز ٿو ڏسجين.

نيث انهن جي تڪرار تي اچي ٻيا ماڻهو ڳڏ ٿيا تن سپاهيءَ کي سچو ڪيو ۽ مهتي جو منهن ڪارو ٿيو.

لطيفه (١٦) هڪڙو آفيمي کوهه ۾ ڪري پيو. اتفاق سان هڪڙو واٽهڙو به اچي اُن کوهه ۾ ڪريو. آفيمي پڇيس ته ”تون ڪير؟“

چيائين ته ”آءٌ واٽهڙو آهيان.“

آفيمي چيس ته ”تڏهن ته ڀلائي ڪري ڳڙ ڏرو ته ڏينم.“

لطيفه (١٧) هڪڙو مختيارڪار صاحب هر ڪنهن سان چرچا ڪندو هو. تنهن ڪنهن زميندار جو نالو خر صاحب رکيو. هو ويچارو زميندار ڄٽ ماڻهو هو سو خر لفظ جي چڱي معنيٰ ڀانئي خوش ٿيو ٿيندو هو.

هڪڙي ڏينهن ڪنهن ماڻهوءَ سمجهايس ته پارسيءَ ۾ خر ڳوٺڊا آهن ڳڏهه کي. هي اها ڳالهه ٻڌي سڙي ويو ۽ دل ۾ چيائين ته ڪاردار کان انهي چٽر جو عيوض ڪڏهن نه ڪڏهن ضرور وٺندس.

هڪڙي ڏينهن مختيارڪار صاحب وٽ ڪچهري لڳي پئي هئي ۽ سڀ يار دوست مجلس ۾ ويٺا هئا ۽ اهو زميندار ڪاردار جي ڪچهري ۾ لنگهي آيو. تڏهن ڪاردار کيس پري کان ايندو ڏسي پنهنجن دوستن کي چيو ته آءٌ هن کي خر صاحب سڏيندو آهيان جنهن ڪري ڏاڍو خوش ٿو ٿئي. پوءِ هو زميندار به اچي مجلس ۾ ويٺو. تڏهن مختيارڪار چيس ته اچو خر صاحب، ڀلي ڪري آيؤ! گهڻن ڏينهن کان پوءِ آيو آهين خوش ته آهيو. تنهن مهل هن چيس ته ”اهڙيون ڳالهيون خلاصگي ۾ ڪرڻ گهرجن.“

مختيارڪار پڇيس ته تون خر جي ڪهڙي معنيٰ ٿو سمجهين؟
چيائين هائو سمجهان ٿو ته خر ناني کي ڳوٺدا آهن. تڏهن سـ

ماڻهو کاڻ لڳا، ڪارادار بهنجي ڪار جو ڏاڍو ارمان ڪيو ۽
ڦڪو ٿي چپ چڻيندو رهيو.

لطيفه (١٨) ڪنهن ڇوڪر سرٽيفڪيٽ جي امتحان ڏنو
سو تاريخ جي سوالن ۾ ناپاس ٿيو. پڻس کان پڇيائين ته پنهنجي محنت
به گهٽي ڪئي هئي پوءِ ڇو ناپاس ٿيو.

چيائين ته "ماڻهو کي رات جو ڪالهوڪو به ياد نه ٿو پوي ۽
ممتحن جو انڌير جو ڇوڪرن کان سون هزارن ورهن جون ڳالهيون
پڇيون اٿن، جن جي اسان جي ابن ڏاڏن کي به خبر ڪانه هئي،
تنهن ۾ منهنجي پٽ ريچاري جو ڪهڙو ڏوهه!"

لطيفه (١٩) ڪنهن خسيس رئيس وٽ هڪڙو ظريف دوست
ملاقات لاءِ آيو. رئيس صاحب سائس رهاڻ ويني ڪئي، ته نوڪر
رمز ۽ اشاري سان اچي چيس ته ماني تيار آهي. تنهن تي رئيس
مهمان کي چيو مهرباني ڪري معاف ڪجو، ٿوري هاج اٿم سا
لاهيو ٿو اچان.

اٿين ڇٽي بورچي خاني ۾ وڃي ماني کائي وري اچي مهمان
وٽ ويٺو. اتفاق سان هڪڙو جانور ڏاڙهيءَ ۾ رهجي ويو هوس.
سو ڏسي مهمان پڇيس ته "صاحب اوهين ڪيڏانهن ويا هئا؟"

چيائين " جاءِ ضرور ۾."

مهمان چيو ته " برابر سچ ٿا چئو، ڪنهن توهان جي
ڏاڙهي مبارڪ ۾ تنهن ڪري چنبڙيل آهي."

لطيفه (٢٠) ڪو برهمڻ ۽ مسلمان پاڻ ۾ گڏيا ڪنهن
پاسي تي ويا رات ۾ هلندي برهمڻ نچ ڏني تڏهن چيائين "جي
ديوي."

ٿوري دير کان پوءِ مسلمان کي به نچ آئي، تنهن
چيو " الحمد لله" تنهن تي برهمڻ پڇيس ته جنهن جو نالو ورتئي
سو ڪير آهي؟

چيائين ته "جي ديويءَ جو گهر وارو آهي."
تڏهن برهمڻ ڦڪو ٿي مات ڪري ويو.

لطيفہ (٢١) هڪڙي لنگهي کي خواب ۾ ڪتان ڏڳو مليو. تنهن کي وٺيو گهر ڏي ٿي ويو ته واٽ ۾ ڪنهن واٽئي پڇيس ته "ميان ميراثي ڏڳو وڪڻندين؟"

چيائين "هائو."

واٽئي پڇيس ته "گهڻو وٺندين؟"

چيائين "پنجاهہ روپيا."

خريدار چيو ته "ڏڳو تي ربيا بہ مس ٿو لهي"

مڱڻهار ڪاوڙجي چيس ته "هل ڙي هل تو ڏاند ورتو!"

ايتري ۾ اکيون پٽجي ويس، ڏسي ته نہ ڏاند، نہ خريدار ۽ سودي جي تنوار آهي. تڏهن ڏاڍو غمگين ٿيو ۽ جهٽ پٽ اکيون پوري هٿ ڊگهاري چوڻ لڳو ته ڀلا پائي ٽي رپيا ئي ڏيو وڃ.

لطيفہ (٢٢) هڪڙو ماڻهو ڪنهن صاحب جي نوڪري جو اُميدوار هو، تنهن پنهنجي نوڪر کي چيو ته سڀاڻي صبح جو مون کي ڪليڪٽر صاحب جي بنگلي تي وڃڻو آهي، تنهن ڪري مون کي صبح جو ڇهين وڳي اُٿارج.

نوڪر اهڙو سڄاڳ جو رات جو ٽين وڳي جاڳايائينس. هن اُٿندي پڇيس ته "ڇا آهي ڇهہ لڳي ويا آهن ڪيئن؟"

چيائين نہ سائين ٻوهہ لڳندا، اجهان ني لڳا آهن، انهيءَ لاءِ اوهانکي جاڳايو اٿم ته اجان گهڻو وقت پيو آهي، بي فڪرو ٿي آرام ڪريو."

رئيس چيو "ڏوڙ پئي اهڙي بي فڪري تي، ننڊ ڇو ڦٽايئہ. هاڻي سڀاڻ تو ڇهين وڳي ضرور اٿارج."

نوڪر هو آفيمي، تنهن کي صبح جي هير تي ننڊ وٺي وئي جڏهن جاڳيو، تڏهن ڏسي ته مار انن جو گهنڊ پيو ٺن ٺن ڪري تڏهن هڪل ڪري چيائين ته "او سائين! او سائين!! اٺ لڳي ويا آهن ۽ وڃڻ جو وقت ويو هاڻي آلڪو لاهي آرام ڪريو."

لطيفہ (٢٣) هڪڙي قاضي جي گهر ۾ ڪنهن پاڙيسريءَ جي ڪڪڙ آڌامي اچي پيئي. گهر وارن ڪهي ڪٽي چاڙهيس. جڏهن قاضي صاحب جن گهر ۾ آيا تڏهن اها ڳالهہ ٻڌي ڏاڍا

ڪاوڙيا. سنڌس زال چيو ته اهو قصور معاف ڪريو اڳئي اٿس نه ٿيندو. جي چئو ته آچلائي ڇڏيان، مگر گيهه ۽ مصالحو اجايو ويندا.

قاضيءَ چيو ته رڳو رهي سان نٿي ماني کائون، جنهن ۾ پنهنجو گيهه مصالحو ۽ پاڻي آهي.

جڏهن زال پيالي ۾ بوڙ ليٽايو، تڏهن به ٻوٽيون به منجهس ڪري پيون. جوٽس چاهيو ته اهي ڪڍي وري ديڳڙيءَ ۾ وجهي ته قاضيءَ هڪل ڪري چيس ته ”جي پاڻيهي پيا آهن، سي مٿان پيالي مان ڪڍين!“

زال چيس ته ”سائين! ڪڪڙ به پاڻيهي پنهنجي گهر آڏامي آئي هئي!“

قاضي صاحب چيو ”چڱو، تڏهن سڀ کائو پيو. اڪثر ملان اهڙا مطلبي ٿيندا آهن.

لطيفه (٢٤) ڪا زال قاضيءَ وٽ ڪوڙي دانهن کڻي وئي چيائين ته ”فلاڻي ماڻهوءَ مون سان زور سان زنا ڪئي آهي.“

قاضي انهيءَ ماڻهوءَ کي گهرائي پڇيو ته ”تو ڇا ڪان هن زال جي آبرو کي داغ لڳايو آهي؟“

چيائين ”سائين خدا پناهه ۾ رکي، مونکي ڪابه خبر نه آهي.“

قاضيءَ چيس ته ”ڏهه روپيا توتي ڏنڊ آهي، سو هن زال کي ڏي.“

هن لاچار ٿي پئسا ان زال کي ڏنا. جڏهن هوءَ ڪورٽ کان ٻاهر ويئي، تڏهن قاضيءَ ان شخص کي حڪم ڪيو ته ”ٻوڙي جي زال کان پئسا کسي اچ.“

هي ٻوڙي اچي پٺتس ۽ پئسا کسڻ لڳس، پر ڪنهن به طرح پئسا ڦري نه سگهيس ۽ ٻئي وڙهندي وڙهندي وري قاضيءَ وٽ ويا.

زال اچي دانهن ڏني ته هيءُ مون کان زور سان پئسا ٿو ڦري، پر اهي پئسا ڦري نه سگهيو آهي، هاڻي جيڪو حڪم ٿئي ۽ ڪيس سگهت ڏيو.“

قاضيءَ چيس تہ ”توکان جو پئسا بہ کسيو نہ ٿــو سگهي، تنهن تو سان زوري زنا ڪيئن ڪئي هوندي! تون ڪوڙي آهين ۽ پئسا هن کي ورائي ڏي.“ ۽ بہ ٽي چابڪ هڻي چيائونس تہ اڳتي اهڙي ڪوڙي دعويٰ مون وٽ نہ آڻج.

لطيفہ (٢٥) هڪــڙو عرب جــو بادشاهہ شڪار ۾ پنهنجي لشڪر کان جدا ٿي ويو ۽ بکايل اچي ايڪ ڪنهن اعرابي جــي تنبوءَ ۾ اچي پاڻي ۽ طعام جي طلب ڪيائين. اعرابيءَ شراب جي باتلي ۽ پيالو ڪڍي آيو ۽ هڪڙو پيالو ڀري ڏنائينس، جڏهن اهو پيتائين، تڏهن اعرابيءَ کان پڇيائين تہ ”مون کي سڃاڻين ٿو تہ ڪير آهيان.“

هن چيو تہ ”آءٌ توکي ڪونہ ٿو سڃاڻان.“

چيائين ”آءٌ بادشاهہ جو خاص نوڪر آهيان.“

هن وري ٻيو پيالو ڀري ڏنس، اهو بہ وري هن کان پڇيائين تہ ”اڙي مونکي سڃاڻين ٿو تہ ڪير آهيان؟“

چوائين تہ ”هائو، تون چوين ٿو تہ آءٌ بادشاهہ جــو خاص نوڪر آهيان.“

چيائينس تہ ”آءٌ وڏو امير آهيان.“

جڏهن ٽيون پيالو پيتائين تڏهن اعرابيءَ کي هڪل ڪري چيائين تہ ”توکي خبر آهي تہ آءٌ ڪير آهيان؟“

هن چيس تہ ”تون امير آهين.“

بادشاهہ چيس تہ ”آءٌ روءِ زمين جو شهنشاهہ آهيان.“

اعرابي اها ڳالهہ ٻڌي باتلي ۽ پيالو کڻي اٿي کڙو ٿيو.

بادشاهہ چيس تہ ”چو؟“

چيائين ”ڊڄان ٿو تہ متان چوٿون پيالو بہ پي ٿي ڪي نبي يا خدا سڏائين!“

ايتري ۾ بادشاهہ جو سپاهہ ۽ لشڪر بہ اچــي پهتو، تڏهن بادشاهہ هن کي عمدو وڳو ڪپڙن جو ۽ هزار مهرون انعام ڏنو. هن خوش ٿي عرض ڪيو تہ سائين! هاڻي مون کي پڪ ٿــي تہ تون سچو آهين، توڙي چوٿين ۽ پنجين بہ دعويٰ بہ ڪئي ڪرين

لطيفو (٢٠) هڪڙي ڏينهن چار شخص سيد، عالم، سپاهي ۽ واڻيو گڏجي ڪنهن باغ ۾ ويا ۽ ڪچا پڪا ميوا کائڻ لڳا. ۽ گهڻا ميوا چکندا اڇليندا ويا. باغائي جان باغ ۾ اچي ڏسي ته مار! ميوا ڪنهن پٽ تي ڪي ڏڙيا پيا آهن ۽ ڪي اڌ کاڌا ٽيا پيا آهن.

دل ۾ چوڻ لڳو ته جي آءٌ هڪڙو هنن چئن سان ٿو ڪچڻ ته اتي ئي ڪٽي رکندم. هاڻي ڪنهن ڪيڏ سان وٺان.

اهو ويچار ڪري، عالم کي چيائين: ”حضرت اوهين عالم سڳورا، دين جا ٿنڀ ۽ گمراهن جا هادي آهيو. ۽ سيد صاحب ته اسان جو دين ايمان آهي. تنهنجا ته اسين ائين ئي خادم آهيون ۽ سپاهيءَ جي ته رعيت آهيون. اوهان جو باغ ۾ اچڻ ته وڏي برڪت وارو آهي. پر هي بد معاش واڻيو ڪير آهي، جو نه ڪو ڏپ نه ڪو ڏاڍ، اجايو اچي زيان ڪيو اٿس. پٽس جو مال آهي ڇا؟ قرض ٿو ڪٽائي ته وياج ڇڏي ڏئي، ٿو ڇا؟“ ائين چئي واڻيءَ کي پڪ وجهي ڪٽي دسيائين ۽ هٿ پير ٻڌي ڇڏيائينس.

پوءِ سپاهيءَ کي چيائين ”عالم ۽ سيد صاحب ته ٻئي پلار آهن، هي باغ انهن جي ملڪ آهي، پر جڏهن باغ جي ڊيل ٻه ٻري ڏني اٿم، تڏهن منهنجو هيترو چو نقصان ڪيئي؟“ ايترو چئي چڙهي ويس. لٺن ۽ مڪن سان جهاڳوڙي ڪٽي ٻڌائينس.

وري عالم کي چيائين ”سيد جا سڀ ماڻهو رڳي ساٿي پاڻها آهن، پر تون جو پاڻ کي عالم ٿو چوائين، سو ايترو نه ٿو سمجهين ته پرائو نقصان ڪرڻ گناهه آهي. ائين چئي ڏاڍي مار ڪئي، هٿ پير ٻڌي هڙ جي هڙ ڪري ڇڏيائينس.

سيد کي هيڪلو ڏسي، چوڻ لڳو: ”اڙي مدعي تو جهڙي موذيءَ کي ڪنهن سيد ڪيو آهي؟ پيغمبر سڳوري پرائو مال حلال نه فرمايو آهي ۽ تو جو هي منهنجو زيان ڪيو سو ڇو؟ نيٺ ان کي به چڱو ڪٽيو ٻڌي سوگهو ڪيائين.

انهيءَ تجويز سان سڀني کي سڌ ڪري پنهنجن ميون جي خاطر خواهه قيمت هرهڪ کان وٺي پوءِ ڇڏي ڏنائين.

لطيفه (٢٧) هڪڙو انگريز لنا ڪپڙا ڪري، بن نن ٿي
ڪري نوڪر کان پڇڻ لڳو: ”ول نوڪر! آءٌ ڪهڙو ٿو ڏسڻ
۾ اچان؟“
نوڪر چيو ”حضور شينهن جهڙو ٿو معلوم ٿئي!“
صاحب چيو ”اڙي شينهن ڪڏهن ڏٺو اٿئي؟“
نوڪر چيو ”هائو حضور! هڪڙو ماڻهو ڏهاڙي ان ٽي ڪانئين
جو هار ڪٺي اچي وڪڻندو آهي.“
صاحب چيو ”اڙي! اهو شينهن نه آهي، اهو ته گڏه آهي.“
نوڪر عرض ڪيو ته غريب نواز معلوم نه آهي ته اهو گڏه
آهي ۽ نه خبر اٿم ته اهو شينهن آهي، پر حضور ته اهڙو ئي ٿو
معلوم ٿئي جهڙو اهو آهي.

# فيلسوفن جي بيان ۾

فيلسوف: هي يوناني مرڪب لفظ آهي. فيل معنيٰ دوستدار
سوف معنيٰ حڪمت. يعني دوست دار حڪمت يا حڪيم.
تواريخ جي ڪتابن ۾ لکيل آهي ته پهريون حڪيم لقمان
آهي جو حضرت دائود عليہ السلام جو محبتي هو ۽ حبش جو
رهاڪو هو. اوائل ۾ ڪنهن شخص جو ٻانهو هو.
هڪڙي ڏينهن ڌڻيءَ چيس ته ”فلاڻي ٻنيءَ ۾ جوُ وڃي پوک
هن،“ جون جي بدران ڇڻو پوکيو.“
جڏهن ڌڻيءَ کي خبر پيئي، تڏهن چيائينس ته منهنجي حڪم
جي ابتڙ ڇو ڪيئه؟
لقمان چيو ته ڌڻي تعاليٰ رحيم ڪريم آهي، سو ڇڻو مٽي
ڪٺي ڇڻو ڪندو.
رئيس ورائيو ته اهڙو سگهارو سائين آهي، ته جهڙو پوکبو،
تهڙو لڻبو.

تڏهن لقمان چيس ته اوهين گناهن جو ٻج ٿا ٻوکيو، پوءِ ڪيئن ٿا اميد رکو ته اسان کي ثواب جو ڦل ملندو.

انهيءَ ڳالهه ڪان سندس ڌڻيءَ جي دل تي اهڙو اثر ٿيو، جو هن کي آجو ڪري ڇڏيائين.

پوءِ هي آتان شام ملڪ ۾ وڃي علم ۽ حڪمت جو اڀياس ڪري سيني ڪان گوءِ کڻي ويو.

هن ڪان پڇيائون ته علم ۽ حڪمت ۾ هيڏي درجي کي ڪيئن پهتين؟

چيائين سچ ڳالهائڻ، امانت بجا آڻڻ ۽ بيهودي بڪ ڪان زبان جهلڻ سان.

چون ٿا ته پاڻھباڻي جي ڏينهن ۾ هڪ ڏينهن ڌڻيءَ چيس ته هي ڪهڙو ڪهي سندس چڱا عضوا ودي اچ.

لقمان ان ڏي ڪهي دل ۽ زبان ودي کڻي آيو. ڌڻي چيس ته اهي کڻي وڃ ۽ ڪو بڇڙو عضوو هجي سو ڪهي اچ.

هي وري به ساڳيون شيون کڻي آيو. ڌڻيءَ پڇيس ته چڱا عضوا به اهي ۽ بڇڙا به اهي سو ڪيئن؟

چيائين: دل جيڪڏهن معرفت جي نور سان روشن ۽ زبان ڪوڙ ۽ گلا ڪان پاڪ ۽ الله جي ذڪر ۾ مشغول آهي ته اهڙو مٺو عضوو ٻيو ڪونه آهي ۽ جي ان جي ابتڙ آهي ته اهڙو بڇڙو عضوو به ٻيو ڪونهي.

لقمان حڪيم پنهنجي پياري ۽ لاڏلي پٽ کي جي نصيحتون ڪيون آهن، سي هي آهن:

— اي پٽ! پنهنجي خالق اڪبر کي سڃاڻ.

— ماڻهن کي جوڪا نصيحت ڪرين، تنهن تي پهريائين پاڻ عمل ڪر.

— هر ڳالهه پنهنجي قدر سار ڳالهاءِ.

— سڀ ڪنهن ماڻهوءَ جو قدر سڃاڻ.

— پنهنجو ڳجهه ڪنهين کي به نه ٻڌاءِ.

— يار کي سختيءَ ۾ آزماءِ، نفعي نقصان ۾ امتحان وٺينس.

— بي عقل ۽ چٽ ماڻهوءَ ڪان پري ڀڄ.

— ڏاهي ۽ سچائي کي پنهنجو يار بڻاءِ.

— صلاح مصلحت وڏن ماڻهن کان پڇ.

— ڳالهه ٻڌڻ ۽ دليل سان ڪر. جواني کي غنيمت ڄاڻ.

— پنهنجي جهانن جو ڪم جواني ۾ جوڙ.

— يارن ۽ دل گهرين دوستن کي پيارو رک.

— دوست ۽ دشمن سان ڪل مک رهه.

— ماءُ ۽ پيءُ کي غنيمت ڪري سمجهه.

— اُستاد کي پيءُ کان وڌيڪ ڀلو ڄاڻ.

— خرچ آيت آهر ڪر.

— سڀ ڪم ۾ وچٿري هلت ڪر.

— جوان مرد رهه، مهمان جي جوڳي خدمت ڪر.

— اکين ۽ زبان کي سنڀال، گهر ۽ بت صاف رک.

— اولاد کي علم ۽ ادب سيکار ۽ ٿي سگهي ته سواري ۽ تير اندازيءَ جي تعليم ڏي.

— رات جو هورڀان ۽ نرم ڳالهاءِ ۽ ڏينهن جو هوڏي هوڏي نهاري پوءِ ڳالهاءِ.

— ٿورو ڳالهائڻ، ٿورو کائڻ ۽ ٿورو ويهڻ سک.

— جيڪي پاڻ تي پسند نه ڪرين سو ٻين تي به پسند هرگز نه ڪر.

— ڇوڪر ۽ نادان دوست کي دل جي ڳالهه نه ٻڌاءِ.

— ڪميڻي ۾ وفا جي اُميد بلڪل نه رک.

— پاڻ وڏي سان چرچو ۽ گستاخي نه ڪر.

— وڏي ماڻهوءَ وٽ ڀناڪ نه هڻ، گذريل جهيڙي يا ڳالهه کي ياد نه ڪر.

— پنهنجو يار دشمن توڙي دوست کي نه ڏيکار، ماڻهن کان مانئي نه جي.

— [illegible] نه ڪر، ماڻهن جي روبرو وات ۾ نڪ ۾ آڱر نه وجهه [illegible] هٿ رک.

— ڪنهن [illegible] ماڻهو [illegible] نه ڪر.

— جنهن ڳالهه [illegible] تنهن کان انديشو ڪر.

— ڪنهن وٽ ٻه ڀاڱا ڪي نه ڀڃاءِ،
— ڀاڱا ڪي زالن وانگر نه سينگار.
— اولاد جو مطيع نه رهه، مٿي جي ڳالا نه ڪر.
— ڪاوڙ مهل سمجهي ڳالهاءِ.
— ڀهراڻ جي ٻانهن سان نڪ نه اگهه.
— سج اڀرڻ مهل نه سمهه، وڏن جي اڳيان نه هل.
— ڪنهن جي ڳالهه ۾ ٽپي نه پو.
— مهمان جي روبرو ڪنهن تي ڪاوڙ نه ڪر.
— مهمان کي ڪم جي تڪليف نه ڏي.
— ٿوري نفعي لاءِ پنهنجي آبرو نه وڃاءِ.
— جنگ ۽ جهيڙي کان پاسو ڪر.
— الله تعاليٰ جي سچيءَ دل سان ٻانهپ، ۽ نفس تي ڪاوڙ خلق سان انصاف، بزرگن جي چاڪري، ننڍن تي مهرباني، غريبن تي سخا، دوستن سان ڪڇهوائي، دشمنن کان ڪانڌ، جاهلن کي نصيحت، عالمن سان نياز ڪرڻ ۾ عمر گذار
— ڪنهن جي مال ۾ طمع نه ڪر.
— حلال مال هٿ لڳي ته هٿان نه ڇڏ، پر جي گهڻو ٿئي ته گڏ نه ڪر.
لقمان حڪيم جو قول آهي ته ماڻ سان ستن ڳالهين ڏيون پڙ پون. (١) سونهن رهيءَ سينگار جي
(٢) دهشت رهيءَ حڪومت جي.
(٣) ٻانهپ رهيءَ محنت جي.
(٤) پناهه رهيءَ ڪوٽ جي.
(٥) عذرخواهيءَ کان بي پرواهي.
(٦) گلا ڪندڙن جي ايذاءَ کان بچڻ.
(٧) عيبن جو ڍڪجڻ.
(٨) فيلسوف فيثا غورث: هي شام مان مصر ۾ اچي حضرت سليمان جي صحبتن کان علم ۽ حڪمت سکيو. پنهنجي عقل ۽ سمجهه سان راڳ جو علم ڪڍيائين ۽ پوءِ سقراط ڏانهونس اهو علم سکيو.

آخر سڀني علمن کان خدا پرستي ۽ جو علم وڌيڪ ونيس، تڏهن ڪري دنيا جي لذتن کان منهن موڙي پنهنجي عمر جا باقي ڏينهن خالق جي بندگي ۽ رياضت ۾ گذاريائين.

جدا جدا علمن ۾ جملي ٢٨٠ ڪتاب سندس جوڙيل آهن. انجو قول آهي ته دوست اهو آهي جو تنهنجا عيب توکي ٻڌائي ۽ دشمن اهو آهي جو تنهنجا عيب ڏسي انجي اُبتڙ تنهنجي واکاڻ ويهي ڪري.

هي به قول آهي ته جيئرو اهو آهي جو جيئري مئو آهي ۽ مئل اهو آهي جو پاڻ کي جيئرو ٿو سمجهي.

(٣) فيلسوف انتاغلس: هي لقمان حڪيم جو شاگرد هو، ۽ حڪيم جو لقب ڀريائون ان کي مليو آهي. ظاهري ۽ باطني حقيقتن کان واقف هو.

(٤) فيلسوف افلاطون: هي پنهنجي وقت ۾ بي مثل هو. سندس شاگرد ٽن ڌرين ۾ ورهايل آهن:

١- اشراقي: يعني اهي جن پنهنجي دل ۾ اندر صاف ڪري علم ۽ حڪمت ۽ خدائي معرفت حاصل ڪئي.

٢- رواقي: جن ظاهري علم ۽ حڪمت جي تحصيل ڪئي.

٣- مشائين: جيڪي مسافري ۾ ڏک سک ۾ ساڻس شريڪ هوا. انجو قول آهي، ته جيترو تون ڏاهو هجين، اوترو پاڻ کي نادان سمجهه ۽ جيڪي نه ڄاڻين تنهن جي پڇڻ ۽ سکڻ ۾ حجاب نه ڪر.

(٥) فيلسوف ارسطاطاليس حڪيم: ارسطاطاليس يوناني لفظ آهي، جنهن جي معني آهي فاضل ڪامل. هنکي ڀريون استاد ۽ وڏو فيلسوف لکن ٿا. هي عراقي شهر ۾ ڄائو هو، جڏهن اٺن سالن جو ٿيو، تڏهن پڻس بلونه شهر ڏي وٺي ويس جتي نو ورهه علم ۽ هنر سکي پڙ ٿيو.

ويهه ورهيه افلاطون جي خدمت ۾ رهي، طرح طرح فيض ۽ حڪمتون پرايائين. ۽ اڳين پوين کان ڪثر ٿي ويو ۽ افلاطون جي مرڻ کان پوءِ مدينة الحڪما ۾ وڃي مدرسو وجهي، ماڻهن کي علم ۽ حڪمت سيکارڻ لڳو.

سڪندر ذوالقرنين جو استاد هو، جدا جدا علمن ۾ جملي ١٢٠ ڪتاب جوڙيل اٿس. ١٨٠ سالن جي ڄمار ۾ هن جهان ڇڏيائين.

سڪندر کان ڇڪيو ويو ته ارسطوءَ کي تو ايڏو رتبو ڇو ڏنو آهي؟ چيائين ته پيءُ مون کي مٿان هيٺ آندو ۽ هن مون کي زمين کان آسمان تي پهچايو آهي.

لقمان ـ فشيا غورث ـ انتاقلس ـ افلاطون ـ ارسطو. اهي پنجئي فيلسوف ظاهري ۽ باطني سڀني علمن ۾ واقف هوا ۽ پنهنجي حياتي خدا پرستي ۾ گذاريائون. انهن کان سواءِ ٻيا حڪيم ڪنهن خاص هڪڙي علم ۾ نامور ٿيا آهن.

مقراطيس: هي افلاطون کان اڳي ٿي گذريو آهي، جون ٿا ته علم ۾ سڀني کان پڙ هو. انجو قول آهي، ته جيڪو ماڻهو ڪاوڙ ۽ شهوت جو تابع آهي، سو ماڻهو نه آهي ۽ ماڻهوءَ کي آسودگي ۽ شاهوڪاريءَ جي وقت ۾ آزمائڻ گهرجي.

اقليدس: هيءُ وڏو حساب دان هو. علم هندسيءَ ۾ تحرير اقليدس ڪتاب انجو جوڙيل آهي. سندس قول آهي ته دنيا باهه جي مثال آهي، جا گذران جي سر انجامي لاءِ ضروري آهي.

جيئن باهه پوري انداز کان گهٽي تي گهر ٺڙ ساڙي ڇڏيندي آهي، تيئن دولت جي گهرج به گهٽي ٿي ديز ايمان جي گهر کي ساڙي ڇڏيندي آهي.

بطليموس: نجوم ۽ هندسي علم ۾ پنهنجي وقت جو استاد هو. رسد بندي جا قاعدا ۽ ملڪن جي تقسيم، ڌرتيءَ جي ماپ، ڊگهائي ۽ ويڪرائي ڦاڪ وغيره علم هن ڪڍيو آهي.

سندس قول آهي ته جنهن ماڻهوءَ ڪنهن به علم جو ڪتاب جوڙيو، تنهن هميشه جي حياتي حاصل ڪئي. يعني مصنف مري ويندو ته به سندس نالو جهان ۾ ياد رهندو.

ان کان پڇائون ته الله جي مقبول ٻانهي جا ڪهڙا نشان آهن. چيائين منو ڳالهائڻ، چڱا لڇڻ، خوش رو، مهمان نوازي، چڱي مٿي تي مهربان رهڻ.

جالينوس: هي وڏو حڪيم هو. روم ۽ مصر ۾ وڃي علم

ڪيو. بقراط حڪيم به انجي شاگردن مان هڪڙو هوشيار شاگرد هو. هن جو قول آهي ته ماڻهو جيسين پنهنجا عيب نه معلوم ڪندو، تيسين پاڻ کي سڌاري نه سگهندو.

ماڻهوءَ کي گهرجي ته پنهنجا اوگڻ ڏسي، سمجهي ۽ چڱن جي ساراهڻ کان مغرور نه ٿئي.

بقراط حڪيم: طب جو علم جهان ۾ هن پڌرو ڪيو ۽ هن کان اڳي جيڪي حڪيم ٿي گذريا تن هن علم کي خدائي ڳجهه سمجهي ظاهر نٿي ڪيو. هن سورهن ورهين جي ڄمار ۾ سڀ علم جي تحصيل ڪئي. پوءِ ماڻهن کي تعليم ڏيڻ لڳو.

سندس قول آهي ته تمام ڏاهو ماڻهو اهو آهي جو سختي ۽ تنگيءَ جي وقت ۾ تنگدل نه ٿئي ۽ هن جهان جي عيش کان وڌيڪ آخرت جا عيش پسند ڪري.

بيوقوف اهو آهي جو اهڙي ماڻهوءَ کي ڏو ڪهري، جو ڪيس نٿو چاهي ۽ هيڻن به چيو اٿس ته ٽوڪري ۾ نوڙت ۽ نياز، پچنديءَ آهر بخشش، تنگي جي وقت ۾ سخا، احسان ڏاران عطا، نيڪ بختن ۽ ڪاملن جو ڪم آهي.

سقراط حڪيم: هي پنهنجي وقت ۾ لا ثاني حڪيم هو، ۽ ماڻهن کي رب پاڪ جي حڪمن تي هلڻ ۽ گناهن کان پري رهڻ جي نصيحت ڪندو هو، تنهن ڪري بي دين ۽ منافق ماڻهو سندس دشمن ٿيا. وقت جي بادشاهه کي چوري سندس مارڻ لاءِ سنبرايائون.

بادشاهه، رعيت ۽ سپاهه جي فساد جي ڊپ کان هن کي پاڻ وٽ گهرائي چيو ته فساد کي ٽارڻ لاءِ توکي مارڻ لاچار آهي، هاڻي جيئن چوين تيئن توکي مارايان.

هن زهر قبول ڪيو ۽ ۱۰۹ ورهين جي ڄمار ۾ شهيد ٿي هي جهان ڇڏيئين.

سندس شاگرد ٻارهن هزارن کان به گهٽا هئا. هنجو قول آهي ته سڀ ڪم جو اصل تدبير آهي ۽ تدبير جو اصل تقدير آهي پر تقدير تدبير تي غالب آهي، جو آها متاهون ۽ تدبير هيٺاهون

آهي. چيو اٿس ته چڱو ماڻهو اهو آهي، جنهن جي ايذاءَ ۽ ڏپ کان دشمن بي فڪر هجن ۽ بڇڙو اهو آهي، جنهن کان دوست به گهٽتي ۽ هراس ۾ گذارين.

دوستن کي پنهنجي حال کان واقف نه ڪر ته جيڪڏهن هو دشمن ٿين ته غالب نه پون.

ديوجانس ڪلبي: هي عالم، حڪيم، زاهد ۽ پرهيزگار هو، حق جي ڪلمن چوڻ ۾ دير نه ڪندو هو، انهيءَ ڪري ڪيس ڪلبي چوندا هئا.

هن کان پڇيائون ته طعام کائڻ لاءِ ڪهڙو وقت چڱو آهي؟ چيائين ته دولتمند کي جڏهن بک لڳي ۽ غريب محتاج کي جڏهن ملي سگهي.

بقراطيس: هي بقراط جو شاگرد هو. سندس قول آهي، ته تمسين شريف علم دل تي پئيءَ نه وهمدو، جيسين خراب خطرا ان مان ٻاهر نه نڪرندا.

بليناس: چون ٿا ته هي ارسطو جو شاگرد هو. اسڪندريه شهر، جو مصر ملڪ ۾ آهي، تنهن ۾ هڪڙو منارو جوڙي مٿس هڪڙي آرسي ڪوڙي چڙدي ڏنائين، جنهن ۾ روم ۽ انهيءَ پاسي جي ٻين سڀني ملڪن جو احوال سمورو پيو ڏسبو هو.

جاماسپ: هي ايران جي پادشاهه گشتاسب جو وزير ۽ لقمان حڪيم جو شاگرد هو. رمل ۽ نجوم جي علم ۾ تمام گهڻو ماهر هوندو هو.

سندس قول آهي ته سخي بخيل جو محتاج ڪڏهن نه ٿيندو.

ارجاسپ: علم ۽ حڪمت ۾ بي مثال هو. مرڻ مهل هي وصيتون پٽ کي ڪيائين:

١- بادشاهن کي لائق خدمت سان خوش رکج.

٢- يارن دوستن سان مروت ۽ مهرباني ڪج.

٣- دشمن کي هميشه دم دلاسي ۾ رکج.

٤- عيال تي مهربان رهج ته تنهنجو عيش ڪڏهن کٽو نه ٿيندو.

ائين چئي قبلي ڏي منهن ڪري سجدي ۾ پيو ۽ پنهنجو ساهه صاحب کي سونپيائين.

بزرجمهر: نوشيروان جو وزير، ان وقت جـي حڪيمن جو مهندار هو. سندس قول آهي ته حڪومت جي بنهڪ ٻارهن ڳالهين تي آهي. جيڪو حاڪم انهن تي عمل ڪندو، تنهن جي حڪومت مضبوط ۽ پائدار رهندي.

١- اجائي ڪاوڙ نه ڪرڻ ٢- سچائي ۽ سنوت
٣- ڏاهن سان صلاح ٤- بزرگن کي عزت ڏيڻ
٥- ڳهڌين جو حال معلوم ڪرڻ ٦- رستن جي نگهباني
٧- گناهه آهر سزا يا معافي ڏيڻ ٨- جاسوس رکڻ
٩- مٺن مائٽن سان مروت ڪرڻ ١٠- امورن وزيرن تي مهربان ٿيڻ
١١- جنگ لاءِ هٿيار گڏ ڪرڻ ۽ لشڪر جي اصلاح ڪرڻ.

هي به ان جو قول آهي ته عاليشان حاڪم کي چئن شين کان پري رهڻ گهرجي.

* ڪاوڙ جا عاجزن جو ڪم آهي ۽ حاڪم عاجز نه آهي.
* ڪوڙ جو امهد يا ڊپ سببان ڪجي ٿو، حاڪم انهن ٻنهي کان بي پرواهه آهي.
* بخيلي جا محتاجيءَ جـي ڊپ کان ڪجي ٿـي ۽ حاڪم ته ڪنهن جو محتاج نه ٿيندو.
* قسم، جو تهمت سببان ٿو کڻجي

بودپاه برهمڻ: هي هندستاني حڪيم هو. ڪليلودمنون يعني انوار سهيلي ڪتاب انجو جوڙيل آهي.

سندس قول آهي ته چار هزار حڪمت جا نڪتا گڏ ڪيم تن مان فقط ٻه ياد رکڻ جي لائق آهن: هڪ الله جل جلال له ٻيو موت کي ياد ڪرڻ.

ٻه نڪتا وسارڻ لائق آهن:
(١) ٻئي تي احسان ڪيو هجي سو.
(٢) ٻئي کان جو رنج رسيو هجي سو.

عمر خيام نيشاپوري: هي حڪيم مسلمان هو، هن کي بوعلي

سينا جهڙو ڪري ليکيو اٿن. سلطان سنجر بخارا جو بادشاهه واڻ سان گڏ تخت تي ويهاريندو هوس. ۽ نظام الملڪ نيشاپوري کان ٻارهن سو رپيا ماهوار ملندو هوس.

سندس رباعيون سڄي جهان ۾ مشهور آهن. آخري عمر ۾ سلوڪ جي علم ۾ مشغول رهيو.

هن جهان مان لڏڻ وقت نماز پڙهي سر سجدي ۾ ڌري، ڌڻي تعاليٰ جي درگاهه ۾ عرض ڪيائين ته اي رب العالمين، جيئن تو کي سڃاڻڻ گهرجي، تيئن نه سڃاتم. مون کي بخش. انهن ڇهن سجدي ۾ ئي ۵۱۵ هجري ۾ رب ڏي رجلت ڪيائين.

ابو نصر فارابي: هن جو پيءُ بادشاهه جي لشڪر جو مهندار هو. هي دنيا کان پڇندڙ هو. گهڻا ورهه بغداد ۾ شام ۾ عبادت ۽ رياضت ۾ گذاريائين.

گهڻا حڪمت جا ڪتاب يوناني مان عربي ۾ ترجمو ڪيائون تنهن ڪري کيس معلم ثاني چوندا هئا. ۳۴۴ هجري ۾ بدوين هٿان ڌهيد ٿيو.

سندس حڪمت آميز قول آهي ته موت مرض جو اولاد آهي، مرض خلطن جو، خلط کاڌي ۽ خوراڪ جو، کاڌو ۽ خوراڪ لباتات جو ۽ نباتات زمين جي پيدائش آهي.

سو، سڀڪا شيءِ ڌرتيءَ مان پيدا ٿئي ٿي ۽ وري ان ۾ ئي داخل ٿئي ٿي.

شيخ ابو علي حسين بن عبدالله بن سينا: هي وڏو مسلمان حڪيم ۽ طبيب هو، سندس لقب شيخ الرئيس آهي. ۱۸ ورهين جي عمر ۾ سڀ علم جي تحصيل ڪيائين.

همدان جي حاڪم شمس الدوله هنکي پنهنجو وزير مقرر ڪيو. ڏهاڙي جيسين ۱۲۰ مريضن جو علاج نه ڪندو هو، تيسين ماني نه کائيندو هو.

سندس قول آهي ته طبيعت مدعي آهي ۽ مرض مدعا عليه ۽ علامتون شاهد. نبض ۽ پيشاب سند ۽ دستاويز. بحران عدل ۽ انصاف جو ڏينهن، بيمار وڪيل، طبيب انصاف ڪندڙ.

# نڪتن جي بيان ۾

نڪتو (١) الله تعاليٰ جو حق نگاهه ۾ رک ته هو توکي پنهنجي حفظ ۽ حمايت ۾ رکي ۽ آسودگي ۽ بي فڪريءَ جي وقت ۾ هن جو شڪر گذار رهه، ته اهنج ۽ مشڪلات ۾ تنهنجي مدد ڪري.

جڏهن توکي ڪو احتياج پوي، تڏهن مدد فقط ان کان ئي گهر. ٻئي ڪنهن جي اڳيان نوزاري نه ڪر ۽ يقين چاڻ ته جي سڄو جهان تنهنجي فائدي ۾ ڪوشش ڪري، پر جي تقدير انجي برخلاف هجي، ته توکي ڪو فائدو نه رسي. ۽ جيڪڏهن سڀ مخلوق پائين ته توکي ايذاءَ پهچائيندي ۽ جي تهنجي نصيب ۾ نه آهي ته توکي ڪو نقصان پهچائي نه سگهندو.

نڪتو: جوان مرد اهو آهي جو جيڪو رنجائڻ جو لائق آهي تنهن کي نه رنجائي ۽ ڪنهن جي رنجائڻ سان رنج نه ٿئي.

نڪتو: بد بخت اهو آهي جنهن کي علم آهي عمل نه آهي ۽ عمل آهي سچائي نه آهي. نيڪن جي صحبت ڪري ٿو پر ان مان ڪو فائدو نه ٿو پرائي.

نڪتو: جيڪڏهن ڪو تو وٽ عذر خواهي ڪري تہ ان جو عذر قبول ڪر جي ڪو ادب سيکاري ته ادب سک. جيڪو عذر نه ٿو قبولي سو شيطان آهي. جيڪو ادب نٿو سکي، سو حيوان آهي.

نڪتو: عافيت ٽن قسمن جي آهي:

١) عافيت دين ٢) عافيت مال ٣) عافيت بدن.

١) دين جي عافيت پرهيزگاريءَ ۾ آهي

٢) مال جي عافيت محتاجن جي رعايت ۽ حقن بجا آڻڻ ۾

٣) بدن جي عافيت جماع ۽ خوراڪ جي برابري نگاهہ ۾ رکڻ ۾ آهي.

نڪتو: ٽي شيون ٽن شين سان وڌن ٿيون. علم بحث سان، مال سودي سان ۽ ملڪ دهشت ۽ دبدبي سان.

نڪتو: چار شيون چئن شين کان نہ ٿيون ڍاپن.
١) زمين مينهن جي پاڻيءَ کان ٢) اک ڏسڻ کان
٣) زال مڙس جي شهوت کان ٤) مرد هنر کان

نڪتو: ٿورو کائڻ، ٿورو سمهڻ، ٿورو ڳالهائڻ عادت ڪر تہ دل تنهنجي علم ۽ حڪمت جي نور سان روشن ٿئي، ۽ توکي سعادت دارين (ٻنهي جهانن) جي حاصل ٿئي.

نڪتو: ٽن چئن کي ٽن شين کان فساد ۽ نقصان ٿو پهچي
١) بادشاهہ کي ظلم کان ٢) عالم کي طمع کان
٣) فقير کي ريا کان.

نڪتو: چار ڳالهيون بيوقوفي جو نشان آهن:
١) پاڻان ڏاهي سان تڪرار ڪرڻ
٢) نا آزمايل تي اعتبار ڪرڻ.
٣) زالن جي مڪر کان بي ڊپو رهڻ.
٤) ڇوڪرن سان محبت ڪرڻ.

نڪتو: خدا وند تعاليٰ جلشانہ عيب ڏسي ٿو ۽ ڍڪي ٿو ۽ پاڙوسي نٿو ڏسي ۽ لڇي ٿو.

نڪتو: سڀني مخلوقن ۾ چڱو ماڻهو آهي ۽ بڇڙو ڪتو، پر حق شناس ڪتو، ناشناس ماڻهوءَ کان چڱو آهي.

نڪتو: موذي کي مارڻ خلق کي ان جي ايذاء کان ۽ ان کي خدا جي عذاب کان ڇڏائڻ آهي.

نڪتو: دشمن جي مت مڃڻ خطا ۽ ٻڌڻ روا آهي. ۽ ان جي برخلاف هلڻ راه صفا آهي.

نڪتو : ڪنهن بزرگ کان پڇيائون ته باوجوديڪ فضيلت سچي هٿ کي آهي، تڏهن به منڊي کٻي هٿ ۾ چاڪاڻ ٿا وجهن؟ چيائين ته پڌو اٿيئي ته اهل فضيلت جا نا اميد رهندا آهن.

نڪتو : هڪڙي درويش دلريش مناجات ۾ هيءَ ڳالهه ٿي چئي ته اي ڌڻي منهنجا بڇڙن تي رحم ڪر جو نيڪن تي اصلي رحم ڪيو اٿئي جو انهن کي نيڪ (موچارو) خلقيو اٿئي.

نڪتو : رب تعاليٰ انجيل ۾ فرمايو آهي ته اي بني آدم! توکي مال ٿو ڏيان ته مون کي ڇڏي ان سان مشغول ٿو رهين ۽ جي مسڪين ٿو ڪريانءِ ته غمگين ٿو رهين، پوءِ منهنجي ذڪر جو ميناج ڪيئن لهندين، ڪيئن منهنجي ہانهپ ۾ مشغولي ڪندين؟

نڪتو : ٻه شيون عقل جي ابتڙ آهن: رزق مقسوم کان وڌيڪ کائڻ ۽ اجل کان اڳي مرڻ.

نڪتو : گناهه ڪرڻ سڀ ڪنهن لاءِ بڇڙو آهي، پر عالم کي تمام بڇڙو آهي، ڇاڪاڻ جو علم شيطان جي جنگ جو هٿيار آهي، هٿيارن وارو هارائي ۽ پاڻ کي قيد ڪرائي ته شرم جهڙي ڳالهه آهي.

نڪتو : جيڪو بڇڙن سان وهندو، سو جيڪڏهن انهن جي طبيعت نه وٺندو ته به سندن طريقي ۾ تهمتي ٿيندو. جيئن ڪو ماڻهو شراب خاني ۾ نماز پڙهڻ لاءِ ويندو، ته به شراب پيئڻ جي تهمت سيڪو مٿس ترنيدو.

نڪتو : شاگرد بي ارادي، عاشق بي زر آهي. واٽاڙو غير واقف پکي ريءَ پر آهي. عالم بي عمل وڻ ري ڦر آهي. زاهد بي عمل گهر بي در. قرآن ڪريم تي عمل ڪرڻ گهرجي، رکو ترتيل سان پڙهڻ گهرجيس.

نڪتو : جيڪڏهن بيٺ پارٽو نه هجي ها ته ڪو پکي ڦاهي ۾ نه ڦاسي ها، بلڪ ڪو شڪاري ڦاهي نه ٽنگي ها.

نڪتو: دنيادار بدڪار، سونو پتر ملعون ٽول، بوڪار آهي.

۽ فقير صالح معشوق سان گڏيل. هي حضرت موسيٰ عليه السلام جي ٽڳڙي دار گودڙي ۽ هو فرعون جي جڙائو ڏاڙهي آهي. نيڪ فقير جي چڱي پڇاڻي آهي، بڇڙي جي دولت جي نيٺ ڦناڻي آهي.

نڪتو: ضعيف حال مسڪين بي تسڪين جي ڏڪار جي ڏهڪاءَ ۾ سنڀال لهه ۽ انکي پنهنجي پهچ سارو ڏي.

نڪتو: گنهگار سخي عابد بخيل کان چڱو آهي.

نڪتو: علم، جنهن کان ڪا نعمت ۽ دولت، شريف نه آهي، سو ڪميٽي کي مهڪارڻ امل ماڻڪ گپ ۽ گند ۾ آڇلائڻ جي برابر آهي.

نڪتو: ناڻو خرچڻ سان کٽي ٿو ۽ علم وڌي ٿو. علم ۽ ادب سکڻ جو وقت ننڍپڻ آهي. ڇٽن پنجن ورهين کان جواني جي شروع تائين.

نڪتو: ڳالهه ذکر کان خالي اجائي آهي ۽ ماٺ فڪر کان خالي خراب ۽ نظر بي عبرت بيڪار آهي.

نڪتو: يار اهي آهن جي جڏهن گڏ آهن تڏهن هڪ ٻئي کي محبت ۽ عزت ٿا ڏين ۽ جڏهن جدا ٿا ٿين، تڏهن هڪ ٻئي کي نيڪي ۽ نيڪنامي سان ياد ڪن ٿا. دنيا ۾ تمام فائدي واري شيءِ سچو دوست چون.

دو مغز بادام دريک پوست آهي.

نڪتو: ڪنهن حڪيم کان پڇيائون ته ياءُ چڱو آهي يا يار. چيائين ياءُ، جيڪڏهن يار هجي.

نڪتو: حضرت علي رضي الله عنه جو قول آهي، ته تمام عاجز اهو آهي جنهن کي دوست نه آهي ۽ جڏهن ڪو دوست ٿو ملي ته ٿورڙي تڪليف سان انکي ڇڏيو ٿو ڏئي.

نڪتو: دنيا ٽن شين سان خوش ٿي گذاري. امن، تونگري ۽ تندرستي. ٽن شين سان ڏک ۾ ٻپ، اڻ هوند ۽ بيماري.

نڪتو: ٻي سيڪا شيءِ جيسين جيئري آهي، تيسين پاڪ

آهي، ۽ جڏهن مري ٿـي تڏهن پليد ٿئي ٿي. مگـر نفس جيسين جيئرو آهي تيسين پليد آهي ۽ جڏهن مري ٿو تڏهن پاڪ ٿئي ٿو.

نڪتو : جا شيءِ وڌي ٿي ۽ گهٽجي ٿي چنڊ جو سوجهرو آهي، ۽ جا شيءِ گهٽجي ٿي ۽ وڌي ٿي حرص ماڻهوءَ جو آهي جو جيئن سندس عمر گهٽبي وڃي تيئن حرص وڌي پيو ۽ جو نه گهٽجي ٿو ۽ نه وڌي ٿو سو رزق مقدر آهي.

نڪتو : هڪڙي حڪيم کان پڇيائون ته محبت ڇا آهي؟ چيائين اها چڱائي ڪرڻ سان وڌي ٿي. بڇڙائـي ڪرڻ سان به گهٽجي ڪين ٿي.

نڪتو : الله تعاليٰ جلشانه ٽن ڄڻن کي دشمن ٿو رکي ۽ ٻين ٽن ڄڻن کي تمام دشمن ٿو رکي.

* بدڪار کي دشمن ۽ پوڙهي بدڪار کي تمام دشمن.
* بخيل کي دشمن ۽ شاهوڪار بخيل کي زور دشمن.
* مغرور کي دشمن ۽ غريب مغرور کي زور دشمن.

ٽي ماڻهو سندس دوست ۽ ٻيا ٽي ماڻهو تمام دوست اٿس.

— عابد دوست جوان عابد نهايت دوست.
— شاهوڪار سخي دوست. غريب سخي تمام دوست.
— نياز وارو دوست ۽ تونگر نياز وارو نهايت دوست.

نڪتو : بهادر جي بهادري لڙائـيءَ ۾، ديندار جـي امانت ڏيڻ وٺڻ ۾، عيال جي محبت بک ۽ فاقي ۾ ۽ دوست جي دوستي سڪيني جي وقت ۾ آزمائڻ گهرجي.

نڪتو : ڏهاڙي صبح جو اٿي آرسيءَ ۾ پنهنجي شڪل ڏس جي چڱي هجي ته عادت به چڱي ڪر ته ٻئي چڱيون ٿين ۽ جي بڇڙي هجي ته به عادت چڱي ڪر ته به بڇڙايون تـو ۾ موجود نه ٿين.

نڪتو : بک ۽ اڃ هوند ۾ بيتراري نه ڪر بلڪ صبر ڌر ته جيئن اڃ هوند سببان دنيا جي لذتن کان بي نصيب رهو، آهون

تهڙن بي صبريءَ سببان آخرت جي لذتن کان بہ نا اميد نہ رهين.

نڪتو: ماڻهوءَ جي بت جا ٽي حصا آهن: (۱) دل، (۲) زبان ۽ (۳) هٿ پير. دل پنهنجي ڌڻيءَ کي واحد ڄاڻي ۽ زبان ان جي وحدانيت جي گواهي ڏيئي ۽ هٿ، پير سندس پانهپ لاءِ آهن.

نڪتو: انسان ٽن قسمن جا آهن: عاقل، نيم عاقل ۽ نادان.

عاقل اهو آهي جو ڪنهن فساد يا حادثي ظاهر ٿيڻ کان اڳ فڪر ڪري انجي حقيقت کان واقف ٿي انجي دفع ڪرڻ جو علاج ڪري ڇڏي.

نيم عاقل اهو آهي جو حادثي پيدا ٿيڻ ڪري پنهنجي دل نہ لوڏي. خوف، نامردي ۽ بيقراري نہ ڪري ۽ عقل ۽ تدبير ساز پائکي انهي مشڪل کان ڇڏائي.

نادان اهو آهي جنهنکي جڏهن ڪو مشڪل اچي تہ حيران پريشان ٿي انجي دفع ڪرڻ جي تجويز کان عاجز رهي - آنهي اهنج ۾ ڦاسي وڃي.

نڪتو: دعوت جا ٽي قسم آهن. ان کان سواءِ ٻي سڀ تڪليف آهي. دوست ڏي پيچ سارو ناڻو موڪلجي تہ هو پنهنجي مرضي موجب خرچي کائي تہ اها پوري مهماني آهي.

کاڌي پيتي جو سامان خريد ڪري ان ڏي موڪلجي تہ جيڏي مهل وڻيس تيڏيءَ مهل طعام تيار ڪرائي کائي تہ اها اڌ دعوت آهي.

طعام تيار ڪرائي ڏانهنس موڪلجي تہ جنهن مهل وڻيس تهڙي مهل اشتها موجب کائي تہ اهو چوٿو مهمانيءَ جو آهي.

انهن کانسواءِ دوست جي گهر وڃڻ ۽ انجي چوڻ موجب وٽس کائڻ پيئڻ ۽ ٽڪي پوڻ اها سڀ تڪليف آهي.

نڪتو: ڪي دوست خوراڪ جي مثال آهن جنهن ڌاران نہ ٿي سري، ڪي دوا جي مثل آهن جنهنجي ڪڏهن ڪڏهن گهرج ٿي پوي.

# علم ۽ ادب جي بيان ۾

## علم جي بيان ۾

علم سڀني هنرن کان سگهورو آهي. هنر کي علم سان اهڙي نسبت آهي جهڙي زمين کي آسمان سان. هي اهڙو شريف جوهر بي بها گوهر آهي، جو انسان کي نيچائي ۽ ذلت کان اوچائي ۽ عزت تي ٿو پهچائي ۽ جهل جي گمراهي جي کوهه مان ٻاهر ڪڍي دارين جي سعادت جي ڪشادي ۽ فيض پريل ميدان ۾ ٿو رسائي.

الله تعالى جل شانه انسان لاءِ چئن قسمن جون شيون خلقيون آهن:

— هڪڙين کان عقل خوش ۽ نفس ناخوش، جهڙي ڪ فقيري مسڪيني. دنيا جو عيش ۽ مال بي بقا آهي، تنهن ڪري عقل انهن هوند تي راضي آهي.

— ٻين کان نفس خوش ۽ عقل ارهو. جيئن نفساني لذتون ۽ جسماني شهوتون.

— ٽيون اهي جن کان عقل ۽ نفس ٻئي راضي آهن اهو علم آهن.

— چوٿون اهي جن کان ٻئي ارها آهن. اهو آهي جهل.

جوڪڏهن ڪنهن عالم کي جاهل ڪٺي چئبو ته چڙي پوندو اگرچ هو ڄاڻي ته چوڻ سان جاهل تي ڪين پوندس ۽ جي جاهل کي عالم چئبو ته خوش ٿيندو اگرچ هو سمجهي ته چوڻ سان عالم تي ڪين پوندس.

علم وڏي فضيلت آهي، جهل خواري ۽ذلت آهي. علم اهڙو پلو آهي جنهن جي وسيلي سان آدم جي فضيلت ظاهر ٿي ٿي. جيئن قرآن ڪريم ۾ آهي:

جڏهن الله تعاليٰ ملائڪن کي فرمايو ته: ”آءٌ زمين تي آدم پنهنجو خليفو پيدا ڪريان.“ تڏهن ملائڪن عرض ڪيو ته ”اي خدا وند! ڪوهه اهڙي خلق ٿو خلقين جا زمين تي فساد ۽ خونريزي ڪندي. ۽ اسين هميشه تنهنجي واکاڻ ۽ پاڪائپ پيا ڪريون.“

فرمايائين ”جيڪي آءٌ ڄاڻان ٿو سو اوهين نٿا ڄاڻو.“

پوءِ حضرت آدم کي خلقي کيس علم عطا ڪيائين. جنهن ڪجهين ڳالهين جي ملائڪن کي خبر ڏني، تنهن ڪري سندس فضيلت ظاهر ٿي. ۽ پاڻ پيلن فرمايو ته:

”العلماء ورثتہ الانبياء“ يعني عالم نبين جا وارث آهن.

نبوت کان وڏيڪ ٻيو ڪو درجو ڪونهي، تنهن ڪري انجي وراثت يعني علم جي درجي کي به ٻيو ڪو مرتبو پهچي نه ٿو سگهي. سڀ ڪنهن شيءِ جي فضيلت انجي ڪمالت ۾ آهي.

انساني وجود ٻن جوهرن مان ٺهيل آهي، هڪڙو روح ٻيو جسم. جسم جي ڪمالت روح سان آهي. ۽ روح جي ڪمالت آهي علم ۽ حڪمت سان. تنهن ڪري عمل وارو سالم عالم انسان ڪامل فاضل آهي ۽ محشر ۾ عرش عظيم جي پائي جي پاڇي ۾ وهندو.

پاڻ سڳورن فرمايو آهي ته:

نوم العالم افضل من عبادت الجاهل

يعني عالم جي ننڊ جاهل جي عبادت کان چڱي آهي.

۽ ٻيو فرمايو اٿن:

فضل العالم علي العابد كفضل القمر ليلتہ البدر علي سائر الكواكب

يعني عالم کي عابد تي اهڙي فضيلت آهي جهڙي چوڏهين جي چنڊ کي ٻين تارن تي.

نقل آهي ته بغداد ۾ هڪڙي شخص کي علم پڙهڻ جو ڏاڍو شوق بيحد ذوق هو پر ڏئي جي تيل وٺڻ جيتري به وسعت نه هوندي هئس. تنهن ڪري لاچار هڪڙي اٽ پڙهي جي دڪان تي وڃي ان جي ڏئي جي سوجهري تي پڙهندو هو.

دڪاندار طعني طور چوندو هوس ته پنهنجي ٻهاري عمر ائين پڙهڻ ۾ چو ٿو وڃائين! اچي منهنجي دڪان تي ويهه ته آءُ توکي پنهنجو هنر سيکاريان ته انجي وسيلي سان اڻ هوند جي ايذاءَ کان ڇٽي آسودو گذاريندين. پر هي انکي ڪا ورندي ڪانه ڏيندو هو.

علم جي اڀياس ۾ مشغول رهيو ۽ ٿورن ئي ڏينهن ۾ اهڙو علامہ ٿيو جو وقت جي سڀني عالمن کان گوءِ کڻي ويو. ۽ سندس قابليت ملڪن ۾ مشهور ٿي ويئي.

بادشاهه کي خبر پيئي ته هن شهر ۾ فلاڻو ماڻهو تمام قابل ۽ فاضل آهي. تنهن ڪوٺايس. پر هن چوائي موڪليو ته هي مسڪين بي تسڪين غربت جي سببان سائينءَ وٽ اچڻ جهڙو نه آهي. تنهن ڪري خاصي هڪڙي سروپاءِ ۽ جڙائو سنجن سان گهوڙو پيلمن پانهن سميت ڏانهس ڏياري موڪليو.

پوءِ هي عزت ۽ فضيلت سان حاڪم جي حضور ۾ ويو ۽ انکي پنهنجي ملاقات کان اهڙو خوش ڪيائين جو سندس علميت ۽ قابليت جو معتقد ٿيو ۽ هڪڙو عاليشان بنگلو عطا ڪيائينس. ۽ وڏي لائق پگهار سان پنهنجي پٽ جو استاد مقرر ڪيائينس.

جڏهن بادشاهه کان موڪلائي، پنهنجي گهر ڏي تي ويو، تڏهن انهي تجمل ۽ سواري سان ان اڻ پڙهيي جي هٽ وٽان اچي لنگهيو ۽ هڪل ڪري چيائين ته اڙي ڇٽ منهنجو علم وڌيڪ يا تنهنجو هنر؟

هتائي اها حشمت ۽ دهشت ڏسي دهلجي ويو ۽ عذر عرض ڪيائين. علم جي پلائي ۾ ڪو خلاف ڪونهي پر سڀ ڪنهن انسان جي طبع ۽ سڀاءَ ڏار ڏار آهي.

ڪن عالمن جي طبع اهڙي خراب ٿيندي آهي جو علم پاڻ انهن کي زياده گمراهه ٿو ڪري ۽ خود شيطان بڻجيو گهڻن ئي ماڻهن کي ٻيا منجهائين.

جيئن ته مينهن جو پاڻي پاڪ آهي، پر چڱي زمين ۾ گل ميوا ۽ ڪاري ۽ خراب ڌرتي ۾ ڪک ۽ ڪنڊا ٿو ڄمائي. پڙهيلن جي خرابيءَ ئي جو سبب آهي جو مسلماني مذهب ۾ ٧٣ فرقا

آهن. هرهڪ فرقو پاڻ کي چڱو ۽ حق تي سمجهي ٿو ۽ ٻين کي گمراهيءَ ۾ ورتل.

حقيقت ڪري حق تي فقط هڪڙو فرقو آهي ۽ ٻيا سڀ ڀليل آهن. مذهبن جو اختلاف نه رڳو مسلماني دين ۾ پيل آهي پر ٻين سڀني ڌرمن ۾ انهيءَ کان به وڌيڪ بگاڙ پيل آهي ۽ هرهڪ ڌرم جيءِعقيدن جو بيان ڪرڻ اجايو ڳالهه کي وڌائڻو آهي.

اهڙن رهزن عالمن جي باب ۾ هڪڙي شاعر پارسي ۾ هن مضمون سان نظم چيو آهي ته ڪنهن عارف، شيطان بي ايمان کي خوش ۽ بي فڪر صحرا ۾ ڏٺو، تڏهن چيائينس ته: اي خبيث! تنهنجو ڪم آهي خلق کي گمراهه ڪرڻ، ڇو پنهنجي ڪم کان واندو صحرا ۾ پيو ٿلين؟

ورندي ڏنائين ته زماني جي عالمن مونکي انهي ڌنڌي کان ڇڏائي ڇڏيو آهي، ڇو ته هڪڙو عالم ناسالم سڄي جهان کي خراب ڪرڻ لاءِ بس آهي.

تنهن ڪري ڪميڻي ۽ نيچ ماڻهوءَ کي علم نه گهرجي سيکارڻ. علم پاڪ گوهر آهي، ان لاءِ ٿانو به سٺو گهرجي. ڪم ذات علم پڙهندو ته ان کان شرارت ۽ فساد پيدا ٿيندو ۽ سندس مڪرن ۽ فريبن کان اشرافن ۽ عاقلن جي دل کي رنج رسندو.

اشراف، جنهن جي طبيعت سٺي ۽ ذهن چڱو هجي، تنهن کي تعليم ڏجي. ڪند طبع ۽ موڳي کي پاڙهڻ اجائي محنت آهي. جيئن ته ڪلر ۾ باغ ڪين ٿيندو ۽ سنگ مرمر مان لعل ۽ ياقوت نه ٺهندو.

سيڪا ڳالهه نرمي ۽ محبت سان شاگرد کي سمجهائجي. پر جي نرمي سان خيال نه رکي ته تاب دڙڪو ڪجي. جي ان سان به نه سمجهي ته پوءِ مارڪٽ ڪجي. جيئن ته:

ضرب الصبيان کالماء في البستان.

يعني ڇوڪرن کي مار باغ کي پاڻيءَ سنوار آهي.

جيڪڏهن مار مان به فائدو نه ٿئيس ته سمجهجي ته پاڙهڻ

جي لائق نہ آهي ۽ ڇڏي ڏجيس.

معني ۽ مطلب شاگرد کي چڱيءَ ريت سمجهائجي. ۽ جي ڪڙي ڀيري سمجهائڻ سان نہ سمجهي ۽ پڇي تہ ٻيهر سمجهائڻ ۾ تڪليف نہ ڄاڻجي.

شاگرد پنهنجي منهن ويٺو پڙهي تہ ان جي پڙهڻ ڏي ڪن ڏجي تہ ڀلا ۽ عبارت صحيح پڙهي ٿو يا نہ. جي ڪٿي ڀلبو هجي تہ سمجهائجيس.

نظم توڙي نثر جي عبارت ۾ جتي ڪنهن قصي جو مطلب هجي تہ اهو پڙهندڙ کي کولي ٻڌائجي.

شاگرد کي ذهن ۽ فهم سارو سبق ڏيڻ گهرجي. جيڪا عبارت يا مضمون ياد ڪرائڻو هجي سو جيسين شاگرد ياد نہ ڪري تيسين تازو سبق نہ ڏجيس.

پاڙهيل علم جو هميشہ امتحان وٺندو رهجي، جيڪڏهن ياد هجيس تہ جس ۽ شاباس ڏيندو رهجيس تہ پڙهڻ تي دل وڌيس ۽ جي ڪجهہ وسريو هجيس تہ جٺ ڦٺ ڪرڻ گهرجي تہ شرم ٿئيس تہ دل لائي پڙهي ۽ وسريل ياد ڪرائي پوءِ مٿي سبق ڏجيس.

پڙهيل مضمون جي لفظن جي معني ۽ عبارت جو مطلب شاگرد کان پڇجي جي هو برابر پورو بيان ڪري تہ آفرين ڏجيس ۽ جي پوري تقرير نہ ڪري تہ پاڻ سمجهائجيس.

عبارت توڙي مطلب ۾ جيڪي عجيب غريب صنعتون مصنف جون رکيل هجن سي مثالن ۽ نقلن نظيرن سان چڱي طرح شاگرد جي ذهن نشين ڪجن ۽ هميشہ خشم ناڪ ۽ چهٽ طبع رهڻ نہ گهرجي تہ شاگرد پڇي نہ وڃن ۽ نہ ايتري قدر بردباري ۽ نرمي ڪجي جو بيباڪ رهن.

حسب نسب وارو اشراف، سلڇڻو، علم ۽ لياقت وارو اديب تعليم ۽ تربيت جي قاعدن قانونن کان واقف ماڻهو شاگردن کي پاڙهڻ لاءِ استاد مقرر ڪجي.

شاگرد کي گهرجي تہ جڏهن استاد وٽ وڃي تڏهن ٻهرياڻين ان کي سلام ڪري پوءِ ادب سان ويهي پڙهڻ ۾ مشغول ٿئي

۽ دل ۽ زبان کي انهيءَ مشغوليءَ ۾ لڳائي.

استاد سبق لاءِ سڏ ڪريس تڏهن وٽس وڃي ادب سان سلام ڪري، پوءِ جيئن سبق پڙهيو هجيس تيئن صحيح پڙهي ٻڌائي ۽ جيڪو مطلب سمجهيو هجيس سو به پوري طرح چئي ٻڌائي. پوءِ نئون سبق وٺي ۽ استاد جيڪي سمجهائي سو چڱي طرح ياد رکي ۽ عبارت جو مطلب ۽ مصنف جي مراد استاد کان سکي خوب ذهن تي وهاري.

جيسين چڱي طرح نه سمجهي تيسين پڇڻ کان لڄ نه ڪري ۽ جڏهن سبق وٺي واندو ٿئي تڏهن گهڻي ادب سان استاد کي سلام ڪري پنهنجي جاءِ تي وهي وڃي سبق پڪو ڪري.

جيڪڏهن انهيءَ دستور سان پاڙهڻ ۽ پڙهڻ ٿيندو ته سڀ طالب پنهنجي مطلب کي وڃي رسندو.

## ادب جي بيان ۾

ادب عجيب خصلت آهي. علم کان به چڱو آهي، اگرچ علم شريف ۽ سڀ کان وڌيڪ آهي ته به عالم بي ادب ذلي ۽ جاهل اديب هردلعزيز آهي.

زبان بري ڳالهه ڪهڻ کان جهلڻ ۽ ٻين عضون کي بيجا حرڪتن کان روڪڻ ۽ پنهنجي ۽ ٻين ماڻهن جي عزت ۽ آبرو سنڀالڻ اهو ئي ادب آهي. جيڪو ادب سان گذاريندو، سو ماڻهن وٽ ۽ الله تعاليٰ وٽ هتي هتي سرخرو ۽ خوش گذاريندو.

حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه جن سانجهن جي نماز پڙهڻ لاءِ مسجد ڏي ٿي ويا ته هڪڙو پوڙهو ضعيف گبر آهسته آهسته سندن اڳ ۾ پئي ويو، تڏهن پاڻ انجي پوڙهائيءَ جي ادب کان سندس اڳ ۾ نه ٿيا ۽ پٺيانس هري هري هليا آيا.

اگرچ انهيءَ ڪري نماز ۾ دير پئجي ويئي ته به ان جو ادب نه ڇڏيائون.

سلطان محمود غزنوي کان پڇيائون ته بادشاهه وٽ ڪئين اهڙا سهڻا ٻانها آهن جن جي اڳيان حورون غلمان به شرمندا پيا لڳن ته به شاهه جي محبت جيتري اياز سان آهي، اوتري ٻئي

ڪنهن سان نه آهي.

هو نه قبيح صورت آهي پر سائنس جو ايتري الفت آهي، جيئن هو سڀني کان وڌيڪ اديب آهي. تنهن ڪري منهنجو حبيب آهي. جيئن نه هڪڙي ڏينهن شڪار ۾ پري کان هماءُ ڏسي، سڀ سپاهي ان ڏي ڊوڙيا، مگر اياز منهنجي رڪاب ۾ رهيو. هما جي پنيان نه ويو. اهڙو اديب آهي.

تاريخ جي ڪتاب ۾ نقل آهي ته بادشاهه نصر بن احمد ساماني، ابو علي قهتاني کي خراسان ڏي ٿي موڪليو سو خلوت ۾ گهرائي سائنس ڳجهيون ڳالهيون ٿي ڪيائين.

ابو علي جي ڪپڙن ۾ وڇون هو تنهن ڏنگ پئي هنيس پر هن انجو ايذاءُ سهيو ويٺي بادشاهه جون ڳالهيون ٻڌيون ۽ بادشاهه جي ادب کان چريو به ڪين. جڏهن بادشاهه کان مرخص ٿيو تڏهن وڇونءَ کي ڪپڙن مان ڪڍي ماريائين. انهيءَ عرصي ۾ ست ڏنگ لڳا هئس. انهيءَ احوال جي بادشاهه کي خبر پئجي ويئي تنهن گهرائي پڇيس ته ڇو پر وقت وڇونءَ کي نه ماريئه؟ جيئن سائينءَ جي ادب کان چري نه سگهيس.

بادشاهه اهڙو ڪمال ادب ڏسي، حڪومت جو سمورو جوڙجڪ ڪٺي هن جي حوالي ڪيو. الله پاڪ جل شانه وٽ ادب تمام گهڻو پسند آهي.

هڪڙي شخص سڄي ڄمار گناهن ۾ گذاري هئي ۽ ڪو چڱو ڪم ڪونه ڪيو هئائين. هڪڙي ڏينهن ڏسي ته ڪاغذ ڏڪر پٽ تي پيو آهي ان ۾ ڌڻي تعاليٰ جو نالو لکيل آهي، تڏهن اهو ڪاغذ پٽ تان کڻي ادب سان چنڊي صاف ڪري چمي کڻي اکين تي رکيائين ۽ پنهنجو تعويذ ڪيائين.

مئي پڇاڻا ڪنهن بزرگ خواب ۾ بهشت ۾ خوش و خورم ڏسي پڇيس ته ڪهڙي عمل ڪري اهڙو درجو مليو اٿئي؟

جيئن سڄي ڄمار گناهن ۾ وڃايم مگر هڪڙي ڪاغذ تي ڌڻي تعاليٰ جو نالو ڏٺم تنهن کي تعظيم ڏنم تنهنڪري سڀ

گناه نه معاف ٿيندو ۽ هي درجو نه ملندو.

سڀ ڪنهن عضوي کي ادب ۾ رکجي. مٺو ۽ نرم ڪلام ڪجي. ٺڪو ۽ بلند آواز نه ڳالهائجي. بڇڙا لفظ وات مان نه ڪڍجن. ڪوڙ نه ڪجي. نه ڏاڍيان نه هيري نه تڪڙو نه ڍرو. اهڙي طرح پورو پنو ڳالهائجي جو سڄو سمجهه ۾ اچي. اهڙو ڪلام ڪجي جنهن ۾ لفظ ٿورا ۽ مطلب گهڻو هجي مگر اهڙو مختصر نه ڳالهائجي جو مطلب گم ٿي وڃي.

ٻئي جي ڳالهائڻ جي وچ ۾ نه پئجي. جڏهن ڪو توسان ويٺو ڳالهائي تڏهن جيسين هو بس نه ڪري تيسين وچ ۾ ورندي نه ڏي. جڏهن ڪو تنهنجي ڳالهه تي اعتراض آڻي يا ان جو رد ڏئي ته پوءِ جي انجو اعتراض واجبي هجي ته بيفائدو تڪرار نه ڪجي ۽ معافي گهرجي ۽ جي غير واجبي هجي ته پڪن دليلن سان ان کي سمجهائجي. پر جي معترض، بزرگ ماڻهو آهي ته توڙي سندس اعتراض اجايو آهي ته به ادب جي لحاظ کان سائنس سامهون نه ٿجي.

تي سگهي ته خدا تعاليٰ جي ذڪر ڪاران ٻيو اجايو دنيائي ڪلام بد انجام نه ڪجي. مان تمام موچاري آهي.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪاغذ ويٺو لکي ته ان ڏي نه نهارجي. جن شين کي ڏسڻ چڱو آهي انهن ڏي ڀلي نهارجي ۽ جن شين ڏي نهارڻ نيڪ نه آهي تن ڏي نه ڏسجي.

حيوانن جي شرمگاهه تي نظر نه وجهجي. ائين ڪرڻ کان نور کي نقصان آهي. ڌڻي تعاليٰ جي جوڙن ۽ قدرتن کي ڏسي سندس صنعتن ۾ فڪر ڪجي ۽ حمد ۽ ثنا ۾ مشغول ٿجي جو صاحب جي صفت ۾ هڪڙي ساعت فڪر ڪرڻ ستر ورهن جي ٻانهپ کان چڱو آهي.

نامحرم ماڻهوءَ ڏي شهوت جي نظر نه ڪجي جو اهو به هڪڙو زنا جو قسم آهي. جيڪي ڳالهيون ٻڌڻ جهڙيون هجن سي ٻڌجن جهڙوڪ قرآن شريف ۽ ان جي معنيٰ ۽ حديث ۽ ولين

۽ حڪمن جون ڳالهيون ۽ نصيحتون ۽ اڳين بزرگن جون ڳالهيون وغيره ۽ جيڪي ٻڌڻ جي لائق نه آهن انهن ڏي ڪن نه ڪجي. مثال گلا، گار، چغلي، وغيره.

جيڪڏهن ڪي به ٻه ماڻهو پاڻ ۾ آهسته پيا ڳالهيون ڪن ته انهن جون ڳالهيون نه ٻڌجن بلڪه انهن کان ٽري پري ٿجي ۽ پنهنجي پردي جي ڪنرو نه ڏجي. انساني دل خدائي گهر آهي. جي هو ڪفر، شرڪ، نفاق، حسد، ڪيني، دشمني ۽ حرص هوس کان ۽ نفساني خواهش کان پاڪ آهي ته بيت‌الله آهي. جي انهن گندن سان پرپور آهي ته شيطان بي ايمان جي جهوپڙي آهي. تنهنڪري گهرجي ته ان کي پليتائن کان پاڪ رکجي. ته منجهس مالڪ جي معرفت جو نور ظهور ڪري. عقل نازڪ ۽ نفيس جوهر آهي. بدن جو بادشاهه آهي. سندس ڪم آهي مخلوقن جي حقيقت کان واقف ٿي ان مان خالق جي معرفت کي ماڻڻ. هنجو هميشه روحاني لذتن ۽ اعليٰ عالم ڏي ميل آهي.

عقل‌جو دشمن نفس، جو هميشه دنيائي شهوتن ۽ لذتن ڏي گهٽو مائل آهي، تنهن کي عقل، مهٽي مغلوب ڪري مٿس غالب ٿئي، اهو آهي ان جو ادب. هٿ ۽ پير ادب ۾ رکجن. خير ۽ موچارن ڪمن ۾ مدد ڪجي ۽ ڪنهن کي نه ڏکوئجي. وات مان پتر نڪر پهڻ ڪنبو اڇلائي پري ڇڏجن. چوري نه ڪجي. خير جي ڪم ۾ وک پرجي. بيمارن کي پڇڻ وڃجي. نه تڪڙو نه تمام هري، پورو پنو هلجي. زمين تي لتون نه هڻجن.

صبح جو سويري بلڪ اسر جو اٿجي جو اها رحمت جي نزول جي مهل آهي. جيڪو ان وقت سجاڳ هوندو سو ان مان، بهرو پائيندو. ستلن کي ڪي ڪين ملندو.

ننڊ مان اٿي احتياج مان واندو ٿي، پهريائين پتر سان صفائي ڪري پوءِ پاڻي سان طهارت ڪري، ڏندڻ ڏيئي، وضو ساري مصلي تي ويهي پنهنجي مالڪ سان مشغول ٿجي. زاري ۽ نياز سان رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جو وسيلو وچ ۾ آڻي مناجات ڪجي ۽ جڏهن صبح صادق ٿئي، تڏهن جيڪا مسجد ويجهي هجي

ٻنهن ۾ وڃي جماعت سان نماز پڙهجي.

نماز خشوع ۽ خضوع ۽ دل جي حضور سان پڙهجي، جيڪڏهن سڄي نماز ۾ حضور حاصل نه ٿئي ته به جي هڪ رڪوع يا سجدو حضور سان ٿيو ته به غنيمت آهي. پوءِ سج اڀرڻ تائين قرآن ۽ ۽ صلوات پڙهجي. جڏهن سج اڀري سنئون ٿئي تڏهن اشراق نماز پڙهي، ڪجهه درود وظيفو پڙهي پنهنجي حق ۾ دعا گهري پوءِ ڪجهه قرآن شريف جو دور ڪجي. ۽ جيڪي ڪجي سو ريا کان پاڪ، جو ريا واري رياضت ۾ عذاب جو پوڻ آهي.

جڏهن درود وظيفا پڙهي واندو ٿجي تڏهن هوا کائڻ لاءِ وڃي صحرا ۾ سير ڪجي ۽ جيڪڏهن مقام ڏي وڃجي ته فاتحه پڙهي مقام واري کي بخشجي. مقام ۾ وڃڻ به چڱو آهي. جو اها عبرت جي جاءِ آهي.

تنهن کانپوءِ وري پنهنجي جاءِ تي اچي عيال اولاد کان خبر چار ۽ خير عافيت پڇجي ۽ انهن جي غم خواري ڪجي. طبيب جي دوستي به مناسب آهي جو بيمار ٿي پوي ته ان کان علاج پڇجي. بت چڱو ڀلو هوندو ته الله سائين جي ٻانهپ به ٿي سگهندي.

ڪجهه بيمار ٿئي ته ترت علاج ڪجي جو مرض وڌي ويو ته پوءِ ڇٽڻ مشڪل آهي. پوءِ پنهنجي ڌنڌي ۾ مشغول ٿجي ۽ سيڪو ڪم امانت سان ڪجي ۽ رشوت ۽ خيانت کي اوڏو نه وڃجي. حلال وجهه سان روزينو پيدا ڪري عيال پارجي. توفيق سارو چڱن ڪمن ۾ ناڻو خرچ ڪجي. اجائي خرچ ۽ بدعت ۽ گناهه جهڙن ڪمن کي اوڏو نه وڃجي.

وسعت سارو مسڪينن محتاجن ۽ سوالين کي خيرات ڏجي. عيال سان مهرباني ۽ مروت سان هلجي. پاڻ کان وڌيڪ انهن کي خوراڪ ۽ پوشاڪ ڏجي. عيال اولاد مان ڪو بيمار ٿئي ته ترت انجو علاج ڪجي. ڪميڻن ۽ خراب زالن کي گهر ۾ اچڻ نه ڏجي. جو انهن مان عفيفائي کي نقصان آهي.

زالن کي نامحرم آدمين کان پردو ڪرائجي. ڪنهن ماڻهوءَ کان ڪا چوڪ ٿئي ته ڦهريائين ان کي نرميءَ سان سمجهائجي

پوءِ جي اثر نہ ٿئي تہ چشم نمائي لازمي آهي. جيڪڏهن زال سهڻي ۽ خوش طبع معتبر ۽ پرهيزگار ملي تہ ان کي پيارو ۽ سڪيو رکجي. ۽ ڏئي تعاليٰ جو شڪر ڪجي. ڪو جهڙي ۽ پرهيزگار ۽ سلڇڻي زال، سا سهڻيءَ ڪلڇڻيءَ کان چڱي آهي. زال ڪهڙي بہ پرهيزگار ۽ اشراف هجي تہ بہ ان جي تحفظ کان بيپرواهہ نہ ٿجي.

هرو پرو گهڻين زالن پرڻجڻ جو شوق نہ ڪجي. پنهنجن عزيزن سان سلوڪ رکجي. انهن مان ڪو بي مروت ۽ نالائق ٿئي تہ ان سان ٿورو وچڙجي. وڏن مائٽن ۽ بزرگن جي خدمت ڪجي. پاڙن ۽ پيئرن سان شفقت ڪجي ۽ سچن ۽ مطلبي دوستن جي وچ ۾ تميز ڪجي ۽ انهن سان اُئين هلجي. ڪاڏي ٻيتي تي جنهن شئي تي اهل اولاد جو خيال ٿئي سا وسعت آهر انهن کي موجود ڪري ڏجي. ۽ جيڪا رسم ريت شريعت جي ابتڙ هجي تنهن ۾ انهن جو مددگار نہ ٿجي.

بلڪ اهڙي ڪم کان انهن کي روڪجي ۽ شريعت جو علم انهن کي سيکارجي. مهمان الاهي بخشش آهي. سو اچي تہ خوش ٿجي پوءِ توڙي هو آشنا هجي يا نا آشنا هجي. ان سان مهرباني ۽ مروت جي هلت ڪجي ۽ گهرڻ کان سواءِ سڀ گهرج جي شئي انکي موجود ڪري ڏجي جو هو حياءَ کان ڪين گهرندو. جهستائمن پاڻهي موڪلائي نہ وڃي تيستائين ازخود موڪل نہ ڏجيس. عسرت ۽ تنگي جي ڳالهہ مهمان جي روبرو نہ ڪجي.

طعام پنهنجي اهل عيال سان گڏ کائجي ۽ ڏار کائڻ ۽ شڪم پروري جي عادت نہ ڏارجي ۽ جڏهن طعام ڪونچي تي رکجي تڏهن پهريائين هٿ ڌوئي بسم الله چئي ٿورو لوڻ وات ۾ وجهي پوءِ کائڻ گهرجي ۽ گرهہ پورو پنو ڪٽجي ۽ ائين نہ چٻاڙجي جو آواز ظاهر ٿئي ۽ چاٻا اچن ۽ ٿي سگهي تہ وات ۾ گرهہ وجهڻ مهل بسم الله ۽ پڇڻ بعد الحمد لله چئجي تہ کائڻ بہ عبادت ۾ لکجي. اڌ پيٽ ڪجي نہ تہ بہ ٽي گرهہ مٺيئي گهٽ کائجن. ائين ڪبو تہ مريض نہ ٿبو ۽ دسترخاني ڌي جيڪو کائيندي ڪري سو ڪٽي کائجي.

ماني کائيندي کو فقير سوال ڪري ته ان طعام مان ڪجهه
ڏجي خالي نه موٽائجي. ڪنهن مجلس ۾ کائڻ جو اتفاق ٿئي ته
ٻين جي گرهه ڏي نه نهارجي ۽ کائيندي بي فائدو نه ڳالهائجي
کائڻ جي وقت ۾ هر هر پاڻي نه پيئجي. پر جي اڃ هجي ته طعام
جي وچ ۾ هڪ ٿورو پاڻي پيئڻ گهرجي.

کوه ۽ درياهه جو پاڻي گڏ وچڙ پيئڻ نقصان آهي. پاڻي
جهلي ڍڪ ڪري پيئجي ۽ اهڙيطرح نه پيئجي جو نڙيءَ کان
هيٺ وڃڻ وقت آواز نڪري.

کاڌي پيتي بعد ڌڻي تعاليٰ جو شڪر ڪجي ۽ ٻئي دفعا
الحمد لله رب العالمين چئجي پوءِ هٿ ڌوئي ۽ ڪُرڙي ڪري
خلال ڪجي. نم جي ڪاٺيءَ سان خلال ڪرڻ چڱو آهي. کاڌي
کان پوءِ ٻن پهرن جو سمهڻ ۽ رات جو گهڻو طعام کي هضم
ڪري ٿو. پر ڏينهن جو گهڻو سمهڻ مغز کي ضعيف ۽ طبع کي
ڪند ڪري ٿو.

اونهاري جي مند ۾ ڏينهن جو ٻن پهرن کان پوءِ، رات جو
وچين مهل کاج کائجي ۽ سياري جي موسم ۾ ٻن پهرن کانپوءِ
سمهائي جو کائڻ گهرجي. گهر مان ٻاهر وڃڻ وقت بسم الله چئجي
بلڪ سڀ ڪنهن ڪم جي شروعات ۾ بسم الله چوڻ جي
عادت ڪجي.

ڪيڏانهن ٻاهر مسافري تي نڪرجي ته ڪجهه پنهنجو ڏوڪڙ
ضرور پاڻ سان کڻجي. لڪڻ هٿ ۾ کڻڻ کان گهڻا فائدا آهن.
وات ۾ هلندي هيڏي هوڏي نه نهارجي. سامهون نظر رکجي ۽ ڪنهن
جو ڏيان پنهان ڪجي. ماڻهن جي گوڙ ۾ نه گهڙجي.

جيڪڏهن ماڻهو گاڏي يا وهٽ تي سوار هجي ته بازار ۾
گهٽيءَ مان آهستو هلائجي. خراب وهٽ تي بلڪل نه چڙهجي. جي
ماڻهو ڏوليءَ ۾ چڙهيل آهي ته ڪهارن ۽ حمالن کي ڊوڙائڻ جي
گهٽي دقت نه ڏجي. ڪنهن ماڻهو جي ملاقات تي وڃجي ته اتي
گهڻو نه ويهجي متان ان جي ڪم ۾ حرڪت پوي. جيڪو پنهنجي
دل جو مطلب هجي سو تمام صفائي ۽ چٽائيءَ سان مختصر لفظن
۾ ان کي ٻڌائجي.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو تنهنجي ملاقات تي اچي ته ان کي
چڱي طرح محبت سان ڪيڪارڪر ۽ ان جي اچڻ جو شڪر
گذار ٿي ۽ وقت سارو سائس شئي ڏول جي صلاح ڪر ۽ جيڪا
ڳالهه چوي سا ڌيان ڏئي ٻڌ ۽ ان جو چڱي طرح غور ڪر ۽
سندس اهو مطلب پورو ڪر ۽ جي توکان ٿي نه سگهي ته عذر
ڪري معافي گهر.

جيڪڏهن بازار مان گهر ڏي موٽجي تڏهن ڪجهه ميوو يا
خوشبوء وغيره سڻي شئي پنهنجي اولاد لاء وٺي وڃجي. نڪمون
۽ بي فائدو بازارين ۾ گهمڻ ۾ نه ڦرجي. ڪڏهن ڪڏهن يارن
دوستن ڏي خط پٽ لکندو رهجي بلڪ سوغات ۽ سوکڙين سان
انهنکي ياد ڪجي. ۽ پنهنجن نوڪرن چاڪرن کي سندن لياقت
آهر خوش رکجي.

ڏوهي نوڪر جو نرمي ۽ چشم نمائي سان نه سمجهي. تنهن
کي موقوف ڪري ٻيو نوڪر رکجي ۽ پنهنجن پٽن کي نوڪرن
۽ نيچ ماڻهن جي صحبت کان روڪجي. ڏيڻ وٺڻ وغيره هلت
چلت ۾ راست معاملي رهجي. وعده خلافي بلڪل ڪرڻ نه گهرجي.
جي اتفاق سان ٿي پوي ته ان جو عذر ڪرڻ گهرجي. اشرافن ۽
ڀلارن ماڻهن جي پاڙي ۾ ويهجي. اميرن جي ڪوٺن جي پر ۾
نه ويهجي.

شادي ۽ غمي جو خرچ پنهنجي وسعت سارو پورو پنو ڪرڻ
گهرجي. هرو ڀرو ٻين جي ريس ڪري پنهنجي انداز کان ٻاهر نه
وڃجي. جيترو ٿي سگهي اوترو غير شرعي رسمن کان پاسو ڪجي.
اولاد جي عمر جڏهن چئن پنجن ورهين جي ٿئي تڏهن ان کي
ادب سيکارجي.

نياڻي کي ڪنهن ادب واري پڙهيل نيڪ بخت ۽ اشراف
استاد زال جي حوالي ڪجي ته ان کي قرآن شريف ۽ نماز روزي
جا شرط شروط وغيره ضروري مسئلا پاڙهي. سبڻ ڪتڻ رڌڻ پچائڻ
وغيره گهرو ڪم به سيکاري ۽ فضيلت، صفائي سنائي، ۽ اٿڻ
وهڻ جو ادب ۽ پرهيزگاري ۽ اشرافت ۽ شرم حيا جي وات
ڏيکاري. ۽ پٽ کي اديب استاد جي حوالي ڪجي. ٿي سگهي ته

ان کي ڪتاب مطلع العلوم ۽ مجمع الفنون ياد ڪرائجي. استاد قابل هوندو ته ٽن چئن ورهن ۾ اهو ڪتاب لاجواب باصواب ياد ڪرائي سگهندو.

انهي ڪتاب پاڙهڻ پڄاڻا عربي پاڙهڻ شروع ڪرائجي. جنهن اهو ڪتاب چڱي طرح پڙهيو هوندو سو ڪنهن به علم جي عبارت ۽ معني مضمون ۾ نه ڀلبو، مگر عقل ڏاران اونداهه آهي.

جڏهن مسافري تي وڃجي تڏهن پنهنجو عيال اطفال قادر ذوالجلال کي سونپي پوءِ روانو ٿجي ته انهن کي ڪنهن به قسم جو اهنج نه رسندو. هيڪلو سفر نه ڪجي: "الرفيق ثم الطريق" رفيق شفيق سان گڏ سفر جو سير ڪجي. بدڪار ۽ خراب ماڻهوءَ سان مسافري نه ڪجي.

مسافري ۾ ڪنهن ڏارئين ماڻهو سان گستاخي ۽ ياراني نه رکجي جو گهڻا چور ۽ بدمعاش ڇڳن ۽ نيڪن جي صورت ۽ لباس ۾ ماڻهن کي غافل ڪري مارين ۽ ڦرين ٿا. ۽ زهر ڏيئي يا ٻئي ڪنهن به حيلي سان خراب ڪن ٿا.

مسافري ۾ توڙي وطن ۾ گلاب، گلقند، وڏف، شڪنجبين، ڦودني جو عرق وغيره دوائون پاڻ سان موجود رکجن. ڇاڪاڻ ته اوچتو مٿان ڪنهن به وقت قولنج، پيٽ جو سور يا وبا ٿي پوي ته انهن مٿين دوائن سان ان جو ترت علاج ڪجي، جو اهڙن مرضن ۾ دير ٿي پوي ته لاعلاج ٿيو پون. وطن ۾ توڙي سفر ۾ دوست دشمن سان صلح رکجي.

مذهبي تعصب مان فساد ٿو آڳي ان ڪان پاسو ڪجي. خير چڱائي ۽ بخشش ۾ چڱي مني مسلمان يا غير مذهب جو لحاظ نه ڪجي ۽ سڀ ڪنهن محتاج جو احتياج پنهنجي وسعت سارو پورو ڪجي تہ محشر ڏينهن الله تعاليٰ ري پڇا بهشت عطا ڪري.

پنهنجي اهل اولاد ۽ قريبن ڪان جڏهن واڌو ٿئي تڏهن عام تي سخا ڪجي. جيئن چيو اٿن ته: اول اخويش پوءِ درويش.

محبت رکو خدا تعاليٰ سان رکجي ۽ مخلوقن تي مهرباني ڪندو رهجي. ڪنهن کي ايذاءُ نه پهچائجي مگر موذي شئن کي مارڻ سوچارو آهي.

ريس ۽ ساڙ نه رکجي. ڪنهن جو چڱو حال ڏسي خوش ٿجي. ڪنهن عزيز جو حال بهتر ٿيو ته ان کي مبارڪباد چئجي. ڪڏهن ڪڏهن باغ بوستان ۾ گهمڻ وڃجي جو گلن ۽ نازبوين جي باس دماغ کي فرحت ۽ قوت بخشيندڙ آهي. جي پرائو باغ هجي ته ميوو، گل، مکڙي نه چنجي ته عزت نه وڃي.

نماز پنج وقت بلا ناغي پڙهندو رهجي. اشتها ڌاران پاڻي ۽ طعام کي اوڏو نه وڃجي. ٦ ڪلاڪن کان وڌيڪ ننڊ نه ڪجي ڏيڍ پهر رات جو گذري ته تنهن کان پوءِ سمجهجي پهريائين وضو ساري فاتح سڳوري ست ڀيرا ۽ قل هو الله ست ڀيرا ۽ هڪ ڀيرو آيت الڪرسي پڙهي استغفار پڙهي سچي دل سان گناهن جي توبه ڪري پوءِ سمهڻ گهرجي جو ننڊ موت جي ڀيڻ آهي متان اڻين سنئيءَ ري توبه مري وڃجي. اڌ پهر رات جو هجي ته اٿجي ۽ مٿي بيان ڪيل ريت پرماڻي پنهنجي ديني دنيوي ڪمن جي سرانجامي ڪجي. جي اهڙي طرح وقت گذاربو ته ٻنهين جهانن ۾ خوش ۽ خورم رهبو.

ڪنهن حاڪم يا بزرگ وٽ وڃجي ته هر طرح سان انجو ادب بجا آڻجي. مٿهرو وهڻ جو خيال نه ڪجي بلڪ سيني مجلسن کان هيٺ ويهجي. پر جيڪڏهن عزت ڏيڻ ۽ مٿي وهڻ لاءِ چون ته پوءِ مٿي ٿي ويهجي ۽ مجلسين تي ڪنهن به طرح جي سبقت نه ونجي.

دوزانو ويهجي هر هر گوڏو گوڏي تي نه رکجي. بزرگ ڪا ڳالهه پڇي ته جواب باصواب ڏجي. جي تو کان نالو پڇن ۽ تنهنجو نالو بزرگن جي نالي جهڙو هجي ته ادب کان نالو نه ونجي. ۽ چئجي ته هي مسڪين فلاڻي جو پٽ آهي.

سعد بغداد جي خليفي، جازم جي پٽ سعد کان سندس نالو پڇيو، تڏهن عرض ڪيائين ته سعد امير المومنين آهي ۽ ٻانهو حازم جو پٽ آهي. جيڪڏهن تنهنجو نالو وڏو هجي جهڙوڪ ابو الفضل

با ايں الحجاد تہ چئو تہ فضل خدا تعاليٰ جلشانہ جو آهي. پاڻهي ڪي انهي ڳالهه سان سڃاڻيندا آهن.

تاريخ جي ڪتاب ۾ نقل آهي تہ نظام الملڪ اوائل ۾ ملڪ شاهہ بادشاهہ جي بورچي خاني جو منشي هوندو هو. هڪڙي ڏينهن وزير سان گڏجي بادشاهہ جي ڪچهري ۾ آيو. تنهن پڇيس تہ نالو ڇا اٿئي؟

چيائين: ”نظام الملڪ جو، تہ شهنشاهہ جي دولت ۽ دبدبي سان مضبوط آهي ۽ هي پاڻهو بادشاهہ ملڪ شاهہ جي سپاهين مان تمام گهٽ نوڪر آهي.“

رڳي اها ادب جي ڳالهہ ڪيائين. تنهن ڪري بادشاهہ جي مهرباني جي مٿس نظر ٿي، ۽ آهستي آهستي آبرو وڌائيندي ڪٿي پنهنجو وزير ڪيائينس.

جا ڳالهہ عقل ڪي اوڏو نہ هجي يا سندس ثابتي ڪرڻ مشڪل هجي سا بزرگ جي روبرو نہ ڪجي. چاپلوسي ۽ خوشامد جي عادت نہ ڌارجي ۽ هر هر گهڻي دعا بہ نہ ڪجي ۽ شريعت جي برخلاف ڳالهہ نہ ڳالهائجي. وجهہ ڏسي ڳالهہ ڪجي. اجائي ڳالهائڻ سان پنهنجو مان بہ نہ وڃائجي.

ڪنهن جي گلا نہ ڪجي، ۽ چغلي يا چورت نہ ڪجي. بيهوده چرچي ۽ مسخري کان پاسو ڪجي. بزرگن وٽ پنهنجي علم جو فخر نہ ڪجي. انهن تي الزام نہ ونجي. خوشيءَ جي وقت ۾ اندوهہ جهڙي ڳالهہ نہ ڪجي، جنهن کان انهنکي ڪراهت اچي.

هارون رشيد بادشاهہ خواب ۾ ڏٺو تہ سندس سڀ ڏند ڪري پيا آهن. ڏاڍو ڏپ ٿيس. سڀ ڏاها ۽ اڪابر گهرائي، انهن کان تعبير پڇيائين، تڏهن ڪنهن معتبر ماڻهو چيو تہ:

”بادشاهہ جا سڀ مٽ مائٽ سندس روبرو مرندا. انهيءَ ڳالهہ کان هن کي اهڙي ڇرڪ لڳي جو تعبير ڪندڙ کي ڪٿي قيد ڪيائين. پوءِ ٻيو هوشيار نجومي گهرائي ان کان ويچارو پڇيائين تنهن عرض ڪيو تہ بادشاهہ کي مبارڪ هجي، جو شاهہ جي عمر

ٻڌس عزيزن کان وڏي ٿيندي.

انهيءَ جواب باصواب کان بادشاهه خوش ٿيو ۽ انکي گهڻو انعام ڏنائين.

تعبير ٻنهي هڪڙو ڪيو، پر رکو ادب جو اشارو آهي.

# بازي ۽ حڪمت عملي جي بيان ۾

ٿورو نوشادر ۽ عقرقرحو ڪٽي، وات ۾ وجهي چٻاڙي ۽ جهڙي ڦيٽي ٻاهر ڪڍي پوءِ جيڪڏهن ٽانڊو وات ۾ وجهبو ته نه سڙندو.

آفيم، ڪتيلو، ڦٽڪي، لوڻ، آني جي ڪل، پارو پيهڻ هڪ ٻئي سان گڏي سرڪي ۾ ملائي هٿ تي مهٽي هٿ ۾ باهه کڻجي ته هٿ نه سڙي ۽ جي پيرن جي ترين کي مکي باهه تي هلجي ته پير نه سڙن.

سونا گيڙو، خطمي، ڦٽڪي، شراب، ڪافور ۽ سرڪو اهي سڀ پاڻ ۾ ملائي هٿن پيرن کي مهٽي ته باهه جو اثر نه ٿئي.

ابرق حل ڪيل پاري سان ملائي آني جي اڇ ۽ لعاب سان گڏي اگهاڙي بت تي مهٽي باهه ۾ گهڙجي ته نه سڙجي.

سمنڊ ڦيڻ، آني جي ڪل ڪٽي ڇاڻي پاڻ ۾ ملائي بدن کي مهٽي وڃي باهه ۾ گهڙجي ته ان جو اثر بت کي نه رسي.

اڇو ڪتيلو، نبات برابر وزن ڪجهه زعفران، ڏار ڏار پيهڻ هڪ ٻئي سان ملائي ٻڙي ڪري رکجي. پوءِ ڪچهريءَ ۾ وڃي پاڻيءَ جو پيالو گهرائي ماڻهن کان لڪ ڇپ اها اڀڙي منجهس ڇنڊي وجهجي ۽ گڏي سڌي ڍڪ ڏيئي ٿورو ساعت ويهي رهجي ۽ وٺي ڇپ ڇورجن. گهڙيءَ کان پوءِ ڪٿي ڍڪ لاهبو ته اهي شيون پاڻيءَ ۾ فالودي وانگر ڇميون پيون هونديون. پوءِ اهو فالودو

ڪٿي ماڻهن کي ڪارائبو ته ڏاڍو لذيذ هوندو. ماڻهو پائيندا ته مڪ جي اڻ کان پاڻي جهي فالودو ٿي پيو آهي.

ڦٽڪي، ڪافور پاڻ سان گڏي پاڻي سان ملائي ڪاغذ کي مکي ان کي باهه تي چاڙهجي ته منجهس حلوو رڌي سگهبو.

جنهن جاءِ تي گڏهه ليٽيو هجي اتان مٽي ڪٺي دسترخواني جي هيٺان رکجي ته کائيندڙن کي اهڙي ڪل اچي وڃي جو ماني کائي نه سگهن.

جيئري مڪ جي پير ۾ ماڻهو جي مٿي جو وار ٻڌي دسترخاني جي هيٺان رکجي ته ٻه اهڙو تماشو ٿئي.

ڪونئر پاڻي ۾ ڳاري هٿ تي ٿڦي باهه هڻ، ۾ ڪٽبي ته نه ساڙيندي. مٿي ماڻهو جا ڏند ۽ هدهد جي چپ ٻئي گڏ، جنهن سٽل ماڻهوءَ جي سيراندي کان رکبا ته هو تيسين ڪين جاڳندو جيسين آهي نه ڪٽبا.

نوشادر، توتيو برابر وزن ليمي يا ڦودني جي پاڻي ۾ حل ڪري ترار يا ڪپ يا ٻئي لوهي هٿيار تي پهرين پگهريل ميڻ سان اکر لکي انجي مٿان مٿين شين وارو پاڻي هاري ڳچ تاءِ ڪٿي اُس تي رکجيس ته اکر صاف ۽ ظاهر ٿي پون ۽ نه ڌهن پر جي چاندي تي لکئو هجي ته مٿين شين سان ذرو گوگڙو جو ٻه ملائجي.

جي ٻهڻ تي اکر لکڻا هجن ته ڳاڙهي ڪار ڦودني جي عرق ۾ ملائي پگهريل ميڻ سان ٻهڻ تي اکر لکي ڪار وارو ڦودني جو عرق ڪٿي مٿس هارجي ۽ ڳچ تائين اُس ۾ رکي پوءِ ڌوئي صاف ڪجي ته اکر ظاهر ٿين.

ٿورو نوشادر چن سان گڏي وڇون ڏنگيل ماڻهو پنهنجن هٿن ۾ مهٽي ڪٿي سنگهي ته سور ڇڏي وڃيس.

توتيو ٻههين نانگ ڏنگيل جي دماغ ۾ ڦوڪجي هڪ رتي، ته جهٽ پٽ هوش ۾ اچي ۽ نانگ جو زهر دفع ٿي وڃي.

توتيو ٻههين پاڻي ۾ وجهي سون ٽپائي ان کي ان پاڻي ۾ ٿي ٻوڙيا ڏبا ته ٽامي جهڙو رنگ ٿي پوندس ۽ لوهه ٻه انهي طرح ڪرڻ سان ٽامي جهڙو رنگ ڪري ٿو.

پهڻ کي ٿورو ڪوسو ڪري مهڻ سان مٿس اکر لکي ڪپس تکي سرڪي ۾ وجهي گهڙيءَ ڪان پوءِ ٻاهر ڪڍبس ته اکر چٽا ٿي پوندا.

آهر ۽ ڪارڪون ڪتي ٿورو پاڻي ملائي ان سان جيڪي لکبو سو ڳاڙهو ٿيندو.

ڦٽڪي ۽ ماوا ڳچنائين پاڻي ۾ پسائي انسان اکر لکبا ته ساوا ٿيندا.

کهر ۾ ٿورو نوشادر وجهي سائس اڇي ڪاغذ تي اکر لکي انکي باهه تي تؤ ڏبو ته ڪارا اکر ظاهر ٿي پوندا.

انهي طرح، جي بصر جي پاڻي سان لکي باهه تي سڪائبا ته ساوا اکر ظاهر ٿيندا ۽ جي نارنگي جي پاڻي سان ته ڳاڙها. رڳي ڪير سان زردا.

ڪبوتر جي رت ۾ پاڻي ۽ ٿوري مس گڏي اکر لکبا ته ڏينهن جو ڪين ڏسبا ۽ رات جو پڙهي سگهبا.

ڳاڙهو سينڌو لوڻ ۽ مس زيتون جي تيل ۾ ملائي آنسان تالهه ۾ هاريل پاڻي سان اکر لکبا ته ظاهر ٿي پوندا ۽ پڙهي سگهبا.

مهڻ تپائي اکرن تي ته ٿي پيرا هارجي ته اکر ڌهي ويندا ۽ ڪاغذ صفا ٿي پوندو.

نوشادر، ڪنگڻڪار، سنکيو برابر وزن پاڻي ۾ ملائي اهو پاڻي اکرن تي هاري ڪاغذ آس ۾ رکبو ته اکر ڌهي ويندا ۽ ڪاغذ صاف ٿي پوندو.

مرسرهي، زرني کي پيهين سنهون ڪري ڪٽڪ جي اٽي سان ملائي جنهن پکيءَ کي اهو اٽو کارائبو سو بي هوش ٿي پوندو. پوءِ جي مٿس ٿڌو پاڻي وجهبو ته وري هوش ۾ ايندو.

ڪٽڪ يا جيڪو ان، زرني، گوگڙو، ڀنگ جي ٻج سان گڏي ٺهڪائي سڪائي ان مان ٻه ٽي داڻا جنهن پکيءَ کي کارائبا ته اهو بي هوش ٿي پوندو.

ڪانئل ٻيرون جا ٻن ڪتي چاڻي سهي جي رت ۾ ملائي ڳوڙهو جوڙي ڪنڊي ۾ وجهي پاڻي ۾ وجهبي ته مڇي جلد اچي ڦاسندي.

ٿوم، چلبل تر، ڀنگ جو ٻج، صحت ڪندڙ برابر وزن ڪٽي ڪري اٽي ۾ ڳوهي پاڻي ۾ وجهبو ته ايتريون ته مڇيون اچي مڙنديون جو هٿ سان وٺي سگهبيون ۽ جي اهو گاهه ڪنڌيءَ ۾ وجهبو ته جلد مڇي ڦاسندي.

ٻاجهريءَ جو نشاستو، چوئرن جو اٽو، ٻڪريءَ جي وهه سان ملائي گاهه ڪري ڪنڌيءَ ۾ وجهبو ته جلد شڪار لڳندو.

دارچيني اٽي ۾ ڳوهي ماني پچائي ڪتي کي کارائجي ته ڪاٿي شرط نچندو.

اڪ جي کير سان هٿ تي اکر لکي، سڪائي پوءِ ڇار يا انگار مٿن ڪٽي مهتبا ته! ڪارا اکر ظاهر ٿي پوندا.

ڪاغذ کي ماڪ جي پاڻيءَ سان پسائي اُس ۾ رکبو ته گهڙي کان پوءِ اڏامي ويندو.

ميڙ جو پکي جوڙي سندس پيٽ ماڪ جي پاڻيءَ سان ڀري اُس تي رکجي ته گهڙي ڪانپوءِ اهو پکي اُڏامي ويندو.

ڪڪڙ جي آني جي ڪل خالي ڪري ماڪ جي پاڻي سان ڀري اُس تي رکجي ته گهڙي کان پوءِ اڏامي ويندي.

ٻهر جا ذرا ڏيئي ۾ وجهبا ته پتنگ ڏيئي تي نه ايندا ۽ انجي ٻاس کان ڀڄندا.

جيڪو هرڻ ڪاٺ جي عادت ڪندو تنهنجي ڏاڙهي اڇي نه ٿيندي. چڻ، زرني، مرداسنگ، سنا، ميندي، گل خيري برابر وزن ڪٽي ڇاڻي رات جو پاڻي ۾ پسائي رکجن. صبوح جو اهو پاڻي اڇي رنگ واري حيوان کي مکجي ته سندس سڀ وار ڪارا ٿي پون. جي سڄي بت تي نه مکجيس ۽ ڪٿي ڪٿي مکجيس ته ابلق رنگ ٿي پويس.

چٽڪ ڪاني، ڪونر، هگ پيهين مٽيءَ ۾ ملائي جنهن کي سنگهائجي سو نچون ۽ ٽٽ ڏئي.

ڪبوتر يا ڪڪڙ جو آنو تازو ٿي ڏينهن سرڪي ۾ پچائي رکبو ته آني جي کل تمام نرم ٿيندي پوءِ سوڙهي منهن واري

شيشي ۾ وجهي مٿانس ٿڌو پاڻي ڪٽي وجهبو ته اڳئين ڇهرو سخت
آنو ٿي پوندو ۽ ماڻهو حيران ٿيندا ته آنو ڪيئن سوراخ کانسواءِ
واري شيشي ۾ سلامت اندر ويو.

اچي شيشي ۾ ڪجهه شراب ۽ ڪجهه گوگڙو وجهي اونداهي
گهر ۾ رکجي ته ائين پيو ڀائنجي ته ڄڻ شيشي ۾ باه رکي آهي.

مٽيءَ مان ڪنهن جانور جي صورت ناهي سندس پيٽ ۾
هڪڙو ڏيڏر وجهي بند ڪري پوءِ انهي صورت جي نڪ جو
سوراخ ڪري ان ۾ گوگڙو جو دونهون ڏبو ته ڏيڏر کي انجو
دونهون جو ايندو تنهنڪري عجيب آواز ڪندو ماڻهو ڀانئيندا ته
مٽيءَ جي صورت آواز ٿي ڪري.

ڪچونءَ جي وهه، سيندو ڳاڙهو لوڻ پاڻ ۾ ملائي السي جي
اڳڙيءَ جي وٽ جوڙي ساڻن ڳوهي نئين ڏيي ۾ اها وٽ ۽ زنبق
جو تيل وجهي جنهن گهر ۾ ٻاربو تنهن گهر جا وينل ماڻهو
ڀانئيندا ته اسين ٻيڙيءَ ۾ وينا آهيون ۽ درياهه جو سير ٻيا ڪريون.

نير ڀيهين نئين اڳڙيءَ ۾ ويڙهي وٽ ڪري نئين ڏيي ۾
اها وٽ ۽ هيرڻ جو تيل وجهي جنهن گهر ۾ ٻاربو تنهن گهر
جا ماڻهو سڀ سائي پوشاڪ وارا پيا ڏسبا.

ڏاڙهون جي ڪل ٿي ڏينهن ٿي راتيون، پاڻيءَ ۾ پچائي پوءِ
اهو پاڻي جنهن پوک جي چوڌاري هاربو تنهنکي مڪڙ اوڏو نه ويندا.

ڏاڙهون جي ڪل جنهن وڻ سان ٻڌبي سو مڪڙن کان بچندو.

ڪاريءَ مس سان ڪاغذ تي اکر لکي پوءِ جيڪو رنگ وٺي
سو توري تيل سان گڏي انهي ڪاغذ سڄي کي مکي گهڙيءَ
ڪانپوءِ کيس سڌين تختي تي رکي زور سان پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻبا
ته اکر اڇا ٿي پوندا ۽ ڪاغذ تي ٻئي هنڌ اهو رنگ قائم رهندو.

تازيءَ ڪتي جي ڪن جي مر زرني ۽ تيل سان گڏي اڳڙي
۾ ٻڌي ان کي ڪبيءَ ٻانهن ۾ ٻڌبو ته تيسين ننڊ نه ايندي جيسين
ان کي ٻانهن مان نه ڇوڙبو.

چپ کي وني ڪهجي، ڪسڻ کان پوءِ سندس هڪ اکر

پٽيل رهي ٿي. اها ڪڏهن اگهڙي ۾ ٻڌي گهڙيءَ ۾ ٻڌبي ته تيسين ننڊ نه ايندي جيسين اها نه ڇوڙبي.

چب جو هنبون اگهڙيءَ ۾ ويڙهي سڄل ماڻهوءَ جي اُرهه تي ڪڻي رکبو ۽ پوءِ ان ڪان جيڪي پڇبو، سو سڀ هو ننڊ ۾ چٽيءَ طرح ڏسيندو.

جؤ يا بادرنگ يا ونگي جو ٻج سير يا سڱن سان نڪتل ماڻهوءَ رت ۾ وجهي ست ڏينهن اس ۾ رکجي پوءِ ٻيا ست ڏينهن چانو ۾ رکجي، تنهنکان پوءِ رت مان ڪڏي جـدا ڪري نئين ڪپڙي ۾ ٻڌي رکجي ۽ هر ڪپڙڻ مهل جيڪا مٽي چونئي ڪي ڇهڻي ٿي سابه موجود ڪري رکجي، پوءِ جڏهن ڪنهن مجلس ۾ تماشو ڏيکارڻو هجي تڏهن ان مٽيءَ مان ڪجهه ذڪر جي پيالي ۾ وجهي اهو ٻج منجهس پوري ڪجهه پاڻي ڪوسو ان تي وجهي پيالي ڪي ڪپڙي سان ڍڪي رکجي ته گهڙيءَ ڪان پوءِ اهو ٻج ڦٽي پوندو ۽ پن ٽاريون ۽ ميوا جهليندو ۽ مجلس وارا ڏسي حيرت ۾ پوندا.

# نامياراسنڌي

## ڀاڱو ٻيون

ترتيب: عمرالدين بيدار

# مهاڳ

ڪنهن ملڪ جي عظمت کي بنيادي طرح ان جي تاريخي
واقعن ۽ جامع تهذيب ۽ ثقافت جي اوسر مان معلوم ڪري
سگهبو آهي. انهيءَ لحاظ کان سنڌ بي مثال آهي. سنڌ جي قديم
توڙي وچٿري دور جي تاريخ پڙهڻ سان معلوم ٿيندو ته هن
ڌرتيءَ هر دور ۾ وڏا مدبر، عالم، سورهيه، ديني
بزرگ، شاعر ۽ اديب پيدا ڪيا ۽ هر ڪو پنهنجي پنهنجي
ميدان ۾ ڪماليت تي پهتل هو. اڄ اهي هستيون پنهنجي
ڪارنامن، خدمتن ۽ انسان دوستيءَ سبب زنده آهن ۽ وقت
جو وهڪرو سندن ان کي مٽائي نه ٿو
اسان سنڌين کي گهرجي ته پنهنجي ناميارن سورمن، مشاهيرن
۽ عالمن کي نه صرف ياد رکون بلڪ انهن جي ڏسيل راهه تي
هلي سڀني جهان ۾ پاڻ لاءِ سٺو درجو پيدا ڪريون.
خاص ڪري هن وقت، جڏهن سنڌ جي تهذيب
۽ ٻوليءَ کي خطرو درپيش آهي، قوم کي زمين تان ڦٽا ڪرڻ لاءِ
بين الاقوامي ڪوششون زور وٺي ويون آهن، ظاهري ۽ ڳجهيون
قوتون سنڌين کي بدترين حالت ۾ ڏسڻ لاءِ
رات ڏينهن هلان ڪري رهيون آهن، تڏهن هن قسم جي ساري
معلومات وارو ادب، سنڌي پڙهندڙن کي ڊپ مان ڪڍي صبر
جو حوصلو ڏئي سگهي ٿو.
هي ڪتاب ان سلسلي جي پهرين آهي.

از : محمد امين کوسو

# شيخ عبد المجيد

شيخ عبدالمجيد انهن ٻن چئن انسانن مان هو، جن کان اڻ سڌي طرح هرکو متاثر ٿيو.

ان ۾ بزرگانه ڪرامت يا سندس شيخيت کي ڪو تعلق نه آهي. ابتدا ۾ البته منهنجي اڻ ڏٺل وابستگي جو سبب شيخ صاحب جو اسلام آڻڻ هو. مگر جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن تيئن هن جي والهانه جذبي محبت ۽ الفت جي ترتيب ٻي صورت ۽ شڪل اختيار ڪئي. حتيٰ جو منهنجو خيال ان حد تي پهتو ته سنڌ جي نام نهاد ليڊرن ۾ سياسي فهم ۽ فراست ۽ سياسي معاملات کي صحيح سمجهڻ جي صلاحيت صرف هن نئين مسلم ظاهر ۾ ڪمزور مگر پنهنجي خيالات، ضد ۽ حجت جي معاملات ۾ هڪ مضبوط عبدالمجيد ۾ هئي.

نه فقط اينرو مگر هندستان جي چوٽي جي ليڊرن، سرن، خان بهادرن، مولانائن، مسٽرن جي لنڪشائر جي بهترين لباس کان وٺي دهلي مل ۽ صاف شڌ کڌ رپوش آدمين جي وڏي جماعت ۾ به مون کي عبدالمجيد جي شخصيت علحده ۽ مختلف نظر آئي. آئون نالا وٺڻ غير ضروري سمجهان ٿو. ورنه اهڙن ماڻهن جا نالا به بغير خوف دائره تحرير ۾ آڻي سگهان ٿو، جن جي پوڄا ۽ پرستش ۾ بد بخت هندستان جا نهايت ئي بد بخت مسلمان پنهنجو قيمتي وقت ضايع ڪندا هئا.

شيخ صاحب جي مريدن مان آءٌ هرگز نه آهيان ۽ نه وري شيخ هن وقت تائين بزرگي جي مسند نشيني جو حقدار پاڻ کي سمجهيو. تنهن ڪري منهنجي مٿين لفظن مان هي مطلب نه ڪڍيو وڃي ته آئون شيخ صاحب جي سياسي خيالات ۽ عقائد جو سراسر مداح آهيان. جيتري قدر مون کي نام نهاد سنڌي ۽ غير سنڌي مسلم رهنمائن جي پست ۽ غلاميءَ طرف مائل سياست کان نفرت آهي اوتري قدر شيخ صاحب جي ڪن سياسي نظرين سان به اختلاف هوم.

هڪ سياستدان جي سڀ کان زبردست مصيبت هي به هوندي آهي، ته هو ٻين جي خيالن ۽ عقيدن کان پنهنجي آئينده پروگرام بابت مواد گڏ ڪندو آهي، جي ائين نه ڪري ته سندس مخالفين سندس ايمانداري ۾ شڪ آئيندا آهن يا خواهه مخواهه. اهڙي قسم جي پروپئگنڊا ڪندا آهن، جنهن مان سندس عزت ۽ عام مقبوليت کي نقصان پهچي.

شيخ موصوف کي شايد ٻئي ڪنهن سياستدان جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ هن مشڪلات جو مقابلو ڪرڻو پيو. ذاتي طور هن جي وسعت نظري ۽ بلند خيالي ڪيتري به پايه تڪميل تي پهتل هجي مگر کيس سندس ماحول جو هميشه خيال رکڻو ٿي پيو. سنڌ جا مسلمان گهڻائي جيترا پوءِ هندستان جي سياسي حالت تي اڏو ڳاڻو خيال ڪري سگهيا هئا، شيخ صاحب کي سندن جذبات ۽ خيالات جو چڱي طرح خيال رکڻو پيو. اگرچ هيءَ بجاءِ خود هڪ ڪمزوري ۽ عام ماڻهن جي جذبات کان متاثر ٿي ملڪي ڳالهين ۾ حصو وٺڻ سڀ کان خوفناڪ سياسي پاليسي آهي، جنهن ۾ ڪي قومن ۽ ملڪن جي قسمت جا فيصلا سالها سال تائين رکجي وڃن ٿا ۽ جڏهن ڪو سگهجي ته ان وقت تائين جي مسلمان هندستان جي آزادي جي راه ۾ روڙا نه اٽڪائين ها ته هوند هندستان ڪٿي جو ڪٿي پهچي وڃي ها.

شيخ صاحب جي عام مسلمان ليڊرن سان منهنجي خيال ۾ سياسي مقاصد جي نقطه نگاهه کان ڪا مشابهت ڪانه آهي، هو هڪ خوفناڪ قسم جو وطن پرست ۽ هندستان جي آزادي جو طالب هو. شايد سندس دلي تمنائون ڪڏهن به سندس زبان ۽ قلم جي ذريعي ظاهر نه ٿيون. مون کي ياد آهي ته شڪارپور ۾ سنڌ مسلم ڪانفرنس جي موقعي تي اڪين ۾ آب آئيندي دردمند لهجي ۾ شيخ صاحب صدارتي تقرير ۾ هي جملو چئي ڏنو:

”مسلمانو! مونکي پڪ نه آهي ته آءٌ جيڪي چئي رهيو آهيان، سو اوهين سمجهي به سگهو ٿا يا نه.“ انهيءَ تقرير کان پوءِ جيڪا منهنجي ساڻس گفتگو خانبهادر وڏيري الهه بخش خان جي جاءِ تي ٿي، تنهن مون کي ڏاڍو متاثر ڪيو. رازدارانه انداز

۾ مون کي چيائين: ”ويهن ورهن کان لڳو لڳ مون مسلمانن اڳيان رڙيون ڪيو آهن، مگر خدا ڀلو ڪري سندن جهالت جو سندن حالت ۾ ڪا به تبديلي ڪان نه پيدا ٿي آهي. شايد منهنجي قسمت ۾ اهو روئڻ لکيل آهي، ڀانيان ٿو ته تو جهڙا نوجوان مسلمانن جي بهتري ڏسندا.“

مون کي سڀ کان زياده اهو منظر ياد آهي، جڏهن ۱۹۳۱ مارچ يا اپريل ۾ مولانا شوڪت علي جي زير صدارت ٻي مسلم ڪانفرنس جو اجلاس دهلي ۾ ٿي رهيو هو. شيخ عبدالمجيد جي شخصيت کان واقف آدمي هال ۾ ٿورا هئا. هال ۾ مولانا شوڪت علي ۽ حسرت موهاني جي طرفدارن هڪ اهڙو هنگامو برپا ڪري ڇڏيو هو، جنهن جو بيان باعث شرم آهي. شور ۽ غل انتهائي درجي تي پهتل هو، جڏهن شيخ صاحب کي تقرير جو موقعو مليو ڪيس تقرير لاءِ اسٽيج تي بيٺل ڏسي ڪن ماڻهن هال ۾ مسخرانه انداز ۾ واڪا ڪري چيو ”فرمائيي جناب! ڪيا ارشاد هي“ مگر بمشڪل پنج چار فقرا شيخ صاحب جي سنڌي آميخته اردو ۾ نڪتا هوندا، جڏهن هال مان ”انقلاب زنده باد“ جا نعرا بلند ٿيا. اها غير جانبدارانه نموني هيءَ تبديلي ڏسي حيران ٿي ويس. بيشڪ هي ٻه چار فقرا صداقت سان ڀريل هوا.

سنڌ جي ڪن ڪٽر ۽ خود غرض مسلمانن لاءِ ناگوار خاطر نه گذري ته هي چئي ڏيان ته شيخ عبدالمجيد مخلوط انتخاب جو پڪو حامي هو. جيئن مون اڳ لکيو آهي ته شيخ صاحب پنهنجي ماحول کان مجبور هو. سنڌ جي نمائندگي فرقيوارانه نقطه نگاهه کان ڪرڻ شيخ لاءِ ذاتي طور مشڪل فرض هوندو، مذهبي خيالن ۾ شايد هو هڪ ملو هجي مگر سندس سياسي خيال هميشه مختلف رهيا. چنانچه مرحوم مخلص ڪيترا نظم شيخ موصوف جي سياسي خيالن جي خلاف مسلمان اخبار ۾ پنهنجي هڪ مخصوص انداز ۾ لکيون. جن مان ڪيتريون شيخ جي شان جي برخلاف هئا.

سنڌ جي عام مسلمانن کي شيخ سان جذباتي عقيدت هئي. عليگڙهه ۾ جڏهن وائسراءِ صاحب ۽ حضور نظام اچڻ وارا

هوا ته سنڌي صاحبان مسٽر نبي بخش خان پٺو، آنريبل علي بخش، سيٺ عبدالله هارون صاحب به تشريف فرما ٿيا، سائن گڏ مسٽر عبدالحميد خان پٺاڻ آف سکر به منزل انداز هو. شيخ عبدالمجيد جي اليڪشن بابت ٻن چئن ٻاهرين غير سنڌي حضرات اڳيان ڳالهه ڪندي عبدالحميد خان فرمايو ته ماڻهو سردار پٺي جي لارين ۾ چڙهي ايندا هئا ۽ ووٽ شيخ کي ڏيندا هئا. سردار پٺو جو تمام گهٽ گفتار هو، تنهن به ڪنڌ ڌوڻيندي ان بيان جي صداقت جو اعتراف ڪيو.

مون کان ان ڳالهه تي، بي اختيارانه هڪ فرمائشي ٽهڪ نڪري ويو. کين ٻڌايم ته ڪيئن علي ڳڙهه کان مون به تارن ۽ خطن ذريعي شيخ صاحب جي فائدي ۾ فتوائون پٺيون ڪيون. هڪ تار ۾ لکيم ته شيخ صاحب جي مخالفت اسلام جي مخالفت آهي.

هڪ صاحب جو سنڌ جي حالات کان بخوبي واقف هو جو اسيمبلي جي سنڌي ميمبرن کي هميشه سرڪار نامدار جي غلامي ۾ رکڻ ۾ ڪامياب نظر ٿي آيو، تنهن صاحب چيو ته شيخ صاحب هڪ مسڪين آهي. اگرچه مسلمانان سنڌ جو هڪ وڏي حد تائين مٿس اعتبار آهي تڏهن به ڪيس سياست ۾ وڏن ماڻهن جي مقابلي ۾ ڪاميابي جي اميد رکڻ نه کپي. مون چيو ته ائين برابر آهي، ته شيخ هڪ قلندر آدمي آهي، مگر آئون يقين سان توهان کي ٻڌايان ٿو ته هن ٻيري شيخ صاحب جي اسيمبلي ۾ هجي ها ته جيڪر مون کي پنهنجي علي ڳڙهه جي قومي خيال رکندڙ دوستن جي لڪنوي فرشي سلامن حاصل ڪرڻ جو موقعو ڪڏهن به نه ملي ها!! هر دفعي جڏهن اسيمبلي ۾ ووٽ ٿيندا هئا، ته منهنجا دوست حقارت آميز لفظن سان سڀني سنڌي ميمبرن جي قومي غيرت ۽ حميت تي مونکي مبارڪون ڏيندا هئا. مون کين وڏيڪ صاف صاف ٻڌايو ته سنڌ جي نمائندگي مسلمانن طرفان صرف عبدالمجيد ڪري سگهي ٿو.

مسٽر عبدالحميد خان هي فقرو ٻڌي بلند آواز سان چيو ته هرهڪ سنڌي تو سان هن ۾ شامل راءِ آهي.

شايد منهنجي اظهار خيال کي پوري طرح نه سمجهيو وڃي.

اهو شيخ صاحب کي سندس انساني ڪمزورين کان بلڪل ناواقف سمجهيائون. ڪي سمجهيائون ته ڪي اوقات هو ڪن انهن ڪمزورين ڪري غلطيون به سرزد ٿيون هونديون. اهو به ممڪن آهي ته هن جا خيال، جن کي هو صحيح ۽ نيڪ سمجهندو هوندو، سي غلط هجن. مگر اهي سڀ انساني ڪمزوريون آهن، سڀ کان آخر هن ڳالهه جو اظهار ضروري آهي ته شيخ، جو پنهنجي لياقت پٽاندر اهميت نه حاصل ڪري سگهيو ان لاءِ به سبب آهن:

(١) ته شيخ جا خيال عام مسلمان ليڊرن جي خيالن کان مختلف هئا. هو ڪنهن حد تائين پنهنجي عقيدن لاءِ سخت به هو.

(٢) ته سندس مالي مشڪلاتون ۽ سنڌ جون مخصوص حالتون. سنڌ جي مخصوص حالتن جو تذڪرو اڳ ڪري چڪو آهيان. مالي مشڪلاتون قابل بيان نه آهن.

بهرحال هي حقيقت آهي ته عبدالمجيد مسڪين جي حيثيت ۾ مسلمانن ۾ آيو ۽ آخري وقت تائين مسڪين رهيو.

تيري خاڪ مين هي اگر شرر تو خيال فقر و غنا نه ڪر
ڪه جهان مين نان شعير پر هي مدار قوت حيدري.

هر ڪسه عشق مصطفيٰ سامان اوست
بحر و بردر گوشهء دامان اوست!
(اقبال)



# مسڪين جهان خان کوسو

## ٿرين لاءِ رحمت جو فرشتو

٢٣ جولاءِ ١٩٨٠ع تي اسان کان اهڙو مخلص غريبن جو همدرديءَ ٿرين جي حقن لاءِ ساري ڄمار وڙهندڙ قومي ڪارڪن موڪلائي ويو. جنهن کي ٿر جو هرڪو ننڍو وڏو مسڪين جهان خان کوسي جي نالي سان ڄاڻي ٿو. هن ١٩٠٠ع ۾ ٿرپارڪر جي ريگستاني علائقي ۾ هڪ ڳوٺڙي سامي ويري ۾ پوليس انسپيڪٽر بجر خان جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس ڏاڏو ڊي. ايس. پي هو. هي سڪني ستابي گهر جو نور نظر هو.

١٨ سالن جي عمر ۾ پوليس کاتي ۾ ڀرتي ٿيو. جتان سندس زندگيءَ جو هڪ نئون ۽ انقلابي دور شروع ٿيو. پاڻ ميٺي ٺاڻي تي هو ته هڪ ڏينهن ادس ايچ او پنجن بي گناهه ٿرين کي گرفتار ڪري وٺي آيو ۽ انهن تي ١٠٩ جي ڪار روائي ڪرڻ لاءِ مسڪين جهان خان کوسي کي چيائين.

جڏهن مسڪين کي خبر پئي ته هي غريب ڪولهي آهن ۽ ٿر ۾ ڏڪار سبب ٻچن ٻه ڇاڇرو پاڻي شهر ۾ پنڻ آيا آهن تڏهن سندس اندر جو انسان جاڳي پيو ۽ هڪدم صوبيدار کي چيائين ته انهن کي آزاد ڪر. پر ڳالهه وڃي جهيڙي تائين پهتي. مسڪين جهان خان رائيفل تاڻي ميدان تي بيهي رهيو. آخر ڊي. ايس. پي آيو. جنهن جي اڳيان هن هٿيار ڦٽا ڪيا، ۽ بي گناهن کي آزاد ڪرائي، نوڪريءَ تان استعفا ڏئي ڇڏيائين. اهو سال ١٩٣٧ع جو زمانو هو.

مسڪين موصوف جو نئون دور شروع ٿيو ته هن پنهنجي زندگي غريبن لاءِ وقف ڪري ڇڏي. نئون جزم ڏئي ميدان تي آيو. هن ڪڏهن ٿرين تي ٿيندڙ ظلم برداشت نه ڪيا. ڀهرين جهان خان کوسو هو، پر پوءِ پاڻ کي مسڪين سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪيائين. ٿر ۾ ڏڪار هجي ته به مسڪين جون دانهون ۽ آهون ۽ ڏاڍن ماڻهن جو ظلم هجي ته به مسڪين جون ڪوڪون!

وڏيرن ۽ آفيسرن جي سازش سان مسڪين جهان خان کي
رنا جي ڪيس ۾ اندر ڪيو ويو ۽ ان ۾ ترڪيو مڃي ويو. ماڻهن
وٽي دانهون ڪيون. ان وقت جي صوبائي حڪومت جي سربراهه
پاڪنر خان مداخلت ڪئي، ۽ خود مجبور ۾ اچي انڪوائري
ڪيائين. پوءِ سڀني آفيسرن کي سزا طور ضلعي کان ٻاهر بدلي
ڪيو ويو ۽ مسڪين جهان خان کي باعزت آزاد ڪيو ويو.

انهي ۽ عظيم انسان ترواسين لاءِ ڪئين ڏک ڏاڪڙا ڏٺا.
هن ۴۵ سال انسان ذات جي خدمت ڪئي. هو ظالم زميندارن
۽ ڪهري ڪامورن لاءِ هڪ ڪاريهر ثابت ٿيو.

ڪولي چوندا هئا ته مسڪين اسان جو پڳوان آهي. سنڌ
جي هن اتم انسان ۶۵ سال ٽرڻن جي خدمت ۾ گذاريا. ۱۹۷۱
جي جنگ کان پوءِ پنهنجي ڪڪئين جهوپڙي ۾ آخري ڏکن جا
ڏونگر ڏاري، غريبن مٿان پوليس ۽ رينجرس جا ظلم ڏسي ذهني ۽
جسماني عذابن جي اوڙاهه ۾ سڙي، آخر انساني محبت جي مجسمي
سول اسپتال حيدرآباد ۾ دم ڏنو.



# حسن علي آفندي

سنڌ ۾ جن صاحبن موجوده زماني موجب مسلمانن جي سڌاري
۽ ترقي لاءِ ڪوششون ڪيون تن ۾ خان بهادر حسن علي آفندي
جو نالو نمايان طور نظر اچي ٿو.

خان بهادر حسن علي ولد ميان محمد احسان، اصل آخوند
گهراڻي جو فرد هو. ۱۸۳۰ع ۾ حيدرآباد ۾ ڄائو. شروع ۾
خانگي طرح فارسي ۽ عربي پڙهيائين ۽ جواني جي زماني ۾ هو
پنهنجي مٿي انگريزي سکيو. خان بهادر حسن علي آفندي اوائلي
جمار ۾ ۱۵ تا ۲۰ رپين سان ڪوٽڙي پل تي ڊاڪ منشي هو.
ان کان پوءِ نوشهري پوورن جي ڊپٽي ڪليڪٽر جو منشي ٿيو.

اتي سنڌي اکر پڙهڻ جو چڱو تجربو پرايائين. ڇوته هو نئين ۾ هو فقط فارسي پڙهيو هو تنهنڪري اتي ئي آفيس ۾ هڪ ڪرستان ڪلارڪ کان انگريزي سکڻ لڳو.

اتان پوءِ سنت ئي وري ڪوٽڙي ۾ آڳهوٽن جي آفيس ۾ ڪلارڪ ٿيو، جتي انگريزي ۾ وڏيڪ لياقت حاصل ڪيائين. سندس هوشياريءَ تي ڪراچي جو وڏو جج مسٽر رڊلٽن ڇڪڻ ٿي پيو جنهن کيس ٦٠ ربيا پگهار تي ضلعي ڪورٽ ۾ سرشتيدار مقرر ڪيو. انهي نوڪري واري زماني ۾ وڪالت جي تياري ڪيائين. پر مسٽر رڊلٽن سندس هوشياري ڪري کيس امتحان ڏيڻ کان سواءِ ئي وڪالت ڪرڻ جي اجازت ڏني.

ان زماني ۾ مرحوم حسن علي کان سواءِ ٻيو ڪوبہ مسلمان وڪيل ڪراچي ۾ ڪونہ هوندو هو. تنهن ڪري کيس مسٽر ڏيارام ڇمن مل ۽ آڌارام مولچند جهڙن مشهور هندو وڪيلن سان مقابلو ڪرڻو پوندو هو. نيٺ مرحوم سنت ڏي نالو ڪڍيو ۽ ساري سنڌ ۾ سندس مشهوري ٿي وئي.

ان کان پوءِ هو صاحب پبلڪ پراسيڪيوٽر ۽ گورنمينٽ پليڊر ٿي رهيو. مسٽر مئڪنرسن صدر ڪورٽ جي جج کيس سمال ڪاز ڪورٽ جي جج جي جاءِ آڇي پر هن صاحب قبول نہ ڪئي هو تمام رلڻو ملڻو ۽ خوش مزاج ماڻهو هو، جنهن ڪري ماڻهن جون دليون تمام جلد ڏانهس ڇڪجي وينديون هيون.

خان بهادر حسن علي جي زماني ۾ مسلمان تعليم ۾ تمام پوئتي پيل هوا، جنهن ڪري هن صاحب مسلمانن جي تعليم ڏي تمام گهڻو توجہ ڪيو. هن دل ۾ خيال ڪيو تہ انگريزي تعليم سان گڏ مذهبي تعليم لاءِ ڪو درسگاهہ قائم ڪيو وڃي. هن مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هن همت ٻڌي، سڌ فتائي ڪم شروع ڪيو ۽ سنڌ مدرسة الاسلام جو بنياد وڌو، جنهن لاءِ ساري سنڌ ۾ گشت ڪيائين پر سنڌ کان ٻاهر بمبئي، ڪلڪتي ۽ مدراس تائين سنڌ مدرسي لاءِ ڀيک مڱڻ ويو. شروع ۾ هڪ مسواڙي جڳهہ ۾ مدرسي جو بنياد رکيائين. ان کان پوءِ موجوده جاءِ وارو پٽ خريد ڪري اتي مدرسي جي عمارت اڏايائين. ۽

۱۸۸۱ع ۾ ڪراچي ميونسپالٽي جو ڪائونسلر ٿيو.

۱۸۸۴ع ۾ ڪلڪتي جي محمدن ايسوسيايشن جي سنڌ ۾ شاخ قائم ڪرائين، جا اڄ تائين هلندي اچي ٿي.

۱۸۹۱ع ۾ سنڌ جي زميندارن پاران بمبئي ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ويو.

ترڪي ۽ روس جي جنگ وقت ترڪي لاءِ تمام گهڻو چندو جمع ڪيائين، جنهن ڪري ترڪي سفير وٽان کيس آفندي جو لقب عطا ٿيو.

مرحوم خلق خدا جي خدمت ڪندي نهايت ڪامياب زندگي سان ۶۵ ورهن جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويو.

إنا لله و انا اليه راجعون.



# قادر داد خان

خان بهادر قادر داد خان ڪاڪڙ خاندان مان آهي. سندس وڏا قندار مان اچي شڪارپور ۾ رهيا. سندس والد سوداگري سانگي سنڌ ۾ آيو، هو وطن ڏانهن موٽڻ بدران سڌو دهلي هليو ويو مگر پار پچا شڪارپور ۾ ڇڏي ويو. رستي ۾ چورن اچي ورايس، جي هن کي شهيد ڪري مال ڦري هليا ويا. ۽ قادرداد خان يتيم ٿي پيو. پيءُ جي ورثي مان ڪن ٿورن رپين کان سواءِ هن لاءِ پيو ڪجهه نه بچيو. کيس والده ۽ مامي رحمت الله خان پالي وڏو ڪيو. ۱۵ سالن تائين نج فارسي پڙهي پوءِ پيٽ قوت لاءِ نوڪري جي تلاش ڪرڻ لڳو.

آخر ۱۸ رپين پگهار سان سرڪاري آفيس ۾ ملازم ٿيو. ۽ پوءِ محنت ڪري هو منشي گيري جي درجي تي پهتو ۽ اتان تمام جلد ترقي ڪري مختيارڪار ٿيو. ان کان پوءِ ڊپوٽي ڪليڪٽر

ٽيو ۽ خان بهادري جو لقب به مليس.

١٨٩٤ع ۾ جڏهن نوشهري فيروز ۾ ڊپوٽي ڪليڪٽر هو، تڏهن سرڪار کيس گهرائي رياست خيرپور ۾ وزير اعظم جي عهدي تي مقرر ڪيو.

هن رياست ۾ اچڻ شرط نئون انتظام ۽ نئون بندوبست شروع ڪيو. رستا، واهه، پليون، اسڪول ۽ سرڪاري عمارتون ٺهرايائين. هن کي ديسي هنرن سان ڏاڍو شوق هو، جنهن ڪري خيرپور ۾ هڪ هنري اسڪول کولايائين، جنهن مان مائٽن کي تمام گهڻو فائدو رسيو.

سرڪار ۾ سندس ايتري قدر مان هو، جو هڪ دفعي جڏهن بمبئي جو گورنر خيرپور ۾ آيو ته ان وقت خان بهادر قادر داد خان بيمار هو. گورنر، سنڌ جي ڪمشنر مسٽر جيمس کي پنهنجي پاران سندس طبع پرسي لاءِ موڪليو.

مرحوم قادر داد خان نيڪ نمازي، رلڻو ملڻو ۽ نرم دل هو. خاص طرح پنهنجن عزيزن سان هن جون گهڻيون مهربانيون هونديون هيون. جيڪڏهن ڪو نوڪر بيمار ٿيندو هوس ته پاڻ لنگهي وڃي هن کان حال احوال وٺندو هو.

جنوري ١٩٠٣ع ۾ جڏهن دهلي دربار ٿي تڏهن موصوف مير فيض محمد خان سان گڏجي دهلي ويو، ۽ اتي ئي ٣١ جنوري ١٩٠٣ع ۾ وفات ڪري ويو.

مرحوم پويان ٻه پٽ ڇڏي ويو. (١) آغا غلام دستگير بئريسٽر جو وفات ڪري ويو (٢) آغا غلام حسين.



# آنريبل سيد الهندو شاهه

سيد الهندو شاهه وڏي پڇنڊي وارو ۽ زبردست ڏيا وارو، در پيلي نئين، تعلقه نوشهري فيروز ضلعي نواب شاهه جو زميندار هو.

هو سال ١٨٩٧ کان وٺي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ حيدرآباد جو چونڊيل ميمبر هو. نواب شاه ضلعي ڌار ٿيڻ ڪري، انهيءَ ئي ضلعي جو ١٩١٩ع تائين چونڊيل ميمبر رهيو.

١٨٩٨ع ۾ اسپيشل مئجسٽريٽ مقرر ٿيو، اهو عهدو به وڏي لياقت ۽ قابليت سان هلايائين. سرڪاري ڪمن ۾ وقت بوقت مددون ڏيندو هو، جنهن ڪري سرڪار سندس قدر شناسي ڪري ڪيترا دفعا آفرين نامہ، نوازيون ۽ خان بهادري جو لقب ڏنو. پبلڪ جي ڪمن ۾ گهڻي دلچسپي وٺندو هو ۽ غريبن سان سندس خاص همدردي هوندي هئي.

١٩٠٣ع ۾ هن صاحب پنهنجي خرچ سان نوشهري ۾ مدرسو جاري ڪيو. ان وقت عام مسلمانن ۾ انگريزي تعليم وٺڻ جي ايتري سجاڳي نہ هئي، تنهن ڪري هن صاحب ڪيترن شاگردن کي فري بورڊري ۽ ڪن کي اسڪالرشپ ڏئي مدرسي جو واڌارو ڪيو. آخر ١٩٠٩ع ۾ اهو مدرسو لوڪل بورڊ جي حوالي ٿيو ۽ بورڊنگ بہ ان سان گڏ قائم ٿيو. پوءِ سندس اڻٿڪ ڪوشش سان مدرسو وڌي هاءِ اسڪول جي پائي تي پهتو، جو اڄ مدرسہ هاءِ اسڪول جي نالي سان مشهور آهي.

مرحوم شاه صاحب ١٩٠٩ع کان بمبئي ڪائونسل جو چونڊيل ميمبر هو ۽ لاڳيتو ڪيترا ورهيہ ميمبر رهندو آيو ۽ ڪجهہ عرصي لاءِ سنڌ محمڊن ايسوسيئيشن جو صدر مقرر ٿيو.
رسائي ڪميشن ۾ بي ڊپائي سان تمام سٺي شاهدي ڏنائين، جنهن ڪري سنڌس ملڪ ۾ ڏاڍو ناماچار ٿيو.

سان ١٩١٦ع ۾ وائسراءِ جي اسيمبلي جو چونڊيل ميمبر ٿيو اتي زميندار ڌنڌي تي (پئداوار) ٽيڪس مقرري جو بل پيش ٿيو. شاه صاحب ان جي برخلاف هلچل هلائي، ٻين ميمبرن جي همدردي حاصل ڪري، اهو بل رد ڪرايو، جنهن ڪري سنڌ جي زميندارن ان وقت عام ميٽنگ ڪري سندس شڪريہ بجا آندو.
تعليمي ڪم تي سندس ڏاڍو ڌيان هو. جيئن تہ ڪيترا ئي

پرائمري اسڪول ۽ اي- وي ڪلاس ڪولارائون. زنانه تعليم کي همٿائڻ لاءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ لوڪبورڊ گرلس سڪول جاري ڪرايائين بلڪ ڪيترن ڳوٺن ۾ ملان مڪتب برپا ڪرايائين. سندس مطابق هو ته ٻهراڙي جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ تعليم پکيڙڻ وڃي.

در ٻيلي ۾ هڪ عيد-گاهه جي ميدان بابت هندن جا ساڻس زبردست تڪرار ٿي گذريا پر ان ۾ ڪامياب نڪتو ۽ هر مقدمه ۾ شاهه صاحب کي فتح حاصل ٿي.

سيد الهه آندو شاهه مشهور مهمان نواز ۽ سخي مرد هو. پنهنجي زمينداري ۽ اسٽيٽ، جو اهڙو باقاعده انتظام رکيل هوس، جنهن جو مثال ڪنهن ٻئي زميندار وٽ ڪونه ملي سگهندو. شاهه صاحب جو پنهنجن دوستن سان تمام گهڻو پيار هوندو هو. وقت جو ڏاڍو قدر هوندو هوس. سمورا ڪم وقت جي پابنديءَ سان ڪندو هو! روزانو صبح جو قرآن پاڪ جي تلاوت فرمائيندو هو پڪو نمازي ۽ موحدانه عقيدي جو ماڻهو هو.

آڪٽوبر ١٩١٩ع ۾ پنهنجي سڪونت واري شهر ۾ اجل جي آواز تي لبيڪ چئي ٥٦ ورهين جي عمر ۾ دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو. سندن لائق ٻه فرزند ميان قرارو شاهه ۽ ميان محمد علي شاهه پنهنجي والد بزرگوار جي نقش قدم تي هلندا رهيا.



## مرزا قليچ بيگ

مرزا قليچ بيگ جو والد مرزا فريدون بيگ اصل جارجيا ملڪ جو عيسائي امير گهراڻي مان هو. جڏهن جارجيا تي ترڪن قبضو ڪيو تڏهن فريدون بيگ جنهن جو نالو سڌني هو، سو ننڍپڻ ۾ ڪن ترڪن جو غلام ٿي عراق ۾ وڪاڻو. جنهن مير ڪرم علي خان حيدرآباد جي واليءَ جو هڪ امير مرزا خسرو بيگ جو ايران [illegible] مان وده [illegible] تنهن عراق مان سڌني کي خريد ڪري،

سنڌ ۾ آندو ۽ هتي اچي آزاد ڪري سندس تعليم ۽ تربيت ۾ ڪوشش ورتائين.

مير ڪرم علي سنڌي جو فهم ۽ فراست ڏسي هن پنهنجو پٽيلو ڪٽي ڪيس ۽ نالو رکيائينس فريدون بيگ. هن ايڏي لياقت پيدا ڪئي، جو سندس آقا خسرو بيگ کيس پنهنجي نياڻيءَ جو سگ ڏئي پنهنجي خاندان سان ملائي ڇڏيو، جنهن مان فريدون بيگ کي ست پٽ ڄاوا ۽ ٽيون نمبر مرزا قليچ بيگ هو. مرزا مرحوم ننڍپڻ ۾ آخوند شفيع محمد جي مڪتب ۾ تعليم ورتي، جتي هو قرآن شريف ۽ ڪجهه فارسي پڙهيو. ان کان پوءِ آخوند ولي محمد جي مڪتب ۾ فارسي پڙهڻ لڳو، جتي ديوان ڏيارام گدومل ۽ ساڌو هيرانند به ساڻس گڏ آخوند وٽ تعليم وٺندا هوا. فارسي ۾ چڱي لياقت پيدا ڪري هو سرڪاري سنڌي اسڪول ۾ داخل ٿيو.

۴ درجا پاس ڪري حيدرآباد گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ اٽڪل ۱۸۶۵ع ۾ انگريزي شروع ڪيائين. ڇهين درجي ۾ پهچڻ وقت هاءِ اسڪول ۾ پرشن ٽيچر مقرر ڪيو ويو. ۱۸۷۲ع ۾ هن مئٽرڪ امتحان ڏني، ۱۸۷۳ع ۾ بمبئي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ بي-اي جي تعليم وٺڻ لاءِ داخلا ورتي. ڪاليج ۾ به فارسي جو فيلو مقرر ٿيو.

پوئين سال ۾ مرزا مرحوم حسابي ڪم ۾ ناپاس ٿيو، جنهن ڪري وري حيدرآباد موٽي آيو.

ڪجهه وقت بيروزگار رهڻ بعد جديشل امتحان پاس ڪري ضلعي شڪارپور ۾ مختيارڪار مقرر ٿيو. ۽ پوءِ جلد ئي ترقي ڪري ڊپوٽي ڪليڪٽر جي عهدي تي آيو.

مرزا صاحب عربي، فارسي، ترڪي، انگريزي ۽ سنڌي زبانن جو ماهر هو. هو ننڍپڻ کان وٺي شاعر هو. تمام اورچ ۽ ڏاڍو محنتي هوندو هو. نوڪريءَ جي زماني ۾ به ڪجهه نه ڪجهه پيو لکندو هو.

پورا ۳۰ سال نوڪري ڪيائين، پر انهن ٽيهن سالن ۾ ڪوبه اهڙو ڏينهن بيڪار ڪونه گذاريائين، جنهن ۾ صفحو يا اڌ صفحو

ڪتاب جو نه لکيو هجيس. ليڪن ڪان بچت وقت ۾ ڪتابن جو مطالعو ڪندو هو. هن وٽ تمام گهڻا ناياب ڪتاب جمع ٿيا هوا پينشن ۾ اچڻ کان پوءِ سمورو وقت تصنيف ۽ تاليف ۾ خرچ ڪيائين. حياتي ۾ ئي سندس ڪتاب بيحد مقبول ٿيا. سندس شعر ڏاڍي شهرت حاصل ڪئي.

مرزا صاحب جي چئن سئو کان وڌيڪ لکيل ڪتابن مان ڪي ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿيا، ٻيا آهن، نه پوءِ به تمام گهڻا ڪتاب اهڙا رهيل آهن، جي اجا ڪونه ڇپيا آهن. علمي خدمت جي ڪري ۱۹۰۵ع ۾ شمس العلماءَ جو لقب ملڻس ۽ خلعت به سرڪار مان عطا ٿيس. ان کانپوءِ خان بهادر به ٿيو، مگر هن کي انهن ڳالهين جي ڪابه پرواهه ڪانه هوندي هئي.

مرزا مرحوم نماز جو تمام سخت پابند هو، بلڪ تهجد جي نماز به ڪونه قضا ڪندو هو. تهجد جي نماز بعد ڪڏهن ڪڏهن هو هوريان راڳ به ڳائيندو هو. هن جو والد ۽ ڀيا اثنا عشري شيعا هوا، مگر مرزا صاحب اهل سنت جو هو ۽ هن هڪ ڊگهي نظم ۾ ان جو اظهار به ڪيو آهي. صوفيانه خيالن جو مٿس وڌيڪ غلبو هو، جنهن ڪري ڪنهن به مذهب جي دل آزاري هن وٽ نه هئي.

مرحوم مرزا صاحب پنهنجي حياتي ۾ قبر ٺهرائي ڇڏي هئي جنهن ۾ ڪڻي پاڻ جمعي ڏينهن ڪجهه وقت وڃي سمهندو هو ۽ موت کي هميشه ياد ڪندو ۽ ان جي تياري ۾ رهندو هو.

مرزا صاحب ۷۴ ورهن جي عمر ۾ ۳- جولاءِ ۱۹۲۹ع ۾ وفات ڪري ويو ۽ مرڻ کان اڳ ۾ پنهنجي وفات تي اڳواٽ قطعه تاريخ لکيو هوائين جنهن جي پوئين شعر تي پوئين مصرع مان هجري سال وفات نڪري ٿو.

تاريخ وفاتم چون دلم خواستم از غيب
هاتف ز کرم کردندا بهشت موقر
سنه ۱۳۴۸ هه

# شمس الدين بلبل

سنڌ جو نامور اهل قلم ميان شمس الدين بلبل ميهڙ ۾ ١٨٥٧ع ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم ميهڙ ۾ حاصل ڪيائين. هو هڪ ذهين ۽ هوشيار نوجوان هو تنهنڪري سندس قابليت جي جوهر پڌري ڪرڻ لاءِ ميهڙ پورو نه پيو پوءِ هو ١٨٨٩ع ڪراچي ۾ مرحوم خان بهادر حسنعلي آفندي وٽ هليو آيو. جنهن سندس قابليت مان ڪم وٺڻ لاءِ ”معاون“ هڪ هفتيوار اخبار سندس ادارت ۾ جاري ڪئي. هن اخبار جي ذريعي مرحوم بلبل سنڌ مدرسته الاسلام ۽ سنڌ محمدن ايسوسي ايشن جي تمام عمدي خدمت ڪئي.

مرحوم حسن علي جي مددگارن ۾ جيئن مولوي الهه بخش ابوجهو هو تيئن بلبل به سندس دست بازو ٿي رهيو. دڪن ايگريڪلچرل رليف ايڪٽ بابت جڏهن مرحوم آفندي کي ڪميشن اڳيان شاهدي ڏيڻ جي ضرورت پيئي تڏهن زميداري قرض جي انگن اکرن گڏ ڪرڻ جو ڪم مرحوم بلبل تي رکيو ويو. جنهن ساري سنڌ جي زميندارن کان احوال گهرائي آفندي مرحوم لاءِ شاهديءَ جو مواد گڏ ڪيو.

ڪميشن پوني ۾ ويٺي هئي شاهدي ڏيڻ وقت آفندي مرحوم بلبل کي به پوني وٺي ويو جتي سندس وڏيڪ مدد ڪيائين. جنهن کان پوءِ سنڌ سان زميندارن جي بچاءَ لاءِ دڪن رليف ايڪٽ لاڳو ٿيو.

مرحوم حسن علي جي وفات کان پوءِ بلبل ڪراچي ڇڏي ميهڙ ۾ اچي رهيو ۽ اتان ئي گهر ويٺي ڪن اخبارن کي ايڊٽ ڪندو هو. ”معاون“ ڪراچي کانپوءِ ”ڪراچي گزيٽ“ جو ايڊيٽر ٿيو مگر اها اخبار سگهو ئي بند ٿي ويئي. لاڙڪاڻي جي ”خير خواه“ اخبار جو به ڪجهه وقت

ايڊيٽر ٿي ڪم ڪيائين ۽ ”الحق“ سکر جي ٻه ٿورو عرصو ادارت ڪيائين. اخبار ”مسافر“ حيدرآباد ۾ ٻه ڪم ڪيائين. آخر سکر جي سيٺ حاجي احمد ميمڻ جي مشهور اخبار آفتاب جو هميشه لاءِ ايڊيٽر ٿي رهيو. جنهن جي ذريعي مسلمانن جي قابل قدر خدمت ادا ڪيائين.

هن جي لکڻي ظرافت آميز ۽ پرمذاق هوندي هئي جنهنڪري هر هڪ ماڻهو سندن مضمونن کي ڏاڍي شوق ۽ لطف سان پڙهندو هو. هن سنڌي زبان ۾ تمام سڌارو ڪيو ۽ نئين رنگ ۾ سنڌي لٽريچر ۾ اضافو ڪيائين.

نظم توڙي نثر ۾ گهڻائي ڪتاب لکيائين. جن مان نيچرل ڪريما. ديوان بلبل سنڌي. بهار عشق. رحيما. تيرهن جار. شروع زمانه ۾ لکيل اٿس. ان کان پوءِ مسلمان ۽ تعليم، عقل ۽ تهذيب، قرض جو مرض، صدپند سود مند، پوئين زمانه ۾ لکيائين. شمس المڪاتيب، احسن تواريخ، ديوان بلبل فارسي، بهارستان بلبل آئينه ظرافت، گنج معرفت، اهي پويان ڪتاب اڃان قلمي موجود آهن. ديني تعليم لاءِ ڪتابن جو سلسلو ٻه لکيو اٿس جو شايد ملڪ ۾ رائج نه ٿي سگهيو.

مرحوم بلبل وقت جي حاڪمن وٽ تمام رسائي وارو هوندو هو. رياست خيرپور جي ميرن ۽ وزيرن وٽ ٻه گهڻو مان ملندو هوس. سندس مطالعو تمام وسيع هو ۽ چڱي لئبريري گڏ ڪئي هئائين. نقشبندي طريقه ۾ مخدوم نظام الدين صديقي پاٽائي جو مريد هو ۽ بدعتي پيرن جو سخت مخالف هو، هنن جي برخلاف وقت بوقت آفتاب اخبار ۾ مضمون پڌرا ڪندو رهندو هو.

١٩٠٦ع ۾ هن ميهڙ ۾ مدرسة الاسلام جو بنياد وڌو جو سندس حياتي ۾ اي. وي سڪول جي درجي تي آيو. اڄ اهو مدرسو هاءِ اسڪول ميهڙ جي نالي سان آهي. سندس وطن ۾ اهو بهترين تعليمي يادگار آهي.

۱۹۰۷ع ۾ جڏهن آل انڊيا ايجوڪيشنل ڪانفرنس جو اجلاس ڪراچي ۾ منعقد ٿيو، تڏهن فارسي زبان کي سرڪاري تعليم کاتي ۾ رائج ڪرائڻ تي هڪ ٺهراءُ آيو، جنهن جي تائيد ۾ مرحوم بلبل تقرير فرمائي، جا فصاحت ۽ بلاغت جو هڪ بهترين نمونو هئي، جنهن جو هندستان جي وڏن وڏن اڪابرن، نواب وقار الملڪ پارن، داد ڏنو.

هو مذهب سنت جماعت جو پڪو پابند هو، تانجو پنهنجي آخرين وصيت لکي ويو آهي ته سندس اولاد مان جيڪو سنت جماعت جي مذهب تي نه هلندو، سو محروم الارث آهي. پنهنجي املاڪ کي وقف الاولاد جي ايڪٽ هيٺ محفوظ ڪرائي سوپٽمبر ۱۹۱۹ع ۾ ۶۲ ورهن جي عمر ۾ هن دنيا مان رحلت ڪري ويو. سندس فرزند ميان ضياءُ الدين بي اي (عليگ) مرحوم جو صحيح جاءِ نشين نوجوان ٿيو.



# آنريبل غلام محمد خان پرڳڙي

غلام محمد ولد ولي محمد خان پرڳڙي ضلع ٿرپارڪر، جو هڪ وڏو زميندار ۽ سنڌ ۾ نامور ماڻهو ٿي گذريو آهي.

هن جي ابتدائي تعليم سندس ڳوٺ ڏينگاڻ پرڳڙي تعلقه جيمس آباد ۾ ٿي ان کان پوءِ حيدرآباد هاءِ سڪول ۽ سنڌ مدرسه ۾ ڪجهه تعلم ورتائين، عليگڙهه ڪاليج ۾ به ڪجهه وقت تعلم پرايائين. مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪري پوءِ پنهنجي زميندار ڏنڌي سان اچي مشغول ٿيو.

ان زماني ۾ سندس والد خان بهادر رئيس ولي محمد خان به وفات ڪري ويو هو. سندس طبيعت قدرتي طرح ترقي طلب هئي. جنهن ڪري ۱۹۰۵ع ڌاري ولايت ڏانهن قانون

جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ روانو ٿي ويو. ١٩٠٨ع ۾ بئريسٽري جو ڪامياب سان امتحان پاس ڪري وطن واپس آيو ۽ حيدرآباد ۾ اچي وڪالت لاءِ آفيس کوليائين.

شيخ عبدالمجيد صاحب انهيءَ زماني ۾ اسلام آندو هو. جنهن ڪري سندس عزيزن هن جـي خلاف مقدما داخل ڪيا هئا. مرحوم پيرگهڙي شروع ۾ ئي شيخ صاحب جـي مقدمي جي پيروي ڪئي ۽ ان ۾ ڪامياب نڪتو.

مرحوم پيرگهڙي جي طبيعت وڪالت جي ڏنڌي تي قناعت ڪري ويهڻ جـي بجاءِ ملڪ ۽ وطن جي خدمت ڏانهن لاڙو رکيو. هن ڪانگريس ۽ هوم رول ليگ ۾ گهڙي آزاد وطـن لاءِ پاڻ کي وقف ڪري ڇڏيو جنهن ڪري وڪالت جو ڌنڌو هميشه لاءِ ترڪ ڪري ڇڏيائين.

مرحوم پيرگهڙي ورهن جا ورهه بمبئي ڪائونسل جو آنريبل ميمبر ٿي رهيو ۽ اتي وڃي زميندارن جون تمام گهڻيون خدمتون ڪمائين. هڪ دفعي بمبئي ڪائونسل ۾ سنڌ جي غريب مسمانن جي تعليم لاءِ سيس بل جي رٿ آندائين ته هرهڪ زميندار کان هڪ رپئي ڏل پويان هڪ پيسو تعليم لاءِ وصـول ڪيو وڃي ته غريب طبقي جي مسلمان ٻارن لاءِ مفت تعليم جـو انتظام ڪجي.

سرڪار اهو بل زميندارن جي راءِ حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾ ڦيرايو. مرحوم پيرگهڙي پنهنجا خرچ ڪري هڪ هڪ ضلعي جي زميندارن کي ڏنو. فقط ضلع لاڙڪاڻي جـي ڪـن عاقبت نا انديش زميندارن انهيءَ رٿ جي هن بناءَ تي مخالفت ڪئي ته غريبن جا ٻار پڙهندا ته اسان جي عزت کهڙي رهندي يا وري اها خسيس رقم به قـوم لاءِ خرچ ڪرڻ پاڻ لاءِ مصيبت ٿي سمجهياڻون.

آخر اها رٿ رد ٿي ويئي، جنهن جو هميشه لاءِ مرحوم پيرگهڙي کي ڏک رهندو هو ۽ زميندار طبقي جي بي دردي تي

ڏاڍو افسوس ڪندو رهندو هو.

مرحوم پرڳڙيءَ ڪيترن شاگردن کي ڪجهه ڪوهه ۾ اسڪالرون ڏئي پڙهايو ۽ ڪيترن علمي خدمتن ۾ معقول امدادون ڏنيون.

۱۹۱۵ع ڌاري سکر جي الحق اخبار تي ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد جي هيڊ ماستر بدناموسي جو مقدمو ڪيو ۽ ان ۾ مٿس ۵۰۰ رپيه ڏنڊ پيو ته اهو به مرحوم پرڳڙي پنهنجي کيسي مان ادا ڪري هڪ قومي اخبار جي امداد فرمائي.

مرحوم پرڳڙي اهو ماڻهو هو، جنهن سنڌ جي مسلمانن کي سياسي زندگي ڏانهن دعوت ڏني، جنهن ڪانگريس ۾ شريڪ ٿي حب الوطني جو دعوت ڏنو، جنهن ۱۹۱۸ع ۾ سنڌ ۾ مسلم ليگ جي شاخ کولائي، جنهن زميندارن جي بهبودي لاءِ سنڌ زميندار ايسوسيايشن جو بنياد وڌو، جنهن سنڌ جي مسلمانن کي سياست ۽ حب الوطني جي تعليم ڏيڻ لاءِ شيخ عبدالمجيد جي ايڊيٽري ۾ نج پنهنجي خرچ سان ”الامين“ اخبار جاري ڪرائي، هن هوم رول ليگ جي مقدمن کي ڪامياب ڪرائڻ لاءِ پارت واسي اخبار ۽ پريسن جي تمام وڏي پيماني تي مالي امداد ڪئي.

اوهان کي هي معلوم ڪري حيرت ٿيندي ته مسٽر جئرام داس، ڊاڪٽر چوئٿرام ۽ مسٽر چيتمل پرسرام وغيره سمورا مرحوم پرڳڙي جي صحبتن جا ترتيب يافته آهن.

رسائي ۽ لاپي جي بند ڪرائڻ لاءِ مرحوم پرڳڙي جي تحريڪ سان سرڪار پاران تحقيقاتي ڪميشن مقرر ٿي جنهن لاءِ سنڌ جي زميندارن کي هن صاحب تيار ڪيو ته ايمانداري سان پنهنجي ايذاءَ بابت اچي شاهديون ڏين، جنهن تي ڪميشن رپورٽ ڪئي ته برابر سنڌ ۾ رسائي جو آزار آهي جو لاٿو وڃي.

۱۹۱۹ع ۾ هوم رول ليگ جي تحريڪ واري زماني ۾

سرڪار آزاد خيال ماڻهن تي سختي شروع ڪئي جنهنڪري مرحوم پرڳڙيءَ جي حيدرآباد واري آفيس جي تلاشي ورتي وئي ۽ ان ڪان پوءِ مرحوم انگلستان هليو ويو. سنڌ ۾ انهي زماني ۾ خلافت تحريڪ جي برخلاف هڪ رسالو لکايو ويو جنهن تي سنڌ جي پيرن دستخط ڪيا. مرحوم کي جڏهن ولايت ۾ ان جي خبر پئي تڏهن سنڌي پيرن جي بي حميتي تي ڏاڍو افسوس ظاهر ڪندي هڪ خط لکيائين جو الامين ۾ شايع ڪيو ويو هو ۽ ڪن پيرن کي ڏکيءَ لڳو هو.

١٩٢٠ ۾ ولايت ڪان موٽي اچڻ وقت بمبئي ۾ آل انڊيا خلافت ڪانفرنس منعقد ٿي جنهن جو پريزيڊنٽ مرحوم پرڳڙي کي چونڊيو ويو جا بي حد قابليت سان هلائي ختم ڪيائين. ترڪ موالات جي تحريڪ ڪان پوءِ مرحوم معتدلين يا نرم ڌر وارن سان شامل ٿي ڪم ڪندو رهيو ۽ باوجود نرم ڌر جي ٻه هن، وقت بوقت ڪونسل ۽ اسيمبلي ۾ مسئله خلافت ۽ ترڪي معاهده يا مقامات مقدسه بابت جيڪي رٿون پيش ڪيون سي اڄ گرم ڌر وارا به پيش ڪري نه سگهندا.

هن جي زندگي جو لمحو لمحو اگرچه خدمت وطن ۾ گذرندو هو پر ان هوندي به پنهنجي زميندار ي ڌنڌي ڪان غافل نه هو. هي پهريون ٿي مسلمان زميندار هو جنهن ڦٽين تاڻڻ جا عظيم‌الشان ڪارخانا قائم ڪيا ۽ پنهنجي زميندار ي کي باوجود زبردست خرچن جي به وڌايو.

هن جي رهڻي تمام سادي هوندي هئي، اميرائي ناٽ ۾ به هن جي دل فقيرائي هوندي هئي. غريب ڪولهي هارين سان گڏجي ويهڻ ڪان به عار نه ڪندو هو. مسڪين ڪان مسڪين مسلمان کي پنهنجي برابر جاءِ ڏيندو هو.

هو سيڪنڊ يا فرسٽ ڪلاس ۾ سفر ڪندي ٿرڊ ڪلاس ۾ اچي ويهندو هو، غريب مسافرن سان رهاڻيون ڪندو رهندو هو.

افسوس جو اهڙين خوبين وارو ليڊر ٩ مارچ سنه ١٩٢٤

۾ هن دنيا فاني مان حيدرآباد ۾ وفات ڪري ويو. سندس ٻه فرزند رئيس غلام رسول ۽ رئيس غلام مصطفيٰ هئا جن کي ٻه الله تعاليٰ سندن والد جي نقش قدم تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي.

مرحوم پيرگڙي جو پاڻ مرحوم رئيس جان محمد خان پيرگڙي ٻه هڪ مخير رئيس ٿي گذريو آهي ۽ هو پنهنجي اثر ۽ رسوخ ڪري بار بار بمبئي ڪائونسل ۾ ڪامياب ٿيو. هڪ نيڪ دل ۽ نيڪ نيت ماڻهو هو. افسوس جو سندس عمر وفا نه ڪئي ۽ فوت ٿي ويو.



# خانبهادر مير غلام محمد خان ٽالپر

خان بهادر مير غلام محمد خان ٽالپر او. بي. اي ٽنڊو باگو جو مشهور مخير ۽ هڪ وڏو زميندار ۽ مسلمانن جي ترقي لاءِ درد رکندڙ بزرگ هو. شروعات زندگي ۾ تڪليفون ٻه ڏٺيون، پر پوءِ جڏهن سندس اوج ۽ اقبال جو زمانو آيو تڏهن پنهنجي دولت کي صحيح نموني خرچ ڪرڻ جي توفيق نصيب ٿيس.

مرحوم مير صاحب کي سڀ کان وڏيڪ مسلمان ٻارن جي تعليم جي گهڻي هوندي هئي جنهن لاءِ هن ٽنڊي باگو ۾ اي. وي اسڪول کوليو ۽ اهو سندس ئي حياتي ۾ ترقي ڪري هاءِ اسڪول جي درجه تي آيو ۽ ان تي سمورو خرچ پنهنجي هٿان ڪندو رهيو.

ان کان پوءِ ڇوڪرين لاءِ گرلس اسڪول قائم ڪيائين زالن جي علاج لاءِ ويم گهر کولايائين. ويم گهر سان گڏ زالن کي دائي سيکارڻ جي فن جو ڪلاس ٻه هو جتي ڪيترين زالون انهيءَ فن ۾ مهارت حاصل ڪري لاڙ ملڪ ۾ عورتن

جي خدمت ڪنديون رهيون. مير صاحب جون مخفي اسڪالرشپون نه فقط مسلمان شاگردن لاءِ وقف هونديون هيون پر بعض حالتن ۾ مسڪين هندو شاگردن کي به تعليمي وظيفن سان مدد ڪندو هو.

مليريا جي موسم ۾ گشتي ڊاڪٽر مقرر ڪري غريبن جي علاج سان ڀرگهور لهندو هو. مير صاحب جي سخاوت گهڻو ڪري مخفي هوندي هئي. سندس خرچ سان ڪيترا شاگرد طبيه ڪاليج دهلي مان سندون حاصل ڪري پنهنجي روزگار سان گڏ خلق خدا جي خدمت ڪري رهيا آهن. مير صاحب مرحوم جو الوحيد سان خاص تعلق ۽ خاص محبت هئي. ڪيترن ڏکين وقتن تي الوحيد جي امداد فرمائي هن بزرگ هن قومي امانت جي حفاظت فرمائي.

مرحوم مير صاحب جي شخصيت سنڌ جي مسلمانن لاءِ عموماً لاڙ ملڪ وارن لاءِ خصوصاً هڪ عظيم الشان نعمت هئي جنهن جو نظير زميندار طبقي ۾ ملڻ بلڪل محال آهي. رهڻي جو تمام سادو ۽ غريبن سان گڏجي گذاريندڙ سادو کائيندڙ ۽ سادو هنڍائيندڙ، رلئو ملئو نيڪ نمازي ۽ تمام خوش اخلاق انسان هو.

سنڌ جو هي سخي مرد ١٢ فيبروري ١٩٣٣ع ۾ هن دنيا فاني مان نرينه اولاد ڇڏڻ کان سواءِ وفات ڪري ويو.



# مرحوم جان محمد خان جوڻيجو

مرحوم جان محمد خان جوڻيجو لاڙڪاڻي تعلقي جي ڳوٺ ڏامراهن ۾ ڄائو هو. ابتدائي تعليم کان پوءِ لاڙڪاڻي مدرسي ۾ ڏه درجا انگريزي پڙهي سنڌ مدرسي مان ١٩٠٩ع ۾ مئٽرڪ جو

امتحان ڏئي لنڊن بئرسٽري جي امتحان لاءِ روانو ٿيو. هو وڏو خانداني زميندار هو ۽ سنڌ جي زميندارن مان مرحوم پيرڳڙي کان پوءِ هي ٻئي ڀيريون زميندار هو جو بئرسٽري جو امتحان ڏئي لاڙڪاڻي ۾ اچي قومي خدمات سان گڏ وڪالت جو ڌنڌو شروع ڪيائين.

جنگ عظيم کانپوءِ آل انڊيا مسلم ڪانفرنس ١٩١٩ع ۾ دهلي ۾ منعقد ٿي، ان ۾ مرحوم جان محمد خان شريڪ هو. جتي فيصلو ٿيو تہ سرڪار پاران جو هندستان ۾ جيڪو جشن جو ڏينهن ملهايو پيو وڃي ان جو بائڪاٽ ڪيو وڃي. جنهن جي پيروي ۾ مرحوم جان محمد خان لاڙڪاڻي ۾ جشن جي بائيڪاٽ ڪرائڻ لاءِ زبردست هل چل هلائي ۽ ان ۾ ڪامياب ٿيو. ١٩٢٠ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ آل انڊيا خلافت ڪانفرنس پير صاحب جهنڊي واري جي زير صدارت سڏائي وئي جنهن جي استقباليہ ڪميٽي جو هي صاحب سيڪريٽري هو. انهي ڪانفرنس ۾ مولانا شوڪت علي، مولانا عبدالباري لکنوي، ۽ مولانا ابو الڪلام آزاد اچي شريڪ ٿيا هئا ۽ بيحد ڪامياب ڪانفرنس ٿي گذري.

ان کان پوءِ سمت ٻئي سنڌ ۾ هجرت جي تحريڪ شروع ٿي جنهن جو سرڪرده مرحوم جان محمد خان هو. هو صاحب پنهنجي مال، وطن ۽ اميري ترڪ ڪري ڪابل هجرت ڪري ويو ۽ حڪومت افغانستان کيس تمام وڏو مان ڏنو. اتي پاڻ کي افغاني رعايا ۾ داخل ڪرايائين.

ان کانپوءِ هندي مهاجرن جي امداد ۾ هڪ شهر آباد ڪرڻ لاءِ افغاني رعايا جي هڪ فرد جي پوزيشن ۾ هندستان واپس اچي مختلف شهرن جو دورو ڪيائين مگر پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي اجمير ۾ وفات ڪري ويو ۽ اتي ئي دفن ٿيو.

مرحوم جان محمد جي حياتيءَ جو احوال

مولوي ديـن محمد وفائي "ياد جانان" جي نالـي سان ڪتابي صورت ۾ لکيو آهي جنهن مان مفصل احـــوال معلوم ڪري سگهجي ٿو.



# آنريبل سيٺ هرچند راءِ

سنڌ جي جدائي لاءِ جن سنڌ جي سپوتن حصو ورتو تن مان آنريبل سيٺ هر چند راءِ اپريل ۱۸۶۲ع ڳـوٺ مانجهو تعلقي ڪوٽڙي ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم کان پوءِ الفنسٽن ڪاليج بمبئـي ۾ تعليم حاصـل ڪــري ۱۸۸۵ع ۾ ايل. ايل. بي. جو امتحان ڏنائين. ان کان پوءِ ڪراچي ۾ وڪالت جو ڌنڌو شروع ڪيائون.

ڪراچي جي بار ايسوسيايشن جو ۴۲ سالن تائين ميمر ٿي رهيو ۽ ڪجهه وقت انجو سڪريٽري به هو. هو هڪ مدبر وڪيل ۽ هندو مسلم فرقه پرستي کان گهڻو اعليٰ خيال ليڊر هو. ۱۸۸۸ کان ۱۸۹۹ تائين ڪراچي ميونسپالٽي جو ميمبر ٿي رهيو.

۱۸۹۹ع کان ۱۹۱۰ع تائـين ڪراچي ميونسپالٽي جو قانوني مشير ٿي رهيو. ۱۹۱۱ کان ۱۹۲۱ع تائين ميونسپالٽي جو پريزيڊنٽ هو.

۱۹۱۰ کان ۱۹۲۱ع تائين بمبئي ڪائونسل جـــو سنڌ جي ميونسپالٽين پاران ميمبر هو. ڪائونسل ۾ پوليس جي رسائي ظلمن، لاپي ۽ واهن جي سداري، ڍلن جي بسمت ٿيڻ ۽ ٻين عام فائدن جي ڪمن لاءِ هن ڏاڍو پاڻ پتوڙيو. رسائي جي جاچ لاءِ جا ڪميشن مرحوم پرڪڙي جي تحريڪ سان مقرر ٿي هئي ان جو ميمبر هو.

ان ڪانپور متوارين ۾ خلافت هل چل واري زماني ۾
پوليس بندوق بازي ڪري هڪ نوجوان کي قتل ڪيو هو ته
ان بنسبت جاچ ڪميٽي مقرر ٿي هئي ته ان جو به هي صاحب
ميمبر هو. هي صاحب ڪراچي پورٽ ٽرسٽ ۹ جو سال ميمبر رهيو
۽ ٽي دفعه لاڳيتو وائس چيئرمن به چونڊيو ويو هو. ان زماني
۾ ڪراچي بندر جي سڌاري لاءِ هن ذاتي ڪوشش ڪئي.
ڊي. جي سنڌ ڪاليج جي اسٽئنڊنگ ڪميٽي جو ڪيترا سال
ميمبر هو. ڪراچي ڪلب جي قائم ڪرڻ وارن مان هڪ هو.
خالقڏنا هال لئبريري جو ڪيترا سال پريزيڊنٽ رهيو.
اهڙي طرح ڪراچي هيلٿ ايسوسي ايشن جو ڪجهه وقت
پريزيڊنٽ رهيو.

سنڌ ليگ آف پراگريس (سنڌ جي ترقي لاءِ ليگ) برپا
ڪري ان جو صدر ٿي رهيو. هو جواني جي وقت کان وٺي
ڪانگريس جو ميمبر رهيو. جڏهن ۱۹۱۳ع ۾ ڪراچي ۾ ڪانگريس
جو اجلاس نواب سيد محمد جي زيرصدارت ٿيو تڏهن هي صاحب
استقباليه ڪميٽي جو چيئرمن هو. ان موقعي تي مرحبائي تقرير
۾ سنڌ کي بمبئي مان جدا ٿيڻ تي تمام گهڻو زور ڏنائين.

۱۹۰۸ع ۾ سکر ۾ سنڌ پراونشل ڪانفرنس سندس صدارت
۾ ٿي. ۱۹۱۷ع نون سڌارن لاءِ جيڪا حيدرآباد ۾ ڪانفرنس
ٿي انجو پڻ صدر هو. ۱۹۱۸ع ڪراچي ۾ پنجين سنڌ پراونشل
ڪانفرنس جي استقباليه مجلس جو چيئرمن ٿيو. ۱۹۲۶ع ڪامن
ويلٿ آف انڊيا بل جي ڪانفرنس ڪراچي ۾ مادي ائني بيسنٽ
جي زيرصدارت ۾ ٿي ته ان جي مرحبا ڪميٽي جو پڻ چيئرمن
ٿيو. سنڌ ۾ جڏهن شڌي سنگهٺن سبب هندو مسلم ڇڪ تاڻ
شروع ٿي تڏهن به سيٺ هر چند راءِ، مرحوم رئيس غلام محمد
خان ڀرڳڙي سان گڏجي هندو مسلم ناهه لاءِ گهڻيون ڪوششون
ڪيون.

حامي هو. آخر وقت ۾ جڏهن هو اسيمبلي جو ميمبر چونڊجي ويو ۽ ۱۹۲۸ع ۾ سائيمن ڪميشن جي بائڪاٽ جو ٺهراءُ اسيمبلي ۾ آيو تڏهن بيمار جي حالت ۾ به دهلي پهتو، ۽ بائڪاٽ جي فائدي ۾ ووٽ ڏني ٦٦ ورهن جي ڄمار ۾ دهلي ۾ ۱٦ فبروري سال ۱۹۲۸ع ۾ وفات ڪري ويو.



# ديوان ڏيا رام گدو مل

ديوان ڏيارام گدو مل ۱۸۵۷ع ۾ ڄائو. شروعات کان ئي هن کي علم حاصل ڪرڻ جو چاهه هو، جا حالت وڌي پوءِ جنون کي وڃي پهتي. سندس والد خدا ترس ماڻهو هو ۽ هميشه خدا جي بندگيءَ ۾ گذاريندو هو.

والد جو اثر ننڍپڻ ۾ ئي پٽ تي چڱو پيو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ اسڪول ۽ ڪاليج جي تعليم ورتي ۱۸۸۹ ۾ ايلفنسٽن ڪاليج بمبئي مان بي- اي پاس ڪيائين. ان ڪاليج جو پرنسپال ڪِس "ڪاليج جو گل" ڪري ڪوٺيندو هو. بي- اي پاس ڪرڻ کانپوءِ هو سرڪاري نوڪري ۾ گهڙيو ۽ ڪراچي جي صدر ڪورٽ جو رجسٽرار مقرر ٿيو. ايمانداري سان نوڪري ڪرڻ ڪري هن اٺن ورهن جي اندر چڱي ترقي ڪئي ۽ ڪيس بمبئي سول سروس جو ميمبر ڪيو ويو.

ججيءَ جي زماني ۾ سندس فيصلا اهڙا هوا، جو ڪڏهن به دوباره پڙهڻ ۾ ڪين هوندا هئا.

هڪ دفعه لارڊ ڪرزن ديوان ڏيارام بابت ريمارڪ پاس ڪيو ته فاضل جج، اسان کي تنهنجي قابليت جو اعتراف آهي.

۱۹۱۱ع ۾ ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن جج جي عهدي کان

سبڪدوش ٿيو ۽ بمبئي هاء ڪورٽ جي بئنچ تي ڪم ڪرڻ جي آڇ ٿيس پر ان ڪان انڪار ڪيائين. سرڪاري نوڪر ٿي ڪري به هو عام ماڻهن ڪان ڪڏهن الڳ ڪين رهيو.

۱۸۸۴ع ۾ هن "سند ٽائيمس" نالي سنڌيءَ ۾ هڪ هفتيوار اخبار جاري ڪئي، جنهن ۾ ماڻهن جي ترقيءَ لاءِ مضمون لکندو رهندو هو.

ڇوڪرين جي تعليم جو به ديوان ڏيارام زبردست حامي هو. هن "پيپلس بئنڪ" ۽ "سند هندو پراويڊنٽ فنڊ" جو بنياد وڌو. مطلب ته جيڪي به خلق جي ڀلي لاءِ چڱا ڪم سندس زماني ۾ شروع ٿيندا هئا، ته ديوان ڏيارام دل ۽ جان سان انهن جي مدد ۽ حوصلہ افزائي ڪندو هو.

ديوان صاحب رهڻيءَ ڪرڻيءَ ۾ بلڪل سادو هو. سندس ذاتي خرچ تمام ٿورو هو. باقي خيرات گهڻي انداز ۾ ڪندو هو. ملازمت جي ڏينهن ۾ تنخواه جو وڏو حصو خيراتي ڪمن ۾ خرچ ڪندو هو. سندس خيرات ڪا نمائشي ڪانہ هوندي هئي. جيتوڻيڪ سيني مکيہ ڪمن ۾ حصو وٺندو هو، پر مشهوري پسند ڪندڙ هرگز ڪين هو. سندس حياتي جو بنياد رکيل هو روحاني خواهشات جي واڌاري تي. ڪڏهن ڪڏهن هيئن به چوندو هو ته وڏو بهادر رستم اهو آهي جو پنهنجي من واري افراسياب کي قابو ڪري.

هوميوپيٿي علاج جي مطالع جو هن کي تمام گهڻو شوق هو. اگرچہ انهي زماني انهيءَ طريقہ علاج تي کي ماڻهو مسخريون ڪندا هئا پر ديوان ڏيارام هن ۾ ايڏو ڪمال حاصل ڪيو جو مشهور بين الاقوامي هوميوپيٿي ڊاڪٽر اسٽورٽ به سندس واکاڻ ڪرڻ کان سواءِ رهي نہ سگهيو.

هن ديوان ميٺا رام جي نالي ٽرسٽ قائم ڪيو جنهن جو مقصد هو ته شاگردن جي اسڪالرشپن ۽ درسگاهن جي امداد سان تعليم جو چراغ روشن ڪيو وڃي.

مسٽر ڏيارام ميڊيڪل امداد ۽ زالن جي تعليم پڪيڙن لاءِ اسڪالرشپون ۽ ملڪ جي ٻين پلي وارن ڪمن لاءِ انهيءَ فنڊ مان خرچ ڪندو رهيو.

انهيءَ فنڊ مان هيٺيان خير دائم جاري ٿيا :

١- گدومل سنسڪرت پاٺشالا ٢- گرلس اسڪول
٣- ساڌو آشرم حيدرآباد ٤- ڪراچي سيوڪ لئبريري
٥- هوميوپيٿي لئبريري ٦- شيوا ڪنج اسٽوڊنٽ هوم
٧- گنتني هوميوپٿي اسپتال.

ان ڪان سواءِ هندو قوم جي ڀلائي لاءِ ١٨٠٢ع ۾ سنڌ هندو پراوڊينٽ فنڊ حيدرآباد ۾ جاري ڪيائين جنهن مان وچين طبقه وارن هزارن هندن فائدو ورتو.

هن صاحب سلهه وارين بيمارين لاءِ ڊرم پور ۾ سئنيٽوريم کوليو. ڏليا ۾ يتيم خانه به برپا ڪيائين. امرت سر ۾ شانتي آشرم سنڌس رپين مان ڪڙو ٿيو، نول راءِ هيرانند اڪيڊمي، حيدرآباد ايڊيوڪيشن سوسائٽي، غريب نياڻين جو فنڊ، رسي گهاٽ ۽ ٻيا ڪيترا هندو قوم جي سڌاري جا ادارا سندس امداد جا ٿورائتا هئا.

هن جي خيرات تي ڪيترا شاگرد تعليم وٺندا رهيا جي پوءِ چڱي روزگار سان لڳل هئا. جو شاگرد به وٽس لنگهي ويو ان کي هٿين خالي واپس نه ڪندو هو. آخر ۾ حيدرآباد جو نيشنل ڪاليج (موجوده گورنمينٽ ڪاليج ڪاري موري) سندس خيرات جو نتيجو آهي جنهن مان سوين شاگرد فائدو وٺي رهيا آهن.

هو صوفيانه طبيعت جو ماڻهو هو. فارسي ۽ سنسڪرت جو وڏو عالم هو. عام طرح هندو صوفين سان گڏجي گذاريندو ۽ تمام سادا ڪپڙا پائيندو هو. نه پاڻ وٽ فرنيچر رکندو هو ۽ نه ناٽ سان رهندو هو. شروع عمر ۾ هڪ شادي ڪيائين جنهن

مان ڪيولرام نالي ٻـٽ ڄاڻس جو پڻ هڪ درويش صفت هندو هو.

ان ڪانپوءِ جڏهن دنيا کي ترڪ ڏني بمبئي جي انڌيري ڳوٺ ۾ وڃي رهيو تڏهن اتي، ٻڌجي پيو ته شادي ڪيائين. مگر پوءِ اتي ستٽ ٿي ٥- ڊسمبر ١٩٢٧ع ۾ هن دنيا فاني مان گرنٿ صاحب پڙهندي اڪيلي ڪوٺيءَ ۾ ٧٠ ورهين جي ڄمار ۾ فوت ٿي ويو.



# ديوان نولراءِ

ديوان نولراءِ ولد شوقيرام حيدرآباد ۾ ١٠ جولاءِ ١٨٤٨ع تي ڄائو. سندس والد ديوان شوقيرام حيدرآباد جي عامل پنچايت جو مکي هو. شهر ۾ مان ۽ عزت وارو ماڻهو هو. ديوان نولراءِ شروع ۾ هڪ آخوند جي مڪتب ۾ تعليم ورتي. ان کان پوءِ حيدرآباد ۾ هن انگريزي جا ست درجا پڙهي بمبئي ۾ وڃي مئٽرڪ جو امتحان ڏنو. پوءِ ريونيو کاتي ۾ ڪلارڪي ڪيائين ۽ اتان وڌندو ڊپٽي ڪليڪٽري جي عهدي تي وڃي پهتو. ديوان نولراءِ انهي زماني ۾ هميشه ديسي ڪپڙا پائيندو هو. گهڻو ڪري هالن جي ڪورين جا اُڻيل ڪپڙا ڍڪيندو هو. سادگي تمام گهڻي هئس. سموري حياتي ۾ فقط هالن جي اُڻيل چوڪ جا ڪوٽ ۽ پتلونون اوڍيندو رهيو ۽ مٿي تي پرت پريل سفيد ٽوپي پائيندو هو. تمام سادو کائيندو هو. هن ڪڏهن به ڪاڏي مان ويڪ نه ڪئي. ماس مڇي کان سواءِ ٻيو جهڪي به ناهي ڏيندا هوس، واپرائيندو هو.

ٽائيم جو پابند هو ۽ ارادي جو تمام مضبوط هو. آفيس ۾ پوري ١١ بجي ايندو هو ۽ انهي ڏينهن جو ڪم ساڳي

ڏينهن پورو ڪندو هو. پوءِ ڪٿي رات پئجي وڃيس تہ بہ پرواهہ نہ ڪندو هو.

شروع ۾ سکہ مذهب ڏانهن لاڙو هوس، مگر پوءِ برهمو سماج جو پابند ٿي رهيو، جنهن ڪري حيدرآبادي عاملن مان بت پرستي نڪرندي وئي. ١٨٧٤ع ۾ ديوان نولراءِ غريبن جي خدمت لاءِ پڪو ارادو ڪري پنهنجن دوستن سان ڪم کي لڳي ويو ۽ شام جو سڀني سنگتين پڪوڙا کائڻ بندڪري ان مان پئسا بچائي غريبن جي دوا درمل لاءِ هڪ فنڊ کڙو ڪيائون جنهن جي ذريعي غريبن جي دوا درمل ۽ ٻئي طرح مدد ڏيندي رهي.

هن پنهنجي سموري نوڪري واري زماني ۾ ڪڏهن بہ رشوت ڪانہ ورتي، بلڪہ گشت وقت ڪانيون، گاهہ ۽ کير بہ مفت نہ وٺندو هو پر حساب ڪري سڀ شئي جو ملهہ ادا ڪندو هو. هو پنهنجي ڪمائي مان ڪجهہ ڪجهي طرح خير ڪندو هو، جنهن جو ڪنهن کي بہ پتو ڪونہ پيو ٿئي. هڪ دفعہ جي ڳالهہ آهي تہ حيدرآباد ميونسپل جو هڪ منشي بيمار ٿي پيو. ديوان نولراءِ هن جي ڏسڻ لاءِ آيو. هن جي حالت تمام خراب هئي. ديوان ڇا ڪيو جو مانُ ڪري منشي جي وهاڻي هيٺيان ٥٠ رپيا رکي هليو ويو.

هن هڪ زنانہ اسڪول کولي ميونسپالٽي جي حوالي ڪيو جو شوقيرام چاندومل جي نالي سان مشهور آهي. ١٨٨٦ ۾ ڊاڪٽر پالن کي پاڻ سان وٺي حيدرآباد ۾ شراب جي برخلاف پرچار شروع ڪيائين. هولي جي موقعي تي شراب جو راڪاس ڏاهي ساڙيو ويو. جو پوءِ تائين اها رسم حيدرآباد ۾ ڪي شاگرد پوري ڪندا ايندا هئا. هن جي ڪوشش سان حيدرآباد ۾ پنگتي سڌارڪ منبل برپا ٿيو.

سنڌ ۾ برهمو سماج مذهب جو باڊو بہ هن صاحب وڌو هو. دنيا جي فاني هجڻ ۽ نيڪ اچڻ اختيار ڪرڻ تي هميشه

وعظ ڪندو هو. سرڪاري نوڪري واري زماني ۾ به گشت ڪندي ماڻهن کي اهڙا اپديش ڏيندو هو.

حيدرآباد ميونسپالٽي جي خدمتن ڪري نولراءِ مارڪيٽ ۽ ٽاور سندس يادگيري ۾ ٺهرايا وياهُن صاحب جو دعا ۾ گهڻو ڀروسو هوندو هو. هو سڀ ڪنهن ڪم ڪرڻ کان اڳ ۾ الله تعاليٰ کان مدد گهرندو هو.

هندو قوم جو ايڏو وڏو ستارڪ ٢٢- نومبر ١٨٩٣ع تي حيدرآباد ۾ هن لوڪ مان چالاڻو ڪري ويو.



# ساڌو هيرانند

ساڌو هيرانند ديوان نولراءِ جو ننڍو ڀاءُ ۽ سندس ئي نگراني ۾ پلي وڏو ٿيل هو.

هو ٢٣ مارچ ١٨٦٣ تي حيدرآباد ۾ ڄائو. پهريان آخوند ولي محمد جي مڪتب ۾ فارسي ۽ ٿوري سنڌي پڙهيو. تنهن کان پوءِ سنڌي اسڪول ۾ داخل ٿيو. پوءِ حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج ۾ به ٽي سال پڙهيائين. انهيءَ وچ ۾ خانگي طرح انگريزي به پڙهندو رهيو جنهن ڪري ٽئين درجي انگريزي جو امتحان ڏئي هاءِ اسڪول ۾ چوٿين ۾ داخل ٿيو. ساڌو جي مائٽن ١٦ ورهن کان اڳ ۾ سندس شادي ڪرائي هئي جنهن ڪري قاعدي موجب مئٽرڪ جي امتحان ۾ نه ويهاريائونس. ديوان نولراءِ کيس ڪلڪتي مئٽرڪ جي امتحان لاءِ موڪليو جتي هن ڪاميابي سان امتحان پاس ڪيو.

هو ڪلڪتي ۾ برهمو سماج مندر جي اپديشن ۾ سدائين شريڪ ٿيندو رهندو هو. ساڌو هيرانند کي شاگردي جي زماني کان وٺي دل ۾ قرباني ۽ خدمت جو جذبو موجود هو. ڪلڪتي

واري زماني ۾ سندس ياءُ وٽان جيڪو خرچ ايندو هو ان مان بچائي
بين غريب شاگردن کي ڪتابن ۽ ڪپڙن وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪندو
هو. ١٨٨٣ع ۾ بي. اي جو امتحان ڏئي حيدرآباد ۾ واپس آيو.
"سنڌ ٽائيمس" انگريزي ۽ "سنڌ سڌار" سنڌي جو ١٧٥ رپيا
پگهار سان ايڊيٽر ٿيو. انهن ٻنهي اخبارن جي ذريعي هن ملڪ
جي خدمت ۾ ڪجهن ڳنڍيو. پر اخبارن جا مالڪ پيا هئا تنهن
ڪري سندس دل وٽان ڪم ڪجهن ٿي سگهيو ٿي. جنهنڪري
هن کي اجان وڌيڪ ڪم ڪرڻ جو شوق جاڳيو.

آخر هن ايڊيٽري جو ڌنڌو ڇڏي حيدرآباد ۾ خانگي
طرح اچي طبابت ۽ ڊاڪٽري جو ڪم سکيو، هن ارادي سان
ته ڪنهن جو مفت علاج ڪرڻ سان آئـــي وقت مدد ڪري
سگهجي. سندس ياءُ، جو هڪ زنانه اسپتال کولائي هئي، جا اڳتي
هلي، ڊفرن اسپتال جي نالي سان مشهور ٿي، ان جو ورهن جا
ورهه آنريري سيڪريٽري ٿي مفت ڪم ڪندو رهيو.

ڪريل چوڪرن جـــي سڌارڻ لاءِ هن هـــڪ "يونين
اڪيڊمي اسڪول" قائم ڪيو. جتي شاگردن کي اخلاقي تعليم
ڏني ويندي هئي. آخر اهو اسڪول ترقي ڪندي هن حد تي
اچي پهتو جو پوءِ "نولراءِ هيرانند اڪيڊمي" ١٩٥١ع ۾ سنڌ
يونيورسٽي انهيءَ ئي پڪيدار عمارت ۾ قائم ڪئي وئي هئي.
آتي هاڻي اولڊ ڪيمپس آهي. جي نالي سان حيدرآباد وارن کي
زبردست فائدو پهچائي رهيو هو. هن هندو سڌار سڀا پاران ڪيترا
ڇوڪرين جا اسڪول جاري ڪيا. جڏهن سندس ياءُ جي ڪوشش
سان زنانه ٽريننگ ڪاليج جاري ٿيو تڏهن ساڌو هيرانند روزانه
اتي وڃي مفت تعليم ڏيندو هو.

١٨٩٢ع ۾ جڏهن حيدرآباد ۾ سخت وبا جو مرض اچي
پيو ته ڪيترا ماڻهو پنهنجا عـزيز ڇـڏي ڀڄي ويا ۽ ڪو به
ڪنهن جي به سنڀال لهڻ لاءِ تيار ڪونه هو، تڏهن ساڌو هيرانند
بيمارن جي خدمت لاءِ هڪ ٽولي ٺاهي رات ڏينهن ننڌ ڦٽائي

خدمت ڪندو رهيو. علاج به مفت پاڻ ڪندو هو جنهنڪري سوين ماڻهو ٻيا ڊاڪٽر ڇڏي به هن وٽ ايندا رهندا هئا. چيو وڃي ٿو ته هڪ رات ٢ بجي مهل بيمارن وٽان موٽيو، ماني به کائڻ ڪاڏي هوائين. سندس ماني اڃان اڳيان مس آيس ته ٻاهران بيمار جي دوا لاءِ سڏ ٿيس. ڪاڏو اتي ئي پيو هو ته اتي ڪڙو ٿيو.

ان تي ديوان نولراءِ چيس ته هيرا! خالي پيٽ سان بيمار وٽ وڃڻ چڱو نه آهي. جو خطرو آهي. ڪجهه کائي پوءِ وڃ! ساڌو هيرانند وراڻي ۾ چيو ته دادا! ڪهڙي خبر ته ٿورن منٽن دير ڪرڻ سبب بيمار جي لاعلاج حالت ٿي پوي. مطلب ته انهيءَ زماني ۾ رات ڏينهن خلق خدا جي خدمت ڪري هن نالو ڪيو.

هن کي ٻه نياڻيون هيون. سندس فطرت ۾ خدمت لخلق جو رات ڏينهن خيال ويٺل هوندو هو تنهن ڪري ارادو ڪيائين ته نياڻين کي اهڙي تعليم ڏيارجي جنهن ڪري آئنده اهلي هو زال ذات جي خدمت ڪري سگهن.

ان ارادي سان جون ١٨٩٣ع ۾ هو ٻنهي نياڻين کي ساڻ ڪري بانڪيپور ڏانهن روانو ٿيو. وات تي لکنؤ وٽ سندس ننڍي نياڻي کي وڏو تپ ٿي پيو جنهن ڪري هن صاحب رات ڏينهن پنهنجي ڌيءَ جي ايڏي خدمت ۽ سنڀال ڪئي جو ١٥ ڏينهن کان پوءِ ڇوڪري چڱي ڀلي ٿي پئي. مگر کيس اهڙو اڇي بخار چڙهيو، جو آخر ان مان چڙهي نه سگهيو، ۽ بانڪي پور ۾ ١٤- جولاءِ ١٨٩٣ع ۾ هن دنيا مان ٻئي لوڪ ڏانهن پڌارجي ويو.

❋ سندس وڏي ڀاءُ ديوان نولراءِ کي بيماري جي تار آيل هئي جو هڪدم بانڪي پور روانو ٿي ويو هو مگر پهچڻ کان اڳ ۾ ئي هيرانند فوت ٿي ويو هو.

نولرام جي وڃڻ لاءِ اسٽيشن تي دوست آيل هئا مگر

ڪنهن به ساڌوءَ جي مرڻ جي ڳالهه نه ڪيس. آخر هن معلوم ڪري ورتو. جنهن تي چيائين ته ”خدا تعاليٰ ڏنو هو ۽ خدا تعاليٰ گهرائي ورتو ۽ الله جي نالي کي ئي بقا آهي.“



# ديوان ڏيارام ڄيٺمل

ديوان ڏيارام ڄيٺمل جنهن جي نالي تي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج منسوب آهي سو ١٨٤٥ع حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو. هڪ تمام مسڪين گهر ۾ ڄائو ۽ سندس سنڀال سلڇڻي ماتا ڪندي رهي. هن جو پيءُ پهريان ميرن وٽ منشي هو. پوءِ ضلع ڪراچيءَ ۾ تپيدار ٿيو. ڏيارام شروع ڄمار ۾ هڪ آخوند جي مڪتب ۾ پڙهندو رهيو، جتي فارسي ۽ سنڌي سکيائين.

هن جو حافظو اهڙو تکو هو جو جيڪي به پڙهندو هو سو ياد ٿي ويندو هوس. ان کان پوءِ انگريزي اسڪول ۾ داخل ٿيو جتي هوشيار هجڻ ڪري ۵ رپيا اسڪالرشپ ملڻ شروع ٿيس. هو سدائين ڪلاس ۾ پهريون نمبر ايندو هو. ننڍي هوندي غريبي هئڻ ڪري ڪپڙا تمام سادا ڍڪيندو هو. پهرياڻ ۽ سلوار بافتي جا. ململ جي سنهي ٽوپي ۽ پيرن ۾ سنڌي گهيتلو.

بمبئي مئٽرڪ جي امتحان ڏيڻ لاءِ ويو مگر بيمار ٿيڻ ڪري امتحان ڏيڻ کان سواءِ موٽي آيو. پوءِ دليون هٽڻ لڳو ته هاڻي ڇا ڪريان. آخر هو سمال ڪاز ڪورٽ ۾ غريضي نويسي جو ڪم ڪرڻ لڳو. پوءِ سنت ئي ڊسٽرڪٽ ڪورٽ ۾ ڪلارڪي جي جاءِ ملي ويس. هو پنهنجي هوشياري سبب جلد ئي ضلع جج جو هيڊ ڪلارڪ ٿيو ۽ ساڳي وقت وڪالت جي امتحان جي تياري ڪري امتحان ۾ ڪامياب نڪتو. پوءِ نوڪري

ڇڏي وڪالت جو ڌنڌو شروع ڪيائين.

وڪالت ۾ ايترو ڪم ملڻ لڳس جو پوروئي ڪونہ پئجي سگهندو هو. اصيلن سان عزيزن وانگي پيش ايندو هو. گويا اصيل جو ڪم پنهنجو ڪري سمجهندو هو.

هن جي ڪوشش سان ڪراچي ميونسپالٽي جو بنياد پيو جنهن ڪري ميونسپالٽي ۾ ڏاڍي هلندي هوس. ڪراچي ميونسپالٽي پاران سال ۱۸۸۷ ۾ هو بمبئي ڪونسل ۾ آنريبل چونڊجي ويو. هن جي ڪوشش سان سنڌ ڪاليج جو بنياد پيو جو اڄ تائين سنڌس نالي ڏيارام جيٺمل سنڌ ڪاليج طور مشهور آهي. هن حيدرآبادي عاملن مان ڏيتي ليتي ڪيڻ لاءِ گهڻو پاڻ ڪي پتوڙيو. هندن جي حقن لاءِ هن "سنڌ سڀا" جو مجموعو ناهيو.

هو غريبن جو تمام همدرد هو. نامور وڪيل هجڻ واري حالت ۾ بہ ڪيترن مسڪينن کي مفت عريضيون لکي ڏيندو هو. هو غريبن جو رفيق ايڪجهڙ ۾ ايندو هو. ڏاڍو محنتي ۽ اورچ ماڻهو هو. هو صاحب مثانہ جي بيماريءَ ڪري ۲۱- آگسٽ ۱۸۸۷ع ۾ هن دنيا مان لاڏائو ڪري ويو جنهنڪري حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ هٽ تاڙ ٿي وئي.

....................

سرطان دنيا ۾ عام ٿيندي پيو آهي. انهي ڪان بچاءَ جو هڪڙو طريقو هي بہ ثابت ٿي سگهي ٿو تہ انسان ساين ڀاڄين تي زور رکي انهي جو طريقو هي آهي تہ ڪير جيڪڏهن اڪل ايڪيهن ڏينهن تائين رڳو سايون ڀاڄيون کائي تہ هڪ سال جي عرصي لاءِ سرطان انهي جي زندگي کان پري هليو ويندو ۽ خوبتن عمر زندگي ۾ گهڻو ڪري گهٽ يا وڌ ڀاڄين جو استعمال رکن تہ اهڙي ماڻهو کي سرطان نہ ٿيندي.

# مخدوم محمد هاشم ٺٽوي

سنڌ جي انهن هستين مان، جن تي اسانجو وطن، ناز ڪري سگهي ٿو، مخدوم محمد هاشم عليہ الرحمتہ بہ هڪ آهي، سندن نسب هن ريت بيان ڪيل آهي:

محمد هاشم پٽ عبداللطيف پٽ عبدالرحمان پٽ محمد قاسم پٽ خيرالدين الحارثي القرشي. مخدوم صاحب جو والد ٻٺوري جي شهر ۾ رهندو هو جتي ١٠ ربيع الثاني ١١٠٤ ھ ۾ مخدوم صاحب تولد ٿيو. مخدوم صاحب ابتدائي تعليم پنهنجي والد وٽ شروع ڪئي. ڇهن مهينن ۾ قرآن شريف ختم ڪري ان کان پوءِ ڪجهہ ڪتاب پنهنجي والد وٽ پڙهي ٺٽہ ۾ مخدوم محمد سعيد وٽ عربي علوم جي تعليم شروع ڪيائين.

ان کان پوءِ مخدوم ضياءُ الدين ٺٽوي وٽ باقي سمورا ڪتاب ختم ڪيائين. يعني ٩ سالن جي عرصي ۾ سمورن علمن مان تحصيل ڪري فارغ ٿيو. ان وچ ۾ سال ١١١٣ھ ۾ سندس والد بہ وفات ڪري ويو. ان کانپوءِ مخدوم صاحب ٻٺوري مان مان لڏي ٻٺوري جي لڳ ڀرامپور ڳوٺ ۾ اچي رهيو ۽ اتي درس تدريس شروع ڪيائين. ان سان گڏ شريعت جي پابندي جي ماڻهن کي دعوت ڏيڻ لڳو ۽ بدعات جي برخلاف زبردست جهاد ڪيائين. مگر انهي ڳوٺ جي پيرن فقيرن کي مخدوم صاحب جون نصيحتون ۽ شريعت جي پابندي راس نہ آئي جنهن ڪري لاچار ٿي ٺٽہ ۾ هجرت ڪري اچي ويٺا. ٺٽہ ان زمانہ ۾ علم ۽ فضل جو مرڪز هو. وڏا وڏا عالم ۽ شاعر ۽ صوفي شهر ۾ رهندا هئا.

مخدوم صاحب جي تشريف آوري کان پوءِ سندس علمي شهرت ۽ فضيلت جو آواز تمام دور درداز هنڌن تي پهچڻ لڳو ۽ هزارين شاگرد فيض جا طالب سندس خدمت ۾ حاضر ٿيڻ لڳا. سندس عالمي شهرت جو آواز حڪومت جي دربار تائين وڃي

پهتو. مخدوم جي اوج واري زماني ۾ ميان غلام شاھ ڪلهوڙي جو سنڌ تي راڄ هو هو. پڻ مخدوم صاحب جي معتقدين جي مسلڪ ۾ پوتل هو.

ٺٽي ۾ ڪجهه قدر بدعتن جو زور هو ۽ ڪي عالم به تفضيلي مذهب رکندڙ هئا ۽ شهر ۾ قبر پرستي جو سخت رواج هو ۽ بدعات جو تمام زور هو. مخدوم صاحب ٺٽه ۾ اچڻ ڪانپوءِ علماءَ تي رد ڪد شروع ڪيا ۽ زالن جي قبرن تي واري بدعت جي بيخ ڪني جي پوءِ تان پيو. جنهن ۾ هڪ حد تائين ڪامياب ٿيو. مخدوم صاحب ڪوشش ڪري ميان غلام شاھ کان ٺٽي ۾ بدعات جي برخلاف هڪ پروانو حاصل ڪيو.

هن حڪم نامي مان معلوم ٿئي ٿو ته:

(١) ٺٽي ۾ ڪاڻي زماني کان وني بدعتن جو رواج هو.

(٢) نشيدار شيون به ڪي ماڻهو واپرائيندا هئا.

(٣) زالون قبرن تي ريل ڇيل. ايندديون ويندديون هيون.

(٤) شهر ۾ ڪي بدڪار زالون به رهنديون هيون.

(٥) جانورن جون تصويرون ڪيديون وبندبون هيون.

(٦) ڏاڙهيءَ کي خسخسي ڪرايو ويندو هو، جن جي بندش لاءِ ئي مخدوم صاحب وقت جي حڪومت سان لکپڙهه ڪري مٿيون حڪم جاري ڪرايو. جنهن کان پوءِ ٺٽي جي صوبيدارن پوري همت سان بدعات ۽ بد رسمن جو اهڙيءَ طرح مقابلو ڪيو، جو ٺٽي مان محرم جي ماتم وغيره جو بنياد به نڪري ويو. مخدوم صاحب جي انهيءَ شرعي تحريڪ جي خلاف ڪن آواره مزاج ماڻهن ڪوشش ورتي، مگر نتيجو ان جي بر عڪس نڪتو يعني ته ميان غلام شاھ وٽان مخدوم صاحب کي ٺٽه جي قاضي القضاء جو عهدو مليو جنهن ڪري مخالفن جي طاقت جو هميشه لاءِ خاتمو ٿي ويو.

علامه محمد معين جون مخدوم صاحب سان ڏاڙهي ڪترائڻ

۽ خاص شرعي نموني بہ محرم جي ماتم ڪرڻ تي زندگي ڀر
پر ان جو ڪوبہ علامہ معين جي حق ۾ معقول نتيجو ڪونہ نڪتو
مخدوم صاحب شرعي حڪمن جي پابندي تي ايترو زور ڏنو
ڏياريو جو وضو ۽ غسل لاءِ شرعي مقدار تي پاڻيءَ جي استعمال
جو ڪم ڏنائين ۽ پوري وزن جا ڪوزا ٺهرايائون، جن کي ان
زماني ۾ "هاشمي ڪوزا" سڏيو ويندو هو.

۱۱۳۵ ه ۾ حج جي ارادي سان روانا ٿيا. مڪي شريف
۽ مديني ۾ مختلف علمائن جهڙوڪ شيخ عبدالقادر صديقي مالڪي،
شيخ عبد بن علي مصري، شيخ محمد ابو طاهر مدني ۽ شيخ علي
بن عبد الملڪ دراوي کان حديث ۽ ٻين علمن جون سندون ۽
اجازتون حاصل ڪيائين، جن کي پنهنجي ڪتاب اتحاف الاڪابر
۽ سندس ذيل ۾ جمع ڪيو اٿس. مخدوم صاحب جي بعض تصانيف
جي حاشيہ تي ڏيکاريل آهي تہ ڪيس جمعہ رات ۱۲ رجب ۱۱۳۶
ه ۾ مديني منوره ۾ حضور صلي الله عليہ وسلم جي زيارت جو
شرف حاصل ٿيو.

واپسي ۾ سورت بندر ۾ سيد محمد سعدالله سورتي کان بيعت
وٺي خلافت جو خرقہ ڍڪيائين. هڪ سال اتي رهي صفر سال
۱۱۳۷ ه ۾ وري ٺٽي ۾ اچي وارد ٿيو.

انهيءَ سفر کان پوءِ گهڻو حديث شريف جي علم ڏانهن
لاڙو رکيائين ۽ انهيءَ فن ۾ تصنيف تاليف ڪندو رهيو هو.
مخدوم صاحب جا ۲۴ ڪلاڪ ڪمن لاءِ وراهيل هوندا هئا.
درس تدريس کان سواءِ ڪتابن جي تاليف لاءِ خاص وقت مقرر
هوندو هوس ۽ عبادت ۽ ياد الاهي لاءِ جدا وقت هو. مخدوم صاحب
جي پوٽي ميان غلام محمد لکيو آهي، تہ ۱۵۰ ڪتاب سندس
تاليف ٿيل موجود آهن، جي عربي، فارسي ۽ سنڌي زبانن ۾
آهن. جن مان ڪجهہ نالا هيٺ ڏجن ٿا:

— تفسير سورت تبارڪ الذي (عربي)

— تفسیر عم و تبارک ( سندي )
— جنة النعیم في فضائل القرآن العظیم
— الشفاء في مسئلة الراء اللؤلوء المکنون من مدالسکون
— تحفة المغازي لجمیع لمقاري
— رسالہ في وجوہ قرات و من اهل الکتاب الخ
— حیات القاري باطراف البخاري
— اتحاف الاکابر في مرویات للشیخ عبدالقادر
— نور البصائر و غایة النیل في اختصار الاتحاف و الذیل الرحیق المختوم في وصل اسانید العلوم
— غنیة الطریف بجمع المرویات و التصانیف نظم الجواهر بذیل اتحاف الاکابر
— نور العینین — بذل القوي — فتح القوي
— وسیلة الفقیر الي اسماء البشیر النذیر
— حدیقة الصفا الي اسماء المصطفي
— ذریعة الوصل الي جناب الرسول
— وسیلة القبول في حضرت الرسول
— مظهر الانوار في الصیام — حیات الصائبین — رشف الزلال في تحقیق في الزول —
— فیض الغني في تقدیر صاع النبي —
— تصحیح المدرک تهذیب الاصلاح —
— تنقیح الکلام في تحریر خلف الامام —
— فرائض الاسلام فتح الکلام — شد النطاق — تمام العنایة —
— درهم الصرح في وضع الیدین تحت السره —
— توضیح الدره معیار النقاد — الشفاء الدائم —

— كشف الدين عن مسئلہ رفع اليدين.
— السيف الجلي عن ساب النبي.
— رسالہ في مسئلہ الشکر — اجادہ النجدہ — القول الانور
— حيات القلوب — وصيت نامہ — فاکهتہ البستان
— ذبح شکار — وسيلتہ الغريب — الطريقہ الاحمديہ.
— زاد السفينتہ — تحفتہ الاخوان في شرب الدخان بياض هاشمي.

سنڌ جو هي نامور بزرگ ۽ عالم صوفي ٧٠ سالن جي عمر ۾ رجب سن ١١٧٤ ھ ۾ هن دنيا فاني مان لاڏاڻو ڪري ويو ڪوهہ مڪلي تي دفن ٿيو.



# مير معصوم جا ٻيا چند يادگار

اڪبري دربار جو امير ۽ اهلڪار مير سيد محمد معصوم بکري دنيا جي زنده جاويد بزرگن مان هڪ آهي. هن جي جامع صفات شخصيت جي مختلف پهلوئن تي بحث ڪرڻ جي هن مضمون ۾ گنجائش ڪانہ آهي.

عمارت سازيءَ سان سندس دلچسپي جو ذڪر ڪندي هڪ محقق انگريز ريورٽي صاحب پنهنجي ڪتاب ”مهراڻ سنڌ“ ۾ سيد معصوم لاءِ لکيو آهي:

”سکر خواهہ روهڙيءَ ۾ مير معصوم گهڻيون جايون ٺهرايون مسجديون ۽ مذهبي جايون تعمير ڪرائڻ سندس مشغلو هوندو هو. عمارتن تي جيڪي پٿر جو ڪم ٿيندو هو، ان تي هو نقاشي پنهنجي

نمونن موجب ڪرائيندو هو. تاريخ ڪيڻ جي فن ۽ ڪتبن اُڪرڻ ۾ سندس ثاني ڪونہ هوندو هو ۽ پڻ خوشخطيءَ ۾. هڪ دفعي اڪبر پاران هڪ شاهي سفارت سان گڏجي ايران ويو هو.*

هندستان کان تبريز ۽ اصفهان تائين هو پنهنجي سفر جو احوال رستي تي مک مک مسجدين ۽ جاين تي نقش ڪرائيندو ويو آهي. آگري واري قلعي جي دروازي، فتح پور سيڪري واري جامع مسجد ۽ ڪيترين ٻين مسجدن تي بہ ڪتبا لڳل آهن .

آگري جي عمارتن تي جيڪي ڪتبا محمد معصوم جا آهن سي سيد محمد لطيف پنهنجي ڪتاب "آگره" ۾ نقل ڪيا آهن ٻين ڪتابن لکيو آهي تہ ڌاروار، اوجين، سعدپور، مانڊوهہ، برهانپور، بيانہ، مدڪر ۽ ناگور ۾ بہ ڪن جاين تي سيد معصوم جا ڪتبہ اُڪريل آهن .

(ڏسو رسالو معارف اعظم ڳڙهہ آگسٽ ١٩٣١ع)

بيل صاحب جي مفتاح التواريخ ۾ سيد معصوم جو هڪ ڪتبہ جنسي نقل ڪيل آهي جو قندار جي عمارت چهل زينہ تي اُڪريل ڏنو ويو آهي.

رتيديري تعلقي ۾ پير ارشد شاهہ جي ڳوٺ واريءَ مسجد جي صحن ۾ بہ هڪ پٿر پيو آهي، جنهن تي پڻ سيد معصوم جو ڪتبہ اُڪريل آهي .

سکر بکر سيد معصوم جو وطن هو، تنهن ڪري قدرتي طرح کيس پنهنجي وطن کي سينگارڻ جو شوق لڳل هو. توڙي ڪئي گهڻو ڪري سندس ساري زندگي وطن کان ڏور سرڪاري ڪاروبار سان گذري تڏهن بہ هن سکر کي ڪين وساريو. جيڪڏهن کيس مهلت ملي ها تہ جيڪر اڄا سکر سينگاري ها. پر ڇا ڪري! ويهہ سال وطن کان ڏور گجرات ۽ ٻين پاسن ڏي لڙايون ڪندو رهيو. خان خانان سان گڏجي اچي سنڌ جو مغربي حصو فتح ڪيائين جيڪڏهن کيس ڪاٻہ فرصت ملي تہ اهي زندگي جا پويان ١٤ سال

---

* قاموس المشاهير جلد ٢، ص ٢٠١ ۽ بلاڪمن جو ترجمو آئينہ اڪبري ص ٥١٤. رياض الشعراء.

سن ۱۰۰۰ ھ ۾ ھو تسخير سنڌ مان فارغ ٿيو ۽ ۱۰۱۴ يا ۱۰۱۵ هجري ۾ سنڌس انتقال ٿيو (بلڪ يقيني طرح سنڌس وفات ۱۰۱۴ هجري ۾ آهي جو معصوم "بود نامي صاحب ملڪ سخن" مان ملي ٿو. الوحيد). ان وچ ۾ ۱۰۱۲ ڌاري ھو ايران طرف سفير ٿي ويو. ان کان سواءِ به هيڏانهن هوڏانهن ويندو رهيو. قنڌار وارو ڪتبو ۱۰۰۷ ھ جو لکيل آهي. جنهن ڪري چئبو ته ان زماني ۾ سيد موصوف افغانستان ۾ هو. ساڳي زماني جو هڪ دستاويز منهنجي نظر مان گذريو آهي، جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته ۲ محرم ۱۰۰۶ هجري تي سيد محمد معصوم "خواجه محمد هاشم ولد خواجه حسين" نالي هڪ ماڻهوءَ کان انگورن جي باغ جو هڪ جريب قنڌار ۾ خريد ڪيو هو. ۲ محرم (۱۰۰۶) سال ۱۰۰۶ هجريءَ جو ٻيو ڏينهن آهي، تنهن ڪري چئبو ته ۱۰۰۵ جي پڇاڙيءَ کان ڪم از ڪم ۱۰۰۷ ھ تائين ھو صاحب قنڌار ۾ رهيو هو. جيڪڏهن محمد معصوم جا سمورا ڪتبا مختلف جاين تان نقل ڪري اکين جي اڳيان رکيا ويندا ته سندس سفر جو مفصل پروگرام مرتب ٿي ويندو.

خير هي هڪ ٻيو قصو هو، هن بحث جو اصلي مقصد هيءُ ڏيکارڻ هو ته سيد موصوف گهڻو وقت پنهنجي وطن کان ٻاهر پئي رهيو هو، جنهن ڪري جيڪڏهن هو سکر جي سينگارڻ تي گهڻو توجهه نه ڏئي سگهي ها ته به ڪنهن عتاب ڪونه ڏئي سگهي ها. پر باوجود ان جي به هن صاحب سکر سان چڱا ئي ڀال پئي ڀلا ڀيا.

سکر ۽ روهڙيءَ ۾ جيڪي عمارتون سيد معصوم جون ٺهرايل آهن سي محمد معصوم پنهنجن پئسن مان ٺهرايون يا سرڪاري امداد سان تنهن تي ڪوبه فيصلو ڏئي نه سگهبو. محمد معصوم وڏو مالدار هو. بادشاهه پاران ڪيس وڏيون جاگيرون مليل هيون. جڏهن انتقال ڪيائين، تڏهن به ۳۰ يا ۴۰ لک ربيه پنهنجي پٽ کي ڏئي ويو هو. خود عمارتن جي تعمير ڪا هرو ڀرو اهڙي قيمتي ڪانه هئي، خاص طرح جڏهن ان زماني ۾ گهڻي سهانگائي هوندي هئي.

ان باري ۾ تحفة الڪرام ڪجهه لکيو آهــــي ، جنهن جو مطلب آهي ته " اڪبر ڪجهه رپيا نذراني طـور حرمين موڪليا هئا، جيڪي موٽي آيا هئا. مير معصوم، بادشاهه جي حڪم موجب انهن پئسن مان منارو ۽ نشيمن پاڪيزه سکر ۾ تعمير ڪرايا. "
(تحفة الڪرام جلد ٣، مطبوعه ڪريمي پريس، بمبئي ص ١٢٣)
اهو مسئلو تحقيق طلب آهي. (سو الائي ڇو؟)



# روهــڙيءَ جــو عيدگاهه

سکر ۽ بکر ۾ جيڪي آثار سيد موصوف جا ٺهرايل آهن، تن ۾ قدامت جي لحاظ کان روهــــڙيءَ وارو عيدگاهه سڀني کان اول نمبر تي آهي.

روهڙي شهر جي اولهه ڏکڻ جي ڪنڊ طرف ٽڪريءَ تي اهو عيدگاهه آهي. ٻن ايڪڙن کن زمين جي چوڌاري ديوار نڪتل آهي، ٽن طرفن کان ديوار ارهه جيتري ۽ اولاهين طرف کان وڏي آهي، جنهن جي ٻنهي ڪنڊن خواهه وچ تي ننڍا ننڍا گنبذ ٺهيل آهن. اهي گنبذ فقط اولاهين ديوار ۾ آهن. وچين گنبذ جي هيٺان محراب آهي، جنهن جي مٿان ٻاهرئين طرف ڏانهن هڪ سفيد پٿر لڳل آهي، جنهن تي ٽن سٽن ۾ ڪتبو اُڪريل آهي. ڪتبو طـرز تحرير ڪري معصومي ڍنگ جو نظر اچي ٿو.

ڪتبو

سيادت پناه امير محمد معصوم نامي
بن سيد صفائي بنا نهاد .
مير معصوم ساخت بر سر کوهه
عيد گاهه بفيض همچـون ارم
پير فڪـــرت برائــــے تاريخش
عيد گاهه بفيض کرد رقـــم
١٠٠٢ هه

قريبي زماني اندر عيدگاهه وسيع ڪيو ويو آهي، جنهن جو اشارو ڪرزن صاحب جي ڪتاب "سنڌ جا آثار قديم ۱۵۷" ۾ آهي.



## مناره معصوم

عيدگاه جي تعمير جي ٻئي سال (يعني سنه ۱۰۰۳ هه) ۾ مير صاحب سکر واري معصومي مناره جو بنياد وڌو. مناري جي تعمير جو ڪم مير صاحب جي انتقال ڪان پوءِ سندس فرزند مير بزرگ ۱۰۲۷ هجري ۾ پورو ڪرايو. اها حقيقت ان ڪتبه مان ظاهر آهي جو مناره تي ڏاکڻ واري دروازي جي ٻاهران اڪريل آهي. ڪتبه جو مضمون هن طرح آهي:

بني هذا المناره في زمان سلطان جلال الدين محمد اکبر بادشاه غازي.

بـــدر فلک علا محمد معصوم
کزوي زمانه صيت نيکو نامي است
افراشت جنين بناء عالي کہ ز قدر
افراخته سر به چرخ مينا فامي است
تاريخ بنائي او ملائک از عرش
گفتند جهان نما منار نامــي است

---

مير معصوم آن رفيــع القــدر
کــه از و کار ديــن به آئينه است
کـــرد طرح منارتا گــويند
کين ٻئــي يــادگــار دير ين است
پير چرخ از برائـــي تاريخش
ساق عرش برين بگفت اين است
قائله مير بزرگ بن سيادت پناه مير محمد معصوم

مناره جي تعمير جي تڪميل واري سال جو ١٠٢٦ (يعني مير صاحب جي انتقال کان پوءِ تيرهون سال) هجڻ ان عام روايت جي تڪذيب ڪري رهيو آهي، جنهن جو مطلب آهي ته مير صاحب هڪ هندو عورت اڳيان پنهن جي جذبهٔ عشق جي امتحان ڏيڻ لاءِ مناره نهرائي مٿانس ٽپو ڏنو هو.

مناره هڪ اوچي ٽڪريءَ تي جوڙيل آهي ۽ منجهس پڪيون سرون ۽ چن ڪم آندل معلوم ٿئي ٿو. سرون تمام پڪيون آهن ۽ا هينئر گاٺ سبب چمڪڻ لڳيون آهن. آرڪيالاجيڪل سروي آف ويسٽرن انڊيا نمبر ٢ جي دوران ۾ مناره جي ماپ وغيره ڪرائي وئي آهي ۽ رپورٽ مان معلوم ٿئي ٿو ته پيڙهه وٽ منارو ٨٤فوٽ ويڪرو آهي. ڊگهائي ۾ به ٨٤ فوٽ ۽ سندس ڦيريدار ڏاڪڻ کي به ٨٤ ڏاڪا آهن. اهو هڪ عجيب حساب آهي. ڏاڪڻ ڦيري تي اندران وڌي آهي. مناري جي چوٽي گنبذ نما آهي جنهن تي ماڻهو چڙهي وڃي پري پري جو نظارو ڏسي سگهن ٿا. چوٽي کي سکر ميونسپالٽي هينئر چوڌاري پڃرو هڻائي ڇڏيو آهي ورنه اڳ ڪيترا ماڻهو مٿان ٽپ ڏيئي خود ڪشي ڪندا هئا.

عام روايت آهي ته مناري لاءِ سرون اروڙ جي قديمي عمارتن مان پترائي آنديون هوائون ۽ ڪن جو خيال آهي، ته شڪارپور مان گهرايل هيون. پر ان زماني ۾ اڃا شڪارپور هئي ئي ڪانه، ڇو ته شڪارپور جو شهر دائود پوٽن پوئين زماني ۾ بڏايو هو.

مناري ۾ هينئر ڪجهه ڪجي (ڦڏائي) نظر اچي ٿي. هيوز صاحب مولف سنڌ گزيٽر ان باري ۾ لکي ٿو ته "تعجب انگيز ڳالهه هي آهي ته منارو سڌائيءَ کان ڪجهه مڙيل آهي پر خبر پئجي نه ٿي سگهي ته اهو حساب ڄاڻي واڻي ان جي تعمير ۾ ئي ڪيو ويو آهي يا پوءِ سندس پيڙهه جي هڪ پاسي جهڪوي وڃڻ ڪري مڙي پيو آهي." منهنجو ذاتي رايو هي آهي ته يا ته ڪنهن ڪاريگر جي غلطي سببان ان جي تعمير ۾ ابتدا ۾ ئي ڪجهه ڪجي واقع ٿي ويئي يا وري پوءِ ڪنهن وقت زمين جي ڌٻڻ ڪري اهو فرق ٿي پيو آهي. هن کان اڳ به سنڌ ۾ گهڻا دفعا نهايت شديد نموني ۾ ڌرتي ڌٻڻ جا واقعا ٿيندا رهيا آهن، ١٨٢٨ع ۾ به ڌرتي اهڙي

ڏبي، جو ڏکڻ سنڌ جي جاگرافي تبديل ٿي وڃي هئي. (؟)

منارو ڪنهن جنگي مقصد لاءِ ٺهرايو ويو هو يا نظاري بازي ۽ يادگار قائم ڪرڻ جي خيال سان تنهن تي ڪوبه يقيني راءِ قائم ڪري نه ٿو سگهجي. ڪتبو مان البته معلوم ٿئي ٿو ته يادگار قائم ڪرڻ جو خيال ٺهرائيندڙ جي ذهن ۾ ٻين ڳالهين کان وڌيڪ وينل هو، توڙي جو برٽن صاحب پنهنجي ڪتاب سنڌ ريوزيٽيڊ ۾ مناري تان چڙهي نظارن وٺڻ جو دل کولي بيان ڪيو آهي.

هن وقت تائين مناري جي حالت چڱي آهي ۽ انگريز سرڪار جو محڪمه تحفظ آثار قديمه نالي ماتر ڪڏهن ڪڏهن مرمت به ڪندو رهندو اٿس. مگر جنهن جنهن هنڌ هاڻوڪن ڪاريگرن مرمت ڪئي آهي اتي سندن ڪم آنڌل مصالحو نمايان بيٺو آهي. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هاڻوڪن ڪاريگرن کي اهڙو مصالحو ناهي ڏي ڪونه ٿو اچي.



# آرام گاهه يا فيض محل

جيئن مٿي ذڪر ڪري چڪو آهيان ته ۱۰۰۲ هه ۾ روهڙيءَ جو عيدگاهه ٺهيو ۽ ۱۰۰۳ ۾ مناري جو بنياد پيو. وري ۱۰۰۴ ۾ مناري جي قريب اٽڪ نون فوٽن جي مفاصلي تي هڪ هشت پهلو گنبذ سان جاءِ جوڙائي وئي جنهن جو اصلي نالو "فيض محل" آهي مگر هينئر عام ماڻهو ان کي آرام گاهه سڏين ٿا.

اها جاءِ برج جي نموني پنجاهه فوٽ کن اوچي آهي. ونگن سان چار دروازا اٿس ۽ زمين کان چوڏهن فوٽ کن مٿي اندرئين پاسي ڌاري هڪ گيلري اٿس جنهن تي چار دريون (آرپار) آهن. چار ئي دريون چئني دروازن جي مٿان آهن ۽ ٻن درين جي مٿان پٿر جي ڇڄڙي آهي. ڇڄڙي جي چئني تي ڪي نصيحت آميز رباعيون پٿر تي اُڪريل آهن. اندرئين پاسي ڌاري به سڄي برج ۾ پٿر تي ڪي رباعيون اُڪريل آهن جي چوڌاري ڦري آيون آهن.

عمارت سهڻين پڪين سرن جي آهي ۽ زينت جي خيال کان ڪاشيءَ جون سرون ڪثرت سان استعمال ڪيل نظر اچن ٿيون. ڇڻ جاء رنگا رنگي تي ٻڌي آهي. ان جاء جي ويڪرائي اندرئين پاسي کان سترهن فوٽ کن آهي.

ذڪر ڪيل رباعين مان هڪ رباعي هن طرح آهي، جنهن مان جاء جو ٽالو ۽ تعمير جو سال ملي ٿو.

اين گنبذ با شکوه نامي کز قــد رشد آسمان با فيض

چون بود محل فيض ازان رو تاريخ شدش مکان با فيض

۱۰۰۴

سنه ۱۰۰۵ هه ۾ مير صاحب ڪهڙيون عمارتون ٺهرايون تن جو پتو ڪنهن به جاء جي ڪتبي مان ڪونه پوي ٿو. البته ڪي آثار اهڙا آهن جن تي ڪتبه ته لڳل آهن مگر سن تعمير لکيل ڪونه اٿن. ممڪن آهي ته انهن مان ڪا جاء ان سال اندر تعمير ٿي هجي. ان سلسلي ۾ مان هاٿوڪي جيل جي قريب واري مسجد ۽ هشت پهلو عمارت جو ذڪر ڪرڻ هن موقعي تي تمام مناسب سمجهان ٿو.



## جيل جي قريب واريون عمارتون ۽ کوهه

پراڻي ۽ نئين سکر جي وچ ۾ موجوده جيل خاني جي پر ۾ هڪ هشت پهلو گنبذ نما جاء آهي. ان جي اوساري پڪسري ۽ ٻاهران سفيد پڪو چونا گچ چڙهيل اٿس. چون ٿا ته ان جاء جي چوڌاري ست کوهه هوندا هئا، جن مان ڇهه کوهه لٽجي ويا آهن باقي هڪ کوهه ان جي اولاهين پاسي ڏانهن اڃا تائين سلامت آهي جنهن مان ماڻهو عام جام پاڻي وٺي رهيا آهن. کوهه جي سڄي اوساري پٿر جي آهي.

ذڪر ڪيل هشت پهلو جاء لاء روايت آهي ته مير محمد معصوم مسافر خاني طور عام ماڻهن جي آسائش لاء جوڙائي هئي،

مگر هينئر سکر ميونسپالٽي وارا منجهس تيل وغيره رکندا آهن.
عمارت نهايت خوبصورت آهي ۽ ائين پيو معلوم ٿئي ڄڻ تازي
ٺهيل آهي. چاليهه فوٽن جي ديوارڪان مٿي گنبذ اٿس. منهنجو خيال
آهي ته اها قافله سراءِ هئي، ڇوته درياءَ جي قريب ۽ ان زماني جي
سکر جي ٻاهرون آهي. (ان زماني ۾ سکر پراڻي کي سکر چوندا
هوا. نئون سکر پوءِ پڌو آهي).

ڪوهه ۽ هشت پهلو جاءِ جي اولهه ۾ هڪ مسجد جهڙي
جاءِ آهي، جنهن جي اندران اولاهين ديوار تي پٿر تي هيٺيون ڪتبو
اُڪريل هو، جو سال ڪن ٿيو ته هڪ بدمعاش پٽي گم ڪري
ڇڏيو آهي. خدا کيس جهنم واصل ڪري.

”بناء اين بقعه خير نهاد امير محمد معصوم نامي بکري
جهت سيرو استراحت وارد و صادر و مقيم و مسافر هر که درين بنا
مقبره کند لعنت خدا و پيغمبران و ملائکه و مومنان بر و باد -“

هينئر اها جاءِ مسجد طور استعمال ۾ رهي آهي ۽ آهي به
قطب تي پوري، پـــر ڪتبي مان صاف ظاهر آهــي ته اها جاءِ
مسافر خاني طرح ڪم اچڻ لاءِ ٺهرائي وئي هئي.

جيڪڏهن اها جاءِ ١٠٠٥ هه ۾ جڙيل ڪري سمجهجي ته
معصومي عمارتن جو سالوار سلسلو ٿئي نه ٿو پوي.



## منزل گاهه واريون عمارتون

سکر بندر تي منزل گاهه واري ميدان جي ڏاکڻي پاسي ساڌ
ٻيلي سامهون درياهه جي ڪناري جــي ويجهو، سيد معصوم جون
جوڙايل ٻه ٻيون به جايون آهن جن مان هڪ ١٠٠٦ ۾ ٻي وري
١٠٠٧ هه ۾ تعمير ٿيل نظر اچي ٿي.

١٠٠٦ ۾ جيڪا جاءِ جڙي آهي، سا ١٠٠٧ واري هشت
پهلو جاءِ جي اولهه ۾ آهي. اندرئين پاسي ڏاکڻ اولاهين ڪنڊ تي
هي ڪتبو پٿر تي اُڪريل اٿس:

خوشا منزل باغ رضوان رقم
که جان را دهد فیض باغ آرام،
بتاريخ اين جاء عشرت سرشت
زهي جاء عشرت رقم زد قلم
۱۰۰۶

سنڌ گزيٽيئر ڀاڱي ب جي مولف سمائث صاحب جو خيال آهي ته اها جاء مسجد هئي. ان خيال جي ڪرزن صاحب به پنهنجي متذڪره ڪتاب جي صفحي ۱۵۴ ۾ تصديق ڪئي آهي. جڏهن ۱۹۴۰ سکر جي مسلمانن ڪوشش ڀئي ڪئي ته ان جڳهه جو قبضو نماز لاء سرڪار کان ورتو وڃي، تڏهن سرڪار به اجان ڪلف چاڙهيون ويٺي هئي.

ان جاء جي اوپر ۾ ٻي جاء به پڪ سري هشت پهلو آهي جنهن جي چوٽي گنبذ وانگر آهي. گنبذ جي مٿان آسماني رنگ جون ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. اولاهين پاسي واري ديوار تي ٻاهرئين پاسي کان هي ڪتبو لڳل آهي:

در زمان خلافت بادشاه اعظم شهنشاه
معظم جلال الدين محمد اکبر بادشاه

غازي خلد ملکه بنا نمود اين عمارت خير امير محمد معصوم نامي بکري بن سيد صفائي ترمزي از بروئي نفع عام مسلمانان هر که در اين بنا مقبره سا زد لعنت خدا و پيغمبران و ملائکه و مومنان بر و باد" سن ۱۰۰۷

ڪتبي جي عمارت مان ظاهر ٿي رهيو آهي ته اها جاء جي اوساري پڪين سرن سان ٿيل آهي ۽ ٻاهرئين پاسي ڏانهن فقط سرن جون درزون ورتل آهن. جاء مختصر آهي.

ڪرزن صاحب ان سلسلي ۾ هڪ نهايت ئي باريڪ نڪتو پيدا ڪيو آهي. هو لکي ٿو ته اهي جايون هڪ باغ سان ملحق هيون جن مان هڪ ۾ سير ڪندڙ آدم آرام وٺي سگهندو ٿي ۽ ٻي ۾ عبادت گذاري.

ان ڳالهه جي تصديق هڪ نهايت ئي قيمتي تاريخي مساوند

مان ٿئي ٿي جو اصلي حالت ۾ سردار ثابت علي شاه صاحب معصومي وٽ موجود آهي ۽ مان ان جو نقل تيار ڪري ورتو آهي. ان دستاويز مان هيٺين حقيقت معلوم ٿئي ٿي:

تاريخ ۹ جمادي الثاني ۱۰۰۵ ھ ۾ سيد محمد معصوم ۽ سندس فرزند مير بزرگ هڪ باغ "ڪوهه ساد ٻيلو" جي سامهون هيٺين حدن وارو "سکر" جي شهر ۾ قاضي فخرالدين جي پوٽن کان هڪ سئو تنڪ جي قيمت ڏئي ورتو. حدون هن طرح نروار ڪيل آهن:

اوڀر ۾ باغيچو ۽ سراءِ مشترين (خريد ڪندڙن جي)
اولهه ۾ زمين سعادت سلطان بيگم بنت مير يار حسن جلاير
اُتر ۾ عام رستو ۽ ڏکڻ ۾ دريا (پنجاب)

اصل دستاويز ۱۰۰۵ ھ جو لکيل آهي ۽ مٿس قاضي علي بن محمد اسماعيل وغيره جي مهر لڳل آهي.

مطلب ته جيڪو خيال ڪرزن صاحب ان جاءِ تي باغ هجڻ بابت ظاهر ڪيو آهي، ان جي تصديق خود هڪ دستاويز مان به ٿي رهي آهي. ضمني طور مان هنن ڳالهين ڪي به ظاهــر ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو ته ان دستاويز ذريعي معلوم ٿي رهيو آهي ته قديم زماني ۾:

۱- سکر شهر جو نالو "شکر" هوندو هو (ش تــي پيش يا زبر ڏجي سو پڻ بحث طلب آهي.) (هوڏانهن حقيقت هي آهي ته قديم فارسي ۾ س تي هڪ نشان ڪيو ويندو آهي جــو لفظن وانگي نظر ايندو آهي، دستاويز جي طرز تحرير قديم زمانــي جي آهي جنهن ڪري مضمون لکندڙ ڪي گمان ٿيو آهي ته سکر جو لفظ "ش" سان لکيل آهي.)

۲- جنهن ٻيٽ کي هينئر ساڌ ٻيلو سڏيو وڃي ٿو سو مغلن جي زماني ۾ به هوندو هو "ساد ٻيلو."

انگريزن جي سکر ۾ وارد ٿيڻ وقت ان بــاغ ۽ جاين تي قبضو ٿي ويل ڏسجي ٿو. ايسٽوڪ صاحب جي ڪتاب ڊرائي ليوز فرام ينگ ايجپٽ" ص ۱۳ مان معلوم ٿئي ٿو ته انگريزن ابتدائي

زماني ۾ ان جاءِ تي سفارت خانو کوليو هو، ۽ هشت پهلو ۾ سفارت خاني جي آفيس هوندي هئي.

ان تفصيل جو اجمال هيءُ آهي(؟) ته ١٠٠٥ هه ۾ اهو باغ مير محمد معصوم خريد ڪري ١٠٠٦ ۽ ١٠٠٧ ۾ اهي ٻئي جايون منجهس ٺهرائي ڇڏيون هيون.

هينئر اهو باغ تباهه ٿي ويو آهي، ميدان ڪـي منزل گاهه سڏجي ٿو. پيرن جاڪي وڏا وڏا درخت اڃا تائين منجهس صفون ٻڌيون بيٺا آهن ۽ گذريل زماني ڪـي ياد ڪيون مرثيه خواني پيا ڪن ٿا.

مٿي هڪ جاءِ تي مون لکيو آهي ته ١٠٠٥ کان ١٠٠٧ تائين مير محمد معصوم قندار ۾ هو، شايد جمادي الاول ١٠٠٥ ۾ اهو باغ خريد ڪري پاڻ قندار هليو ويو آهي ۽ سندس غير حاضري ۾ هن جي لائق فرزند مير بزرگ باقي عمارتن ٺهرائڻ جو ڪم سر انجام ڪيو آهي. خود دستاويز ۾ به مير معصوم سان گڏ سندس فرزند مير بزرگ جو نالو لکيل نظر اچي ٿو.



# ستيا سر

سنڌ اندر مير معصوم جي ٺهرايلن ڪن ٻين يادگارن جا به حوالا ڪن ڪتابن ۾ ڏنل آهن، پر انهن يادگارن جا نشان هينئر ڪونه ٿا ملن.

بلاڪمن صاحب آئين اڪبري جو ترجمو ڪندي پهرئين جلد جي پڇاڙي ۾ ڪن اڪبري اميرن جـي سوانح حيات تـي قيمتي نوٽ لکيا آهن انهن ۾ هڪ نوٽ مير محمد معصوم بابت به آهي ان نوٽ ۾ هڪ جاءِ تي بلاڪمن لکي ٿو ته:

"مير معصوم ڪيتريون ئي عمارتون ٺهرايون خاص طرح بکر جي سامهون سکر ۾ درياهه جي جيڪا شاخ بکر جي چوڌاري آهي تنهن جي وچ ۾ مير معصوم هڪ گنبذ ٺهرايو، جنهن تي "ستيا

سر" نالو رکيائين. اهو گنبذ دنيا جي عجائبات مان هيو ۽ ان جي تعمير جو سال "گنبذ دريائي" مان نڪري ٿو، يعني ۱۰۰۷ هجري."

# اروڙ واري درياهه جي سير وارو پٿر

هڪ ٻئي معصومي يادگار جو ذڪر ايسٽوڪ صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ جاء تي ڪيو آهي: هو لکي ٿو ته:

"اروڙ ۾ مون قابل توجهه فقط ٻه پاهڻ ڏٺا جي پراڻي دريا جي پيٽ ۾ نصب ٿيل هئا، جن تي ڪتبه آڪريل هوا. انهن ڪتبن تي لکيل عبارت جو مطلب هي هو ته اهي پٿر مير محمد معصوم جا هنايل آهن ته انهن جي وسيلي درياهه جي اڳين سير جي نشانن جو پتو پوي."

انهن پٿرن وسيلي مير معصوم اروڙ واري درياهه جي پوزيشن نروار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر افسوس آهي جو اڄ اهي پٿر عدم پيدا آهن. ساڳي طرح اروڙ وٽ هڪ پل جي هجڻ جو احوال ٻه ڪن ڪتابن لکيو آهي ۽ ان جي تعمير ٻه سيد معصوم سان منسوب ڪيل آهي.



# قبرستان

معصومي مناري ۽ فيض محل جي اوير ۾ هڪ چوڪندي پٿريلي زمين جي هڪ اوچي ٿلهي تي آهي، جنهن هيٺان سيد محمد معصوم جي والد سيد صفائي، خود سيد محمد معصوم ۽ ڪن ٻين جون تربتون آهن.

اها چوڪندي ڪشادي هشت پهلو ٿنڀن تي بيهاريل آهي. تعمير ساري پٿر جي آهي، قبرن تي خواهه عمارت جي ڇت ۽ ٿنڀن تي ڪتبن جي چڻ هڪ چادر وڇايل آهي. ڪوبه حصو عمارت

جو اکرن ڪان خالي ڪونہ آهي. چوڪنديءَ جي وچ تي بہ ننڍا ننڍا گنبذ آهن، جن جي هيٺين پاسي کان پڻ ڪتبا آهن. اهي ٽي ڪتبا نصيحت ڀريل شعرن، قرآني آيتن ۽ حديثن تي مشتمل آهن. طرز تحرير معصومي نموني جي آهي. ڪن وڏين تربتن تي پيراندي واري پاسي ڏانهن صاحب تربت جو نالو ۽ وفات جي تاريخ صاف لکيل آهي -

اصلي پٿريلي مسقف چوڪنديءَ هيٺان ٩ تربتون آهن جن ۾ هڪ سيد معصوم جي والد سيد صفائيءَ جي آهي ۽ ٻي خود مير معصوم جي. انهن قبرن مان ڪن تي صاحب قبر جو نالو ۽ سن وفات اُڪريل آهي ۽ ڪي ان کان خالي آهن. سيد سفائيءَ جي تربت تي پيرن واري پاسي کان هيءَ ڪتبو آهي:

اي آمده بر سر مزارم، از آمد نت اميد وارم،

حسرت زده ام بخاک مانده، افتاده در ايـن مغاک مانده
يک فاتح بخوان با اخلاص، تاحـق کنند بمغفرت خاص.

...............

ماه قرشي سيد صفائــي، کافراشت فلک لوائي نورش
ناگاه ازيـــن جهانگہ سير، افتـــاد بہ آن جهان عبورش
نامي از براڻــي سال تاريخ، گفتا پر نــور بــاد گورش

قبر جو لوڙهہ تکي سيٽائين رنگ جي پٿر جو آهـي جنهن تي سيني پاسن کان خوش خط ڪتبا آهن .

سيد صفائي جي تربت، جـي اوير ۾ هڪ ننڍي قبر ڪتبي کان خالي آهي، ۽ ان کان پوءِ سيد محمد معصوم جـي تربت آهي. اها ڪتبن سان ڀريل آهي ۽ لوڙهہ تي پيرن واري پاسي کان هي ڪتبو اُڪريل اٿس:

مير معصوم آن مہ برج شرف آفتاب شرع دين فخر زمن
روز جمعہ سادس ذوالحجہ گشت عازم جنت بامـر ذوالمنن
سال فوتش از خرد جستم بگفت بود نامي صاحب ملک سخن

مير معصوم جي مرقد کان اوير ۾ ٻيون بہ قبرون اڇن ٿيون جن تي نالا يا سن وفات ڪونہ آهن، انهن کان پوءِ هڪ تربت

آهي ۽ پيرن واري پاسي کان هي ڪتبو اٿس:

چو محمد مير بوالقاسم نيک راي سوي دار عقبا ز دار فنا
چو نامي طلب کرد تاريخ او خود گفت زفتا بدار البقا

انهن قبرن ۽ ساڻن ملحقہ چوکنڊي جون هي خاصيتون آهن:

(١) ساري تعمير زرد رنگ جي مضبوط پٿر جي ٽڪرن مان ٺهيل آهي.

(٢) هر هڪ ڪنڊ ڪڙڇ تي ڪتبا آهن، جيڪي نستعليق ۾ آهن، قرآني آيتون ۽ ڪي ڪي ٻيون عربي عبارتون طغراني اکرن ۾ به آهن.

(٣) طرز تحرير جو اهو ساڳيو نمونو آهي جيڪو اڪثر معصومي ڪتبن تي نظر اچي ٿو.

(٤) قبرون اوچيون ۽ تجر نموني آهن.

(٥) چوکنڊي ڪا تمام اوچي ڪانہ آهي. قبرن کان ڏهہ فوٽ کن مٿي ڇت اٿس. ڇت ٿنين تي بيهاريل آهي.

(٦) سيد معصوم ۽ سيد صفائي جي قبرن مٿان به ننڍا ننڍا گنبذ آهن.

(٧) منهنجو خيال آهي تہ اها چوکنڊي سيد معصوم پنهنجي حياتي ۾ ٺهرائي هئي. سندس هوندي پنهنجي والد کي دفن ڪرايائين ۽ پوءِ پاڻ به ساڳي جاءِ تي سمهي پيو.

............

# مخدوم نوح رحہ

مخدوم نوح ولد مخدوم نعمت الله صديقي، هجري ڏهين صدي ۾ تمام وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي.

هو ظاهري طرح فقط ۲۵ سيپارا قرآن جا مخدوم عربي هالائي وٽ ياد پڙهيو هو مگر پوءِ سندس سينو دنيا جي سمورن علمن سان ڀرپور ٿي ويو. مخدوم صاحب کي قرآن شريف جي حقيقتن ۽ اسرارن تي وڏو درڪ هو ۽ قران شريف جو درس به ڏيندو رهندو هو. بهاؤالدين دلقپوش، جو سندس خاص دوستن ۽ مريدن مان هڪ وڏو عالم هو، ان جو دستخط قرآن پاڪ جو فارسي زبان ۾ ترجمو، هن وقت هالن جي مخدومن صاحبن وٽ موجود جو اهي ترجمو حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمتہ جو ڪيو وڃي ٿو.

هي بزرگ اهتري حد تائين پرهيزگار هو جو سموري زندگي ۾ ڪنهن ڌاريءَ عورت تي نظر ڪانه پيئي هئس. هڪ وقت واٽ ويندي ڪنهن عورت رستو پڇيس ۽ بي خبري ۾ ان مائيءَ تي مخدوم صاحب جي نظر وڃي پئي ته سندس بصارت

کي سخت نقصان رسيو جو آخري عمر تائين رهندو آيو. مخدوم صاحب سنت جو سخت پابند رهندو هو. هرهڪ ڳالهه ۾ سنت جو لحاظ رکندو هو. پنهنجي معتقدن کي مريد جي بجاءِ يار يا سنگتي سڏيندو هو.

مخدوم صاحب مرزا محمد باقي ترخان کان وٺي اڪبر اعظم جي سنڌ تي قبضي ٿيڻ تائين حيات هو. عبدالرحيم خان خانان فاتح سنڌ ٺٽه تي ڪاهه وقت دعا گهرائڻ لاءِ هالن ۾ اچي حاضر ٿيو هو.

مغليه گورنرن مان سيد بايزيد پير ٺٽه جو حاڪم مخدوم جو بيحد معتقد هو. مخدوم صاحب جون ڪرامتون ايتريون آهن جن جو شمار تحرير جي طاقت کان ٻاهر آهي. سندس نظر فيض اثر سان هزارين مرده دلُيون زنده ٿيون.

هو اويسي طريقه جو پير هو جنهن ڪري ظاهر ۾ ڪنهن به بزرگ جي صحبت ۾ رهي ڪسب ڪماليت نه ڪيو هئائين پر الله تعاليٰ جو وهب هو جنهنڪري ولايت جي انتهائي درجي تي وڃي پهتو.

مخدوم صاحب صبح جي وقت ٢٧- تاريخ ذوالقعد سال ٩٨٢ ۾ ٨٧ ورهن جي ڄمار ۾ هن دنيا مان رحلت فرمائي. پاڻ رحمته الله پوءِ تان ١٠ فرزند ڇڏي ويو.

مخدوم صاحب جو مفصل احوال رساله راحت الروح تذڪره مخدوم نوح ۾ پڙهڻ گهرجي جو مولوي دين محمد وفائي جو لکيل آهي ۽ جناب مخدوم مولوي غلام حيدر صاحب وٽ موجود هو.



# شاهه عبدالڪريم بلڙي

متعلوي ساداتن جي خاندان مان شاهه عبدالڪريم معروف شاهه ڪريم ۹۴۴ ھ ۾ تولد ٿيو. شروع جواني کان وٽس زهد ۽ تقويٰ ۾ نالو ڪڍيائين. مخدوم نوح هالائي جي صحبت ۾ رهي گهڻو فيض حاصل ڪيائين.

شاهه صاحب جي عادت هوندي هئي ته رات جو آسر جي ويلي اٿي مسجد ۾ بانگ چوندو هو، صبح جي نماز جماعت گڏ ٿيڻ تائين عبادت ۾ ويٺو هوندو هو، نماز ادا ڪري وري اشراق جي نفلن پڙهڻ تائين ورد وظيفه ۾ مشغول رهندو هو. پنهنجي سرڪيتي ڪندو ۽ هر ڪاهيندو هو ۽ ان مان فقيرن کي کاڌو کارائيندو هو ۽ انهن جي خدمت ڪندو هو. ڪڏهن وٽس صفا اَن هوند ٿيندي هئي ته مسافرن کي گداگري ڪري به آڻي ڏيندو هو.

ڪنهن ڪنهن رات سومهڻي جي نماز جماعت سان پڙهي بلڙي مان نڪري ويندو هو ۽ ننه تائين رستي ۾ جيڪي به مسجديون ايندڙيون هيون تن جو پاڻي پاڻ ڀريندو هو. ساموئي ڀرسان اڪري مڪلي جي قبرستان مان عبرت وٺي ننڍي جي مسجدن جو پاڻي ڀري پوءِ پير پنڌ تان ٿيندو صبح صادق جي وقت اچي بلڙي ۾ اول وقت ۾ صبح جي بانگ ڏيندو هو. ماڻهو سمجهندا هئا ته شاهه صاحب شايد هاڻي ننڊ مان اٿي اذان ڏني آهي. حالانڪه سندس ساري رات ٻين مسجدن جي خدمت ۾ گذرندي هئي، جنهن جو ڪنهن به ماڻهو کي پتو نه هوندو هو ۽ ان ريت ورهن جا ورهه گذاري ڇڏيائين. ڪنهن مهيني ۾ ۳ دفعا هالن ۾ پنهنجي مرشد جي زيارت لاءِ ويندو هو.

رات جو تهجد پڙهڻ ويهندو هو ته پهرين رڪعت ۾ ايترو ڪيس روڄ ٿيندو هو جو بي حال ٿي ويندو هو. صبح تائين ٻي رڪعت نه پڙهي سگهندو هو. عجب ۾ پئجي فرمائيندو هو ته

ماڻهو ڪيئن تهجد جي نماز ادا ڪندا رهن ٿا. شاهه جون ڪرامتون حد کان گهڻيون آهن. ميان عبدالواسع ٺٽوي سندس ڪرامات ۽ ملفوظات هڪ رسالي نالي بيان العارفين ۾، جمع ڪيون آهن. شاهه صاحب بزرگانه ۽ عارفانه زندگي گذاري. ١٠٣٠ ھ ۾ ١٢ فرزند ڇڏي وفات ڪري ويو. بلڙي ۾ دفن ٿيو، جتي سندس اولاد جي زمينداري ۽ خانقاه آهي.



# ميان مير فاروقي

ميان مير محمد معروف به ميان مير ولد قاضي سائين ڏنو سيوهاڻي، سيوهڻ ۾ سنه ٩٥٧ ھ ۾ ڄائو. سندس والد وقت جو وڏو عالم ۽ شريعت ۽ طريقت جو مالڪ هو. اهڙيءَ طرح سندس والده ماجده بہ ولي، عالم ۽ ڪشف ڪرامت جي مالڪياڻي هئي. ميان مير ظاهري علمن جي تحصيل کانپوءِ ڪجهه وقت پنهنجي والد وٽ باطني علمن جو شغل حاصل ڪيو. ان کان پوءِ شيخ خضر قادري جو مريد ٿيو. سنڌ کي ڇڏي لاهور جي ٻاهران هاشم پور نالي هڪ ڳوٺ ۾ وڃي رهيو، جتي هزارين ماڻهو سندس مريد اچي ٿيا.

شهزادو دارا شڪوه ولد شهنشاهہ شاهجهان سندس پيارن مريدن مان هو. جنهن سفينة الاولياء ۾ ميان مير جو نهايت محبت ۽ خلوص سان ذڪر ڪيو آهي. ميان مير جون ايتريون ڪرامتون آهن، جن کي شهزادي دارا شڪوهہ هڪ رسالي جي صورت ۾ جمع ڪيو آهي. سندس ڪيترا ئي مريد بہ ڪرامت ۽ ولايت جا صاحب هوا. هو راتين جون راتيون عبادت ۾ گذاريندو ۽ تمام ٿورو کائيندو هو ۽ دنيا جي ڌنڌن کان آزاد رهندو هو.

لاهور ۾ ٦٠ سال رهي، ٨٧ ورهين جي ڄمار ۾ ١٠٤٥ھ

وفات ڪيائين. سندس هاشم پور وارو جهونو ڪوٽ اڄ به ميان
مير جي نالي سان مشهور آهي. اتي ريلوي اسٽيشن ۽ ڇانوڻي
آهي. پنجاب ۾ ميان مير جو روضو تمام مشهور آهي.



## شاهه خيرالدين

سيد خير الله معروف شاهه خير الدين ولد سيد احمد بغدادي
۹۱۱ هجري بغداد ۾ تولد ٿيو. سندس نسب پنجن واسطن سان
سيدنا عبدالقادر جيلاني سان ملي ٿو. اوائل عمر ۾ بغداد مان
مڪي آيو. برابر ۱۴ ورهيه حرمين ۾ رهي علم پڙهندو رهيو.
علم مان فراغت حاصل ڪري سنڌ ڏانهن سياحت جي ارادي
سان نڪري آيو ۽ مخدوم نوح عليه الرحمته جي صحبت ۾ اچي
رهيو، جتان گهڻو ئي فيض ۽ رشد حاصل ڪيائين. پوءِ سکر
۾ هڪ ٽڪري تي عبادت الاهي ۾ مشغول ٿيو. جتي ڪيترائي
ماڻهو سندس اچي مريد ٿيا. مير محمد ذڪريا مير محمد معصوم
جو پوٽو سندس معتقد ۽ مريدن مان هو.

دليل الذاڪرين ۾ لکيل آهي ته شاهه خير الدين هڪ دفعي
پنهنجي فرزند کي ذڪر جي اهڙي زبردست تلقين ڪئي، جو
برداشت ڪري نه سگهيو ۽ ساهه سپرين جي حوالي ڪري ويس،
جنهن ڪري شاهه خير الدين هميشه افسوس سان ظاهر ڪندو
هو، ته اصلي تلقين وٺڻ جي ڪري طالب طاقت ڪانه رکيٿو.

شاهه خير الدين جي خليفن ۾ سيد نصير الدين متعلوي
جو نالو به اچي ٿو، جنهن شاهه صاحب جي وفات کان پوءِ
مخدوم نوح رحه جي خليفي درويش يحيٰ رانئيه جي صحبت ۾
رهي گهڻو ڪجهه حاصل ڪيو.

حضرت مخدوم نوح رحه جي طالبن مان درويش حسن

ڪان نقل آهي ته هڪ دفعي جذبي جي حالت ۾ شاهه صاحب فرمايو ته مخدوم نوح رحه جا سنگتي قيامت جي ڏينهن حضرت خاتون جنت جي فرزندن حسنين جا پاڙيچا هوندا.

( دليل الذاڪرين )

پير روضه ڌڻي سيد محمد راشد رحمته عليه جي ملفوظات ۾ هڪ نقل آيل آهي، جنهن جو مطلب آهي ته شاهه موصوف جي مريدن مان هڪ درويش سنڌو ندي جي ڪناري تي سکر جي ٻاهران هڪ جهوپڙي ناهي مراقبي ۾ ويهي ايڏو ته محو ٿي ويو، جو درياهه اتان ٻيٽ ڪري چڙهي ويو ۽ جهوپڙي واريءَ هيٺ اچي وئي، پر هن کي سڌ به نه رهي.

هڪ دفعي شاهه صاحب انهيءَ گوشه نشين مريد کي سنڀاليو، جنهن تي کين ٻڌايو ويو ته سکر جي ٻاهران فقير هڪ کوٺڙي ناهي عبادت ۾ وچي مشغول ٿيو هو، پوءِ جو پتو ڪونه آهي. شاهه صاحب گهوڙي تي سوار ٿي اتي آيو ۽ ان جهوپڙي تان واري پري ڪري ڏنائون ته فقير سمهيو پيو آهي.

اتي شاهه صاحب سنڌي زبان ۾ هيٺيون مصرع فرمايو:

نه تون ڪعبه نه تون قبله جو رهين منجهه سجود

فقير سجاڳ ٿي جواب ڏنو ته:

بيخود آئون ته ڪوهه ڪندو قبلو،
جن سڄاڻو سلطان، پرين اسين پاڻ، ڪريون سجدو
ڪنهن کي.

شاهه خير الدين آخري عمر ۾ رهڻ واري ٽڪري تان لهي اچي سکر ۾ انهيءَ هنڌ رهيو هو، جتي سندس مقبره آهي. اتي ترخان خاندان جا گهر هئا، جي هنن شاهه صاحب کي نذرانه طور ڏئي ڇڏيا.

سکر ۾ فقير سڏو ۽ فقير جمال الدين سندن خدمت ۾ رهندا هوا. شاهه صاحب سکر ۾ ڏي ٢٧ رمضان المبارڪ ١٠٢٠

هجري ۾ لا ولد ھن دنيا مان آخرت جو سفر اختيار ڪري ويو. سندن تاريخ وفات هيٺئين قطعہ جي پوئين مصرعہ مان ملي ٿي:

شاهہ خير الدين مہ برج شرف
مقبل درگاهہ ايزد سرمدي
سال تاريخ وصالش عقل گفت
مرشد ڪامل طريق احمدي.
١٠٢٨ هجري



# عمرالدين بيدار جا تازا تيار

# ڪجهه ڪتاب

هنن ڪتابن ۾ (١) فيدر لائين (ننڍو ناول)

هڪ پوليس آفيسر پاران ڏوهه جي باريڪ بينيءَ سان جاچ جو قصو. قيمت ١٠ روپيه

٢ـ سنڌ جا اولياءَ ـ پاڱو پهريون، جنهن ۾ سيد صدرالدين شاهه عرف شاهه صدر. مخدوم عثمان قلندر شهباز. خــواجه غلام احمد ملڪاڻي. مخدوم بلاول شهيد، خواجه محمد زمان لنواري وارو، ۽ تصوف تي لکيل

هڪ عمدو تحقيقي مضمون شمس العلماءُ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جو. هن ڪتاب جي قيمت ١٥ روپيه.

٣ـ سنڌ جا اولياءَ پاڱو ٻيون، جنهن ۾ مهان يار محمد ڪلهوڙو، سيد نظام الدين معصوم، شاهه ولي الله، حافظ امام بخش، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، ابـو معشر سنڌي، امام اوزاعي، ابو عطا سنـــڌي، صوفي شاهه عنايت شهيد ۽ جهوڪ جي لڙائي ۽ پرڏيهه تي اسهڻل اڳوڻن سنڌي وڏن عالمن جـو ذڪر آهي. ان ڪتاب جي قيمت ١٠ روپيه.

٤ـ ڪميونزم جو نظريو: قربان بگٽيءَ جي علمي تنقيد قيمت ڏهه روپيه.

٥ـ سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ ڪي مضمون ۽ تبصرا قيمت پنج روپيه.

٦ـ عمرالدين بيدار جــو تــازو ڇپايل مختصر ڪلام قيمت ڏهه روپيه.

بوڪ سيلرن ۽ ايجنٽن لاءِ خاص رعـايت، اسڪولـن، ڪاليجن، ۽ سرڪاري لائبريرين توڙي ذاتي لئبريرين لاءِ بهترين سهولت ۽ سنا ڪتاب.

لکپڙهه لاءِ ـ عمرالدين بيدار، اڪبر روڊ، ڪراچي ـ

# ڪميونزم جو نظريو



ڪارل مارڪس وفات ۱۸۸۳ع

هڪ نظريي جي اعتبار سان ڏسڻ ۾ ايندو ته ڪميونزم جو بنياد مغربي سياسي فڪر جي شروعات سان وڃي لڳي ٿو، جڏهن افلاطون (Plato) پنهنجي ڪتاب "ريپبلڪ" ۾ خيالي رياست کي وجود ۾ آندو هو. شعور ۽ ارتقا اچڻ بعد انسان پنهنجي ماحول ۾ سماجي ناهموارين ۽ عدم مساوات کي بريءَ طرح محسوس ڪري ٿو. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته مذڪوره برائيون ذاتي ملڪيت جي رکڻ ڪري پيدا ٿين ٿيون، ۽ انساني زندگيءَ ۾ امن، بهبودي توڙي خوشحالي ان وقت ايندي جڏهن ذاتي ملڪيتن کي ختم ڪري اجتماعي يا گڏيل ملڪيتن جو نظام (Communal ownership of land and capital) قائم ڪيو وڃي. مارڪسي لٽريچر ۾ سرمايادار ۽ ملڪيتن جي مالڪن کي بالڪل ائين ننديو ويو آهي جيئن الاهي شريعتن ۾ شيطان تي ڦٽڪار ۽ لعنت جو حڪم ٿيل آهي. مارڪس تمام ملڪيتن کي ختم ڪري هڪ غير طبقاتي معاشره (Classless Society) قائم ڪرڻ گهري ٿو، جنهن ۾ رياست جي هر شهري کي پنهنجي صلاحيت ۽ گهرج مطابق روزگار مهيا ڪيو ويندو.

(From each according to his ability to each according to his needs).

پر روس ۽ چين جي تجربي بعد هاڻي ان ۾ شڪ جي ڪا گنجائش باقي نه رهي ته گذيل ملڪيتن جي نظام برپا ڪرڻ سان مارڪسي مفڪرين جي منشا مطابق هڪ غير طبقاتي معاشرو ته هرگز جنم نٿو وٺي، البته هن ظالمانه آپريشن سان هڪ اهڙو طبقو پيدا ٿئي ٿو، جنهن کي يوگوسلاويا (Yugoslava) اسيمبلي جو سابق صدر ۽ مشهور ڪميونسٽ ليڊر ۽ شاعر ملووان جيلاس (Milovan Djilas) نئون ڪلاس (New Class) ڪوٺي ٿو ۽ اهو ڪلاس آهي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو جنهن وٽ، اقتدار، ملڪيتن ۽ نظريه جي هڪ هٽي آهي. جيلاس بالڪل صحيح راءِ ڏئي ٿو ته ان قسم جي رياست ۾ (Oligarchy) آهي جنهن ۾ هڪ خاص گروهه جي ماڻهن لاءِ سڀ رعايتون وقف ٿيل آهن. نوڪريون ۾ انهن لاءِ اعليٰ تعليم ۽ سندن اولاد لاءِ وقف ٿيل آهي ۽ باقي سموري مخلوق ان نئين ڪلاس جي در جا پينو ۽ فقير آهن. قارئين کي پرزور گذارش ٿي ڪجي ته ڪميونزم جي نظام بابت هڪ گهر واري جي شاهديءَ کي غور سان مطالع ڪن. جيلاس لکي ٿو ته

"Contemporary Communism is that type of totalitarianism which consists of three basic factors for controlling the People. The first is Power; the second, ownership; the third, ideology. They are monopolized by the one and only Political Party, or according to my Previous explanation and terminology–by a new class; and, at present, by the oligarchy of that Party or of that class. (P-166)

غير طبقاتي معاشره پيدا ڪرڻ لاءِ مارڪسي مفڪرين جي هيءَ غير فطري دعويٰ ڪيئن هڪ "نئين ڪلاس" کي جنم ڏنو، ان جي سموري ڪارروائي اوهان ايندڙ صفحات ۾ پڙهندا. اڄ ڪيتريون ئي ڪميونسٽ رياستون دنيا ۾ قائم ٿيون آهن. پهرين مهاڀاري لڙائي جي خاتمي بعد روس جهڙو هڪ وڏو ملڪ ڪميونزم جي لپيٽ ۾ اچي ويو ته ٻي عالمگير لڙائي جي خاتمي تي چين جهڙي وڏي آبادي واري ملڪ ۾

ڪميونزم قائم ٿيو. پروفيسر هئرولڊ لاسڪي (Laski) بالڪل صحيح فرمايو ته ”عيسائيت ۽ اسلام کانپوءِ ڪميونزم دنيا جي وڏي ۾ وڏي تحريڪ آهي.“[۵] ان ڪري منهنجي ڪوشش رهندي ته هن نظام بابت صحيح معلومات پنهنجن معزز پڙهندڙن کي پهچايان. اميد ته هي بحث دلچسپيءَ جو باعث ٿيندو.

## ڪميونزم جي فروغ جو مکيه سبب

سوال ٿو پيدا ٿئي ته ڪهڙن سببن ڪري يورپ ۾ ڪميونزم جو نظريو علمي سطح تي پيدا ٿيو ۽ بعد ۾ هي فلسفه رياست جي شڪل ۾ ڪيترن ئي ملڪن ۾ نافذ ٿي ويو. عام سطح تي حضرات فقط اقتصادي بدحالين کي ڪميونسٽ انقلاب لاءِ ذميوار ٺهرائين ٿا. ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته اقتصادي بدحالي، مسڪيني ۽ فاقه ڪشي ڪميونزم کي جلا ٿي بخشي، پر پڇڻ جي جسارت ڪندس ته ڇا ڪميونزم محض اقتصادي تحريڪ آهي؟ ظاهر آهي ته ڪوبه پڙهيل شخص ائين ڪڏهن به نه چوندو. حقيقت ۾ ڪميونزم هڪ فلسفهءِ حيات ۽ نظام زندگي آهي. حيات ۽ تصور ڪائنات بابت ان جو پنهنجو نظريو آهي. يورپ جي دانشورن ۽ عالمن ڪميونسٽ نظريه متعلق بي شمار علمي ۽ تحقيقي ڪتاب لکيا آهن. اهي اڪثر هن راءِ جا آهن ته ڪميونزم جو فروغ هڪ منظم مذهب جي ٽٽڻ ۽ ناڪاميابي ڪري ٿيو آهي. ۽ سيڪيولرزم جي اڀرندڙ طاقت مارڪس جي فلسفه کي مقبول بڻايو هو. مثال طور پروفيسر ڪئريوهنٽ (Carew Hunt) ڪميونزم جي نظريي بابت (The Theory and Practice of Communism) نالي هڪ جامع علمي ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ هي فاضل مصنف اسان کي ٻڌائي ٿو ته ”آخري تجزيه مطابق ڪميونزم هڪ اهڙن خيالات جو مجموعه آهي، جنهن هڪ منظم مذهب جي ٽٽڻ بعد پيدا ٿيل خلا کي ڀري ڇڏيو ۽ مذهب گذريل ٽن صدين جي عرصي منجهه انڪار ۾ وڌندڙ لادينيت جي ڪري پرزا پرزا ٿيو هو. ياد رکڻ گهرجي ته ڪميونزم جو مقابلو فقط اهڙيءَ مخالف

زندگيءَ جي تصور سان ٽي سگهي ٿو، جنهن جو سڄو ڍانچو مختلف اصولن تي ٻڌل هجي.“

"It (communism) is in the last analysis a body of ideas which has filled the vaccum created by the break down of organised religion as a re ult of increasing seculariz-ation of thought during the last hree centuries, and it can be combated only by opposing o it a conception of life based upon wholly different pri ciples". (P-28, 29).

جيئن سيڪو چائي ٿو ته يورپ ۾ عيسائيت جو مذهب منظم هو. هاڻي عيسائيت ڇو فيل ٿي؟ ڇاجي ڪري انڪار ۽ لادينيت جو فروغ ٿيو ۽ جنهن ڪميونزم کي جنم ڏنو؟ اهو هڪ دلچسپ داستان آهي، جنهن جي بيان ڪرڻ بعد پڙهندڙ سخت ذهني الجهن ۾ مبتلا رهندو. ان ڪري مسٽر پهريائين عيسائيت جي ناڪاميابي بابت پنهنجون گذارشون پيش ڪندس ۽ ان کان پوءِ سماجي ناانصافي ۽ اقتصادي عدم مساوات بابت بحث جي تشريح ڪندس.

## يورپ ۾ عيسائيت جي ناڪاميابي ۽ مارڪسزم جو ظهور

هڪڙي ملڪ ۾ ڪنهن به نئين نظريه جي فروغ لاءِ اهو لازمي آهي ته ان ملڪ جي تاريخي پس منظر کي به بيان ڪجي ۽ معلوم ڪرڻ گهرجي ته ڪهڙن سببن ڪري پراڻو نظريو ناڪامياب ٿيو ۽ نئون نظريو جنم ورتو؟ مثال طور عربستان ڏيهه ۾ اسلام جو ظهور ٿيو هو. اسلام تي لکڻ وارن محققن سڀ کان اڳ عرب ڏيهه جي سماجي پس منظر، تاريخ ۽ ماڻهن جي جاهليت واري نظريه ۽ ديني عقائد بابت قلم کڻڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ثابت ڪيو ته ڪهڙن حالتن ماتحت پراڻا افڪار ناڪامياب ٿيا ۽ نئين اسلامي نظريه ماڻهن جي دلين ۾ جڳهه ورتي. ساڳيءَ طرح اسان کي معلوم ڪرڻ گهرجي ته مارڪسزم جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ يورپ ۾ عيسائي مذهب ڪيئن جنم ورتو؟ ان جي ناڪاميابي ڪيئن ٿي ۽ ڪهڙين

حالتن ڪري هڪ مذهب پرست قوم ۾ مارڪسزم جو ظهور ٿيو؟ هي ايڏو تہ وسيع موضوع آهي جنهن تي ڪتابن جا ڪيترائي جلد لکي سگهجن ٿا تنهن هوندي بہ مختصر طور تي قارئين آڏو يورپي لوڪن جي ديني عقيدن ۽ سندن سماجي پس منظر کي بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس.

## يورپ ۾ عيسائيت جي شروعات

جيئن سنڌ ۾ اسلام جي سرڪاري طرح ابتدا مشهور عرب جرنيل محمد بن قاسم الثقفي ڪئي هئي، تيئن يورپ ۾ عيسائيت جي شروعات رومي شهنشاهہ قسطنطنيہ جي (Constantine) هٿان ٿي هئي. سندس عهد حڪومت ۳۲۴ عيسوي سن کان ۳۳۷ع تائين يعني ڪل تيرهن سال رهي. مؤرخن جو چوڻ آهي تہ بادشاهہ قسطنطنيہ جي ماءُ لا ئيمنا پهريائين عيسائي مذهب اختيار ڪيو هو ۽ سندس پٽ بعد ۾ عيسائي مذهب جو پرجوش مبلغ ٿيو هو. ورنہ ان کان اڳ ۾ رومي سلطنت ماتحت عيسائين کي سخت اذيتون ڏنيون وينديون هيون. ايتريقدر جو حضرت عيسيٰ مسيح جي خاص شاگرد ۽ ديني مبلغ پيٽر (بطرس) کي رومي شهنشاهہ نيروءَ (Neru) قتل ڪرايو هو. رومي سلطنت ۾ عيسائين سان وڏا ظلم ٿيندا هئا. نيرو کان اڳ ۾ هڪ ٻئي رومي شهنشاهہ آگسٽس (Augustus) يهودين جي حڪمران هيروڊئس جي چرچ تي عيسائي مذهب جي باني حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي قتل جو شاهي فرمان جاري ڪيو هو. پر پوءِ اهو واقعو پيش آيو جنهن جو ذڪر قرآن مجيد ۾ ڪيل آهي.

ڪنهن بہ نظريہ يا ديني عقائد کي جڏهن ڪو حاڪم يا بادشاهہ اختيار ڪندو آهي تہ رياستن جي پذيرائي ڪري اهڙو مذهب جلد ماڻهن ۾ پذيرائي حاصل ڪندو آهي. چوڻ عربيءَ ۾ چوڻي آهي تہ ”الناس علیٰ دين ملوکهم“ يعني تہ ماڻهو پنهنجن بادشاهن جي دين جي پيروي ڪندا آهن. سو ساڳيءَ طرح رومي بادشاهہ قسطنطنيہ جي عيسائيت قبول ڪرڻ بعد

رعايا ۾ بہ هن مذهب لاءِ جاذبيت پيدا ٿي ۽ پوري يورپ ۾ هي دين پکڙجڻ لڳو. اثين سمجهو تہ جيئن هندستان ۾ شهنشاهہ اشوڪ پڻ ٻڌ ڌرم اختيار ڪيو هو تہ پوري هندستان (Ashoka) ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جو مذهب پکڙجڻ لڳو هو، بالڪل ساڳي نموني قسطنطنيہ يا ڪانسٽنٽائين جڏهن عيسائي مذهب قبول ڪيو تہ پوري يورپ ۾ هن دين جو چوڌول ٿيڻ لڳو. هن رومي بادشاهہ جي وقت ۾ عيسائين اندر سخت ڏڦيڙ ۽ اختلاف هو. عيسوي مذهب جا ڪيئي فرقا پاڻ ۾ ڏاڙهي پٽ ڪندا هئا. هن انتشار کي هٽائڻ لاءِ قسطنطنيہ روم ۾ "اَيقيہ" نالي هڪ مقام تي مختلف مسلڪن جا ڪل ٽي سئو ارڙهن عالم ۽ پادري گهرايا هئا. هن تاريخي اجتماع ۾ اهو طئي ڪيو ويو تہ سڀ فرقا ديني خلفشار ختم ڪري هڪ پليٽ فارم تي جمع ٿين. چنانچہ بادشاهہ جي هدايتن، دلچسپي ۽ عيسوي مذهب سان بي پناهہ عشق جي ڪري سيني فرقن پنهنجا اختلاف ختم ڪيا ۽ گڏجي متفقہ طور تي عيسائيت جو هڪ واحد نظام جوڙيائون ۽ ان کي اهڙي سهڻي نموني سان ترتيب ڏنائون جو عوام توڙي خواص وٽ مسيحيت جو هي واحد نظام بيحد مقبول ٿيو ۽ سمورو يورپ ان مان فيضياب ٿيو هو. سترهين صديءَ جي نامور يورپي تاريخدان گبن (Gibbon) صاحب پنهنجي ڪتاب "رومي سلطنت جو زوال" (Decline and Fall of Roman Empire) ۾ شهنشاهہ "قسطنطنيہ کي پرزور خراج عقيدت" ڏيندي لکيو آهي تہ قسطنطنيہ (Constantine) جون ڪاميابيون يا هن جون سول پاليسيون يورپي رياست کي متاثر ڪونہ ٿيون ڪن، پر سندس عيسائي مذهب جي اختيار ڪرڻ وارو واقعو يورپ جي ڪافي حصہ تي اڄان تائين پنهنجو اثر وڪي ٿو. يورپ تي سرڪاري طور عيسائي مذهب جو نفاذ هڪ اهڙو اهم داخلي انقلاب آهي جنهن مان قيمتي ۽ مفيد هدايتون نصيب ٿين ٿيون."

"The Public establishement of christianity may be considered as one of those important and domestic revolution which excite the most lively curiosity, and afford the most valuable instruction. The victories and the civil policies

of constantine no longer influence the state of europe, but a considerable. Protion of the globe still retains the impression which it received from the conversion of that monarch". (P-284, Pelican, 1966 ED.)

## عيسائين جو مذهبي ڪتاب انجيل

جيئن اسان جي نبي صلي الله عليه والسلم ڏانهن خدا جي طرفان قرآن مجيد نازل ٿيو هو، اهڙيءَ طرح حضور جن کان اڳ ۾ حضرت عيسيٰ عليه السلام ڏانهن به هڪ ڪتاب خدا وٽان لٿو هو ان کي انجيل مقدس (Holy Bible) ڪوٺجي ٿو. حضرت عيسيٰ کان پوءِ انجيلن جي ترتيب ۽ تدوين ڪهڙيءَ طرح ٿي اهو هڪ دلچسپ موضوع آهي. موجوده دور جا يورپي اسڪالر خود تسليم ٿا ڪن ته هي انجيل اهو الاهي ڪتاب نه آهي جو حضرت مسيح تي نازل ٿيو هو. بلڪ انساني تصنيف آهي، جن جي نالن جو به پتو ڪونه ٿو پوي. مثال طور اٺويهين اپريل ١٩٦٥ع ۾ امريڪا جي مشهور رسالہ "لائيف" (Life) جو بائيبل يا انجيل نمبر شايع ٿيو هو، ان جو بيان آهي ته "هي انجيل انسانن جو لکيل ڪتاب آهي ...." ان جا اڪثر الفاظ ماڻهن جا تصنيف ڪيل آهن جن جا نالا به اسانکي معلوم نه آهن ....... ۽ عيسائيت جي ڦهلجڻ کان پوءِ غلطيون وڌنديون رهيون. تان جو عهدنامہ جديد ۾ عهدنامہ قديم کان به زياده تبديليون ٿيون آهن." هي آهي انجيل مقدس بابت موجوده دور جي يورپي اسڪالر جي تحقيق.

## انجيل جي تدوين

مٿي عرض ڪيو ويو ته حضرت عيسيٰ تي نازل ٿيل ڪتاب انجيل جي ترتيب ۽ تدوين جو مسئلو دلچسپ آهي. هي مختلف انجيل ڪيئن قلمبند ڪيا ويا؟ ان مسئلہ تي مشهور مسلمان مفڪر ۽ عظيم تاريخدان علامہ ابن خلدون پنهنجي مقدمہ ۾ اهم عالمانہ بحث ڪيو آهي. بعد ۾ يورپ جي مؤرخن ● ابن خلدون

جي راءِ کي صحيح تسليم ڪري ان ڪـي پنهنجي ڳاڙيخن ۾ درايو آهي. ابن خلدون لکي ٿو تہ حضرت عيسيٰ کان پوءِ

”وافترق الحواريون شيعا و دخل اكثرهم بروما دار ملك القياصرة ثم كتبوا الانجيل الذي انزل الي عيسي صلواة الله عليه في نسخ اربع علي اختلاف رواياتهم فكتب متي انجيله في بيت المقدس بالعبرانية و نقله يوحنا بن زبدي منهم الي لسان لاتيني و كتب لوقا منهم انجيلهم بالاتيني الي بعض اكابر الروم و كتب يوحنا بن زبدي منهم انجيله بروما و كتب بطرس انجيله بالاتيني ونسبه الي مرقاس تلميذه و اختلفة هذه نسخ الاربع من الانجيل مع انها ليست كلها وحي صرفا بل مشوبة بكلام عيسي عليه السلام و بكلام الحواريين و كلها مواعظ و قصص والاحكام فيها قليلة جدا.“ (المقدمہ لعلامۃ ابن خلدون صفحہ ۲۳۲ مطبوعہ قاهرہ)

يعني تہ ”حضرت عيسيٰ کان بعد مقدس حواري ۽ مددگار پنهنجي نصراني دين جا داعي ۽ مبلغ ٿجي مختلف گروهن ۾ تقسيم ٿي ويا ۽ انهن مان گهڻن مقصد جي حصول لاءِ جهجهي تعداد ۾ رومي بادشاهن جي گاديءَ واري شهر ”روما“ ۾ داخل ٿيا هئا. انهن حضرت عيسيٰ تي نازل ٿيل ڪتاب انجيل کي بااختلاف روايات چئن نسخن ۾ لکيو ۽ ضبط ڪيو هو. پوءِ (حضرت عيسيٰ جي حوارين مان هڪ شخص) متيءَ پنهنجو انجيل بيت المقدس ۾ ويهي عبراني زبان ۾ لکيو جنهن کي هڪ ٻئي (حواري) يوحنا بن زبدي لاطيني ٻوليءَ منجهہ نقل ڪيو هو. لوقا (شخص) پنهنجو ٻيو انجيل اڪابر روم ڏانهن لاطيني ٻوليءَ ۾ لکي موڪليو. ٽيون انجيل يوحنا بن زبدي نالي هڪ شخص روم ۾ ويهي تاليف ڪيو ۽ بطرس (شخص) پنهنجو (چوٿون) انجيل لاطيني زبان ۾ لکيو جنهن کي پنهنجي شاگرد مرقاس ڏانهن منسوب ڪيو هئائين. انجيل جا هي چار ئي نسخا هڪ ٻئي کان مختلف هئا. سڀ جا سڀ وحي ۽ خدا وٽان صرف نازل ٿيل ڪونہ هئا، پر انهن ۾ حضرت عيسيٰ توڙي حوارين جو ڪلام گاڏڙ ساڏڙ ٿي ويو هو ۽ انهن ۾ رڳو وعظ ۽ قصا نقل ٿيل آهن باقي منجهن احڪام تمام ٿورا چاڙهايل آهن.“

اندازو لڳايو ته جنهن ڪتاب ۾ حضرت عيسيٰ تائين حوارين جو ڪلام مڪس ڏنل هجي، اهڙو ڪتاب ڪيئن الاهي ڪتاب ڪوٺجي سگهجي ٿو. متي اوهان پڙهي آيا ته انجيل ۾ فقط وعظ ۽ قصا نقل ڏنل آهن ۽ منجهس تمام ٿورا احڪام نقل ڏنل آهن. سوال ٿو پيدا ٿئي ته جنهن بہ الاهي ڪتاب ۾ احڪام جي کوٽ آهي اهڙو ڪتاب معاشري جي اصلاح ڪيئن ڪري سگهندو؟ لامحاله مذهب فقط پرائيوٽ معاملہ تصور ڪيو ويندو ۽ اهڙو مذهب اجتماعي نظام جي شڪل بہ اختيار نہ ڪري سگهندو. عيسائين پنهنجي مذهب ۾ ايتري تہ تحريف ڪئي جو جديد دور جا مفڪر هن ڳالهہ مڃڻ لاءِ بہ تيار نہ آهن تہ ڪو حضرت عيسيٰ جهڙو شخص دنيا ۾ پيدا ٿيو بہ هو يا نہ؟ مثال طور موجوده دور جو وڏو مفڪر ۽ فلاسفر پروفيسر برٽرانڊرسل (Bertrand Russel) پنهنجي ڪتاب "مان جو عيسائي نہ آهيان" (Why I am not a Christian) ۾ هڪڙي هنڌ حضرت عيسيٰ جي شخصيت بابت لکي ٿو تہ، "تاريخي طور تي هيءَ ڳالهہ نهايت ئي مشڪوڪ آهي تہ ڪو عيسيٰ نالي شخص بہ ڪڏهن پيدا ٿيو هو، جي وري پيدا ٿيو تہ اسان کي هن بابت ڪا خبر نہ آهي."

"Historically It is quite doubtful whether Christ ever existed at all, and if He did we do not know any thing about Him." (P-11)

## عيسائيت، مذهب ۽ سياست

يورپي باشندن عيسائيت کي فقط روحاني تسڪين ۽ بطور پرائيوٽ مذهب ڪري تسليم ڪيو هو. عيسائي مذهب انسان جي دنوي معاملات جهڙوڪ سياست، معيشت ۽ معاشرت توڙي بين‌الاقوامي تعلقات ۾ ڪو رهنمائي نٿو ڪري. يورپي لوڪ مٿين معاملن ۾ خاص طرح يونانين جا شاگرد هئا جن وٽان هنن سياسي اصول سکيا هئا. حضرت عيسيٰ ڪڏهن بہ حڪمران گروهہ جي وفاداري ڪان بقول عيسائين جي انڪار

نہ ڪيو، يورپ جو هڪ نامور سياسي مفڪر ۽ مصنف پروفيسر جارج ـ ايچ ـ سئبين (George H. Sabine) پنهنجي ڪتاب ”سياسي نظريہ جي تاريخ“ (A History of Political Theory) ۾ لکي ٿو تہ ”وقت جي حاڪم جي عزت ۽ فرمانبرداري ڪرڻ عيسائين جو اخلاقي فرض شمار ڪجي ٿو، جو تہ ان امر کي خود عيسائيت جي باني (مسيح) پنهنجي مذهب ۾ سختيءَ سان جڪڙي ڇڏيو هو. جڏهن فارسيز حضرت عيسيٰ کي رومي اقتدار جي مخالفت جي ڏوهہ ۾ ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي تہ ان وقت حضرت عيسيٰ هيٺيان يادگار لفظ چيا هئا يعني تہ ”جو ڪجهہ قيصر (بادشاهہ) جو آهي اهو بادشاهہ جي حوالي ڪريو، ۽ جو ڪجهہ خدا جو آهي اهي معاملا خدا جي سپرد ڪري ڇڏيو.“

"The obligations of christians to respect constituted authority had been deeply embedded in christianity even by its founder. When the Pharisees had attempted to entrap Jesus into opposition to the power of Rome, he had uttered the memorable words. Render therefore unto Caesar the things which are Ceasers and unto God the things that are God's." (P-181).

يعني هن لفظن ۾ بادشاهہ جي معاملي ۾ الله تعاليٰ کي مداخلت نہ ڪرڻ ڪپي. هتان کان وٺي عيسائي ڌرم ۾ مذهب ۽ سياست جي جدائي شروع ٿي هئي. بعد ۾ يورپي ڏيهن ۾ سينٽ امبروز (Ambrose) آگسٽين (Augistine) پوپ گريگري (Gregory) جهڙا نامور عيسائي مبلغ پئدا ٿيا هئا، جن بہ پنهنجي پيغمبر حضرت عيسيٰ جي حڪم تي هلي فقط چرچ تائين پنهنجون دلچسپيون ۽ ڪوششون محدود ڪيون هيون ۽ هو سياسي معاملات ۾ ڪوبہ دخل نہ ڏيندا هئا. سينٽ امبروز جو مشهور قول آهي تہ ”چرچ پادريءَ جي ملڪيت آهن ۽ محلاتون بادشاهہ جون ملڪيتون آهن.

"The Palaces belong to the emperor, the churches to the Bishop."

رومي سلطنت مان عيسائيت جو تحفو يورپ کي ان نموني مليو هو، جنهن ۾ مذهب فقط پرائيويٽ معاملو آهي. ان هوندي به يورپ جا اديب ۽ ڪي دانشور روم کي پنهنجي عيسائي تهذيب جو مرڪز تصور ڪن ٿا. مثال طور مشهور انگريز اديب محقق ۽ نقاد پروفيسر ٽي- ايس- ايلٽ (Eliot) صاحب پنهنجي ڪتاب شاعري ۽ شاعر (On Poetry and Poets) ۾ رومي شاعر ورجل (Virgil) کي بي حد ساراهي ٿو. ۽ ان کي ڪن معاملن ۾ شيڪسپيئر کان به ترجيح ڏيئي ٿو وڃي جو ته سندس لکڻ مطابق ته "اسين سڀ جيستائين يورپي تهذيب جا وارث آهيون، ايستائين اسين گويا رومي سلطنت جا شهري آهيون."

"We are all, sofar as we mherit the civilization of Europe, still citizens of the Roman Empire (P-130)

## اسلام، مذهب ۽ سياست

سياست ۽ ٻين اجتماعي معاملات ۾ اوهان عيسائيت ۽ ان جي باني؏ جو نڪته نگاهه مٿي پڙهي آيا آهيو. جنهن مذهب جي ڪل ڪائنات ۽ دائره اختيار فقط پرائيويٽ زندگي تائين محدود هجي، اهڙو مذهب ڪميونزم جهڙي هڪ بين الاقوامي تحريڪ جو ڪيئن مقابلو ڪري ٿي سگهيو؟ ضمناً اهو به عرض ڪندس ته پوري دنيا جي مذهبن مان اسلام ئي هڪ واحد مذهب آهي جو سياست سميت تمام اجتماعي معاملات ۾ انسان جي رهنمائي ڪري ٿو ۽ انهيءَ سبب ڪري به ڪميونزم لاءِ هڪ وڏو چيلينج آهي. جيتوڻيڪ مسلمان ملڪن ۾ افراتفري آهي ۽ اڪثر ملڪن ۾ ڪا به مضبوط جمهوري گورنمنٽ به موجود نه آهي، ان هوندي به گذريل ستٽ سالن کان سخت ڪوشش جي باوجود به روسي گماشتا اڃان تائين هڪڙي مسلمان ملڪ اندر به ڪميونسٽ رياست قائم ڪري نه سگهيا آهن اهو هڪ وڏو معجزه آهي. مٿي عرض ڪيو ويو آهي ته اسلام عيسائيت وانگي محض پرائيويٽ اصولن تائين محدود

۽ آهي ۾ سياست لاءِ بہ رهنما اصول ڏنيئو. اها فقط منهنجي دعويٰ نہ آهي. يورپ جي نامور عالمن ۽ دانشورن اسلام جي کوجھي مطالعہ ڪرڻ بعد اها راءِ ڏني آهي. مثال طور پروفيسر ٽوائن بي (Toynbee) يورپ جو هڪ عظيم مورخ ٿي گذريو آهي. اهل علم کي خبر آهي تہ جديد مغربي دنيا ۾ ٽوائن بي جهڙو ٻيو ڪو بہ محقق ۽ مؤرخ پيدا ڪونہ ٿيو آهي. پروفيسر ٽوائن بي پنهنجي ڪتاب "عيسائيت ۽ مذاهب عالم" (Chiistianity Among the Religions of the World) ۾ اسلام بابت پنهنجي راءِ ڏيندي هڪڙي هنڌ لکي ٿو تہ "چرچ ۽ رياست جي تقسيم ڪرڻ وارو خيال اسلام سان لاڳو ڪرڻ پوري مذهب ۽ طرز زندگي جي منافي ٿيندو ۽ جيئن اسان کي پتو آهي تہ، اسان جي پنهنجي زماني ۾ جن بہ اسلامي ملڪن مغربي قسم جي عيسائي دستورن يا سماجي طريقي کي اختيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ کين مشڪلاتون پيش آيون."

"To apply the notion of the division between church and state to Islam would run counter to the whole Islamic concept of religion and way of life; and, as we know, this has caused great difficulty in our time in Islamic countries that have tried to adopt western and therefore at bottom, western chyristian, constitutions and social systems." (P-12, Oxford Press London).

هنڌ ۾ اسان جي پڙهيل خاص طور نوجوان مسلمان طبقي کي دل سوز اپيل ڪندس تہ مهرباني ڪري اسلام ۽ رياست جي موضوع بنسبت جديد مغرب جي هڪ وڏي ۾ وڏي مؤرخ ۽ دانا شخص جي ڪتاب مان مٿيون حوالو غور سان پڙهن. منهنجو اڪثر اهڙن پڙهيل شخصن سان واسطو پيو آهي جي ڪليل لفظن ۾ چوندا آهن تہ اسلام جو رياست ۽ سياست سان ڪهڙو تعلق؟ حالانڪ دوستن جي اها ڀل آهي. اهو تصور تہ اسان کي عيسائيت مان مليو آهي جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي. هن معاملي بابت جديد دور جي ذهن کي صاف ڪرڻ لاءِ

مغرب جي هڪ ٻئي فاضل شخص ۽ عربي دان پروفيسر نڪلسن (Nicholson) صاحب جي راءِ نقل ڪجي ٿي. هو پنهنجي مشهور ڪتاب ”عربن جي ادبي تاريخ“ (Aliterary History of the Arabs) ۾ لکي ٿو ته ”جيئن ته مسلم چرچ ۽ رياست حقيقت ۾ هڪڙي وحدت آهي، ان ڪري سياست کي مذهب کان جدا ڪرڻ مشڪل آهي ۽ نه ئي مذهبي نوادرات مسلسل سياسي واقعن جي حوالي بغير سمجهه ۾ ايندا.“

"Since the Muslim church and state are essentially one, it is impossible to treat of Politics apart from religion, nor can religious phenomena be understood without continual reference to political events." (P-182).

اسلام ۽ سياست بابت مٿي فقط ٻن مغربي عالمن جا رايا نقل ڪيا اٿم، جو هن بحث ۾ وڌيڪ گنجائش نه آهي. گذريل صدي ۾ مغربي عالمن کي اسلامي طرز زندگي جي مطالعه مان حيراني وٺي وئي ۽ مخالفت جي باوجود سڀ مغربي عالم هن ڳالهه تي متفق آهن ته عيسائي مذهب وانگر اسلام فقط پرائيوٽ زندگيءَ تائين محدود نه آهي پر هو هڪ مڪمل ضابطهء حيات ۽ دستورالعمل آهي جو انسان جي هر شعبهء زندگي، سياست، معيشت، توڙي معاشرت ۾ رهنمائي ڪري ٿو. مثال طور جرمني جو ڊاڪٽر گولڊزهر، فرانس جو ڊاڪٽر نولديڪي، پروفيسر ڊوزي، هٽي، ۽ ڪئنٽانو جا نالا قابل ذڪر آهن. انهن مسلمانن کي پنهنجي مذهب جي پوري واقفيت وٺڻ لازمي آهي ۽ سياست کي اسلام کان علحده سمجهڻ وڏو فريب ۽ جهل آهي.

## مارٽن ليوٿر (Luther) جي اصلاحي تحريڪ (Reformation)

يورپ ۾ عيسائيت جي تاريخ بابت مارٽن ليوٿر جي اصلاحي تحريڪ کان هڪ نئون باب شروع ٿيو، جنهن جا دور رس نتيجا نڪتا. ليوٿر جي ڪري ئي پروٽسٽنٽ فرقي جو بنياد پيو هو ۽ رومن ڪئٿالڪ چرچ جي هڪ هٽي، ظلم زيادتي ۽ بهشت

لاءِ ٽڪيٽن وڪڻڻ وغيره جهڙن غير اخلاقي فعلن خلاف ليوٿر جي تحريڪ زور سان شروع ٿي وئي. بهتر آهي تہ ليوٿري تحريڪ جي مقاصد کان اڳ هن تحريڪ جي باني ۽ جو مختصر طور سوانحي خاڪو پيش ڪجي. مارٽن ليوٿر (Martin Luther) جي سوانح حيات بابت بهترين ڪتاب مسٽر ايوالڊ- ايم- پلاز (Ewald M. Plass) جو لکيل ڪتاب "هي آهي ليوٿر" (This is Luther) جو شمار ڪجي ٿو. هي شخص ١٤٨٣ع ۾ جرمنيءَ جي ضلع منسفيلڊ ۾ ڄائو هو ۽ سنہ ١٥٤٦ع ۾ وفات ڪيائين. کيس پرائمري تعليم لوڪل لئٽن (Latin) اسڪول ۾ ملي هئي. تيرهن سالن جي عمر ۾ مئگڊيبرگ (Magdeburg) ۾ کيس انجيل جي بنياد تي جديد تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو. هي اسڪول هڪ مذهبي تنظيم پاران برپا ڪيو ويو هو. ١٥٠١ع ۾ کيس ارفرٽ (Erfurt) يونيورسٽي ۾ داخلا ملي هئي جتان هن بي- اي ۽ ايم- اي جون ڊگريون ورتيون هيون ۽ پنهنجي پيءُ جي خواهش مطابق ليوٿر ١٥٠٥ع ۾ قانون جي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ لا ڪاليج ۾ داخلا ورتي هئي. ٥ ٢ ع ۾ مارٽن ليوٿر وٽنبرگ يونيورسٽيءَ ۾ مذهبيات جي شعبي ۾ ڊاڪٽري جي ڊگري پاس ڪئي هئي ۽ کيس بائبل اسٽڊيز سرڪل جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو هو ۽ هاڻي هو ڊاڪٽر مارٽن ليوٿر ڪوٺجڻ لڳو. هي شخص بلا جو ذهين، جفاڪش ۽ اوچ هو. هن پوپ جي مرضيءَ جي خلاف انجيل جو بهترين جرمن زبان ۾ ترجمو ڪيو هو. عيسائين ۾ ان کان اڳ انجيل جو ترجمو وڏو گناهہ تصور ڪيو ويندو هو. ڇو جو ان کان اڳ بائيبل جي هڪ ٻئي وڏي ترجمو ڪندڙ وليم ٽنڊل (Tyndal) کي الحاد ۽ خلاف شرع جي الزام ماتحت ١٥٣٧ع ۾ جيئرو ساڙيو ويو هو.

عيسائي مذهب جي مڪمل ڄاڻ ۽ واقفيت بعد مارٽن ليوٿر ڪئٿالڪ فرقي جي پوپن ۽ سندن خرمستين خلاف ڪات ڪهاڙا کنيا. هي هڪ وڏو جوکي وارو ڪم هو، ڇو تہ وقت جا حڪمران ۽ بادشاہ پوپن جا عقيدت مند ۽ چيلا ۽ مريد هئا. درحقيقت مارٽن ليوٿر جي هلايل پروٽسٽنٽ اصلاحي

تحريڪ پوپ جي آپيشاهي، پادرين جي حقوق ۽ مراعات خلاف هڪ انقلاب جي للڪار هئي، جيئن پروفيسر فشر (Fisher) پنهنجي ڪتاب "تاريخ يورپ" (A History of Europe) ۾ لکيو آهي،

"The Protestant Reformation was a revolt against Papal theocracy, clerical privilege, and the heriditary paganism of the Mediterranean races." (P-498 Lond. 1936 ED).

پروٽيسٽنٽ فرقي جي باني لوٿر اعلان ڪيو تہ هي اصلي عيسائيت جو علمبردار آهي، جنهن کي پادرين ۽ پوپ مسخ ڪري ڇڏيو. لوٿر جنهن زماني ۾ پيدا ٿيو، اهو يورپ جي نشاة ثانيه (Renaissance) وارو دور هو ۽ پوپ جي طرفان اونداهي جهالت جي چار گهٽ ٿيڻ شروع ٿي ۽ علم ۽ روشنيءَ ڏانهن ماڻهن جو لاڙو وڌيو جنهن لاءِ هيٺين شخصيتن جون ڪوششون واکاڻ جي لائق هيون، جهڙوڪ منڪاولي ۽ والا اٽليءَ مان، جرمنيءَ جو وان هوٽين (Von Hutten) سئٽزرلينڊ جو زونگلي (Zwingli)، فرانس جو رابيلاس (Rabelais) انگلينڊ جو ٿامس مور (More) ۽ هالينڊ جو ارسمس (Erasmus) انهن دانشورن جي تحريرن لوٿر جي تحريڪ جي اُٿلجڻ لاءِ لائق آباد زمين تيار ڪئي هئي. جيڪڏهن لوٿر جهڙو ذهين اوروچ مصنف يورپ ۾ ٻارهين صديءَ ۾ پيدا ٿئي ها تہ ان وقت جي جهالت ۾ اونداهيءَ ڪري سندس تحريڪ پنهنجي موت مري وڃي ها. پر نشاة ثانيه جي پيدا ٿيڻ بعد لوٿر جي تحريڪ کي وڏي تقويت ملي وئي هئي. پروفيسر فشر پنهنجي مٿين ڪتاب ۾ بالڪل صحيح راءِ ڏني آهي تہ "سورهين صديءَ جي روشنائي جيتوڻيڪ پروٽيسٽنٽ تحريڪ کان قطعاً مختلف هئي، ان هوندي بہ هيءَ علمي روشني مذڪوره تحريڪ جي ڪاميابي جي سببن مان هڪ سبب هو.

"The enligtenement of the sixteenth century though quite distinct from the Protestant movement, was one of the causes which helped it to succeed." (P-499).

## لوٿر ۽ گناهن کان معافي ڏيڻ جي رسم

مارٽن لوٿر جو وڏي ۾ وڏو ڪارنامو اهو آهي جو

هن پوپن جي طرفان گناهن کان معافي ڏيڻ واري رسم جي فروخت (Sale of Indulgences) خلاف علم بغاوت کڙو ڪيو ۽ هن ظالمانه بدعت خلاف اعتراض ڪيو ۽ آواز اٿاريو هو. پوپ لفظن ۾ ڪئٿالڪ چرچ طرفان گرين رقمن تي بهشت جي داخلا لاءِ هڪ قسم جي ويزا ملندي هئي ۽ اهوجهه عوام پنهنجي اخروي نجات ڪري اهڙا سرٽيفڪيٽ ڏوڪڙن تي خريد ڪندا هئا. نه فقط ايترو پر پوپ انسانيت سوز بد اخلاقي ۽ بدڪرداري ۾ مبتلا هيا. مذهب جي نالي تي هنن بي حيائي جو اڏو کولي رکيو هو. اهو محض ان ڪري هو جيئن مٿي عرض ڪيو ويو ته پوپ ۾ خالص عيسائيت پهتي نه ئي ڪانه هئي. ان کان اڳ مسيحي حوارين ۽ پادرين پنهنجي دين جو حليو بگاڙي ڇڏيو هو. جيئن اسان مسلمانن وٽ قرآن ۽ سنت محفوظ ۽ اصل شڪل ۾ موجود آهن، تيئن عيسائين وٽ حضرت عيسيٰ تي نازل ٿيل ڇاهي حضرت عيسيٰ جا (اقوال) محفوظ نه ڪيا ويا ۽ انهن وٽ سينٽ امبروز، سينٽ آگسٽين، توڙي گريگري جهڙا جنوني مبلغ ته پيدا ٿيا، پر حضرت امام بخاري رح جهڙو ڪو محدث، حضرت امام ابوحنيفه جهڙو ڪو فقيه، امام ابوالحسن اشعري جهڙو ڪو صاحب علم ڪلام، يا امام فخرالدين رازي جهڙو ڪو مفسر پيدا ڪونه ٿيو.

مارٽن لوٿر چرچ جي اصلاح ڪرڻ جي نيت سان گناهن کان معافي ڏيڻ واري رسم خلاف پنهنجو جهاد شروع ڪيو هو. پوپ هن رسم سان اها مراد وٺندا هئا ته ”حضرت عيسيٰ ۽ حوارين پنهنجن قربانين جي ذريعي سان ڪافي العام اڪرام جو خزانو ڇڏي ويا، جي چرچ اهڙن عام عيسائين ۾ تقسيم ڪندي، جن کي پنهنجن زندگين ۾ خدا جي مرضي حاصل نه هجڻ ڪري، بهشت ۾ وڃڻ جي خاطري ڪانه هئي. پوپن جي طرفان هن قسم جا (بهشتي) سرٽيفڪيٽ اهڙن مؤمنن کي به آڇيا ويندا هئا جي ڪفار جي خلاف پاڪ زمين کي آزاد ڪرڻ واسطي جنگ ڪرڻ لاءِ تيار هئا، يا صليبي لڙاين ۾ مالي امداد ڪندا هئا.

عيسائي يورپ ماروي جي طوفان وٽ جي دوري
بابت نظريي جي شديد مخالفت ڪئي هئي، جو جو بقول سندن
مذهبي ڪتابن ۾ اهڙي ڪابه ڳالهه لکيل نه آهي. برٽرانڊرسل
لکي ٿو ته ”اسپئنش يونيورسٽين ۾ ارڙهين صديءَ تائين وٽ
جي دوري واري نظريه جو پڙهائڻ به ممنوع هو ۽ چيرڦاڙ ان
وقت تائين به ميڊيڪل تعليم ۾ داخل ٿيل ڪانه هئي.“

"In spanish universties, the circulation of the blood was still denied at the end of the eighteenth century, and dissection was still no part of medical education." (P-103).*

## ماتا جي ٽڪن خلاف مهم

ماتا هڪ موذي مرض آهي. هندن ۾ ته هن بيماري
کي تقدس ڪري ماتا ڪوٺجي ٿو. اردو ۾ بيماريءَ کي چيچڪ
چوندا آهن. ماتا جو موثر علاج ٽڪا لڳائڻ آهي. حيرت جي
ڳالهه آهي ته عيسائي پادرين ٽڪن لڳائڻ جي ذريعي ماتا جي
علاج جي شدت سان مخالفت ڪئي هئي. رسل لکي ٿو ته،
”ماتا جي خلاف ٽڪن لڳائڻ واري علاج تي مذهبي ماڻهن
اعتراض جو طوفان کڙو ڪيو هو. ان وقت فرانس جي (مذهبي)
ساربان يونيورسٽيءَ مذهبي بنيادن تي هن علاج جي خلاف فتويٰ
ڏني هئي.“

Inoculation against the small pox aroused a storm of protest from divines. The Sorbonne pronounced against it on theological grounds." (P-103).

## عيسائيت ۾ جنون (Insanity) جو علاج

انسان جو دماغ الله تعاليٰ جي وڏي ۾ وڏي نعمت آهي.
عقل جي بغير هي سڄو سنسار بي لذت ۽ بي رونق آهي. هڪ
چريي ۽ مخبوط الحواس شخص جي ڪهڙي زندگي آهي. اسان
جو پيارو نبي صلي الله عليه وسلم جن دعا گهرندا هئا ته ”اللهم

إني اعوذبک من جنون" يعني خدايا مان توکان جنون (Insanity) جي پناهہ ٿو گهران. هڪ حديث ۾ ٿو اچي تہ پاڻ ڪريم جن فرمايو تہ "إن اول ما خلق الله العقل" يعني الله سائين پهريائين عقل کي پيدا ڪيو. انسان کان ڪڏهن عقل کسجي ويندو آهي ۽ هو چريا ٿي پوندا آهن. اڄوڪي دور ۾ دماغي مرضن جي علاج واسطي ميڊيڪل سائنس ۾ هڪ جدا شعبو قائم ٿيو آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ (Psychiatry) چئبي ٿو. عيسائي پادرين چريائپ جي سائنسي علاج جي سخت مخالفت ڪئي هئي. ڇو جو سندن مذهبي تعليمات مطابق انسان چريو شر روحن (Evil spirits) ڪري ٿيندو آهي ۽ جيستائين انهن بڇڙن روحن کان ماڻهوءَ کي ڇوٽڪارو نٿو ملي، اوستائين انسان جو دماغ درست نہ ٿيندو ۽ بڇڙن روحن کان هميشہ واسطي نجات حاصل ڪرڻ لاءِ عيسائي مذهب مطابق هڪڙوئي علاج آهي. يعني تہ چريي شخص تي وڌ ۾ وڌ ظلم ۽ سختي ڪجي تہ جن پوت هن کي ڇڏي ويندا ۽ ان کان پوءِ مريض سالم دماغ ٿيندو. هن ظالمانہ نموني ڪيترائي بي گناهہ چريا افراد يورپ ۾ ارڙهين صديءَ تائين سخت اذيت جو شڪار رهيا ۽ هزارين ماڻهو موت جو لقمو بڻيا. برٽرالڊ رسل پنهنجي هڪ پئي علمي تصنيف "سائنس جو معاشره تي اثر" "The impact of Science on society" ۾ لکي ٿو تہ "خاص چريائپ لاءِ تصور ڪيو ويندو هو تہ ان جو ڪارڻ جسم ۾ بد روحن جي موجودگي ڪري آهي، ۽ جنهن جي علاج جو طريقو هي آهي تہ چريہ کي تشدد ۽ عذاب جو نشان بڻايو وڃي. ڇو جو سندن اميد (۽ عقيدي) مطابق جن پوت عذاب کي پسند نہ ڪندا. (۽ ان طرح مريضن جو ڇوٽڪارو ٿيندو.) بادشاهہ جارج ٽيون جڏهن چريو ٿيو هو تہ هن جو علاج بہ ساڳي (مٿين) اصول مطابق ٿيو هو."

"Insanity,' in Particular, was thought to be due to Posession by evil spirits, and was there fore treated by subjecting the insane to cruelities which it was hoped the demons would dislike. George III, when mad, was still

treated on this Principle (P-14)

## باد فرنگ يا پرميل جي بيماري جي علاج جي مخالفت

باد فرنگ يا پرميل هڪ خطرناڪ بيماري آهي، جنهن ۾ انساني عضوو سخت گرمي يا تپش ڪري سڙي ويندو آهي. اها بيماري گهڻي زنا ۽ چڪلن ۾ ڦهلجندي آهي. اڳئين مسلم سوسائٽي ۾ نه زنا جو زور هو ۽ نه باقاعدي چڪلا موجود هوندا هئا، ان ڪري مسلمانن ۾ هيءَ بيماري عام ڪانه هوندي هئي. پر بدقسمتيءَ سان ارڙهين صديءَ ۾ مسلمان فرنگي قومن جا غلام ٿيا ته هيءَ بيماري به هو پاڻ سان کنيون آيا. ان ڪري اسان جي طبيبن بيماريءَ جو نالوئي رکيو ”باد فرنگ“ يعني فرنگين جي هوا. عيسائين باد فرنگ جي حملي کان اڳواٽ تدبيرن جي اختيار ڪرڻ تي سخت مخالفت ڪئي هئي. ان جو سبب ڇا هو؟ ان لاءِ برٽرانڊ رسل لکي ٿو ته ”مثال طور باد فرنگ کان بچاءَ جي سوال کي وٺو. معلوم آهي ته اڳواٽ احتياطي تدبيرن جي اختيار ڪرڻ سان هن مرض جي وچڙڻ جو خطرو تمام گهٽ ٿئي ٿو. عيسائي بهرحال باد فرنگ کان هن نموني اڳواٽ بچاءَ جي ڄاڻ ۽ ان جي پرچار جي مخالفت ڪن ٿا، ڇاڪاڻ ته سندن عقيدي مطابق گنهگار کي (باد فرنگ بيماري) جي ذريعي سزا ملڻ بهتر آهي. عيسائي ان کي ايترو ته مستحسن ٿا سمجهن جو گنهگارن جي زالن ۽ اولاد تائين هن بيماري کي سزا طور منتقل ڪرڻ گهرن ٿا.“

“Take, for example, the question of the Prevention of Psyphils. It is known that; by precautions taken in advance, the danger of contracting this disease can be made negligible. Christians, however, object to the dissemination of knowledge of this fact, since they hold it good that sinners should be Punished. They hold this so good that they are even willing that punisbement should extend to the wives and children of sinners.” (Why I am not a christian by

Russel, (P-20, 21).

## بجليءَ جي ايجاد جي مخالفت

بجليءَ جي ايجاد سان انساني زندگيءَ ۾ وڏو انقلاب اچي ويو، جنهن سان بي شمار فائدا ظهورپذير ٿيا. اڄوڪي دور جو سڄو ڪاروبار ۽ نظام بجليءَ تي هلي ٿو. بجليءَ جو موجد امريڪا جو هدو آنجهاني بنجامن فرئنڪلن (Franklin) هو جو ساڳي وقت هڪ وڏو سياستدان ۽ سائنسدان هو. عيسائي پوپن ۽ پادرين ڪهڙن سببن ڪري بجليءَ جي ايجاد ۽ استعمال جي مخالفت ڪئي هئي، هي دلچسپ داستان بہ برٽرانڊرسل جي زباني پڙهو. هو پنهنجي هڪ ڪتاب (Un popular Essays) ۾ لکي ٿو تہ "انگلينڊ ۽ امريڪا ۾ پادرين جي ٽولي بادشاہ جارج ٽئين جي پرجوش مدد سان بجليءَ جي راڊ ايجاد ڪرڻ سبب بنجامن فرئنڪلن (پيدائش ١٧٠٦ع وفات ١٧٩٠ع) کي مجرم ٺهرايو هو. سندن چوڻ هو تہ بنجامن جو هي فعل خدا جي مرضيءَ کي شڪست ڏيڻ لاءِ هڪ ناحق ڪوشش آهي. ڇاڪاڻ تہ (ان وقت) صحيح سوچ رکڻ وارن کي خبر هئي تہ ناپرهيزگاري فسق و فجور، يا ٻي ڪنهن گناهہ ڪبيره جي ارتڪاب تي، خدا بجليءَ کي بطور سزا جي موڪليندو آهي ۽ اهڙي موقعي تي پاڪدامن انسان ئي بجليءَ کان محفوظ رهي سگهن ٿا ۽ جيڪڏهن خدا ڪنهن کي (بجليءَ ذريعي) ڇٽي تہ اهڙيءَ حالت ۾ بنجامن فرئنڪلن کي خدا جي ارادي کي شڪست نہ ڏيڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن اهڙو رويو اختيار ڪيو، تہ مجرمن کي سزا کان بچڻ لاءِ مدد ڏيندي."

"When Benjamin Franklin invented the lightening rod, the clergy, both in England and America, with the enthusiastic support of George III, condemened it as an impious attempt to defeat the will of God. For as all right thinking People were a ware, lightening is sent by God to Punish impiety or some other grave sin-the virtous are never

struck by lightening. There fore if God wants to strike any one, Benjamin Franklin ought not to defeat his design; indeed to do so is helping criminals to escape.'' (P-72).

ڏسندا وڃو عيسائين جو مذهب، بجليءَ جي مٿان سڀ حق واسطا خدا جا قائم، ڇو جو ان جي ذريعي هو گنهگارن کي سزا ڏيندو آهي ۽ بن جامن فرئنڪلن جي طرفان بجليءَ جي ايجاد وڏي گستاخيءَ جو ڪم آهي. ان ڪري آمريڪا توڙي انگلنڊ جا سڀ پادري هن جي خلاف ٿيا هئا. ڇا ان کان وڌيڪ ٻي ڪا جهالت ٿي سگهي ٿي؟ نتيجي طور سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ۾ يورپ جا دانشور نه فقط پادرين جي خلاف ٿي پيا هئا، پر هنن سموري مذهب کان ئي انڪار ڪري ڪفر ۽ الحاد جو رستو اختيار ڪيو ۽ يورپ ۾ جيڪڏهن مارڪس جهڙو شخص پيدا ٿيو ته ان تي ڪنهن کي به عجب نه هئڻ گهرجي. مذهب بيزار ماحول ۾ ئي مارڪس جي ڪميونسٽ نظريه لاءِ هڪ لائق آباد زمين آهي. اڄ بجليءَ مان انسان ذات کي انيڪ فائدا رسيا آهن. قرآن مجيد ۾ لکيل آهي ته ”جا شيءِ انسان کي فائدو پهچائيندي آهي، اها زمين ۾ باقي رهندي.“

اسان جي نبي صلي الله عليه والسلم جن جي زماني ۾ عجمي قومون، هنرمند ۽ دنوي لحاظ کان ڪافي ترقي يافته هيون. پر عرب مسلمان منڊن بت پرستي ۽ ڪفر جي ڪري هنن کان نفرت ڪندا هئا. هڪ حديث ۾ نقل ٿيل آهي ته ”هڪ دفعي حضور جن جي آڏو عجمين کي برو چيو ويو، ان تي حضور جن منع فرمايو ته عجمين کي گاريون گند نه ڏيو ڇو جو انهن الله تعاليٰ جي شهرن کي ٺاهيو سجايو، جن ۾ خدا جا ٻندا سک ۽ آرام سان زندگي بسر ڪري رهيا آهن.“ مذڪوره حديث جا اصل الفاظ هن ريت آهن ته ”سبت العجم بين يدي رسول الله صلي الله عليه والسلم، فقال لاتسبواهم، فانهم عمرت بلاد الله تعاليٰ لمعاش فيها عباد الله تعاليٰ.“ عجمي قومن ۾ انجنير ۽ ٽيڪنيڪل ماڻهو هئا، جن پڪيون جايون، پختا رستا وغيره

جوڙايا هئا. سندن علم ۽ فن ڪري انسان ذات کي فائدو رسيو ۽ انسان خدا جا بندا آسائش سان زندگي گذارڻ لڳا حضورجن عجمين جي هنرمندي ڪري ڪين بد شد ڳالهائڻ کان روڪيو هو. بجليءَ جي ايجاد ڪري به انسان آرام ۽ سک جي زندگي گذاري رهيا آهن. پادرين کي ته فرنگڪلن جو شڪرگذار ٿيڻ کپي ها. پر چاڪاڻ ته سندن مذهب ۾ انسان جي ڪا حيثيت ئي نه آهي، ان ڪري هنن فرنگڪلن خلاف تعزير جاري ڪئي. عيسائيت علم ۽ فن جي دشمن رهي آهي. ٻئي طرف اسان جو دين اسلام هر ان سائنسي ايجاد جو خيرمقدم ڪري ٿو، جنهن مان انسان ذات کي فائدو پهچي ٿو. پارسي قومن کي علم جي حصول جو وڏو شوق هو. آنحضرت جن سندن هن اشتياق جي تعريف ڪئي. پاڻ فرمايائون ته، ”جيڪڏهن علم آسمان جي ڪنارن تي لٽڪيل هجي، تڏهن به پارسي قوم ان وٽ پهچي ويندي.“

رسول ڪريم جا الفاظ آهن ته، ”لو تعلق العلم باكناف السماء لناله قوم من اهل فارس.“

## ٻولي سکڻ لاءِ گرامر جوڙڻ جي مخالفت

ڪنهن به ٻوليءَ جي سکيا ۽ وڌاءَ ۾ ان جي گرامر جو وڏو دخل آهي. خاص ڪري ڌاري ٻولي گرامر (صرف نحو) جي ڄاڻ بغير سکڻ مشڪل هوندي آهي. هن علم جو بنياد عربن وڌو هو. حضرت علي رضه جي گورنر ابولاسد الدولي ۽ ان کان پوءِ سيبويه علم نحو کي آسمان تي پهچايو هو ۽ اهي ٻئي شخص عظيم گرامردان ليکيا وڃن ٿا. پر يورپ ۾ گرامر جي علم جي به ٻوبن سخت مخالفت ڪئي هئي. ٽي. ايس. ايلمٽ پنهنجي انگريزي ڪتاب ”شاعر ۽ شاعري“ (Poets and Poetry) ۾ اوٽو جيسپرسن (Otto jesperson) کي ”عظيم گرامردان“ (Great Grammarian) جو لقب ڏنو آهي، پر سندس ئي يورپ منجهه ڪنهن سمي گرامر جو علم حاصل ڪرڻ ئي ممنوع هو ۽ پندرهين صدي عيسوي يعني يورپ جي نئين سجاڳي جي

دور بعد لاطيني زبان کي گرامر نصيب ٿيو هو. ڊاڪٽر برٽرانڊ رسل پنهنجي ڪتاب "مان ڇو عيسائي نه آهيان" (Why I am not Christian) ۾ هي حيرت انگيز انڪشاف ڪري ٿو ته "عظيم پوپ گريگري ڪنهن پادريءَ کي هڪ خط لکيو هو، جنهن جي شروعات هن طرح هئي ته "اسان کي هڪ شرمناڪ رپورٽ پهتي آهي، تون (پنهنجي) ڪن دوستن لاءِ گرامر جو بيان ۽ تشريح ڪرين ٿو. پوپ جي اهڙي حڪمناما پهچڻ سان مذڪوره پادري مجبور ٿي هن ظالمانه پورهئي (گرامر جي تشريح) کان پاسو ڪري هٿ ڪنيو ۽ ان نمولي جيستائين (چوڏهين صدي ع ۾) نئين سجاڳيءَ جو دور نه آيو، تيستائين لاطيني زبان بحال ٿي نه سگهي."

"Pope Gregory the great wrote to a certain bishop a latter begining: 'Arcport has reached us which we can not mention without a blush, that thou expoundest grammer to a certain friends'. The bishop was compelled by Pontifical authority to desist from this wicked labour, and latinity did not recover until the Renaissance." (P-19).

## عيسائيت ۾ عورت جو درجو

عورت ذات کي نصف انسانيت ڪوٺجي ٿو. هر تهذيب ۾ صنف نازڪ تي ظلم ٿيو آهي. عيسائيت ۾ نه ويچاري عورت جو ڪو مقام ڪونه آهي. انجيل جي هڪ باب ۾ حضرت عيسيٰ ڏانهن هڪ قول منسوب آهي ته "اي عورت منهنجو توسان ڪهڙو واسطو؟

"Woman, what have I to do with thee" John II, 4)

عورت لاءِ عيسائيت ۾ شادي ڪرڻ به ايترو پسنديده فعل نه آهي جيترو ڪنواري رهڻ. ۽ جي شادي ٿي وڃي ته پوءِ ڪئٿالڪ فرقي ۾ طلاق ڏيڻ به ممنوع آهي. حيرت آهي ته ويهين صديءَ ۾ به انلي جي پارليامينٽ طلاق جو بل پاس نه ڪري سگهي. هندو مذهب ۾ به طلاق ڏيڻ ممنوع آهي. پر جس جي آنجهاني جواهرلال نهروءَ کي جنهن ١٩٥٥ع ۾

هندو لا ۾ ترميم ڪرائي طلاق جو بل مذهبي حلقن جي سخت مخالفت جي باوجود پاليامينٽ ۾ پاس ڪرايو هو. مڙس ۽ زال جي وچ ۾ ڪهڙي به وقت اڻ بڻت ٿي سگهي ٿي، ان حالت ۾ طلاق جو سسٽم فطري ۽ قانون مطابق آهي. عيسائي مذهب ۾ تجرد واري زندگي گذارڻ تقويٰ ۽ ثواب جو ڪم آهي. سينٽ پال بادل ناخواسته شاديءَ جي اجازت ڏني ٿو. هن جو قول آهي ته "ساڙڻ کان شادي ڪرڻ بهتر آهي."

"It is better to marry than to burn".

ياد رکڻ گهرجي ته سينٽ پال عيسائيت جو وڏو مبلغ ٿي گذريو آهي، جنهن کي عيسوي سن کان سٺهٺ سال بعد ۾ روم جي نيرو (Neru) بادشاه ماريو هو. هو اصل ۾ يهودي هو ۽ ثال جي نالي سان موسوم هو، پر عيسائيت قبول ڪرڻ بعد هن کي پال ڪوٺڻ لڳا. شاديءَ بعد جنسي تعلقات بابت انهيءَ حواري سينٽ پال جو قول آهي ته "شاديءَ ۾ جنسي تعلقات قائم ڪرڻ نجات حاصل ڪرڻ جي راهه ۾ رڪاوٽ آهي."

"Sextual intercourse, even in marriage is some thing of a handicap in the attemp to win salvation."

اسان جي فطري دين اسلام ۾ نڪاح ڪرڻ سنت آهي ۽ جو شخص رسول ڪريم جي سنت کان منهن موڙي ٿو، پاڻ فرمايائون ته اهو اسان مان نه آهي. اسان جي شريعت ۾ عيسائيت وانگي تجرد واري زندگي گذارڻ ممنوع آهي. پاڻ فرمايائون، "پندا ڪيو ۽ نسل وڌايو. توالدو وتناسلوا." حضرت عيسيٰ چوي ٿو ته اي عورت! منهنجو توسان ڪهڙو واسطو؟ جڏهن ته اسان جي الاهي ڪتاب "قرآن مجيد" ۾ عورتن جي نالي سان هڪ سورة "النساء" موجود آهي! سترهين صديءَ تائين عورتون پنهنجي حق ملڪيت کان محروم هيون. انقلاب فرانس کان پوءِ عيسائي عورتن کي اهڙو حق نصيب ٿيو. جڏهن ته اسان جي دين ۾ عورت کي باقاعده ملڪيت مان حصو ملي ٿو ۽ طلاق ڏيڻ جي به اجازت آهي. عيسائي پادرين ۽ پوپن عورت کي منحوس ۽ تمام خرابين جي جڙ قرار ڏنو آهي. پروفيسر

ليڪي (W. E. H. Lecky) پنهنجي ڪتاب يورپي اخلاقن جي تاريخ (History of European Morals) ۾ لکي ٿو تہ عيسائي پادرين وٽ ”عورت کي جهنم جو دروازو ۽ سڀني انساني بيمارين جي ماءُ قرار ڏنو ويو. عورت کي عورت سڏائڻ تي شرم محسوس ڪرڻ گهرجي. عورت ذات جي ڪري دنيا ۾ ڪيترائي عذاب ۽ الاهي قهر نازل ٿيا. ان ڪري عورت کي کپي تہ هوءَ سدائين توبهہ و استغفار ۾ رهي. عورت کي پنهنجي پوشاڪ تي شرم اچڻ گهرجي، ڇو جو اها سندس زوال جي يادگيري آهي. خاص طور پنهنجي حسن تي عورت کي شرم اچڻ کپي، ڇاڪاڻ تہ اهو شيطان جو وڏي ۾ وڏو طاقتور هٿيار آهي.“

"Woman was represented as the door of hell, as the mother of all human ills. She should be ashamed at the very thought that she is a woman. She shuld live in continual Penance, on account of the curses she has brought upon the world She should be ashamed of her dress, for it is the memorial of her fall. Should be espccially ashamed of her beauty, for it is the most potent instruement of daemon." (Vol. II P-257-58)

عيسائي مذهب ۾ عورت کي عورت سڏائڻ بہ شرم جهڙي ڳالهہ آهي. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ هن مذهب ۾ عورت ڪيڏي نہ ذليل ۽ حقارت آميز مخلوق آهي. صاف ظاهر آهي تہ عيسائي مذهب عورت کي پنهنجن بنيادي حقن کان بہ محروم ڪيو آهي ٻئي طرف اسان جي مذهب ۾ عورت کي وڏي احترام ۽ عزت جي نگاهہ سان ڏٺو وڃي ٿو. قرآن شريف ۾ لکيل آهي تہ ”عورتون اوهان مردن لاءِ پوشاڪ آهن ۽ وري مرد عورتن لاءِ بہ پوشاڪ آهن.“ هن لباس لکم وانتم لباس لهن“ اسان جي نبي ﷺ سڳوري کي مسڪين عورتن جي حقن جو وڏو اونو هوندو هو. ايتري قدر جو دنيا مان لاڏائي ڪرڻ وقت حضور جن پنهنجي امت لاءِ تاڪيد وصيت ڇڏي ويا تہ ”اوهان ڪسي پنهنجن عورتن جي پارت هجي.“ ۽ حضور کي پنهنجن حرم پاڪن سان بہ بي حد پيار ۽ محبت هوندي هئي

۾ انهن جي فضيلت لاءِ صحيح حديثون مروي آهن. جيئن حضرت بي بي عائشه صديقه رضه جي عظمت ۽ فضيلت متعلق فرمايائون،
”ان فضل عائشه علي النساء كفضل الثريد علي سائر الطعام.“

يورپ ۾ نسواني حقن جي تحريڪ سترهين صديءَ جي ”عورتن جي حقن جي حمايت“ (Vindication of the Rights of Women) هن ڪتاب يورپي ملڪن ۾ عورتن کي پنهنجي حقن جو احساس ڏياريو، جنهن کان عيسائي مذهب عورتن کي محروم ڪيو هو. مٿين مائي صاحبه جي ڪتاب کان پوءِ ١٨٤٠ع ۾ عورتن جي حقن بابت هڪ ٻيو ڪتاب انگلنڊ ۾ شايع ٿيو ۽ ان جو مصنف برطانيه جي چوٽيءَ جو ليکڪ ۽ دانشور جان اسٽوئرٽ مل (Mill) آهي. سندس ڪتاب جو نالو آهي (Subjection of Women) مل جو هي انقلابي ڪتاب عيسائي مذهب جي ستم رسيده عورتن لاءِ وڏي خوشخبري ثابت ٿيو. پوري يورپ ۾ آزاديءَ نسوان جون تحريڪون هليون ۽ اڻويهين صديءَ ۾ عورتن کي ووٽ جو حق مليو. جيتوڻيڪ اڄ جي دور ۾ عورتن جي آزادي يورپي لوڪن لاءِ وبال جان ثابت ٿي آهي، پر اهو رد عمل به عيسائيت جي انتها پسندي ڪري آهي، جنهن مذهب، جيئن مٿي عرض ڪيو ويو ته عورت کي سدائين لاءِ به شرم ڏياريو.

## عيسائيت ۾ ننڍن ٻارڙن تي ظلم

عيسائي مذهب ۾ گلن جهڙن ٻارڙن تي به انسانيت سوز ظلم ٿيندا هئا. پروفيسر برٽرانڊ رسل پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته ”ميڪسيڪو ۽ پيرو ۾ امريڪي باشندن جي ننڍن ٻارڙن کي اسپين جا رهواسي عيسائي مذهب ۾ شامل ڪري فوراً سندن مٿا ڦاڙي ۽ ٽوڙي ڇڏيندا هئا. ۽ اهڙي قسم جي ڪارروائي ڪرڻ سان کين اطمينان ٿيندو هو ته هاڻي اهي نادان ڪير ٻاڙڪ ٻار سڌا بهشت ۾ ويندا.“

"The spainards in Mexico and Peru used to baptize

indian infants and then immediately dash their brains out: by this means they secured that these infants went to Heaven." (P-27, why I am not a christian By Russel).

غير عيسائين جي معصوم ٻارن جو بهشتي بڻجڻ لاءِ مٿا ڦاڙي قتل عام ڪرڻ ڪيڏو نه وحشيانه فعل آهي. اسان جي مذهب اسلام موجب غير مسلمن جا معصوم ۽ ڪير ڦياڪ ٻار خود بخود جنتي آهن، پر عيسائين وٽ سورڳو قصو ئي الٽو آهي قديم عرب جي جاهليت واري دور ۾ به معصوم نينگرين کي جيئرو دفن ڪرائيندا هئا. اسلام هن ظالمانه رسم جي پاڙ پٽي ۽ هن فعل جي قرآن مجيد ۾ مذمت ٿيل آهي ته "قيامت جي ڏينهن اهڙن زنده پوريل نينگرين کان پڇا ڪئي ويندي ته هو ڪهڙي ڏوهه جي ڪري قتل ڪيون ويون." اسان جي پياري نبيءَ جي تعليم ننڍڙن معصوم ٻچن سان شفقت ۽ رحم جي تلقين ڪري ٿي. روايت ۾ اچي ٿو ته جاهليت واري دور ۾ هڪ صحابيءَ پنهنجي نياڻيءَ کي جيئرو دفن ڪيو هو. پاڻ هڪ دفعي پنهنجي معصوم ٻار جي قتل جي واردات سرڪار ڪونين صلعم کي ٻڌايائين. مظلوم نينگر جي جيئري دفنائڻ جو داستان ٻڌي حضور جن جي اکين مان بي اختيار ڳوڙها ڪري پيا هئا. سبحان الله قربان وڃجي نبيءَ جي تعليم تي. بيشڪ هو انسانيت جو سچو دوست ۽ هڏ ڏوکي هو. هڪ حديث ۾ ٻار کي پاڻ ڪريم جن "دل جي ميوي" (ثمرة فؤاد) سان تشبيهه ڏني هئي. اسان جو سچو نبي (صلي الله عليه والسلم) خود پنهنجي ننڍڙي فرزند حضرت ابراهيم جي وفات تي سخت غمزده ٿيو هو ۽ هن معصومڙي جي جدائي ڪري حضور جي اکين مبارڪن مان ڳوڙها ڪرندا هئا. ننڍڙي فوت ٿيل حضرت ابراهيم جي ياد ۾ چوندا هئا ته "العين تدمع والقلب يحزن فانا بفراقک يا ابراهيم لمحزنون" يعني اکيون اشڪبار آهن دل ۾ غم آهي، اي ابراهيم تنهنجي وڇوڙي ڪري اسين غمزده آهيون."

## حرف آخر

اوهان مٿي ابتدائي صفحات ۾ ڪميونزم جي نظريه بابت

مسٽر ڪئروهنٽ جو هي ريمارڪ پڙهي آيا ته اشتراڪي نظريه جو ظهور سيڪيولرزم جي ڦهلجڻ جي نتيجي طور منظم مذهب جي نٽڻ ڪري ٿيو ۽ ڪميونزم ان خلا کي پر ڪيو. سون عيسائي مذهب جو جائزو ورتو. اوهان پاڻ ڏٺو ته هي مذهب پنهنجي اصلوڪي شڪل ۾ نه پر بگڙيل حالت ۾ يورپ ۾ پهتو. حضرت عيسيٰ عليه‌السلام بيشڪ هڪ سچو نبي ٿي گذريو پر عيسائين ان جي تعليمات کي مسخ ڪري ڇڏيو. انهن مذهب جي نالي تي فرقه بندي ڪئي، هڪ ٻئي کي قتلام ڪيو. هنن سائنس جي پرزور مخالفت ڪئي. سائنسدانن تي طرحين طرحين جا ظلم ڪيائون. انهن عظيم انسانن کي احتسابي ڪورٽن اڳيان پيش ڪري سزائون ڏياريائون. ڪليسا جي بداخلاقي، ظلم، تشدد ۽ مذهب جي نالي ۾ غير فطري اصولن جي پرچار ڪري عوام توڙي خواص ۾ مذهب کي غير مقبول بڻايو. جنهن ۾ پوپن جي مذهبي آپيشاهي خلاف ڪچيو، انهيءَ تي الحاد جو الزام مڙهي ڪورٽن ۾ ڳريون سزائون ڏياريندا هئا ۽ ان نموني هزارين لکين ماڻهو جيئري باهه ۾ ساڙي ڇڏيائون. ڏائڻ عورتون هجن، يهودي يا غير عيسائي ٻار سڀ پوپن جي ظلم جا نشانا بڻيا.

قدرتي طور رد عمل شروع ٿيو. يورپ جي دانشورن عيسائيت تي تنقيدون لکيون. اهڙن ڪتابن ۾ ٿامس پين (Thomas Paine) جو ڪتاب (Age of Reason) ڪافي مشهور ۽ مقبول آهي ١٨٠٩ع ۾ وفات ڪئي ۽ ساڳي سال ڊارون ڄائو هو. مٿين ڪتاب ۾ پين انجيل جي عهدنامه قديم (Old Testament) تي سخت تنقيد ڪئي هئي. ارڙهين صدي جي مشهور جرمن فلاسفر فيوئرباخ (Feuerbach) جو ڪتاب ”جوهر عيسائيت (The Essence of Christanity) کي به خاص مقبوليت آهي، جو سنه ١٨٤٠ع ۾ شايع ٿيو هو. مذهب جي فلسفه بابت ڪارل مارڪس خاص طرح فيوئرباخ جو شاگرد آهي، جنهن جو قول آهي ته ”ماڻهو جو ڪجهه کائي ٿو، سوئي هوندو آهي“ (Man is what he eats).

مارڪس فيوئرباخ جي مذهب واري توصيف سان ڪلي

طور متفق آهي تہ ”مذهب ماڻهن جي مادي حالتن جي پيداوار آهي.“ مارڪس ڏوڙي فيوئرباخ آڏو واضح مثال عيسائي مذهب جو هو ۽ هي مذهب واقعي مادي حالتن جـي پيداوار آهي. مصيبت هي آهي تہ عيسائي مذهب جي سزا سڀني مذهبن خاص طور اسلام کي ٿي ڏجي. سولائيءَ سان انـدازو لڳائي سگهجي ٿو تہ مذهب جي حيثيت ۾ عيسائيت ۽ اسلام جـي وچ ۾ ڪيترو نہ زمين آسمان جو فرق آهي. مثال طـور عام پڙهيل ماڻهو چوندي ٻڌا ويندا آهن تہ مذهب جو سياست سان ڪهڙو تعلق؟ بيشڪ عيسائي مذهب جي باري ۾ ڪيون اعتراض صحيح آهي. پر اسلام ۾ دين ۽ سياست جي جدائي ڪٿي آهي؟ عيسائي مذهب رکڻ وارن ماڻهن سائنسدانن کي ڦاهي تي چاڙهيو هو.“ خود يورپ جا دانشور تسليم ٿا ڪن تہ يورپ ۾ سائنس جي دولت مسلم اسپين کان پهتي.

عيسائيت جي ناڪاميابيءَ ڪميونزم کي فروغ ڏنـو هو پيو تہ مارڪس جي زماني يعني ارڙهين صديءَ ۾ يورپ صنعتي انقلاب مان لنگهي رهيو هو. ڪيترائي ڪارخانہ کليا جـن ۾ مزدور ڪم ڪرڻ لڳا. مزدور ڪارخانيدارن جي رحم و ڪرم تي هونـدا هئا ۽ هنـن تي طرحين طرحين ظلم بہ ٿيندا هئا. مزدورن کان مسلسل ١٦ يا ١٧ ڪلاڪ نهايت قليل اجرت تي ڪم ورتو ويندو هو. مثال طور جون ١٨٦٣ع جو هڪ واقعو جنهن ۾ لنڊن جي ڪارخانہ ۾ ڪم ڪندڙ هڪ ويهن سالـن جي ڇوڪري ”ميري اين واڪلي (Mary Anne Walkly) جـي موت جو ذڪر ڪيل آهي. هيءَ ڇوڪري عورتن لاءِ ٽوپيون ٺاهيندي هئي. ڊاڪٽر جيوري کي لکيو تـہ معائنہ بعد معلوم ٿيو تہ ميري اين واڪلي جو موت پريل ڪمري ۾ زيادہ ڪم ڪرڻ ۽ تنگ و تاريڪ جڳهہ تي سمهڻ جي ڪري ٿيو آهي.“ ملاحظہ ٿئي (Capital vol: I p. 254-55, 1954 ED).

# اسانجي پاران ٻيا تيار ڪيل
# ٻاراڻا ڪتاب

تمام سستن ۽ سٺن ڪتابن جي پڙهڻ کان وانجيل متان رهو! اڄ ئي گهرائڻ لاءِ لکپڙهه ڪريو. بوڪ اسٽالن ۽ هاڪرن لاءِ چاليهه في سيڪڙو رعايت.

## ڪتابن جو وچور

١. آسمان ڏو ڪري — قيمت هڪ [illegible]
٢. اجرڪ واري ٻڪري ڇوڪري — قيمت هڪ رپيو
٣. موشو شيدي — قيمت پنجاهه پيسا
٤. گهر جي چڪ — قيمت پنجاهه پيسا
٥. هاٿي تي واگهه جو حملو — قيمت سٺ پيسا
٦. ننڍي لاءِ جون يادگيريون — قيمت پنجاهه پيسا
٧. شاهه عنايت صوفي جهوڪ وارو — قيمت پنجاهه پيسا

عبرتناڪ داستان اسين يورپ جي نامياري فلسفي دانشور سجهاني برٽرانڊرسل (Bertrand Russel) جي مختلف ڪتابن مان ٻڌن ڪنداسون. سندس علمي عظمت کان دشمن بہ انڪار ڪري نہ سگهندا.

## راجربئڪن (Roger Bacon) خلاف پوپن جي ڪارروائي

ياد رکڻ گهرجي تہ راجربئڪن يورپ جو پهريون ۽ اوائلي سائنسدان ڳڻيو آهي جو 1214ع ۾ ڄائو هو ۽ سن 1214ع ۾ وفات ڪيائين. پروفيسر بريفالٽ پنهنجي ڪتاب (Making of Humanity) ۾ لکي ٿو تہ يورپ جو هي پهريون سائنسدان باقاعدہ آڪسفرڊ اسڪول ۾ عربي سکيو ۽ پنهنجن معاصرن کي عربن جي سائنس پڙهڻ لاءِ تلقين ڪندو هو. رابرٽ بريفالٽ لکي ٿو تہ ”آڪسفرڊ اسڪول ۾ راجربئڪن عربي سان گڏ عربن جي سائنس جي سکيا ورتي هئي. راجربئڪن عيسائي يورپ ۾ مسلم سائنس ۽ ان جي طريقہ ڪار جي حوارين ۽ مبلغن مان هڪ هو، ۽ هو سدائين چوندو هو تہ سندس همعصرن لاءِ عربي ۽ عرب سائنس جي ڄاڻ حقيقي علم حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ رستو آهي.

"It was under their successors at the Oxford school that Roger Bacon learnt Arabic and Arabic science. Roger-Bacon was no more than one of the Apostles of Muslim science and method to chyristian Europe and he never wearied of declaring that knowledge of Arabic and Arabic science was for his contemporaries the only way to true knowledge." (P—202)

برٽرانڊرسل جهڙا مفڪر ۽ دانشور وڏي واڪ شڪ جو اظهار ڪري رهيا آهن ته ڪو حضرت عيسيٰ جهڙو شخص به دنيا ۾ پيدا ٿيو آهي؟

يورپ ۾ عيسائيت پوپن جي مذهبي جاگير بڻي. ظاهر آهي ته پوپ به انسان هئا. سخت غلطيون ڪندا هئا. جن به دانشورن پوپن سان اختلاف ڪيو ته انهن تي الحاد جو الزام مڙهي احتساب جي ڪورٽن آڏو پيش ڪري انسانيت سوز سزائون ڏيندا هئا. اسان جي مذهب اسلام جي چوڏهن سون سالن جي تاريخ ۾ هڪڙي احتسابي ڪورٽ قائم ڪانه ٿي. پوءِ ٻڌائي ته ڇو؟ اسان جو مذهب عيسائين واري مذهب وانگي هڪ افسانو ۽ خيالي شيءِ ٿوروئي آهي جو ان ۾ هن قسم جي ظالمانه ڪورٽن جو قيام ٿئي؟

## احتسابي ڪورٽون ڇو ۽ ڇالاءِ؟

احتسابي ڪورٽن (Inquisition Courts) جي وصف ڇا آهي؟ ۽ سندن مقصد ڪهڙو آهي. ان لاءِ ايچ. سي. لي (H. C. Lea) پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته ”انڪئزيشن عيسائي پوپن جي عدالتي اداره جو نالو آهي، جنهن جو مقصد (سائنسي) علم ڪيميا ۽ جادوگري وغيره جي خلاف مقابلو ڪرڻ هو. احتساب جون هي ڪورٽون اڳين تورڙي وچين دور ۾ ڪافي بااختيار ۽ طاقتور رهيون هيون. انڪئيزيشن لاطيني فعل انڪيورو (Enquiro) مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ (Enquire in to) يعني ڪنهن شيءِ بابت پڇا يا تفتيش ڪرڻ آهي.

# احتسابي ڪورٽون ۽ سائنسدان

عام ماڻهن کان علاوه قرون وسطيٰ جا نامور سائنسدان پوپن جي احتسابي ڪورٽن جا شڪار ٿيا هئا جو يورپي تاريخ جو نهايت ئي اڻ وڻندڙ ۽ ڏکوئيندڙ باب آهي. يورپي تاريخدان اعتراف ٿا ڪن ته يورپين کي سائنس جي علم سان روشناس ڪرڻ وارا عرب مسلمان هئا. عرب سائنسدانن خلاف ڪابه تهذيبي ڪورٽ قائم ڪانه ٿي هئي پر يورپ ۾ پادرين سائنسدانن خلاف هڪ وڏو محاذ کڙو ڪيو هو. پوپن کي شڪايت هئي ته هي سائنسي نظريا انجيل مقدس جي خلاف آهن، ۽ جو به سائنسدان انجيل جي خلاف ڪم ڪندو ان کي پنهنجي جان تان هٿ کڻڻو پوندو. پوپن ۽ سائنسدانن جي هن طويل ڪشمڪش جو عبرتناڪ داستان اسين يورپ جي نامياري فلسفي ۽ دانشور آنجهاني برٽرانڊرسل (Bertrand Russel) جي مختلف ڪتابن مان بيان ڪنداسون. سندس علمي عظمت کان دشمن به انڪار ڪري نه سگهندا.

# راجربئڪن (Roger Bacon) خلاف پوپن جي ڪارروائي

ياد رکڻ گهرجي ته راجربئڪن يورپ جو پهريون ۽ اوائلي سائنسدان ٿي گذريو آهي جو 1214ع ۾ ڄائو هو ۽ سن 1294ع ۾ وفات ڪيائين. پروفيسر بريفالٽ پنهنجي ڪتاب (Making of Humanity) ۾ لکي ٿو ته يورپ جو هي پهريون سائنسدان باقاعده آڪسفرڊ اسڪول ۾ عربي سکيو ۽ پنهنجن معاصرن کي عربن جي سائنس پڙهڻ لاءِ تلقين ڪندو هو. رابرٽ بريفالٽ لکي ٿو ته ”آڪسفرڊ اسڪول ۾ راجربئڪن عربي سان گڏ عربن جي سائنس جي سکيا ورتي هئي. راجربئڪن عيسائي يورپ ۾ مسلم سائنس ۽ ان جي طريقه ڪار جي حوارين ۽ مبلغن مان هڪ هو، ۽ هو سدائين چوندو هو ته سندس همعصرن لاءِ عربي ۽ عرب سائنس جي ڄاڻ حقيقي علم حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ رستو آهي.

"It was under their successors at the Oxford school that Roger Bacon learnt Arabic and Arabic science. Roger-Bacon was no more than one of the Apostles of Muslim science and method to chyristian Europe, and he never wearied of declaring that knowledge of Arabic and Arabic science was for his contemporaries the only way to true knowledge." (P—202)

هاڻي اهو به معلوم ڪريو ته هيڙي وڏي سائنسدان سان پنهنجي ملڪ ۾ پوپن ڪهڙي تعدي ۽ جٺ ڪئي هئي؟ ۽ هن غريب تي ڪيڏا نه ظلم جا پهاڙ ٽوڙيا ويا. پوپن کي سندس خيالات (مخالف عيسائي) پسند نه هئا. برٽرانڊرسل پنهنجي ڪتاب ”دانش مغرب“ (Wisdom of the West) ۾ لکي ٿو ته ”سن 1277ع ۾ مٿس هڪ وڏيءَ سزا جو حڪم صادر ٿيو. بيڪن کي ٻين سان گڏ پوپن گهرائي ورتو ۽ کيس حڪم ڪيو ته پنهنجي خيالات جو حساب ۽ سبب پيش ڪري. ڪهڙي خاص ڏوهه جو راجبيڪن کي مجرم ٺهرايو ويو؟ ان جو ڪو پتو ڪونه آهي. پر هن پندرهن سال جيل ۾ گذاريا. کيس 1292ع ۾ آزاد ڪيو ويو ۽ سندس موت ٻن سالن کانپوءِ 1294ع ۾ ٿيو.“

"In 1277 came the great condemnation. Roger Bacan with many others was called to give account of his views. On what Precise head he was found guilty is not known. But he spent fifteen years in prision. He was freed in 1292 and died two years Latter." (P—161).

## فلڪياتي سائنسدان ۽ پوپ

چوڏهين ۽ پندرهين صديءَ عيسويءَ ۾ يورپ منجهه فلڪياتي سائنس (Astronomy) تي باقاعده تجربا ٿيڻ لڳا ڇو جو ان کان اڳ اٽڪل ٽيرهين صديءَ ۾ مشهور يوناني فلڪيات جي ماهر بطليموس (Ptolemy) جو ڪتاب ”المجسطي“ (Alamgiest) عربيءَ مان لاطيني زبانن ۾ ترجمو ٿي يورپ ۾ پهتو هو ۽ مذڪوره ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ يورپي دانشور فلڪياتي سائنس

ڏانهن توجهہ ڏيڻ لڳا هئا پر ان وقت جي عيسائي پوپن هن علم جي شديد مخالفت ڪئي هئي. ٻهريون سائنسدان جو پوپن جي ظلم جو شڪار ٿيو هو، اهو پولنڊ جو مشهور شخص ڪوپرنيشس (Copernicus) هو. جو ۱۴۷۳ع ۾ ڄائو ۽ ۱۵۴۳ع ۾ وفات ڪيائين. هن سائنسدان مسلسل ٽيويهن سالن جي محنت سان ۱۵۰۷ع کان وٺي ۱۵۳۰ع تائين فلڪياتي سائنس جي موضوع تي هڪ ڪتاب "آسماني اجسام جي انقلابن تي" (On the Revolution of the Heavenly Bodies) نالي سان لکيو. بدقسمتيءَ سان پوپن جي ڊپ ۽ گرفت ڪري هي ڪتاب تيرهن سالن تائين شايع ٿي نہ سگهيو. آخرڪار ڪوپرنيشس جي مرڻ کان ڪهڙي ڪن اڳ سنہ ۱۵۴۳ع ۾ ڪتاب جي ناشر اوسينڊر (Osiander) هڪ شايع شده ڪاپي مصنف ڪوپرنيشس کي ڏيکاري، جنهن جي شايع ٿيڻ کان ٿورو سال بعد ۾ چرچ جي طرفان ڪتاب تي بندش وڌي وئي. ڪوپرنيشس جي نظرين کان پوءِ سائنس ۽ مذهب جي وچ ۾ لڙائي تيز ٿي وئي هئي. ان کي بيان ڪندي برٽرانڊرسل پنهنجي ڪتاب "مذهب ۽ سائنس" (Religion and science) ۾ لکي ٿو تہ "مذهبيات ۽ سائنس جي وچ ۾ پهرين انتهائي لڙائي هن مشهور ٿيل فلڪياتي جهيڙي تي لڳي هئي تہ آيا نظام شمسي جو مرڪز سج آهي يا ڌرتي؟ ڪٽر (عيسائين) جو عقيده بطليموس وارو نظريو هو، جنهن موجب، زمين ڪائنات جي مرڪز ۾ پرسڪون آهي، جڏهن تہ سج، چنڊ، گرهہ ۽ هڪ هنڌ بيٺل تارن جو نظام، هرهڪ پنهنجي پنهنجي دائره اندر زمين جي چوڌاري گردش ڪن ٿا. پر ڪوپرنيشس جي نئين سائنسي نظريہ مطابق، زمين بالڪل پرسڪون نہ آهي. پر ان ۾ بہ حرڪتون موجود آهن. پهرين تہ زمين ڏينهن جو هڪ دفعو پنهنجي محور تي ڦري ٿي ۽ وري سال ۾ هڪ دفعو سج جي چوڌاري گردش ڪري ٿي."

"The first pitched battle between theology and science, and in some ways the most notable was the astronomical dispute as to whether the earth or the sun was the centre of what we now call the solar system. The orthodox theory

was the Ptolemaic, according to which the earth is at rest in the centre of the universe, wnile the sun, moon, planates and the system of fixed stars revolve round it, each in its own sphere. According to the new theory, the Copernican, the earth, so far from being at rest, has a two sold motion; it rotates on its axis once a day, and it revolves round the sun once a year.'' (P—19)

زمين، تارن ۽ گرهن بابت مذهبي ماڻهن جي عقيدن کي ڪوپرنيڪس جي نظريہ سخت نقصان پهچايو هو، ۽ هن جهيڙي جو بنيادي ڪارڻ اوهان برٽرانڊرسل جي الفاظ ۾ مٿي پڙهيو. ڪوپرنيڪس جي نئين پيش ڪيل ٿيوري تي عيسائين جي ڪئٿالڪ فرقي کان وڌيڪ ناراضگي پروٽيسٽنٽ فرقي وارن ڏيکاري هئي. برٽرانڊرسل پنهنجي مذڪوره ڪتاب ۾ ڪوپرنيڪس بابت مارٽن ليوٿر جا رمارڪ نقل ڪيا آهن. ليوٿر چوي ٿو تہ ”هي بيوقوف سڄي فلڪياتي سائنس جي علم کي الٽ پلٽ ڪرڻ ٿو چاهي. پر مقدس ڪتاب اسان کي ٻڌائي ٿو تہ خداوند ڪريم سج کي ۽ نہ ڌرتيءَ کي هڪ هنڌ بيهڻ جو حڪم فرمايو آهي.“

This fool wishes to reverse the entire science of astr-onomy; but sacred scripture tells us that Joshua commanded the sun to stand still, and not the earth.'' (P—23).

۽ فلڪيات بابت نون نظرين جي انڪشاف تي پادري ويسلي (Weseley) جي فتويٰ آهي تہ ”فلڪيات جا اهي جديد اصول ڪفر ڏانهن وٺي ٿا وڃن.“

The new doctrines in astronomy ''tend toward in-fidelity.'' (P—23).

## برونو (Bruno) جو احتساب

مشهور فلڪياتي سائنسدان برونو جي نظرين پادرين جي ٽولي ۾ ماتم وجهي ڇڏيو هو ۽ سڄي ڪليسا هن نامور سائنسدان

جي خلاف ٿي پئي. آخرڪار مخالف چرچ جي بهاني سان پورين ستن سالن تائين احتسابي ڪورٽن جي حڪم تي برونو کي گرفتار ڪرايو ويو ۽ ڪيس ١٦٠٠ع ۾ جيئرو جلايو ويو هو. جيئن برٽرانڊرسل لکيو آهي:

"For example, Giardano Bruno, who after seven years in the Prisions of the inquisition, was burned alive in 1600." (p—25)

فلڪيات جو ماهر سائنسدان ڪيپلر (Kepler) (پيدائش ١٥٧١ع وفات ١٦٣٠ع) پوپن جي عذاب کان محض ان ڪري بچي ويو هو ڇاڪاڻ ته هو ساڳي وقت جرمني جي بادشاهه روڊالف II جو نجومي پڻ هو. جيڪڏهن شهنشاهه جو منشي راضپو نه هجي ها ته هن جو حشر به برونو جهڙو ٿئي ها. جيئن سيڪو چائي ته سائنسي فيلڊ ۾ ڪيپلر ٽي قانون دريافت ڪيا هئا، جن تي تبصره ڪندي برٽرانڊرسل لکي ٿو ته، "تاريخ سائنس ۾ ڪيپلر جي ٽنهي قانونن کي وڏي اهميت آهي، ڇو جو نيوٽن جي ڪشش ثقل جي قانون جي ثابتي انهن مان ملي ٿي."

Kepler's three Laws, however, have an other place in the history of science, since they afforded the Proof of newton's Law of gravitation." (Religion and science P—29)

## چرچ ۽ گليليو

سائنسدانن ۽ عيسائي پادرين جي لڙائي جو داستان اٽلي جي مشهور سائنسدان گليليو جي ذڪر بغير نامڪمل آهي. برٽرانڊرسل بالڪل صحيح لکيو آهي ته "گليليو (پيدائش ١٥٦٤ع وفات ١٦٤٢ع) پنهنجي انڪشافات ۽ احتسابي ڪورٽن سان لڙائي جي ڪري پنهنجي وقت جو وڏو سائنسدان هو." گليليو جو وڏو ڪارنامو دوربيني جي ايجاد آهي، جا هن لاءِ دردسر ثابت ٿي هئي. رسل لکي ٿو ته،

"It was the telescope that led Galilo on to more dangerous ground." (P—35).

ظالم پادرين گئليلو ۾ سندن سائين جو اک ۾ دم بند ڪيو هو. ڊاڪٽر برٽرانڊرسل وڏيڪ لکي ٿو ته پادرين غصي جي حالت ۾ گئليلو جي سائين کان سوال ڪيو ته ”او گئليلو جا همراهوا توهان (پيرن تي) بيهي هر وقت آسمان ڏانهن ڇو ٿا ڇتائي ڏسو؟“

"Ye men of Galilee why stand ye gazing up in to the heaven.?" (P—37)

ملاحظه ڪيو عيسائين جي مذهب جا اصول. ڇا دوربيني وسيلي آسماني تارن يا گرهن کي ڏسڻ به ڏوهه ۽ گناهه جو ڪم آهي؟ اهڙي مذهب جي پوئلگن مان مارڪس ۽ ٻين دهرين جا شاگرد پيدا نه ٿيندا ته ٻيو ڇا ٿيندو؟ مختصر ته دوربيني جي مدد سان گئليلو ”نظام شمسي جي وڏي ۾ وڏي گرهه جوپيٽر جا چنڊ به ڏسي ورتا هئا اهو به معلوم ٿيو ته وينس سياره کي چنڊ جيان هڪ روشن حصو آهي ۽ چنڊ ۾ جبلن جا نظارا ڏسڻ ۾ آيا جي ڪنهن سبب ڪري تڪليف ده تصور ڪيا ويا.“ برٽرانڊرسل اسان کي وڌيڪ ٻڌائي ٿو تہ ”انهن انڪشافات کان علاوه گئليلو دوربيني جي ذريعي هي خطرناڪ انڪشاف به ڪيو ته ”سج کي داغ لڳل آهن.“ (پادرين) ان مان اها مراد ورتي ته خالق جي تخليق کي گويا داغ لڳل آهن. ان ڪري ڪئٿلڪ يونيورسٽين کي سج جي داغن بيان ڪرڻ کان روڪيو ويو ۽ اهڙو منع نامو ڪئي ڏ. صدين تائين هلندو رهيو.“

"Besides jupiter's moons, the telescope revealed other things horrifing to theologians. It showed that venus has phases like the moon. The moon was found to have mountains, which for some reason was thought shocking. More dreadful still, the sun had spots! This was considered as tending to show that the Creator's work had blemishes; teachers in Catholic Universties were therefore forbidden to mention sunspots, and in some of them this prohibition

endured for centuries." (P—36).

دوربيني جي مدد سان جوپيٽر گرهه جي چنڊن جي دريافت تي ٿوري سچ جي داغن بابت گئليلو خلاف نام نهاد مذهبي ٺيڪيدارن وڏو هنگامو ڪڙو ڪيو هو. مثال طور پروفيسر وائيٽ (White) صاحب پنهنجي ڪتاب "سائنس ۽ مذهبيات جي جنگ" (Warfare of Science with Theology) ۾ پادري ڪلاوس (Clavius) جو هڪ بيان نقل ڪري ٿو، جنهن مطابق پادري صاحب چوي ٿو ته "جوپيٽر گرهه جي ثانوي سيارن کي ڏسڻ لاءِ ماڻهن کي پنهنجي پيدا ڪرڻ لاءِ به اوزار ٺاهڻو پوندو."

"To see the satellites of Jupitor, men had to make an instruement which would creat them." (P—132)

ظاهر آهي ته بدمعاش پوپ گئليلو جي ههڙن گستاخين کي ڪٿي پيا برداشت ڪري سگهن. "چنانچه غريب ڪان سبب بچڻ لاءِ پوپن کيس احتسابي ڪورٽن آڏو گهرايو ۽ هن کي پنهنجي سائنسي نظرين کان توبهه ڪرڻ جي تلقين ڪئي جا ويچاري قبول ڪئي. اهو واقعو برونو جي ساڙڻ واري سانحه کان ٺيڪ سورهن سال بعد ۾ تاريخ ٢٦ فيبروري ١٦١٦ع ۾ ٿيو هو. گئليلي تحريري توڙي زباني طور پوپن آڏو ڪوپرنيڪس جي نظريات کان بيزاري ڏيکاري هئي. ان کان پوءِ گئليلو فلورنس شهر ۾ وناترمينٽ جي زندگي گذاري ۽ پنهنجن فاتح دشمنن (پوپن) جي دل آزاري کان پاسو ڪندو رهيو."

برٽرانڊرسل وڌيڪ لکي ٿو ته سال ١٦٢٣ع ۾ گئليلو جو هڪ دوست باربيريني (Barbereni) اربن اٺين جي لقب سان (Urban 8) پوپ مقرر ٿيو. گئليلو خوشيءَ ۾ نسه سايو ۽ ان طرح نيوڻهن سالن جي خاموشيءَ بعد هو پهر سائنس جي دنيا ۾ داخل ٿيو ۽ فلڪيات جي علم بابت پنهنجو مشهور ڪتاب (Dialogues on the two greatest systems) ستن سالن جي محنت کان پوءِ سن ١٦٣٢ع ۾ شايع ڪرايائين. هن ڪتاب جي منظر عام تي اچڻ سان پوپن ۽ پادرين طرفان وڏو گوڙ ٿيو ۽ روم ۾ پهر هن مظلوم سائنسدان کي طلب ڪيو ويو. گئليلو پهر احتساب

جي ڪورٽ آڏو پيش ٿيو ۽ وري پنهنجي ڪيل گناهن لاءِ معافي ورتائين. رسل لکي ٿو ته پوپ جي طرفان ڏنل هيٺين جملن ۾ گليليو معافي ورتي هئي،

"I abjure, curse, and detest the said errors and heresies.........and I swear that I will never more in future say or assert any thing verbally or in writing, which may rise to a similar suspicion of me (P-41)

ڪورٽ گليليو جي توبهه ۽ معافي نامه قبول ڪري کيس جيل ۾ نه موڪليو ۽ کيس هدايت ڪئي ته هو خاموش رهي. پر ان سان گڏ رسل لکي ٿو ته "هن جي چرپر تي ڪڙي نظر رکي وئي هئي. هن کي پنهنجي دوستن توڙي گهر وارن سان ملاقات ڪرڻ جي بندش هئي. آخرڪار گليليو ۱٦۳۷ع ۾ انڌو ٿيو ۽ هڪ ٻئي نامور انگريز سائنسدان نيوٽن (Newton) جي ڄمڻ واري سال يعني ۱٦۴۲ع ۾ وفات ڪيائين."

"The inquisition allowed him to spend the rest of his days in retirement and silence, not in Prison. It is true, but controlled in all his movements, and forbidden to see his family or his friends. He became blind in 1637 and died in 1642 the year in which Newton was born." (P-41)

## عيسائيت ۽ ميڊيڪل (طبي سائنس)

پوپ ۽ پادرين پنهنجي مذهب جي نالي تي سائنس جي هر شعبه خلاف بغاوت ڪئي هئي. فلڪياتي سائنس جو بيان اوهان مٿي پڙهي آيا. پوپ ميڊيڪل سائنس کي به نه بخشيو. هن سلسلي ۾ هنن جا عجيب جاهلانه عقائد هوندا هئا، جن تي موجوده دور جو انسان شايد ڀروسو به نه ڪري. پروفيسر برٽرانڊ رسل جي مشهور ڪتاب جو باب (Demonology and medicine) نهايت ئي حيرت انگيز ۽ دردناڪ آهي. هو لکي ٿو ته "پوپ گريگري نازيانزن جو خيال هو ته دوا ڪرڻ بيڪار فعل آهي، بلڪ مريضن تي ڪنهن متبرڪ هستيءَ جو هٿ ڦيرائڻ ۽ رکڻ

اڪثر مؤثر ثابت ٿئي ٿو ۽ ان نموني ٻين پادرين جو به ساڳيو خيال هو."

"Gregory Nazianzen maintained that medicine is useless, but laying on a consecrated hands is often effective; and similiar views were expressed by other Fathers." (P-83)

ٻئي طرف اسان جي مذهب اسلام ۾ بيماري ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ سنت آهي. خـرد رسول ڪريم صلعم جن ڪنهن شخص کي بيماري مان ڇاق ٿيڻ لاءِ دوا طور ماکي کائڻ جي تلقين ڪئي هئي ۽ احاديث ۾ طب بابت هڪ جدا باب 'ڪتاب الطب' موجود آهي. هڪ حديث قدسي آهي تـہ "قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ ٻندي کي فرمائيندا تہ اي بني آدم مان دنيا ۾ بيمار ٿيو هوس پر تو منهنجي بيمار پرسي نـہ ڪئي. ٻندو عجب ۾ پئي چوندو تہ مان تو رب العالمين جي ڪيئن بمار پرسي ڪندس. ان تي خدا کيس چوندو توکي خبر نہ آهي تہ منهنجو فلاڻو ٻندو تنهنجي قريب بيمار ٿي پيو هو ۽ تو ان جي خبر نہ ورتي. جيڪڏهن تون ان مريض جي بمار پرسي لاءِ وڃين ها تہ تون مون کي اتي ڏسين ها...." حديث اڃان اڳتي بـہ هلي ٿي جنهن کي مسلم شريف ۾ حضرت ابوهريره رضہ بہ روايت ڪئي آهي. مسلمانن جي حڪومتن ۾ وڏا ڊاڪٽر ۽ طبيب پيدا ٿيا هئا، جن جي فيض مان يورپ بہ سيراب ٿيو هو. اسين پنهنجي مؤلف جي سچائيءَ لاءِ فقط هڪڙي حڪيم ۽ ڊاڪٽر ابوبڪر محمد بن ذڪريا الرازي (پيدائش ٨٦٥ع، وفات ٩٢٥ع) جو ذڪر ڪنداسون جو ساڳئي وقت سرجري جو بہ ماهر هو. سندس ڪيئي طبي ڪتاب لاطيني ٻولين ۾ ترجمو ٿي مغرب ۾ پهتا هئا. مشهور مـؤرخ پروفيسر هٽي (Hitti) پنهنجي ڪتاب "عربن جـي تـاريخ" (History of the Arabs) ۾ الـرازي جي ميڊيڪل تصنيفن بابت لکي ٿو تہ "صدين تائين لاطيني مغرب جي ذهنن تي الرازي جي انهن طبي تصنيفن نمايان اثر ڏيکاريو هو."

"These medical works of Al-Razi excercised for centuries a remarkable influence over the minds of latin west." (P-367)

جڏهن مٿي عرض ڪيو ويو ته مسلمانن وٽ طب، جراحت ۽ دواسازي جو وڏو عروج ۽ قدر رهيو پر افسوس جو ساڳي وقت يورپ جي عيسائين جي عقيدي مطابق مريض لاءِ دوا وٺڻ به بيڪار ۽ بدعت سمجهيو ويندو هو. هو بيماري کان بچڻ لاءِ فقط ٽوڻن ٽوٽڪن کان ڪم وٺندا هئا ۽ قديم تبرڪات مثلاً ڏند، لباس، لاش ۽ هڏن جي آڏو نذر و نياز ڏيندا هئا.

## بيماري جو علاج ۽ سينٽ روساليا (Rosalia) جا هڏا

سينٽ روساليا هڪ عيسائي درويش ٿي گذري آهي. چوڻ ۾ ٿو اچي ته مرڻ کان پوءِ آنجهاني جا هڏا اٽلي جي هڪ شهر پالرمو (Palermo) ۾ تبرڪ طور محفوظ ڪيا ويا هئا. ان وقت عيسائي لوڪ بيمارين جي علاج معالجه لاءِ مٿين درويش جي هڏن تي حاضري ڏيئي جهمي وٺي دعا پنندا هئا. ڇو جو سندن عقيدو هو ته ان نموني بيماري ڇڏي ويندي. باقي دوا درمل ڪرڻ ته عيسائي مذهب ۾ حرام هو. بعد ۾ عضوياتي ماهرن پالرمو شهر ۾ انهن محفوظ ٿيل هڏن جو مطالعه ڪري جائزو ورتو. تحقيقات کان پوءِ ماهرن کي پتو پيو ته اهي انساني هڏا نه آهن پر ٻڪريءَ جا هڏا ثابت ٿيا. ان سلسلي ۾ برٽرانڊرسل لکي ٿو ته ”مثال طور پالرمو شهر ۾ سينٽ روساليا جا هڏا محفوظ ٿيل آهن. صدين تائين آنجهاني سينٽ جا مذڪوره رکيل هڏا بيماري جي علاج لاءِ مؤثر ۽ فائديمند سمجهيا ويندا هئا. پر لطف جي ڳالهه هي آهي ته جڏهن هڪ بي ادب عضويات جي ماهر انهن هڏن جو جائزو ورتو ته تحقيق کان پوءِ ثابت ٿي ويو ته اهي انساني هڏا نه پر ٻڪريءَ جا هڏا هئا. ان جي باوجود به هڏن جي زيارت وسيلي بيمارين جو علاج هلندو رهيو.“

"For example the bones of st. Rosalia, which are Preserved in Palermo, have for many centuries been found effective in curing disease. But when examined by a Profane anatomist they turned out to be the bones of a goat. Neverthless the cures continued." (P-83)

## بادشاهہ جي ڇهڻ سان بيماري ختم ٿي ٿئي

عيسائين وٽ بيماري کان ڇاڻ ڏيڻ جو هڪ سولو رستو اهو به هو ته مريض کي بادشاهہ هٿ لڳائي ۽ ڇهي. انگلنڊ جي بادشاهہ چارلس II لاءِ پروفيسر وسل لکي ٿو ته هن هڪ لک ماڻهن کي ڇهيو هو.

"In England the king's touch cured what was known as "the king's evil", and charles II, that saintly monarch toched about 10,000 Persons." (P-86)

## عضوياتي سائنس ۽ لاشن جي چيرڦاڙ جي مخالفت

(Anatomy) عضوياتي سائنس جي ارتقا (لاشن جي) چيرڦاڙ (Dissection) بغير ممڪن نه آهي ۽ چرچ چيرڦاڙ جي سخت مخالف رهي.

"Nothing more scintific was Possible without anatomy and Physiology, and These, inturn, were not possible without dissection, which the church opposed." (P-101)

## ويسالييس (Vesalius) جي مخالفت

ياد رکڻ گهرجي ته سائنسي طور عضوياتي علم جو بنياد ڊاڪٽر ويسالييس (پيدائش ١٥١٤ع، وفات ١٥٦٤ع) وڌو هو. جنهن گالين (Galen) جي ڪيترن ئي نظريات کي رد ڪري ڇڏيو هو. اڳ ۾ پڙهايو ويو ته چرچ لاشن جي تقدس جي بهاني سان عضوياتي علم جي پرزور مخالفت ڪئي هئي. نطري طرح ويسالييس پادرين جو معتوب رهيو. پروفيسر برٽرانڊ رسل لکي ٿو ته ڪجهه وقت لاءِ ويسالييس پادرين جي عذاب کان محفوظ رهيو ڇو جو هو بادشاهه چارلس پنجين جو خاص ڊاڪٽر هو. ان کي ڊپ ڄاڻايو ته ويسالييس جي وڃڻ کان پوءِ هن جي صحت خراب ٿيندي. بادشاه کي خوش رکڻ لاءِ بي اصول پادرين

فتوي ڏني هئي ته چيرڦاڙ جو علم بيحرمتي نه آهي. پر چارلس پنجين جو جاءِ نشين فلپ بيو پنهنجي پيش رو وانگر روڳي يا دائم‌المريض ڪونه هو، ان ڪري هن ويساليس جي حمايت ۽ بچاءَ کان معذوري ڏيکاري. هاڻي چيرڦاڙ لاءِ ويسالس کي لاشا مهيا ڪرڻ بند ڪيا ويا.

## ويسالس خلاف سازش

اتفاق سان هڪ ڀيري ويسالس هڪ مڙدي جي چيرڦاڙ ڪئي هئي. هن تي الزام مڙهيو ويو ته جيڪو شخص ڪي هن چاقو سان وڍيو، مٿس خون جو الزام مڙهيو ويو. رسل پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته "هن تي قتل جو الزام آيو ۽ ڪيس احتسابي ڪورٽ لعنت ملامت ڪئي. پر بادشاه جي سفارش سان هن کي توبهه ۽ گناهن جي ڪفاره ادا ڪرڻ لاءِ پاڪ جڳهه ڏي سفر ڪرڻ لاءِ حڪم ڪيو ويو. اتان واپسي تي ويسالس کي نابود ڪيو ويو ۽ هن ڪمزوريءَ ڪري دم ڏنو هو."

He was accused of murder, and denounced to the inquisition. By the influence of the king he was allowed to do Penance by a Piligrimage to the Holy Land. But on his way home he was shipwrecked, and although he reached Land, he died of exhaustion." (P-103)

لاشن جي چيرڦاڙ تي چرچ جي طرفان ايتري ته پابندي وڌي وئي هئي جو ارڙهين صديءَ جي مشهور عضوياتي ماهر (Anatomist) ڪري جي لاءِ چوڻ ۾ ٿو اچي ته هن پنهنجي مئڙي ماءُ جو لاش محفوظ ڪري ان تي چيرڦاڙ ڪئي هئي.

## هاروي (Harvey) جي مخالفت

هاروي (Harvey) هڪ مشهور ڊاڪٽر ٿي گذريو آهي. جنهن پهريون ڀيرو رت جو دورو (Circulation of blood) دريافت

ڏسو ٻين جي احتسابي ڪورٽن جا ظالمانہ ڪارناما جيڪڏهن
ماڳهين جرمنيءَ ۾ ارڙهين صديءَ منجهہ مارڪس جهڙو شخص
پيدا ٿيو ۽ انسانيت جي علمبرداري جي دعويٰ ڪمائين تہ ان
۾ ڪو عجب نہ آهي. جتي ظلم ۽ زيادتي هوندي اتي ئي

مارڪس جا پير پختا ٿيندا. جيتوڻيڪ مارڪس، جي ڪميونزم
۾ وڌ ۾ وڌ ظلم ۽ جبر ٿيو آهي.

چوڻ جو مقصد هي آهي تہ عيسائي ٻين کي انساني
جان جو ڪو قدر ڪونہ هوندو هو. برٽرانڊرسل پنهنجي هڪ
تصنيف "مذهب ۽ سائنس" (Religion and science) ۾ يورپ
اندر سنہ ١٣٤٨ع جي هڪ منحوس واقعي جو ذڪر ڪيو
آهي. ان زماني ۾ ڪيترائي انسان وبائي ۽ ٻين موذي مرض
جو شڪار ٿيا هئا. ان واقعي کي تاريخ ۾ "ڪارو موت"
(Black Death) ڪوٺجي ٿو. هن ڪاري موت کان بچڻ لاءِ
عيسائي پادرين ڪهڙا طريقا ايجاد ڪيا هئا، ان متعلق رسل
لکي ٿو تہ، "١٣٤٨ع ۾ ڪاري موت جي ڪري ڪيترن ئي
هنڌن تي ڪئين قسمن جي ڀرمن ۽ وسوسن کي جنم ڏنو هو.
انهن مان خدا جي غضب کي روڪڻ لاءِ هڪ محبوب طريقو
يهودين جي تباهيءَ جو هو. چنانچ باويرا ۾ ٻارهن هزار ۽
ايرفرٽ ۾ ٽي هزار يهودي قتل ڪيا ويا هئا ۽ اسٽراس برگ ۾
ٻہ هزار يهودي باهہ ۾ ساڙيا ويا هئا.

"The Black Death, in 1348, caused out breaks of superstitution of various sorts in various places. One of the favourite methods of appeasing God's anger was the destruction of Jews. In Baveria twelve thousands are reckoned to have been killed. In Erfurt three thousand; in Strasburg two thousand were burnt." (P—87).

عبارت پڙهڻ سان پٿردل شخص جي اکين مان بہ پاڻي
وهي ويندو. وبائي بيمارين کي ٽارڻ لاءِ يهودين جو خون ناحق!
اف! ان کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي چنگيزيت ٿي سگهي ٿي. اٿي

طرف ساڳئي نسل جو هجڻ آهي ته اسلامي ملڪن ۾ يهودين
سان سٺو ۽ برادريءَ وارو برتاءُ ڪيو ويو. اڄ مغربي دنيا جا
ماڻهو عربن جي مقابلي ۾ يهودين سان همدردي رکن ٿا. پر
کين پنهنجي ماضيءَ جي تاريخ پڙهي شرم اچڻ گهرجي. صاف
ثابت ٿي ويو ته عيسائين وٽ اسلام وانگر انساني جان متبرڪ
نه آهي. قرآن مجيد ۾ لکيل آهي ته "جو ڪوئي ٻئي جي
جان وٺي بغير ان جي جو هن (مقتول) ڪنهن کي قتل ڪيو
هجي يا زمين ۾ فساد ڪري، ته ڄڻڪ هن سڀني انسانن کي قتل
ڪري ڇڏيو، ۽ جنهن به ڪنهن کي ساهه جيئدان ڏنو ۽ ان
کي بچايو ته گويا هن سڀني انسانن کي بچائي ورتو." (سوره
مائده رڪوع ٥) ۽ هڪ حديث ۾ رسول ڪريم صلي الله عليه
وسلم جن فرمايو ته "قيامت جي ڏينهن نماز کان بعد جنهن
شيءِ جو پڇاڻو ٿيندو، اهو آهي ناحق قتل جو." ڏسو ته اسلام
۾ انساني جان ڪيڏي نه مقدس آهي. پر جيئن مٿين مثالن مان
واضح آهي، عيسائين وٽ ان جي ڪابه حيثيت نه آهي جو
ڏائڻ هجڻ جي الزام ۾ ڪيترين ئي عورتن کي قتل ڪيو ويو
۽ وبائي بيمارين کان قهر الاهي کان جند ڇڏائڻ لاءِ بي گناه
يهودين کي قتل ۽ نذر آتش ڪيو ويو، پوءِ ڇو نه اهڙن ملڪن
مان مارڪسزم جي نظريه جو فروغ ٿيندو؟

## ملحدن خلاف احتسابي ڪورٽون

عيسائي پادري پنهنجي مخالفن کي ملحد ۽ بي ديني جو
الزام مڙهي کين تعذيب ڏيئي ختم ڪرائيندا هئا. مثال طور
١٠٢ع ۾ فرانس جي رابرٽ II اورلينس شهر ۾ تيرهن
ملحدن کي ساڙائي مارائي ڇڏيو هو ۽ شهنشاهه هينري II ڪن
کي الحاد جي الزام ۾ ١٠٥١ع ۾ گولسار ۾ ڦاهي تي چاڙهيو
هو. هن ظالمانه ڪورٽن کي پنهنجي علحده پوليس ۽
ڪائونسلر هوندا هئا ۽ ڪورٽن جي ڪم ڪرڻ لاءِ جدا ڪوڊ
۽ منيول ٺاهيو ويو. اهڙن شخصن مان برنارڊ گائي ۽ نڪولاس

آئمرڪ جا نالا خاص طور مشهور آهن جو جو ڪورٽن جـو سڄو نظام منهن همراهن ترتيب ڏنو هو. ظلم ۽ بي انصافي ڪري ماڻهن ڪورٽن جي مدرن کي بطور ردعمل قتل ڪيو. تاريخ ۾ اهڙو مثال پيٽرمارٽائر جو ملي ٿو جنهن کي اپريل ١٦٥٢ع تي قتل ڪيو ويو هو. پوپ گريگري ٻارهين ڪونراڊوان کي جرمني اپراضيءَ لاءِ سنه ١٢٣١ع ۾ ڪورٽ جو صدر مقرر ڪيو هو. هي نهايت ئي سنگدل ۽ ظالم پادري هو، جنهن الحاد جي بهاني سان ڪيترن ئي معصومن کي موت جو شڪار بنايو هو. آخرڪار هن دونده کان هميشه واسطي نجات حاصل ڪرڻ لاءِ ماڻهن ڪيس ١٢٣٣ع ۾ قتل ڪري ڇڏيو. پروفيسر ”لي“ جو ڪتاب ڪونراڊوان جي ظلمن سان ڀريل آهي. فرانس ۾ ملحدن جي پاڙ پٽڻ لاءِ پوپ گريگري هڪ پادري رابرٽ بوگري کي احتسابي ڪورٽ جو چيف مقرر ڪيو هو. هي به جرمني جي ڪونراڊ وانگي سفاڪ ۽ جلاد هو. هن تي به قاتلانہ حملو ٿيو هو، پر بچي ويو ۽ آخرڪار ١٢٣٩ع ۾ کيس ڊسمس ڪيو ويو هو.

## سزا جو طريقو

پروفيسر ايچ - سي - لي صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ دل ڏريندڙ واقعا نقل ڪيا آهن، جنهن جي پڙهڻ سان خشڪ اکيون به اشڪبار ٿين ٿيون. هو صاحب لکي ٿو ته ملزمن کي سزا ڏيڻ جو طريقو به نهايت ئي هيبتناڪ ۽ شرمناڪ هـو. ملحدن کي ڪورٽ ۾ پيش ڪري منهن لڳايل چارج پڙهي ٻڌائي ويندي هئي ۽ لطف جي ڳالهہ آهي ته کين شاهدن جي لسٽ به فراهم نہ ڪئي ويندي هئي. پادري شاهدن کان ڪجهه طرح پاڻ بچائيون ڪندا هئا. آخرڪار پوپ بونيفيس (Boniface) انهن ڪوڊ ۾ ترميم ڪرائي، جنهن مطابق الزام هڻندڙن جا نالا جوابدارن کي ٻڌايا ويندا هئا. بونيفيس 1294ع کان 1303ع تائين وڏو پوپ ٿي رهيو. ترميم مطابق جوابدارن کي وڪيل ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي. پر وڪيل فقط جوابدارن کان ڏوهہ پاسڻ لاءِ حيلا

وسيلا ڪندا هئا ۽ نه صفائيءَ لاءِ.

"The Lawyer of the accused was charged more with getting a confession than with defence."

فتويٰ ٻڌائڻ وقت ڪورٽ ملزمن کي پنهنجي گناهن کان توبهه تائب ٿيڻ لاءِ حڪم ڪندي هئي ۽ جي توبهه ڪرڻ کان نابري واريندا هئا ته انهن کي سول حڪام جي آڏو پيش ڪيو ويندو هو ۽ موت کان پوءِ ملزمن جي قبرن مان مڙدا ڪڍي به ساڙي ڇڏيندا هئا.

"Bodies of persons condemned after death were disinterred and burned."

احتسابي ڪورٽون جوابدارن جون ملڪيتون ضبط ڪنديون هيون ۽ جيڪي جوابدار ٻچي ويندا هئا، انهن جي اولاد جون جائدادون بہ ضبط ٿينديون هيون. هن قسم جي بي‌انصافي صرف عيسائي ڪورٽن ۾ ٿيندي هئي.

## اسپيني ڪورٽن جو صدر

اسپين ۾ مسلم حڪومت جي خاتمي کان پوءِ عيسائي حڪومت جي قيام مان اتي بہ ملحدن کي سزا ڏيارڻ لاءِ احتسابي ڪورٽ جو پايو وڌو ويو، جنهن جو صدر پادري ٽورڪومڊا (Torqumada) مقرر ٿيو. هي هڪ وحشي درندو ۽ آدم خور انسان هو. سندس ظلمن ۽ زيادتين لاءِ ڪتابن جا ڪيئي ورق نذر ٿيل آهن. هن ظالم گهٽ ۾ گهٽ ٻن هزار انسانن کي جيئرو ساڙائي ڇڏيو هو.

"The number of burnings during his tennure has been exaggerated, but it is generally put by fair estimate at about two thousands."

اسپين جي احتسابي ڪورٽن کي 1834ع ۾ ختم ڪيو ويو.

# خاص ڳالهه

تہ جنهن قوم جا ماڻهو پڙهن ٿا، سا قوم غلام ٿي وڃي ٿي. دنيا ۾ سڀ کان ترقي يافتہ قوم اها هوندي آهي، جنهن ۾ ڪتاب گهڻا پڙهيا ويندا آهن. اهڙي ريت ايپاس ڪانسواءِ ڪابہ وات نٿي ملي ۽ اتهاس جو ايپاس ماڻهوءَ کي ڪيترائي مشاهدا ۽ تجربا اڳوات ڄاڻائي ٿو ڇڏي. هن پبليڪيشن جو مقصد ايپاس لاءِ اٿاهہ موقعا ڏيارڻ آهي.

هنن اشاعت جي ڏس ۾ هيءَ پهرين ڪڙي آهي. اميد تہ علم ۽ ايپاس جا آسوند ۽ اُتساهہ رکندڙ هڙتي اپاءَ ۾ شامل راءِ ۽ اڳرا ٿيندا (عمرالدين بيدار)


هن اشاعت کي عمرالدين بيدآر، خرمؔ پريس ڪراچيءَ مان ڇپائي، ٢٥٥- بخشڻ وليج، گزري روڊ، ڪراچي-٦ کان پڌرو ڪيو.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڦُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاغَر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ ڪي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڏي ٿي ڄَڱَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي ڪي ٻاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ ٻاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)